# فهرست

# مهاڳ

درويش وتايو فقير انسانيت جي تاريخ جو هڪ انوکو ڪردار آهي، اهڙا ڪردار ورلي پيدا ٿيندا آهن. صوفي، سالڪ، مجذوب، وات ڦانوڙو، چرچائي، چريو يا سودائي هو. جيڪو به هو، اهڙي شخصيت هو جنهن چرچي ۽ چريائپ ۾ سمجهه ۽ سوچ جا سبق ڏنا. نانڙي به ڪوٺيائين ۽ چهنڊڙي به پاتائين. ڪنهن سان جنگ و جدل نه ڪيائين. ڪنهن سان مناظرو ۽ مباحثو به نه ڪيائين. سڌو سادو ماڻهو هو، سڌيون ۽ ساديون ڳالهيون ڪيائين، جيڪي عام ڳالهين (Norms) جي برخلاف هيون: اهي ڳالهيون سوچيل منطقي دليلن جي بنياد تي ڪيائين. اهڙيون ڳالهيون يا ته تمام ڏاها ۽ اڪابر ماڻهو ڪندا آهن يا انهن ڳالهين جو الهام ٿيندو آهي. چريا ماڻهو اهڙيون ڳالهيون ڪين ڪندا آهن. سندس هر ڳالهه ۾ حقيقت جو پرتوو هو. جڏهن اسان چئون ٿا- انصاف جي نظرن ۾ سڀ هڪڙا آهن، انسانن جا حق هڪ جهڙا آهن، ڀلي ڪو رئيس جو ماڻهو هجي يا خدا جو- ته وتايو به اها ڳالهه تو ڪري. اسان وانگر وٽس Every Law has exceptions وارو نظريو ڪونهي. هن وٽ هڪڙو قانون هو— غريب لاءِ به ساڳيو ته امير لاءِ به ساڳيو، هيٺي لاءِ به ساڳيو ته ڏاڍي لاءِ به ساڳيو، مالڪ لاءِ به ساڳيو ته نوڪر لاءِ به ساڳيو- ۽ ان ڳالهه تي ئي فرق ٿيو. وتايو جڏهن نوڪر وارو قانون مالڪ تي تو لاڳو ڪري ته اسان کي کل ٿي اچي سندس چريائپ تي- پر اهو

اندر ۾ ضرور سوچيون ٿا ته "چئي ته سچ ٿو!" جڏهن اسان
ان ڳالهه کي نه ٿا مڃون ته وتائي کي مڻيان ٿي وڃي ته
قانون قاعدو، رواج رسمون ڏاهيون به پاڻ ٿا پر پوءِ اهي هڪ
کان عمل هڪ طرح ۽ ٻئي کان عمل ٻئي طريقي سان ڇو ٿا
ڪرايا وڃن! ڇريو ڪير؟ وتايو يا معاشرو؟ ان جو فيصلو به
معاشري کي ئي ڪرڻو هو جنهن وتائي لاءِ فتويٰ ڏني ته "وتايو
ته ڪو ڇريو آهي! کهڙيون ٿو ڳالهيون ڪري."

وتايو ان ٻٽي معيار جي خلاف انساني ضمير جو آواز
بڻجي احتجاج ٿي پيو آهي- ڏاڍ، ڏوهه، ڏمر، ڏنگائي، ٻيائي، ٻه
اڪيائي، ڪاهلي، سستي ۽ منافقيءَ جي خلاف- جيڪڏهن
ڪو الله جي نالي جو قدر نٿو ڪري تڏهن به احتجاج ٿو
ڪري، جيڪڏهن ڪو سستي ڪري ڪمائڻ کان لنوائي ويهي
ٿو رهي تڏهن به احتجاج ٿو ڪري؛ جڏهن ڪو، ڏاڍ ۽ جبر
ڪري غريب غربي کي چيز ۾ ٿو هلائي تڏهن به احتجاج ٿو
ڪري، جيڪڏهن ڪو سڪئين خواهشن ۽ پٺ ٻاراتي تي ٻاڙي
بيعمليءَ جو شڪار ٿو ٿئي تڏهن به احتجاج ٿو ڪري. وتايو
فقير زمان و مڪان کان آزاد هر دور ۾ ڏاڍ، ڪوڙ، منافقي ۽
ٻٽي معيار جي خلاف احتجاج جي علامت آهي. وتايو ڪالهه هو ته
اڄ به آهي ۽ سڀاڻي به هوندو. احتجاج جو انداز به ڪيترو
نه حسين آهي؟ نه جلسو آهي نه جلوس آهي، نه اخبار ۾ خبر
آهي، نه ڪوڙ آهي نه گهمسان- پنهنجي منهن پڻ پڻ آهي،
زباني جمع خرچ آهي. خدا سان پڻ پڻ ڏو ڪري چوي ته
تنهنجي نالي تي مليل گدرو به ڏس ۽ پئسن سان مليل گدرو به ڏس!
ڪڙن کي ٻوڙ ۾ ٻوڙي ٿو ۽ چوي ٿو کائو! توهان
جي دعوت آهي وتائي جي لاءِ ٿورو ئي آهي؟ زبان ڪندڙ
ڳڏه جي سدباب ڪرڻ ۽ بيمار ڳڻون جو علاج نه ڪرائڻ
۽ صرف پڻ سان ته ابتو اثرئي ٿيندو. ڪنگهڻ ڪرڪڻ کان
سواءِ ماني به ڪونه ملندي.

وتائي معاشري جي اصلاح جو ڪم واعظ يا بحث يا
تقريرن سان نه ڪيو، پنهنجي عجيب ۽ غريب عمل سان
Persuasion سان ڪيو. ڪنهن مذهب جي نه خلاف ڳالهايائين
۽ نه ڪنهن جي حق ۾- نه ڪنهن اخلاقي قدر کي ننديائين
نه ڪنهن کي چڱو چيائين- ڏکڙو رستو وٺيو هلندو رهيو.
انهن جي رڪاوٽن جي نشاندهي ٿيندي رهي ۽ سنئين واٽ جي خبر
پوندي رهي. اهو ماڻهوءَ تي ڇڏيائين ته سنئون رستو اختيار
ڪري يا غلط. سندس ڳالهين مان بي‌عزتيءَ جو نه پر انسان
۾ احساس جرم ۽ پڇتاءُ، شرمندگي ۽ پشيمانيءَ جو جذبو ٿو
پيدا ٿئي. جيڪو انساني ڪردار جي درستيءَ جو محرڪ
بڻبو آهي.

وتائي فقير کي تقريباً ٽي سو سال گذري چڪا آهن
پر سندس گفتا اڄ به دلچسپيءَ ۽ غور سان ٻڌا ۽ پڙهيا ٿا
وڃن. لوڪ ڪهاڻين ۽ شاعريءَ کي ڇڏي اهڙو مثال ادب
۽ تاريخ ۾ گهٽ ٿو ملي ته بظاهر هڪ غير اهم فرد جي
زندگيءَ جا ننڍا ننڍا واقعا ائين سينه به سينه سفر ڪندا اسان
جي نسل تائين پهچن. اهو انهن ڳالهين ۾ لڪل ازلي سچائين
جو ئي ڪرشمو آهي جو وتايو فقير پنهنجي چوڻين جي لباس
۾ زنده آهي.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته ان پيغام کي نئين ڪوجنائن
جي وسيلن جي برڪت سان ڦهلائجي ۽ عام ڀلائي جي هڪ
نئين واٽ نئين طريقي سان تلاش ڪجي. اهي ئي ڳالهيون
هيون ۽ سوچون هيون جن "وتايو فقير سيمينار" جي خيال کي
جنم ڏنو. اهڙو ڪردار جيڪو صرف اسان وٽ خيالن ۾ ۽
ڳالهين ۾ زنده هيو، ان کي پنهنجي دور جو حقيقي ڪردار
ڪري متعارف ڪرايو ويو ۽ وتائي فقير جي دور جو تعين
ڪيو ويو. گهٽ ماڻهن کي خبر هئي ته وتائي فقير جو
آخري ماڳ ڪهڙو آهي؟ هاڻي سنڌ جي سڄاڻ ماڻهن

کي خبر آهي ته وتايو فقير ٽنڊي الهيار کان حيدرآباد ويندڙ روڊ تي ٻن ميلن جي مفاصلي تي آرام ڪري رهيو آهي. وتائي فقير کي صرف چرچائي ٿي سمجهيو ويو هو. هاڻي هڪ سنجيده طبقو کيس سنجيدگيءَ سان وٺي رهيو آهي. سيمينار ۾ هڪ عالم چيو ته: حيرت آهي ته وتائي جهڙي مزاحيه ڪردار تي ٿيل سيمينار اهڙو سنجيده! پر حيرت جي ڳالهه ڪونهي. جڏهن وتائي جي ڳالهين تي سوچجي ٿو ته ماڻهو پنهنجو پاڻ پڇتاءَ ۽ شرمندگي محسوس ٿو ڪري. شرمندگيءَ کان پوءِ به سنجيدگي نه ايندي ڇا؟

وتائي تي ڪو به مواد موجود ڪونه هو. هڪ ٻه چوپڙيون، ڪو ٽڙيل پکڙيل مضمون، ڪنهن مجلس جي حوالي سان اڏامندڙ حوالو ۽ بس- سيمينار ڪميٽيءَ نين روايتن جو بنياد وجهندي سيمينار کان اڳ سيمينار تي پڙهجندڙ ڪجهه مقالن کي ڪتابي شڪل ڏئي پڌرو ڪيو. هاڻي وري ان سلسلي جو ٻيو ڪتاب "درويش وتايو فقير" جي نالي سان سيمينار ۾ پڙهيل ۽ ڪجهه ٻين مقالن تي مشتمل توهان جي هٿن ۾ آهي. گهڻن ماخذن هوندي چونڊ ڪري ڪجهه مضمون ۽ مواد گڏ ڪرڻ ته سولو آهي، پر جڏهن ڪجهه به نه هجي ان مان ٻه ڪتاب تقريبن چاليهن مضمونن تي مشتمل تيار ڪرڻ ڏکيو ڪم هو. ان لاءِ جس هجي انهن سڀني عالمن ۽ اديبن کي جن پنهنجو پاڻ موڪيو ۽ سڏ ۾ سڏ ڏئي وتائي فقير سان لاڳاپيل نيون نيون ڳالهيون منظر عام تي آنديون. نه صرف ايترو پر هنن ڪتابن وسيلي وتائي فقير تي اڳ ۾ لکيل تاريخي ۽ ادبي ماخذن جي نشاندهي پڻ ٿي آهي. مون کي پختو يقين آهي ته مستقبل جو مؤرخ جڏهن وتائي فقير تي قلم کڻندو ته هي ٻئي ڪتاب سندس ٽيبل تي ضرور موجود هوندا.

موقعي جو فائدو وٺندي عالمن اديبن کي وتائي فقير تي

ريسرچ جي سلسلي ۾ ان ڳالهين جي اپٽ ڏيندس:

هڪ ته آنهن ماڳن ۽ ڀاڱن تي جت جت وتايو ويو يا رهيو، ڪيترين ئي روايتون ۽ حڪايتون ٽڙيون پکڙيون پيون آهن. ضرورت آهي ته انهن کي جمع ڪري ڇپائي پيش ڪيو وڃي. ان ڪم ۾ عمرڪوٽ، ٽنڊي الهيار، نصرپور، اڪهم ڪوٽ ۽ بدين جا عالم ۽ اديب نهايت برجستو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. ان سلسلي ۾ وتايو فقير لائبرري ڇپائي لاءِ مدد ڪري سگهي ٿي.

ٻيو ته شاعرن جي بيتن ۽ شعرن تي شرح لکي ويندي آهي. پنهنجي پنهنجي نڪته نگاه کان ضرورت آهي ته وتايو فقير جي نڪتن جي به ساڳي نموني سان تشريح ڪئي وڃي. ان سان ڪيترائي لڪل راز ۽ رمزون نروار ٿيندا. ان لاءِ مون کي پڪ آهي ته لطيف ڊائجسٽ اهم رول ادا ڪري سگهي ٿو.

ٽيون ته ان ڳالهه جي به ضرورت آهي ته وتائي فقير کي ٻين ٻولين ۽ ٻيون ٻوليون پڙهندڙن سان به متعارف ڪرايو وڃي. ان سلسلي ۾ خاص زور ڏيندي عرض ڪندس ته وتائي فقير جي نڪتن جو خاص طور ترجمو ڪري Illustations سان اردو ۽ انگريزي پڙهندڙ جي آڏو پيش ڪيو وڃي.

ڪتاب ڇپائي ۽ ڪاغذ جي لحاظ کان بهتر نظر ايندو. ڪوشش اها ڪئي ويئي آهي ته وتائي فقير تي وڌ کان وڌ مواد جمع ڪري جلد کان جلد پيش ڪجي. ڪي مضمون مواد پريس ۾ پهچڻ کان پوءِ مليا. ان ڪري ترتيب ۽ تدوين ۾ ڪي اوڻايون رهجي ويون آهن. پر اميد ته ڪتاب جي مجموعي خوبيءَ جي ڪري اهي ڪي ڪي ڪوتاهيون درگذر ڪيون وينديون.

هن سڄي ڪم لاءِ جس هجي وتائي فقير جي شهر واسين کي، ٽنڊي الهيار جي ادب ذوق رکندڙ ماڻهن کي جن

پنهنجي مٽيءَ سان وتائي فقير جي ايندڙ خوشبوءَ کي محسوس ڪيو ۽ هن سڄي بار کي پنهنجي ڪاهن تي کڻي ڪتابن جي ڇپائي، سيمينار جي انعقاد ۽ وتائي فقير جي لائبرريءَ جي افتتاح کي ممڪن بڻايو. نه صرف ايترو پر جنهن ڳوٺ ۾ وتايو فقير دفن آهي ان کي سيمينار کان پوءِ ”وتايو فقير ڳوٺ“ جو نالو ڏنو ويو. اميد ته وتائي فقير جي مزار تائين ويندڙ ڪچو رستو به جلد پڪو ٿي ويندو. وتائي فقير جي مزار تي ڇپر يا چوڪنڊي به تيار ڪرائبي

پر ان سان هڪڙو سوال ذهن کي جهنجهوڙي رهيو آهي: ڇا، وتايو فقير صرف ٽنڊي الهيار وارن جو آهي؟ وتايو فقير سڄي انسانيت جو آهي- سندس پيغام سڄي انسان ذات لاءِ آهي ته پوءِ سڄو بار ٽنڊي الهيار وارن تي ڇو؟ ان ڪري جو ويچارو فقير ننڍڙڪو هو؟ ڪو والي وارث ڪونه هيس- ڪو متولي مجاور ڪونه اٿس- ڪو ڏيئي ٻارڻ ۽ قل پڙهڻ وارو ڪونه اٿس- سندس ڪو ميلو ڪو عرس، ڪا ورسي ملهائڻ وارو ڪونهي- سندس نالي جي لاٽ ٻارڻ سان ڪنهن کي ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ ڪو ڇلو ڪونه ملندو. ڪا واه واه ڪونه ٿيندي. صرف چرچائي چرين ۾ اڃ سنجيدگي ۾ اضافو ٿيندو.

وتائي جو ڪو سنت ساٿ اثر رسوخ وارو هجي ها ته شايد سندس نالي جي لاٽ ٻري پوي ها- پر ائين ڪونهي- ڇا ائين ڪونه ٿيندو؟ ڇا ڪي پنهنجي قسمت کي--- اسان ته هميشه پنهنجي مشاهيرن سان اهو ئي سرد مهريءَ وارو سلوڪ ڪيو آهي.

ٽنڊوالهيار

25 فيبروري 1986

(عبدالقادر منگي)



علي محمد شيخ
ڪمشنر حيدرآباد



شفيق الرحمن پراچه
ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد



عبدالقادر منگي



محمد حسين ڪاشف



عبدالله ورياه



ڊاڪٽر نواز علي شوق



محمد ابراهيم خشڪ



سيد مرتضيٰ ڏاڏاهي



مريم مجيدي



محمد خان مجيدي



عابد لغاري



عبد الواحد عاصي هڪڙو



ڈول فقیر



ٹینا حیدری



انجم آرا







محفل موسيقيءَ جا حاضرين

سنڌ جو داناءُ درويش

# وتايو فقير

(وتائي فقير جي شخصيت،
کردار ۽ گفتن متعلق سنڌ جي
سماجياتي پس منظر ۾ لکيل
تحقيقي مضمون ۽ مقالا)

سهيڙيندڙ
عبدالقادر منگي

روشني

سنڌ جو داناءُ درويش

# وتايو فقير

(سنڌس شخصيت، ڪردار ۽ گفتن متعلق لکيل
تحقيقي مضمون ۽ مقالا)

سهيڙيندڙ

عبدالقادر منگي

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
2015ع

**Roshni Book No. 674**

ڪتاب جو نالو: وتايو فقير

سهيڙيندڙ: عبدالقادر منگي

ڇاپو پهريون: © روشني 2015ع

ڪمپوزنگ: رفيق حسين ڪولاچي

روشني ڪپوزرس، حيدرآباد

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ

# WATAYO FAQEER

Compiled by: Abdul Qadir Mangi

Composed by: Rafique Hussain Kolachi

Roshni Composers & Printers Hyder Chowk, Hyderabad

Printed: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.

Published by: Roshni Publication, Kandiaro

First Edition © Roshni 2015

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد+ پنائي بوڪ هائوس اوريئنٽ سينٽر، حيدرآباد

ڪنگ پن بڪ شاپ، پريس ڪلب، حيدرآباد + ورسٽي بڪ شاپ، ڄامشورو

شير يزدان بڪ اسٽال پٽ شاهه + حيدر ڪتب خانو پٽ شاهه ڪاليااڙا اسٽون اردو بازار ڪراچي

رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو

مدني بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو

نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو+ عبدالله بڪ ڊيپو بندر روڊ لاڙڪاڻو

اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ نوابشاهه+ مڪتبه گلشير، نواب شاهه مڪتبه حافظ اينڊ ڪمپني لياقت مارڪيٽ نواب شاهه

مهراڻ ڪتاب گهر، ڪيرو + العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر، مٺي

ڪنگري بوڪ شاپ اسٽيشن روڊ، ميرپور خاص + المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ

مدني اسلامي ڪتب خانو دادو+ سليم نيوز ايجنسي نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو

عبدالرزاق بڪ اسٽال ميهڙ، مرچولال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر، بدين

مهراڻ بوڪ سينٽر سکر + ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر + عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر

الفتح نيوز ايجنسي مهراڻ مرڪز سکر مڪتبه امام العصر، گهوٽڪي

سنڌ ڪتاب گهر، شڪارپور+ مولوي عبدالغني شڪارپور+ سعيد بوڪ مارٽ، شڪارپور

تهذيب نيوز ايجنسي خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس، خيرپور بڪ شاپ خيرپور ميرس

مڪتبه عزيزيه کهڙا + سچل ڪتاب گهر، دراز

ڪنول ڪتاب گهر، مورو+ قاسميه لائبريري اسپتال روڊ، ڪنڊيارو+ سارنگ ڪتاب گهر، ڪنڊيارو

# فهرست



## 1 وتائي بابت آثار ۽ احوال



## 2 وتايو: سنڌ جو داناءُ درويش

## (3) وتايو: سنڌ جو سڀاڄهو سالڪ



## (4) وتائي جا ڏيهي پرڏيهي هم سخن ۽ هم عصر

## ⑤ وتائي سان روح رهاڻ

”وتائي فقير جي نقلن ۾ نہ صرف اسان لاءِ سبق سمايل آهن، پر جيڪر سڄي دنيا جي ملڪن جا ماڻهو انهن مان سبق حاصل ڪري سگهن ٿا.“.....

”جيڪڏهن اهي نقل ڪو ويهي ٺاهي لکي تہ جيڪر شاعرن کي بہ شهہ ڏئي ڇڏي..... اوهان وتائي جي نقلن کي شايد هڪ ڀوڳ ڪري ڀانيو پر عقلمندن لاءِ هي نقل عقل جي موتين سان ڀريل آهن.“

**علامہ آءِ. آءِ. قاضي**

18_ آل سنڌ ادبي ڪانفرنس

31_5_1958

(سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد، سنڌ)

نئين ڇاپي لاءِ

# ٻه اکر

وتائي فقير متعلق هن کان اڳ منهنجا مرتب ڪيل ڪتاب "وتايو فقير سيمينار" ۾ پيش ڪيل مقالن تي آڌاريل آهن. جن ۾ الڳ الڳ وقتن تي ٻن سيمينارن ۾ پيش ڪيل مقالن، مضمونن ۽ تقريرن کي سهيڙي ٻه الڳ الڳ ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا ويا. ان بعد ٻنهي ڪتابن مان مواد کي الڳ ڪتابي صورت ڏئي "وتائي جا رنگ هزار" نالي ڪتاب مرتب ڪيم، جنهن جا پڻ ڪيترائي ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. بهرحال، پهرين ٻن ڪتابن ۾ توڙي ان بعد الڳ ترتيب ڏنل ڪتاب ۾ انهن سيمينارن ۾ پيش ڪيل مواد ئي شامل رهيو.

ان بعد خيال آيو ته سيمينار کان اڳ توڙي پوءِ وتائي فقير متعلق ٻيو پڻ ڪافي اهميت جوڳو مواد ڇپجي چڪو آهي، جو نه ان کي سهيڙي ۽ اڳ سهيڙيل مقالن، مضمون توڙي تقريرن مان چونڊ ڪري، وتائي فقير بابت نئين ترتيب سان کو ڪتاب تيار ڪجي، سو اها ڳالهه ڳٺي، واڌو مواد سميت سنڌ جي هن داناءَ درويش وتائي فقير جي زندگيءَ، ان دور جي سماجي حالتن، سندس دانائيءَ ۽ درويشيءَ متعلق توڙي سندس همعصرن ۽ ڏيهي، پرڏيهي هم سخنن بابت مواد کي موضوع وار ترتيب ڏئي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪري رهيا آهيون. جڏهن ته وتائي فقير جي فقر فرهي ۾ پڻ اڳئين ناصحانه نقطن ۽ گفتن ۾ وڌيڪ اهي شامل ڪري رهيا آهيون، جيڪي اڳ شامل ڪرڻ کان رهجي ويا آهن.

اها دعوي ڪرڻ بي جاءِ ٿيندي ته وتائي فقير متعلق سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپيل سمورو مواد هن ڪتاب ۾ شامل آهي، باقي ايترو ضرور چئبو ته هن ڪتاب ۾ وتائي متعلق گهڻو تڻو اهم مواد سهيڙيل آهي.

اميد ته نئينءَ ترتيب ۽ واڌاري سان گڏ وتائي فقير متعلق هي نئون ڪتاب پڙهندڙن کي پسند ايندو.

عبدالقادر منگي

# پنهنجي پاران

سنڌ جي سر زمين نهايت ئي باڪمال بزرگ، ولي الله ۽ مجذوب پيدا ڪيا آهن، جن ۾ علم ۽ حلم، شعر ۽ فڪر، نڪتہ سنجي ۽ نڪتہ نوازيءَ جي سرهاڻ ۽ سڳنڌ سان سڄي سنڌ واسي پيئي آهي. وتايو فقير بہ انهيءَ گلدستي جو هڪ ٻهڪندڙ ۽ سرهو گل آهي، جنهن پنهنجي ظرافت جي خوشبوءِ سان سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ کي واسي ڇڏيو آهي. وتائي جا گفتا ۽ گفتن ۾ سمايل نڪتا، اڄ بہ سنڌ جي هر عام ۽ خاص ماڻهوءَ جي زبان تي آهن، جن ۾ ڄاڻ وارن توڙي اڻڄاڻ ماڻهن لاءِ هڪ سبق سمايل آهي. سندن انهن گفتن ۽ نُڪتن کي خيال ۾ رکندي ۽ سندس هتان جي هنڌ واري ڳالهہ کي مدنظر رکندي، "وتايو فقير سيمينار"، ڪوٺائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. دراصل اها راءِ سڀ کان پهريائين هتان جي ڪن علم دوست ۽ نهايت ئي سڄاڻ ماڻهن پيش ڪئي، جنهن تي سڀني دوستن اتفاق ڪيو.

انهيءَ سلسلي ۾ ڪيئي گڏجاڻيون ٿيون ۽ ڪم کي سرانجام ڏيڻ لاءِ مختلف ڪميٽيون قائم ڪيون ويون، تہ جيئن هن اهم علمي ۽ ادبي ڪم کي بهتر کان بهتر نموني ۾ سرانجام ڏيئي سگهجي. وتائي فقير جي فن، شخصيت، ان وقت جي تاريخ ۽ سندس نقلن جي محرڪات کي معلوم ڪرڻ لاءِ سنڌ جي علمي حلقن سان رابطو پيدا ڪيو ويو. ان جي موٽ ۾ اسان جي سڄاڻ، ڏاهن ۽ برک عالمن وتائي فقير جي حياتيءَ، فڪر، تعليم ۽ حقيقت پسنديءَ تي جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي ۽ جنهن اُتساهہ سان پانهن ٻيلي ٿيڻ جو گهڙو پريو آهي، ان لاءِ اهي صاحب لائق تحسين آهن.

وتائي فقير جي باري ۾ اڃا تائين ڪيتريون ڳالهيون توجهہ طلب آهن. جيئن تہ:

1. وتائي فقير جو اصل نسل ڪهڙو هو؟
2. سندس پيدائش ڪٿي ٿي؟
3. سنڌ جي ڪهڙي تاريخي دؤر ۾ هو؟

4. ان دؤر جا تاريخي ۽ سماجي حالات ڪهڙا هئا؟
5. وتائي فقير جا همعصر ڪهڙا بزرگ رهيا؟ وغيره وغيره.

اهي ۽ ٻيا ڪئين اهڙا سوال ذهن ۾ اچن ٿا. جن جي جواب کان سنڌ جي ادبي تاريخي خاموش آهي. سواءِ مير علي شير قانع ٺٽوي جي تصنيف "تحفة الڪرام" ۽ مرزا قليچ بيگ جي "سنڌ جا قديم شهر، بزرگ ۽ ماڻهو" جي. ٿيو ڪجهه ذڪر اسان کي ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ڪتاب "لنواري جا لال" ۾ ملي ٿو. "بيان العارفين" يا "لطائف لطيفي" ۾ ٻه ڪو واءُ موجود آهي. انهن ٻنهي ڪتابن ۾ هن فقير جو نهايت ئي مختصر ذڪر آهي. ٻئي ڪنهن ٻه اهڙي تاريخي ڪتاب ۾ سندس باري ۾ ڪو مفصل احوال نٿو ملي ۽ نه وري سنڌ جي ڪنهن ڪتبخاني يا ڪنهن بزرگ جي هٿ اکر لکيل ڪتاب مان سندس نقلن جو ڪو مواد ملي ٿو ۽ نه وري اڄ ائين سندس نقلن جو ڪو مصدقه بياض دستياب ٿي سگهيو آهي. البت سندس گفتا ۽ نقل روايتي طور سيني به سيني سڄيءَ سنڌ ۾ هلندا ٿا اچن.

ائين برابر آهي ته روايت سواءِ درايت جي قابل قبول نه آهي، ليڪن ڪي حقائق ۽ نُڪتا اهڙا ٿيندا آهن، جن جي روايت به هڪ خاص سند رکي ٿي. انهن جي پرک جو اصل معيار انهن نُڪتن ۾ سمايل سماجي حقيقت نگاري ۽ سماجي شعور جي جهلڪ آهي، جنهن جي هيئت ۽ اسلوب بيان ۽ ڪيفيت توڙي ڪميت ۾ زماني گذرڻ بعد به ڪو ڦيرو ڪونه آيو آهي. وتايو فقير، پيراڻو پنيرو ڪاڪو آچار، اهي سنڌي ادب جا اهڙا ڪردار ۽ سماجي زندگيءَ جا ناڪئا آهن، جن جو وڪر پٽي پراڻو نه ٿيو آهي ۽ منجهن لطيف جي هن بيت جي غمازي نظر اچي ٿي:

اَک التي ڏارِ، ونءُ التو عام سين،
جي لهوارو لوڪ وهي، تون اوچو وهه اوڀارِ.

علمي ۽ ادبي، تنقيدي ۽ تحقيقي لحاظ کان جڏهن به انهن نقلن ۽ گفتن جو جائزو وٺجي ٿو ته اهي لطيفؒ جي ڏنل ڪسوٽيءَ تي پورا ٿا اچن. ته ڇا، پوءِ لطيفؒ رحه جي انهيءَ ڪسوٽي کان سواءِ ٻيو ڪو پرک جو معيار ٿي سگهي ٿو؟ جڏهن اهڙا سڄاڻ ماڻهو جڳ سريڪي شاعر لطيفؒ جي ميزان ۾ پورا اچن ته پوءِ منهنجي خيال ۾ ٻئي ڪنهن به ماڻ جي ضرورت ڪانهي. اهو ئي سبب آهي جو وتائي جا گفتا سماجي زندگيءَ ۾ انهيءَ

پٽاندر پنهنجي حيثيت مڃائي چڪا آهن ۽ انهن لاءِ وڌيڪ ڪنهن توراڙي يا ماڻ جي ضرورت ڪانهي.

وتائي فقيرؒ جي سلسلي ۾ جيڪو بہ مواد مليو آهي، اهو اوهان جي هٿن ۾ آهي، جنهن تي ڪنهن بہ تبصري يا تنقيد جي ڪا ضرورت ناهي.

عطر آنست ڪہ خود بہ بويد نہ ڪہ عطار مي گويد

جڏهن تاريخ جا صفحا خاموش هجن ۽ اسان کي ڪا هٿي نہ ڏين، انهيءَ حالت ۾ لکندڙن هن سلسلي ۾ ڏونگر ڏوريو آهي ۽ هٽي ڏُٽي جيڪي وکر وهايو ۽ ونڊيو آهي، آءٌ سمجهان ٿو تہ نهايت وڏي ڳالهہ آهي. هي مواد وتائي فقيرؒ تي تحقيق ڪرڻ ۽ سندس تعليم ۽ فڪر کي سمجهڻ ۾ وڏي مدد ڏيندو.

اسان جو پوڙهو ۽ پيرسن طبقو جيڪو مڃ تہ مارڪي ۽ ڪچهرين جو ڪوڏيو آهي، واقعي وتائي جي گفتن جي اهميت کان واقف آهي، پر نئين ٽهي، جنهن کي جديد ادب ۽ تاريخ جي مطالعي جو شوق آهي، اهو وتائي جي گفتن ۽ ان جي سماجي ڪارج کان ايترو واقف نہ آهي ۽ جي سينڌ اٿس تہ صرف هڪ چرچائي ۽ ظريف جي حيثيت سان. ان سلسلي ۾ هي ونڊيل وٽج، نئين نسل کي سنڌ جي هن مجذوب بزرگ ۽ تعليم ۽ حقيقت شناسي کي سمجهڻ ۾ نهايت ئي اهم ڪردار ادا ڪندو.

ڪابہ قوم جڏهن پنهنجي ماضي کان ناتو ٽوڙي ٿي: پوءِ اهو تاريخي هجي يا علمي ۽ ادبي، ثقافتي هجي يا سماجي، روايتي هجي يا درايتي، تہ اها ذهني طور پنهنجي ماحول جي تاريخ کان ڪٽجي وڃي ٿي ۽ ان کي پنهنجي حال جي تجزئي ۽ ان ۾ تبديليءَ ۽ پنهنجي مستقبل جي تعمير لاءِ ڏاڍي ڏکيائي ٿئي ٿي. ان لاءِ ضروري آهي تہ اسان انهن تاريخي شخصيتن، جيڪي تاريخ ساز ۽ تاريخ شناس آهن. جي ٻولن کي ٻيائي جي روپ مان ڪڍي، عام ماڻهوءَ آڏو اجاگر ڪريون، تہ جيئن سماجي تاريخ ۽ ادبي اوسر ۾ انهن جي اهميت مسلم رهي ۽ پنهنجي تاريخ جي ناهہ جوڙ ۾ اسان کي هٿي ملي.

بهرحال اسان ڪي الماس ۽ موتي نہ وٽجيا آهن، جيڪي وتائي فقيرؒ جهڙي عقل جي اڪابر، قول جي ڪويسر ۽ عين جي اک رکندڙ بزرگ جي شايان شان هجن. اسان اهو ڪجهہ پيش ڪري نہ سگهيا آهيون، جن جو وتايو فقير حقدار آهي. اسان تہ صرف سمنڊ جي ڪناري تي ويهي،

سانگوٽا ۽ سپون، گونگها ۽ ڪوڏ ڪنا ڪيا آهن. پر اهي ته هن ڌرتيءَ جا آهن. انهن ۾ به هتان جي مٽيءَ جي مام ۽ هتان جي پاڻيءَ جي سڳنڌ آهي. اسان لاءِ اهي بحرين ۽ سرانديپ جي موتين جي پيٽ ۾ وڌ آهن. اميد ته پڙهندڙ ادب جي انهن آبدار موتين کي هينئين سان هنڊائيندا ۽ وتائي جي ڪشتيءَ جي ڪچڪول مان وَٺ وٺي، ساگري جي سونهپ سان جهول ڀريندا.

سڄڻ سوا لک جا، آءٌ تي تر ڀريان،
جهڙو حال حبيبان، تهڙو پيش پريان.

**عبدالقادر منگي**

ٽنڊوالهيار
10 اپريل 1985ع

# مهاڳ

درويش وتايو فقير انسانيت جي تاريخ جو هڪ انوکو ڪردار آهي. اهڙا ڪردار ورلي پيدا ٿيندا آهن. صوفي، سالڪ، مجذوب، وات ڦاٽوڙو چرچائي، ديوانو يا سودائي هو جيترا وات اوتريون ڳالهيون. بهرحال وتايو جو ڪجھ به هو اهڙي شخصيت هو جنهن پوڳ چرچي ۾ سمجھ ۽ سوچ جا سبق ڏنا. نانڍي به کوٺيائين ۽ ڇهنڊڙي به پاتائين. ڪنهن سان جنگ و جدل نه ڪيائين. ڪنهن سان مناظرو ۽ مباحثو به نه ڪيائين. سڌو سادو ماڻهو هو سڌيون ۽ساديون ڳالهيون ڪيائين. جيڪي عام ڳالهين (Norms) جي برخلاف هيون، اهي ڳالهيون سوچيل منطقي دليلن جي بنياد تي ڪيائين. اهڙيون ڳالهيون يا ته تمام ڏاها ۽ اڪابر ماڻهو زمانہ شناسيءَ ڪري ڪندا آهن يا انهن ڳالهين جو الهام ٿيندو آهي. چريا ماڻهو اهڙيون اَملهہ ڳالهيون ڪين ڪندا. جو هر ڳالهہ ۾ حقيقت جو پرتوو پسجي. جڏهن اسان چئون ٿا۔ انصاف جي نظرن ۾ سڀ هڪڙا آهن. انسانن جا حق هڪ جهڙا آهن. پلي ڪو رئيس يا ڏنگ جو ماڻهو هجي يا خدا جو۔ ته وتايو به اها ڳالهہ ٿو ڪري. اسان وانگر وٽس Every Law has exceptions وارو نظريو ڪونهي. هن وٽ هڪڙو قانون هو۔ غريب لاءِ به ساڳيو ته امير لاءِ به ساڳيو. هيٺي لاءِ به ساڳيو ته ڏاڍي لاءِ به ساڳيو مالڪ لاءِ به ساڳيو ته نوڪر لاءِ به ساڳيو. ۽ ان ڳالهہ تي ئي فرق ٿيو. وتايو جڏهن نوڪر وارو قانون مالڪ تي ٿو لاڳو ڪري ته اسان کي کل ٿي اچي، پنهنجي معاشرتي قالب ۾ دليل سوچ تي نہ. بلڪ وتائي جي چريائپ تي. پر اندر ۾ سوچيون ضرور ٿا ته. "چئي ته سچ ٿو!" جڏهن اسان ان ڳالهہ کي نہ ٿا مڃون ته وتائي کي منيان ٿي وڃي ٿي. قانون قاعدو، رواج رسمون ٺاهين به پاڻ ٿا، پر پوءِ اهي هڪ کان عمل هڪ طرح ۽ ٻئي کان عمل ٻئي طريقي سان چو ٿا ڪرايا وڃن! چريو ڪير؟ وتايو يا معاشرو؟ ان جو فيصلو به معاشري کي ئي ڪرڻو هو جنهن وتائي لاءِ فتوي ڏني ته. "وتايو ته ڪو چريو آهي! ڪهڙيون ٿو ڳالهيون ڪري"

وتايو ان ﭘڻي معيارجي خلاف انساني ضمير جو آواز بڻجي احتجاج تي پيو آهي. ڏاڍ، ڏوهه، ڏمر، ڏنگائيءَ، ٻيائيءَ، ٻہ اڪيائيءَ، ڪاهليءَ، سستيءَ ۽ منافقيءَ جي خلاف. جيڪڏهن ڪو الله جي ناليءَ جو قدر نٿو ڪري تڏهن بہ احتجاج ٿو ڪري، جيڪڏهن ڪو سستي ڪري ڪمائڻ ڪان لنوائي ويهي ٿو رهي، تڏهن بہ احتجاج ٿو ڪري، جڏهن ڪو ڏاڍ ۽ جبر ڪري غريب غربي ڪي چيڙ ۾ ٿو وهائي، تڏهن بہ احتجاج ٿو ڪري، جيڪڏهن ڪو سڪڻين خواهشن ۽ پٽ پاراتي تي ياڙيءَ بي عمليءَ جو شڪار ٿو ٿئي، تڏهن بہ احتجاج ٿو ڪري.

وتايو فقير زمان و مڪان ڪان آزاد، هر دؤر ۾ ڏاڍ، ڪوڙ منافقي ۽ ﭘڻي معيار جي خلاف احتجاج جي علامت آهي. وتايو ڪالهہ هو تہ اڄ بہ آهي ۽ سڀاڻي بہ هوندو. احتجاج جو انداز بہ ڪيترو نہ حسين آهي؟ نہ جلسو آهي نہ جلوس آهي، نہ اخبار ۾ خبر آهي، نہ گوڙ آهي، نہ گهمسان. پنهنجي منهن پڻ پڻ آهي، زباني جمع خرچ آهي. خدا سان پڻ پڻ ٿو ڪري، چوي ٿو تہ 'تنهنجي نالي تي مليل گدرو بہ ڏس ۽ پئسن سان مليل گدرو بہ ڏس!' ڪپڙن ڪي ٻوڙ ۾ ٻوڙي ٿو ۽ چوي ٿو: 'ڪائو! توهان جي دعوت آهي، وتائي جي لاءِ ٿوروئي آهي؟' زبان ڪندڙ گڏهہ جي سدباب ڪرڻ ۽ بيمار ڳئونءَ جو علاج نہ ڪرائڻ ۽ صرف پنڻ سان تہ ابتو اثر ئي ٿيندو. ڪنگهڻ ڪڙڪڻ ڪان سواءِ ماني بہ ڪونہ ملندي.

وتائي معاشري جي اصلاح جو ڪم واعظ يا بحث يا تقريرن سان نہ ڪيو. پنهنجي عجيب ۽ غريب عمل (Persuasion) سان ڪيو. ڪنهن مذهب جي نہ خلاف ڳالهايائين ۽ نہ ڪنهن جي حق ۾، نہ ڪنهن اخلاقي قدر ڪي نندڻيائين، نہ ڪنهن ڪي چڱو چيائين. هڪڙو رستو وٺيو هلندو رهيو. رستي جي رڪاوٽن جي نشاندهي ٿيندي رهي ۽ سنئين واٽ جي خبر بہ پوندي رهي. اهو ماڻهوءَ تي ڇڏيائين تہ سنئون رستو اختيار ڪري يا غلط سندس ڳالهين مان بي عزتيءَ جو نہ. پر انسان ۾ احساسِ جرم ۽ پڇتاءَ، شرمندگيءَ ۽ پشيمانيءَ جو جذبو ٿو پيدا ٿئي، جيڪو انساني ڪردار جي درستيءَ جو محرڪ بڻبو آهي.

وتائي فقير ڪي تقريباً ٽي سؤ سال گذري چڪا آهن، پر سندس گفتا اڄ بہ دلچسپيءَ ۽ غور سان ٻڌا ۽ ٻڌايا ٿا وڃن. لوڪ ڪهاڻين ڪي ڇڏي اهڙو مثال ادب ۽ تاريخ ۾ گهٽ ٿو ملي تہ بظاهر هڪ غير اهم فرد جي

زندگيءَ جا ننڍا ننڍا واقعا اڄ سينہ بہ سينہ سفر ڪندا، اسان جي نسل تائين پهچن. اهو انهن ڳالهين ۾ لڪل ازلي سچائين جو ئي ڪرشمو آهي، جو وتايو فقير پنهنجي چوٽين جي لباس ۾ زنده آهي.

ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ ان پيغام کي نين کوجنائن جي وسيلن جي برڪت سان ڦهلائجي ۽ عام پلائي جي هڪ نئين واٽ نئين طريقي سان تلاش ڪجي. اهي ئي ڳالهيون هيون ۽ سوچون هيون جن "وتايو فقير سيمينار" جي خيال کي جنم ڏنو. اهڙو ڪردار جيڪو صرف اسان وٽ خيالن ۾ ۽ ڳالهين ۾ زنده هيو، ان کي پنهنجي دؤر جو حقيقي ڪردار ڪري متعارف ڪرايو ويو ۽ وتائي فقير جي دؤر جو تعين ڪيو ويو. گهٽ ماڻهن کي خبر هئي تہ وتائي فقير جو آخري ماڳ ڪهڙو آهي؟

هاڻي سنڌ جي سيني سڄاڻ ماڻهن کي خبر آهي تہ وتايو فقير ٽنڊي الهيار کان حيدرآباد ويندڙ روڊ تي ٻن ميلن جي مفاصلي تي آرام ڪري رهيو آهي. وتائي فقير کي صرف چرچائي ٿي سمجهيو ويو. هاڻي هڪ سنجيده طبقو ڪيس سنجيدگيءَ سان وٺي رهيو آهي. سيمينار ۾ هڪ عالم چيو تہ حيرت آهي تہ وتائي جهڙي مزاحيہ ڪردار تي ٿيل سيمينار اهڙو سنجيده! پر حيرت جي ڳالهہ ڪونهي، جڏهن وتائي جي ڳالهين تي سوچجي ٿو تہ ماڻهو پنهنجو پاڻ پڇتاءَ ۽ شرمندگي محسوس ٿو ڪري، شرمندگيءَ کان پوءِ بہ سنجيدگي نہ ايندي ڇا؟

وتائي تي ڪوبہ مواد موجود ڪونہ هو. هڪ بہ چوپڙيون، ڪو ٽڙيل پکڙيل مضمون، ڪنهن مجلس جي حوالي سان اڏامندڙ حوالو ۽ بس. سيمينار ڪميٽيءَ نين روايتن جو بنياد وجهندي، سيمينار کان اڳ سيمينار تي پڙهجندڙ ڪجهہ مقالن کي ڪتابي شڪل ڏئي پڌرو ڪيو. هاڻي وري ان سلسلي جو ٻيو ڪتاب "درويش وتايو فقير" جي نالي سان سيمينار ۾ پڙهيل ۽ ڪجهہ ٻين مقالن تي مشتمل توهان جي هٿن ۾ آهي. گهٽ ماخذن هوندي چونڊ ڪري ڪجهہ مضمون ۽ مود گڏ ڪرڻ تہ سولو آهي، پر جڏهن ڪجهہ بہ نہ هجي، ان مان بہ ڪتاب تقريباً چاليهن مضمونن تي مشتمل تيار ڪرڻ ڏکيو ڪم هو. ان لاءِ جس هجي انهن سڀني عالمن ۽ اديبن کي جن پنهنجو پاڻ موکيو ۽ سڏ ۾ سڏ ڏئي وتائي فقير سان لاڳاپيل نيون نيون ڳالهيون منظر عام تي آنديون. نہ صرف ايترو پر هنن ڪتابن وسيلي وتائي فقير تي اڳ ۾ لکيل تاريخي ۽ ادبي ماخذن جي نشاندهي پڻ

ٿي آهي. مون کي پختو يقين آهي ته مستقبل جو مؤرخ جڏهن وتائي فقير تي قلم کڻندو ته هي پئي ڪتاب سندس ٽيبل تي ضرور موجود هوندا.

موقعي جو فائدو وٺندي عالمن اديبن کي وتائي فقير تي ريسرچ جي سلسلي ۾ ٽن ڳالهين جي نيئڻ ڏيندس:

هڪ ته انهن ماڻهن ۽ پاڻن تي جت جت وتايو ويو يا رهيو, ڪيتريون ئي روايتون ۽ حڪايتون ٽڙيون پکڙيون پيون آهن, ضرورت آهي ته انهن کي جمع ڪري ڇپائي پيش ڪيو وڃي. ان ڪم ۾ عمرڪوٽ, ٽنڊي الهيار, نصرپور, اگهم ڪوٽ ۽ بدين جا عالم ۽ اديب نهايت برجستو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. ان سلسلي ۾ وتايو فقير لائبرري ڇپائي لاءِ مدد ڪري سگهي ٿي.

ٻيو ته شاعرن جي بيتن ۽ شعرن تي شرح لکي ويندي آهي. پنهنجي پنهنجي نڪته نگاه کان ضرورت آهي ته وتايو فقير جي نُڪتن جي به ساڳي نموني سان تشريح ڪئي وڃي. ان سان ڪيترائي لڪل راز ۽ رمزون نروار ٿيندا. ان لاءِ مون کي پڪ آهي ته لطيف ڊائجيسٽ اهم رول ادا ڪري سگهي ٿو.

ٽيون ته ان ڳالهه جي به ضرورت آهي ته وتائي فقير کي ٻين ٻولين ۾, يعني: ٻيون ٻوليون پڙهندڙن سان به متعارف ڪرايو وڃي. ان سلسلي ۾ خاص زور ڏيندي عرض ڪندس ته وتائي فقير جي نُڪتن جو خاص طور ترجمو ڪري Illustrations سان اردوءَ ۽ انگريزي پڙهندڙ جي آڏو پيش ڪيو وڃي.

ڪتاب ڇپائي ۽ ڪاغذ جي لحاظ کان بهتر نظر ايندو. ڪوشش اها ڪئي ويئي آهي ته وتائي فقير تي وڌ کان وڌ مواد جمع ڪري جلد کان جلد پيش ڪجي. ڪي مضمون مواد پريس ۾ پهچڻ کان پوءِ مليا. ان ڪري ترتيب ۽ تدوين ۾ ڪي اوڻايون رهجي ويون آهن, پر اميد ته ڪتاب جي مجموعي خوبيءَ جي ڪري اهي ٽيڪنيڪي ڪوتاهيون درگذر ڪيون وينديون.

هن سڄي ڪم لاءِ جس هجي وتائي فقير جي شهر واسين کي, ٽنڊي الهيار جي ادب ذوق رکندڙ ماڻهن کي, جن پنهنجي مٽيءَ مان وتائي فقير جي ايندڙ خوشبوءَ کي محسوس ڪيو ۽ هن سڄي بار کي پنهنجي ڪلهن تي کڻي, ڪتابن جي ڇپائيءَ, سيمينار جي انعقاد ۽ وتائي فقير جي

لائبريريءَ جي افتتاح کي ممڪن بڻايو نہ صرف ايترو پر جنهن ڳوٺ ۾ وتايو فقير دفن آهي، ان کي سيمينار کان پوءِ "وتايو فقير ڳوٺ" جو نالو ڏنو ويو. اميد تہ وتائي فقير جي مزار تائين ويندڙ ڪچو رستو بہ جلد پڪو ٿي ويندو. وتائي فقير جي مزار تي ڇپر يا چوڪنڊي بہ تيار ڪرائبي.

پر ان سان هڪڙو سوال ذهن کي جهنجهوڙي رهيو آهي: ڇا، وتايو فقير صرف ٽنڊي الهيار وارن جو آهي؟ وتايوفقير سڄيءَ انسانيت جو آهي. سندس پيغام سڄي انسان ذات لاءِ آهي. تہ پوءِ سڄو بار ٽنڊي الهيار وارن تي ڇو؟ ان ڪري جو ويچارو فقير نڌڻڪو هو؟ ڪو والي وارث ڪونہ هيس، ڪو متولي مجاور ڪونہ اٿس. ڪو ڏيئي ٻارڻ ۽ قل پڙهڻ وارو ڪونہ اٿس. سندس ڪو ميلو ڪو عرس، ڪا ورسي ملهائڻ وارو ڪونهي. سندس نالي جي لاٽ ٻارڻ مان ڪنهن کي ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ ڪو صلو ڪونہ ملندو. ڪا واه واه ڪونہ ٿيندي. صرف چرچائي ديوانن ۾ اڌ مغزين ۾ اضافو ٿيندو.

وتائي جو ڪو مٽ مائٽ اثر رسوخ وارو هجي ها تہ شايد سندس نالي جي لاٽ ٻري پوي ها. پر ايئن ڪونهي. ڇا ائين ڪونہ ٿيندو؟ ڇئي پنهنجي قسمت کي. اسان تہ هميشه پنهنجي مشاهيرن سان اهو ئي سرد مهريءَ وارو سلوڪ ڪيو آهي.

**عبدالقادر منگي**

ٽنڊو الهيار

25 فيبروري 1986ع

# وتايو فقير_ احوال ۽ افڪار

## ڪريم بخش خالد

تاريخ، قوم جو رهنما ورثو آهي. تاريخ کانسواءِ قومي وجود ۽ ان جي شناخت مشڪوڪ ٿيو پوي. سن ۽ واقعا تاريخ جو فقط بوتو ناهين ٿا. پر ان جي رڳن ۾ روح تڏهن پوندو جڏهن منجهس ادبي ۽ علمي حاصلات جو ذخيرو شامل ڪبو. اهڙيءَ طرح اسان کي خبر پوندي ته قوم جي مادي ۽ روحاني اوسر ڪيئن ٿي، اسان جي بزرگن جا ڪهڙا خيال ۽ جذبا هئا. سندن علم جي مراد ڇا هئي ۽ سندن رهڻيءَ ڪهڻيءَ جا ڪهڙا سرچشما ۽ اصول هئا؟ ٿوري ۾ ائين ڪٿي چئجي ته هر ڪنهن قوم جي هستي سندس علمي ۽ عملي ذخيري تي مدار رکي ٿي. خبر ۽ نظر، فڪر ۽ ذڪر ان هستيءَ کي قائم ۽ متحرڪ رکن ٿا.

گهڻي گوڙ هل ۽ هنگامي جي باوجود، جنهن جي شروعات "بمبئيءَ کان سنڌ جي جدائيءَ" واري تحريڪ سان ٿي، پر اسان پنهنجي تاريخ جي تحريري تڪميل، زبان جي حفاظت، اشاعت ۽ ترويج جي باري ۾ معقول ڪوشش ڪانه ورتي آهي. علامه امداد علي ولد امام علي قاضي (آءِ آءِ. قاضي) ارڙهين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس (حيدرآباد، 21 مئي ـ 1 جون 1958ع) جي موقعي تي پنهنجي صدارتي تقرير ۾ فرمايو هو ته، "ڪنهن قوم جي تاريخ جو گم ٿي وڃڻ، ڄڻ ڪنهن شخص جي حافظي ختم ٿي وڃڻ جي برابر آهي. "نسليت" جي اعتبار کان، ڪنهن به گروهه جي تاريخ، ان گروهه جي نظريي، جزن ۽ احساسن ذريعي زنده رهي ٿي، پر نفسياتي توڙي ظاهري لحاظ سان اُها انهن ڳالهين، ڪهاڻين، نقلن ۽ نظيرن رستي محفوظ رهي ٿي، جيڪي اُن گروهه ۾ رائج آهن. اُهي آکاڻيون ۽ ٽوٽڪا، ساڳئي وقت، علم ادب جو هڪ اهم حصو آهن. انهيءَ لحاظ کان، جيڪڏهن 'علم

ادب' کي جيارڻو آهي، تہ پوءِ ضروري آهي تہ 'قومي ياداشت' جو اهو سرمايو هر حالت ۾ محفوظ ڪيو وڃي."

هن ڏس ۾ علامہ قاضي مرحوم ٽي تجويزون ڏنيون:

(1) پنهنجي تاريخي سرمايي کي ڳولي، هٿ ڪري ان کي قلمبند ڪيو وڃي.

(2) ايمانداريءَ سان ويهي، هر ڪو پنهنجو بيان (آتم ڪهاڻي) پاڻ لکي.

(3) شائر الله جي حفاظت ڪريو. يعني، 'تاريخي تحقيق' کي 'ديني فرض' سمجهي جاري رکجي.

پهرين تجويز جي سلسلي ۾ علامہ قاضي مرحوم، وتائي فقير جي نقلن ۽ انهن جهڙن سوين ٻين گفتن ۽ نظيرن گڏ ڪرڻ جي اهميت تي زور ڏيندي فرمايو:

وتائي فقير جو نالو شايد اوهان مان گهڻن ئي ٻڌو هوندو. پر، ويٺلن مان ڪو اهڙو بہ آهي، جنهن وتائي جا نقل، جيڪي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور آهن، تن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هجي؟ بيجا نہ ٿيندو جيڪڏهن آءٌ هن موقعي تي وتائي جا فقط بہ نقل نموني طور بيان ڪريان، جيئن معلوم ٿي سگهي تہ انهن نقلن ۾ نہ صرف اسان لاءِ سبق سمايل آهن، پر جيڪر سڄيءَ دنيا جي ملڪن جا ماڻهو انهن مان سبق حاصل ڪري سگهن.

"چون ٿا تہ هڪ ڀيري وتايو ڪنهن پاسيري پيچري سان اڪيلي سر پئي ويو ۽ سندس بوچڻ جي پلاند ۾ هڪ ڪلدار روپيو ٻڌل هو. خيال آيس تہ متان هن اڪيليءَ واٽ تي ڪو چور نہ گڏجي وڃي، جو نہ رڳو ڪانئس روپيو ڦري، پر هٽي ڪيس بہ ڦٽي وجهي. سو ڇا ڪيائين جو روپيو ڇوڙي ڪٽي گس جي پرسان بيٺل اَڪ جي پاڙ ۾ رکيائين ۽ پوءِ خدا جا شڪرانا بجا آڻيندي چيائين: اي ڏٽي منهنجا، چڱو جو هن جزا مان جند ڇڏايئہ! هاڻي هتين خاليءَ کي ڊپ ڪونهي. نڪي هڙ ۾ کي هوندو نڪي ڪير ڦريندو." ائين چئي، اُٿي پنڌ پيو. ڪجهہ وقت گذري ويو ۽ واءَ لڳڻ سببان روپئي متان مٽيءَ جو تهہ وري ويو. هڪ ڏينهن ڪو مسافر ساڳئي گس تان اچي لنگهيو ۽ قضا حاجت تحت جو پاڻيٺ پيو، سو مٽي لهي ويئي ۽ هيٺان ڪلدار چمڪڻ لڳو. بنا هبڪ جي هن يار بہ جهٽ ڪري ڪٽي هٿ ۾ ڪنيو. پانيائين تہ اهو اڪيلو روپيو ڪونہ

هوندو پر اتي پڪ ڪو خزانو پوريل آهي. سو سنيري وچي مزدور وٺي آيو ۽ اچي کوٽائڻ شروع ڪيائين. چوڏاري کڏون لڳي ويون. ۽ آڪُ پاڙن سوڌو ڪڍي ڪٽي ٻاهر ڪيائون. پر هٿ ڪاريءَ وارا ڪک. سو ملين ڪي ٻہ ڪين. نيٺ. سور پٽي، ڪک ٽي، روانا ٿيا.

هڪ ٻن ڏينهن بعد وتايو ٻہ وري ساڳي انهيءَ گس تان اچي لنگهيو. ڏسي تہ مار! چوڏاري کڏون لڳيون پيون آهن. ۽ آڪ پاڙ سوڌو ٻاهر پيو سُڪي. اتي ٻئي هٿ مٿي ڪٽي چيائين: "شڪر اٿئي. اي منهنجا مولا! جيڪڏهن آءٌ انهيءَ روپئي مان جند نہ ڇڏايان ها تہ مون سان بہ ساڳئي انهيءَ آڪ واري ڪار ٿئي ها!"

دوستو جيڪڏهن هيءُ نقل ڪو ويهي ٿاهي لکي تہ ڪر شاعرن کي بہ شهہ ڏيئي ڇڏي سوچيندڙن لاءِ هن نقل ۾ ڪهڙو نہ قيمتي سبق سمايل آهي!

ٻيو نقل هن طرح آهي:

"چون ٿا تہ وتايو ڏسي تہ هڪ گهورڙيو پيو گدرا وڪڻي. ڪيس رڳو ٻہ چار پئسا ڳنڍ ۾ هئا. سي ڪڍي ڏنائينس. ۽ گهورڙيي ڪيس هڪ چڱو ٿاهوڪو گدرو ڪٽي ڏنو. وتائي ڏنو تہ گهر ۾ ماڻهو گهڻا آهن ۽ هن هڪڙي گدري مان پورت ئي ڪانہ ٿيندي، پر وڌيڪ پئسو بہ وٽس ڪونہ هو. سو ويچار ڪيائين تہ گهورڙيي جي آڏو گدرن جو ڍڳ لڳو پيو آهي، سوال ڪريانس تہ من هڪڙو ڪٽي ڏئي. اهو سوچي چيائينس تہ، "هڙ ۾ پيسو ڪونہ اٿم جو ٻيو گدرو وٺان. پر پويان آڪهہ وڏي آهي، ۽ هن هڪ گدري مان تہ ڪين ڦار ڦار بہ هٿ ڪانہ ايندي. سو سائينءَ جي نالي تي تو کي سوال ڪريان تہ نامِ خدا. انهيءَ مولا جي محابي هڪڙو ٻيو گدرو ڏيارا!" گهورڙيو ڪجهہ ويرم تہ ڪاوڙ وچان گهور ڪري ڏانهس نهارڻ لڳو. آخر خفا ٿي، ڳسندي مُسندي، هڪ اهڙو ڪِنو ڦِتل گدرو هٿ ڪيائين. جو پانيائين تہ ڪوبہ ڪونہ وٺندو. سو ڪٽي وتائي فقير جي هٿن ۾ هنيائين. وتائي هي لقاءُ ڏسي، گدرو ترڻيءَ تي رکي ڪٽي مٿي ڪنيو. ۽ ڳوڙهن پريل اکيون آسمان ڏي ڪڻندي چيائين: "اي الله! ماڻهن وٽ تنهنجو قدر اجهو اهو آهي، تنهنجي نانءَ ۽ نالي تي اجهو هيءُ مليو اٿم: ڏسان ٿو تہ ماڻهن وٽ تنهنجي نالي کان چٽن پيسہ جو مان مڙيوئي مٿي آهي!""

عزيزو اوهين هن نقل کي شايد چرچو ڪري ٽانيو پر عقلمندن لاءِ هيءَ نقل عقل جي موتين سان ڀريل آهي. هنن ٻن نقلن جهڙا سوين نقل سنڌ ۾ رائج آهن.... پر اوهان مان ڪنهن انهن کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ اسين جڏهن وتائي جو نالو ٻڌون ٿا ته رڳو کلون ٿا ۽ بس! سچ چيو اٿن ته.

'قدرِ زر زرگر بداند. قدرِ جوهر جوهري '

اهو ڪو وڏو تاريخي مسئلو ڪونهي، جنهن کي سمجهڻ ۽ لکڻ ۾ ڪا ڏکيائي ٿيندي. اهي عام مقبول نقل ۽ نظير آهن. ڇا، انهن کي گڏ ڪرڻ ۽ لکڻ به ڪو مشڪل ڪم آهي؟

شايد اهو ئي سبب هو جو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، وتائي فقير بابت، لوڪ ادب سهيڙڻ واري انداز ۾، ڪافي مواد گڏ ڪيو ۽ محترم ولي محمد طاهر زادي به هن ڏس ۾ ڪو ڪتاب مرتب ڪيو، جيڪو بهرحال اڃا تائين پڌرو ڪونه ٿيو آهي.

علامه قاضي مرحوم جي تقرير مان مٿي ڏنل ٽڪري مان ڪي نڪتا، موضوع تي وڌيڪ تحقيق جي خيال سان پيش ڪرڻ ضروري آهن:

(1) درويش جو نالو "وطايو" آهي، ۽ نه "وتايو"، جيئن عام طور لکيو وڃي ٿو.

(2) سندس ڪتب ۾ گهٽا ڀاتي هئا؛

(3) وتائي جو نالو يا سندس نقل ٻڌي، رڳو کلڻ حماقت آهي، ڇو ته اهي نقل عقل جي موتين سان ڀريل آهن ۽ انهن ۾ نه صرف اسان لاءِ سبق سمايل آهن، پر جيڪر سڄي دنيا جي ملڪن جا ماڻهو انهن مان سبق حاصل ڪري سگهن ٿا.

(4) انهن نقلن کي تاريخي ديانتداريءَ سان سهيڙڻ جڳائي، ڇو ته اهو 'قومي تاريخ' جو قيمتي ورثو آهي.

## (2)

سنڌي ٻوليءَ ۾ انساني مزاج جي مختلف احساسن ۽ ڪيفيتن کي بيان ڪرڻ لاءِ نج سنڌي لفظ آهن ئي ڪونه. يا وري اُهي رواج ۾ ڪونهن. عام طور اردو ٻوليءَ ۾ ڪم ايندڙ ٻين ٻولين جا گاڏڙ لفظ اسان به استعمال ڪريون ٿا، ڇو ته انهيءَ جو غلبو آهي. ابلاغ جي غير مؤثر ذريعن، روزمره

جي محدود سماجي سرگرمين، سنڌين جي غير منظم هجڻ ۽ مجلسي زندگيءَ جي ويرانيءَ سببان، سنڌي ٻوليءَ جي ذخيري ۾ واڌارو ٿي نہ سگهيو آهي. اهڙي شڪايت شمس العلما ميرزا قليچ بيگ مرحوم بہ ڪئي هئي، جڏهن ڪيس 'مقالات الحڪمت' ڪتاب (1879ع) جوڙڻو پيو، جيڪو 'Bacon's Essays' جو ترجمو هو. لکيو اٿس تہ "سنڌي ٻوليءَ ۾ تہ اصل مختصر لفظ آهن- جيسين ٻين ٻولين مان ڪي منجهس نہ پوڻ تيسين هوءَ هلي نہ سگهي." هڪ هڪ صدي گذرڻ کان پوءِ بہ شايد صورتحال ساڳي آهي. هڪ بہ عام نوعيت واريون ڊڪشنريون آهن، پر مضمون وار يا موضوع ۽ پورهئي مطابق ڪي جامع ڪتاب ڪونہ جوڙيا ويا آهن. ساڳي حالت پهاڪن، چوڻين ۽ نقل نظيرن جي آهي. جيڪي يا تہ مختلف ڪتابن ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن يا وري اخبارن ۽ رسالن جي ناپائدار ورقن جي زينت بڻيو ضايع ٿيندا رهن ٿا.

وتائي فقير جي احوال ۽ آثار جي باري ۾ ڪجهہ لکڻ وقت اسان کي اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ ڪل ڀوڳ ۽ چرچو سندس مزاج ۽ مذاقِ سخن ۾ هو ئي ڪونہ. سندس شخصيت کي سمجهڻ لاءِ تصوف جي اونهي علم ۾ ٽٻيون هڻي، شريعت ۽ طريقت، جذب ۽ سڪر، سلوڪ ۽ معرفت جون معنائون ۽ سمجهاڻيون ذهن ۾ رکي، اڳتي وک وڌائين پونديون. جيڪو انسان خدا سان بحث ڪري، تڪرار ڪري ۽ شڪوه شڪايت ڪندي نظر اچي، ان جي پنهنجي عبديت جي بہ تہ ڪا منزل هوندي. سندس ظرف ڪيترو بلند هوندو. ذهني رفعت ۽ قلبي وسعت جو ڇا عالم هوندو. سندس نظر ڪيتري عميق هوندي ۽ بقول سلطان باهوؒ ان جي دل درياءَ وانگر هوندي، جنهن جي هڪ هڪ دم ۾، فڪر ۽ ذڪر جي اهڙي ضرب هوندي، جنهن لاءِ آلاپ جو احساس، اهل دل ئي ڪري سگهي ٿو. سندس زندگيءَ جو هر لحظو نئين آن ۽ شان جو مظهر، ۽ سندس عمل ۽ قول، برهان جي مانند ٿئي ٿو.

وتائي جي قولن، گفتن ۽ نقلن ۾ فڪر ۽ ذڪر، سوچ ۽ لوچ، عبرت ۽ عمل جو سامان سنواريل آهي. انهن ۾ خوش طبعي، رمز ۽ بذلہ سنجي ضرور آهي، پر ابهام، تجنيس، تحرير، تعريض، تضحيڪ، ٺٺول، طنز، مسخرائپ ۽ هجو ڪونهي. سندس ظرافت ۾ دانائي آهي. هو مام ۾ اهڙيون ڳالهيون

چوي ٿو جن سبباڻ عقل کي مهميز ملي ٿي. انهن نقلن کي سمجهڻ لاءِ ان دور جي سماجي، نفسياتي، اقتصادي ۽ سياسي حالتن ۽ محرڪات جي ڄاڻ ضروري آهي.

(3)

خوش مزاجي ۽ ظرافت، دانشوري ۽ سخنوريءَ جي ڪسوٽي اختصار، چاشني ۽ مقصديت آهي، جيئن مشهور عربي چوڻي آهي:

"النحو في الكلام كالملح في الطعام"

ڇتي ڪوريءَ واري ڏيگهه، جيئن اسان کي معلوم آهي، عام طور ناپسند هوندي آهي. وتائي جي گفتن ۾ اونهو خيال ۽ گهٽو ٿڌو گهاٽو مضمون سمايل آهي. جذب ۽ سڪر جي حالت ۾ سالڪ جو سنيهو صاف سترو ۽ سچو ٿئي، جنهن ڪري سندس خيال جي بلندي ۽ گهرائي ظاهر ٿئي ٿي. سالڪ هڪ اهڙو سوداگر آهي، جيڪو پنهنجي اٿاهه موڙي کنهن قيمتي يا املهه شيءِ جي شڪل ۾ ننيڙيءَ صندوقڙيءَ ۾ رکي، بيپرواهه ٿيو گهمندو وتي، حقيقت ۾ آهي به ائين. جيڪي مختصر هجي، پر سڦرو ۽ صحيح هجي، ته اهو انهيءَ گهڻي کان چڱو آهي، جيڪو اجايو ۽ بي سود هجي. عربي ۾ چوڻ آهي:

خير الكلام ما قل و دل.

يا چيو ويندو آهي ته:

قل و كفى خير مما كثر والهول.

وتائي فقير جي آدرشي آلاپن کي سمجهڻ لاءِ اعليٰ ظرفي، نظر ۽ خبر جي قدرت ۽ صاف دليءَ جي ضرورت آهي. سندس زندگيءَ بابت جيڪي موشگافيون ڪيون وڃن ٿيون، انهن کي ڏيان ۾ نه آڻجي، ڇو ته سندس احوال کي اڄ تائين ڪنهن به تاريخي حوالن سان تفصيلي طور پيش ڪونه ڪيو آهي. حضرت عليؓ جو قول آهي:

أنظر إلى ما قال، لا تنظر إلى من قال.

پر جيڪي ڏکيون ۽ اڪثر بدمذاق ۽ بيهوديون رنگ آميزيون سندس نقلن ۾ لوڻ مرچ طور ڳنڍيون پيون وڃن، سي ڪيس قدآور ته ڪونه

ٻڌائي سگھنديون. پر ڇا ڪجي جو گلدستي ۾ گاھ يا ٻيو ڪک پن ضرور پڌبو آهي.

**بردستهءِ گل نيزيه بندند گيارا۔**

پر گلن جي رنگ ۽ نزاڪت جي مناسبت سان ئي، انهيءَ اجتماع ضدين کي قبول ڪري سگهجي ٿو.

وتايو فقير يارهين/ٻارهين صدي هجريءَ جو هڪ سالڪ ڪامل مجذوب هو ۽ پنهنجي وقت جي مجذوبن ۾ وڏي معرفت وارو ٿي گذريو آهي.

تصوف جي اصطلاح ۾ 'سلوڪ' جي معنيٰ آهي، خدا تعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ ۽ 'سالڪ' اهڙو صوفي آهي، جيڪو حق تعاليٰ جي قرب جو طالب ۽ شريعت جي پابندي ڪندڙ هجي. مجازاً اهڙو درويش جيڪو عقل معاش رکندو هجي.

**"صوفيه طالب تقرب حق تعاليٰ که عقل معاش هم داشته باشد"**

(غياث اللغات، ص 255، ڪالم 2)

'فرهنگ آصفيہ' موجب شريعت جو پابند درويش، زاهد ۽ خدا دوست.

(ج 3، ص 11، 6، 1)

اهڙيءَ طرح 'ڪامل' جي معنيٰ آهي وڏو عالم، عارف ۽ خدا رسيده، ۽ 'مجذوب' جي معنيٰ آهي قلبي ڪشش رکندڙ. يعني: الله تبارڪ و تعاليٰ جي ياد ۾ غرق ۽ صاحبِ جذبہ درويش. معرفت جي معنيٰ آهي: علم الاهي، خدا شناسي ۽ شين جو اصل علم.

هن وضاحت کان پوءِ، وتائي فقير جي شخصيت ۽ منزل کي سمجهڻ سولو ٿي پوي ٿو ۽ اسان جي ذهن ۾ موجود گهڻن ئي مونجهارن جي اذيت ختم ٿيو پوي.

مير علي شير 'قانع' پنهنجي تاريخي تصنيف 'تحفة الڪرام' ۾ سندس نالو واو طوئي، الف. بي ۽ هہ مختفي سان لکيو آهي.

ميرزا قليچ ۽ بدوي مرحوم بہ ساڳي هجي ڪم آندي آهي، پر جيئن تہ تاريخ ۽ تحقيق ڏانهن اسان جو ڌيان گهٽ آهي، ۽ ٻڌ سڌ تي گهڻو ڀروسو آهي، ان ڪري وطائي جو نالو واو تي، الف. يي ۽ واو سان لکيو ٿو وڃي ۽ ان ڪري ڪيس هندو نسل جو فقير ڄاڻايو پيو وڃي. ڪي صاحب وري ڪيس

اجوائي خاندان جو فرد چون ٿا ۽ ڪيس پنجاب مان سنڌ ۾ لڏي آيل ماڻهن ۾ شمار ڪن ٿا. 'تحفة الڪرام' جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي، تہ گهڻي آڳاٽي وقت کان وٺي، ٺٽي ۽ سنڌ جي ٻين ماڳن ۾ گهڻيئي هندوستاني ۽ پنجابي اچي آباد ٿيا هئا. ڪيترا هندو درويش ۽ دانشور بہ موجود هئا. وتائي جي همعصرن ۾ پڻ ڪن هندو دانائن ۽ شاعرن جو ذڪر ملي ٿو جن مان ڪن بزرگن سچ جي سنئين واٽ تي هلڻ خاطر اسلام قبول ڪيو ۽ پنهنجي شيخ (مرشد، استاد) جي تعليم ۽ پيغام جي دعوت ۽ تبليغ ۾ مصروف رهيا. خود شاهہ لطيفؒ جي همعصرن ۾ مدن فقير ۽ وڳند واڻئي جا نالا ملن ٿا، پر وتايو مجذوب جي باري ۾ ڪوبہ اهڙو حوالو نہ ٿو ملي. جيڪڏهن اسان ڪيس 'وتايو' لکون تہ پوءِ نالي جي معنيٰ جي لحاظ کان اسان کي معلوم هجڻ گهرجي تہ ڇا هو وٽ وارو ۽ وترو (تيز قدم) انسان هو؟ اسان وٽ اهڙو ڪو حوالو ڪونهي، البت هو ڳالهيون وٽائتيون ڪندو هو.

حقيقت ۾ "وطايو" عربي لفظ آهي، ۽ Stiengass جي عربي- انگريزي لغت، علامہ محمد حسن الاعظمي ازهري جي 'المعجم الاظم' ۽ جناب غلام احمد 'پرويز' جي 'لغات القران' جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ 'الوطئہ' لفظ جو مادو 'و-ط-ا' آهي. هيءُ لفظ قرآن حڪيم ۾ بہ آيو آهي ۽ ان جي معنيٰ آهي لتاڙڻ، دٻائڻ، ڪچلڻ، پامال ڪرڻ. يعني: نفس کي پوريءَ طرح قابوءَ ۾ رکڻ. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي احاديث ۾ هن لفظ جو استعمال ملي ٿو، تيار ڪرڻ يا نرم ڪرڻ جي معنيٰ ۾.

اهڙيءَ طرح، هن لفظ جي هڪ معنيٰ غريب مسڪين، ڏتڙيل، هيسايل وغيره بہ ٿي سگهي ٿي. ڀائي پرمانند جي 'سنڌي- انگريزي ڊڪشنري' ۾ 'وتڻ' جي معنيٰ گهمڻ ڄاڻائي ويئي آهي.

هنن لغوي وضاحتن کي نظر ۾ رکي، اسان ڏسون ٿا تہ وتايو مڪليءَ ۽ عارفن جي قبرن تي پيو گهمندو وتندو هو. هن پنهنجي نفس کي بہ ماري مات ڪيو هو ۽ تاريخ "مظهر شاهجهاني" جي ورقن ورائڻ سان، ان دور جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي بدحالي سمجهڻ ۾ اچي ٿي ۽ ان پس منظر ۾ وتائي ۽ ٻين درويشن جي زندگيءَ جي باري ۾ قياس ڪري سگهجي ٿو. البت سندس اصل نالو ۽ خانداني احوال بدستور سنڌ جي تاريخ جي تاريڪ تهن ۾ دفن آهي. شايد ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن ڏس ۾ ڪا

رهنمائي ڪري، پر "لوڪ ادب" سلسلي ۾ خوش طبعي، ظرافت، طنز ۽ مزاح ۽ دانائن جي گفتن تي مبني سندس ڪتاب اڄا تائين سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪونہ ڪيو آهي.

وتايو فقير حڪيم هو يا فيلسوف، اهو سندس اقوال مان ظاهر آهي. سڀ قسم جي علم کي حڪمت يا فلسفو چئي ڪونہ سگهبو. علم يا گيان ٻن قسمن جو آهي، هڪڙو ڪنهن بہ شيءِ يا ڳالهہ بابت، ٻيو ڪنهن بہ شيءِ يا ڳالهہ جي اصل ۽ سببن بابت، ۽ هن پوئين معنيٰ مطابق وتايو جي ورنن ۾ اهڙي قسم جي معقوليت، سنجيدگي ۽ گهرائي آهي، جيئن شيخ سعدي جي "گلستان" جي اٺين باب ۾ بيان ڪيل گفتن ۾ نظر اچي ٿي."[1]

عالمي ادب ۾ بذلہ سنجي، ظرافت، طنز و مزاح وغيره بابت مختلف زبانن ۾ گهڻيئي ڪتاب ملن ٿا. عربي، فارسي، اردو، هندي ۽ انگريزي ڪتابن جا ترجما بہ پڌرا ٿيا آهن. خوش طبع ماڻهن بہ انهيءَ صنف سخن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ ڪچهرين ۾ ٻڌل حڪايتن ۾ پنهنجي طرفان عجيب پيوند لڳايا آهن. اڳ جڏهن انسان عقل جي ڦندي ۾ ايترو گهڻو ڦاٿل نہ هوندو هو ۽ عشق جون چوٽيون سر ڪرڻ سندس روزمره جو معمول هو تڏهن ئي سون ورنين دلين مان عقل، دانش ۽ فصاحت جا جرڪندڙ ۽ آبدار موتي نڪرندا هئا. وتائي سان اسان هي ظلم ڪيو آهي، جو جيڪي گفتا هِتان هُتان ٻڌاسون، تن ۾ پنهنجي دل من جا درمان شامل ڪري، ساڻس منسوب ڪندا ويا آهيون. اٽڪل ٻن صدين کانپوءِ وتائي جو وارو وريو آهي. تحقيق جو طس تہ تانگهو آهي، پر طمع جي خالي خانن ۾، هر ڪو پيو وتائي کي ورجائي. انهن الحاقي ڳالهين، وتائي جي حقيقي حيثيت ۽ صحيح شخصيت کي مسخ ڪري ڇڏيو آهي.

ايسپ جون آکاڻيون، هن ضمن ۾ مهنداريءَ جو حق رکن ٿيون. جيڪو يوناني مورخ هيرو ڊوٽس موجب ستين صدي قبل مسيح جو دانشور هو. ان کان پوءِ گهڻن ئي سخنورن پنهنجي طبع جي جولانين جا جوهر ڏيکاريا ۽ انهن مان گهڻيئي گفتا ۽ حڪايتون، اڄ تائين زنده ۽ تابنده آهن. مذهبي، ڪتاب، دانائن درويشن جا ملفوظات، اڪابرن جا اقوال ۽ دانشورن جا افڪار اڄ بہ ادب جو اهم حصو آهن.

وتائي جي دور ۾ پڻ خوش طبعي ۽ ظرافت جا يادگار معرڪا ٿيا. "تحفة الڪرام" ۾ اهڙن شاعرن، اديبن ۽ عالمن جو تذڪرو ملي ٿو پر وتائي جي مذڪور ۾ اهڙو ڪوبہ واقعو بيان ٿيل ڪونهي، البتہ هڪ روايت سائنس منسوب آهي، جيڪا هن طرح آندي ويئي آهي تہ "شريعت، طريقت جي زير ناف آهي: يعني، جهڙيءَ طرح مرد لاءِ زير ناف بلوغت جي نشاني آهن، ساڳيءَ طرح شريعت جي پابندي سالڪ ماڻهوءَ کي طريقت جي راهہ ۾ بالغ بڻائي ٿي.[2]

شايد هن روايت کان متاثر ٿي، علامہ آءِ آءِ قاضي مرحوم وتائي مجذوب جو اڪثر ذڪر ڪندو هو ۽ حيدرآباد ۾ ڪوٺايل 18 ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس (1958ع) ۾ سندس صدارتي تقرير ۾ وتائي فقير جي نڪتہ سنجي، خيال آفريني ۽ پند و نصيحت جي باري ۾ ذڪر هو. هونئن تہ علامہ صاحب جي ڪل ورثي جو امين، محترم جناب اي ڪي بروهي آهي، پر علامہ قاضيؒ جي افڪار جي اشاعت ۾ ڪو قابل قدر ڪم اڄ تائين پڌرو ٿي نہ سگهيو آهي.

بهرحال، جيڪڏهن 'تحفة الڪرام' جي روايت، خوشطبعي ۽ ظرافت جي معنيٰ تي پوري اچي ٿي تہ پوءِ سان انهيءَ ڪسوٽيءَ موجب، انهن سيني حڪايتن ۽ گفتن جو تجزيو ڪري سگهون ٿا، جيڪي اڄڪلهہ سائنس منسوب ڪيا پيا وڃن، پر عام طور گهڻيون ئي روايتون، بين حڪايتن ۽ اقوال جون بدليل صورتون آهن يا وري ناقص نقل تي مبني آهن. مثال طور، وتائي هڪ ميت ڏنو ۽ پڇا ڪيائين تہ ان شخص جي موت جو سبب ڇا هو؟ ماڻهن ٻڌايس تہ سردي لڳي هيس. وتائي چيو تہ چڱو ٿيو جو مئو. سرديءَ ۾ سومهڻي جي نماز پڙهڻ کان ڇٽي پيو. اهڙي قسم جي حڪايت ٿوري گهڻي ڦير گهير سان، ميرزا قليچ بيگ مرحوم جي جوڙيل ڪتاب 'لطائف الطوائف' (ص 228) ۾ بہ آيل آهي، پر ان جو راوي ملا علي بن حسين واعظ آهي.[3]

اهڙيءَ طرح جناب علي احمد بروهيءَ جي بيان ڪيل هڪ حڪايت موجب "جڏهن وتايو ڪنهن عام دعوت ۾ وڃي شريڪ ٿيو، جتي خلق ويٺي خيرات کاڌي، تہ سندس ڦاٽل ڪپڙا ڏسي کيس لوڌي ٻاهر ڪڍيو ويو. گهر وڃي ياءَ جا ڏوتل ڪپڙا پائي، وري اچي ساڳيءَ

دعوت ۾ شريڪ ٿيو. سمجهيائون تہ ڪو معزز ماڻهو وارد ٿيو آهي، سلمچي (سلفچي يا چلمچي) ڪٽي سندس هٿ ڌوئاري، ٻوڙ پلاءُ اچي آڏو رکيائونس. بجاءِ نوش ڪرڻ جي، وتايو ٻوڙ ۽ چانور جا چمچا ڀري قميص ۽ سٿڻ مٿان هاريندو رهيو ۽ ڪپڙن کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو: "مهماني اوهان جي آهي، کائو ۽ خوب کائو. مون کي تہ لتون هڻي ٻاهر اماڻيو هئائون." [4] هن مشهور حڪايت جو تعلق شيخ سعديءَ سان آهي ۽ وتائي جي نالي خواه مخواه مڙهي ويئي آهي.

وقت ضايع ڪرڻ منهنجو شيوه ناهي. وتايو مجذوب ضرور هو، پر زمان ۽ مڪان جي فلسفي جي چڱي ڄاڻ هوندي هيس. مان اهڙا گهڻي ئي مثال پيش ڪري سگهان ٿو جن مان ثابت ٿيندو تہ هاڻي وتائي فقير جي نالي ۾ جيڪي عقلي يا خوش طبعي جا نڪتا ۽ لطيفا بيان ڪيا وڃن ٿا، سي سمورا سندس گفتا ناهن. يونان ۽ توران، ايران ۽ عرب، مشرق ۽ مغرب، هند ۽ سنڌ ۾ اهو سلسلو صدين کان هلندو اچي ٿو. دراصل ڳالهہ ڌمال ۽ دمادم جي ناهي. سجاڳ قومون پنهنجي ادبي ۽ تهذيبي تاريخ سان مذاق ڪونہ ڪن. [5] اهو اسان جي بزرگن وانگر، اسان جو ۽ اسان جي ايندڙ نسلن جو بہ املهہ ورثو آهي، جنهن جي حفاظت ڪرڻ اسان جو فرض آهي ۽ اهو فرض ديانت، محنت ۽ محبت سان ئي پورو ڪري سگهجي ٿو. تماشن جي بدران تحقيق، روايت جي بدران درايت ۽ هنبوشيءَ جي بدران هوشمنديءَ سان ڪم ڪندي ئي، اسان وتائي جي وصفن کي چار سُو چوڌار پڌرو ڪري، سندس نالي ۽ نصيحتن کي زنده ۽ روشن ڪري سگهون ٿا.

## (4)

وتائي مجذوب جي بلند درجي جو ٿورو بيان، مير علي شير 'قانع' پنهنجي تاريخي تصنيف "تحفة الڪرام" ۾ ٽن جدا جدا جاين تي ڏنو آهي، جيڪو هن طرح آهي:

مخدوم حمزو واعظ. وقت جو هڪ وڏو عالم هو. سندس ڪرامتن ۾ مشهور آهي تہ آخوند محمد باقر طالب علم جي ڏاڏانگ مان هڪ شخص حاجي حمزي نالي ڪيترو وقت حرمين شريفين ۾ رهي ٻارهن حج ڪيا هئا. ڪيس وطن جي حب نتي ڏانهن ڇڪي رهي هئي، پر اتفاق هرگز نٿي

ٻڌيو. انهيءَ تلاش ۾ ڏهہ سال گذري ويس. آخر هڪ ماڻهوءَ کيس ٻڌايو تہ "هڪڙو ماڻهوءَ بيت الحرام ۾ فلاڻيءَ جاءِ تي اڌ رات جو اچي تهجد جا نفل پڙهڻ شروع ڪندو آهي. جيڪڏهن اهو ماڻهو توکي ملي وڃي تہ تون انهيءَ جي دامن ۾ چنبڙي پوين ۽ نہ ڇڏين تہ هو ضرور توکي پنهنجي وطن پهچائيندو." حاجي حمزي انهيءَ نشانيءَ تي هن بزرگوار کي لڌو جو مخدوم واعظ هو. هِن (مخدوم حمزي) گهڻي بيخبري ڏيکاري پر هُن (حاجي حمزي) سندس دامن مان هٿ نہ ڇڏيو. آخر چيائينس تہ "پنهنجا هٿ منهنجن هٿن ۾ ڏيئي، پير منهنجن پيرن تي رکي، اکيون بند ڪر." بس ائين ڪرڻ سان پاڻ کي ٺٽي جي عيدگاهہ ۾ ڏٺائين. اتي (مخدوم حمزي) فرمايو تہ "اجهو تنهنجو وطن. پر خبردار! متان ڪنهن سان ڳالهہ ڪئي اٿيئي، نہ تہ تنهنجو ايمان ڪسجي ويندو." هن عرض ڪيو: "آخر انسان آهيان. جيڪڏهن توهان جي عمر ۾ پهريائين پوري ٿي وڃي تہ پوءِ اجازت ڏيو." انهيءَ شرط تي کيس اجازت ملي ۽ ڪيترو عرصو (ڳالهہ لڪائي) ائيندو رهيو.[6]

"چون ٿا تہ هڪ ڏينهن صبح جو هڪ ماڻهو مڪليءَ جي زيارت ڪرڻ تي ويو. هوڏانهن وتايو مجذوب ٽڪريءَ کان موٽيو ٿي آيو ۽ هڪڙو بيو مجذوب ٽڪريءَ ڏانهن ٿي ويو. وتايو انهيءَ ٻئي مجذوب کي چيو تہ "ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ اڄ مخدوم حمزو گذاري ويو آهي. جناب سيد المرسلين سندس (جنازه نماز جي) امامت لاءِ تشريف فرمائي رهيا آهن. اچ تہ اسين بہ هلي پهچون." هيءُ ويندڙ ماڻهو پڻ انهن مجذوبن جي پويان شهر ۾ پهتو ۽ ڏٺائين تہ برابر مخدوم حمزو گذاري ويو آهي. هو سندس جنازي تي ويو ۽ صفن سڌي ٿيڻ وقت وڃي پهرين صف ۾ بيٺو. امام جي تڪبير چوڻ وقت پهريائين کيس غيب مان تڪبير ٻڌڻ ۾ آئي."[7]

"تحفة الڪرام" ۾ وتايو مجذوب جو ذڪر، ملا محمد جهانگيريءَ جي احوال ۾ پڻ آيل آهي. جيڪو قاضي قاضن جي پائيتي ملا احمد اڪبريءَ جي سوٽ ڀاءُ هو. چون ٿا تہ هو جڏهن حضور ۾ ٿي ويو تہ (رستي ۾) وتائي مجذوب کيس نوازيو هو. پوءِ تہ جلد ئي مسڪين حال هوندي بہ علمي ڪمال سببان هڪ مشهور معروف ماڻهو ٿي پيو ۽ نورجهان بيگم جو استاد ٿيو. پيچاڙيءَ ۾ مهابت خان جي مخالفت ۾ ڪنهن خطا صادر ٿيڻ

ڪري عتاب هيٺ اچي قتل ٿي ويو. وصيت موجب سندس لاش ٿٽي آندئون. اولاد ڪانه ڇڏيائين.[8]

لنواري وارن بزرگن سان، وتايو مجذوب جي عقيدت هئي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي لکيو آهي ته. "وتائي نالي هڪ مجذوب فقير هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مستيءَ جي موج ۾ اچي، شيخ فيض الله (بن مخدوم آدمؒ نقشبندي ٺٽوي) جي مريدن کي وٺي گارگند ڪندو هو ۽ پڻ پٺيءَ تي لتون هڻندو هون. هڪ ڏينهن اُمالڪ وڃي شيخ حاجيءَ جي پٺ تي چميون ڏنائين. شيخ اوبائي نالي هڪ شخص پڇيس ته "هونءَ هميشه سيني کي گاريون ۽ لتون ڏيندو وتين، اڄ ڪهڙو ڏينهن ٿيو آهي، جو شيخ حاجيءَ (سلطان اولياء خواجه محمد زمانؒ جي والد بزرگوار، شيخ حاجي عبداللطيفؒ) سان دل لڳائي اٿيئي؟" وتائي وراڻي ڏني ته "ڇو نه هن جي پٺي چمان؟ ان پٺ ۾ هڪ فرزند پيو پسان، جو نور سان پريو پيو آهي. در حقيقت چميون به انهيءَ نور کي ٿو ڏيان. پيو ته جن جن شخصن کي گاريون ڏنيون اٿن، تن سان گويا وڙ ڪيا اٿم، ڇو ته انهيءَ ريت مون هنن جي دلين تان ڪس ڪوري ڪڍي آهي ۽ جن جن ماڻهن کي لتون هنيون اٿم، تن کي اوترين لتن جيترا صالح پٽ ٿيندا. جنهن بعد وري اوترائي صالح پٽ پيدا ٿيندن."[9] اها ڳالهه جڏهن عام ٿي ته ٺٽي جي مولانا عبدالسلام درس ولد ميان ذڪريا پنهنجي نياڻي جو سڱ شيخ حاجيءَ سان ڪيو.[10] ۽ 21 رمضان سن 1125هه (1713ع) ۾ خواجه محمد زمان تولد ٿيو.[11] سندس والد شيخ حاجي عبداللطيفؒ جي وفات جي تاريخ جو پورو پتو پئجي نٿو سگهي. تخميني روءِ، سن 1129 هجري (1736ع) ۾ واصل ڪيائين.[12] لنواري وارن پيرن جي ملفوظات مان وتائي جي باري ۾ وڌيڪ ڪجهه اڃا تائين پڌرو ڪونه ڪيو ويو آهي.

ڪن روايتن ۾ اچي ٿو ته هو پٽائي بزرگ جي والد حبيب شاهؒ جو همعصر آهي. مير عبدالحسين 'سانگي' لکيو آهي ته سيد حبيب شاهه کي اولاد نه ٿيندو هو جنهن ڪري اولياء ڪان دعائون گهرندو وتندو هو. هڪ ولي "وتايو فقير" کيس دعا ڪندي وصيت ڪئي ته فرزند ٿيندءِ پر سندس نالو عبداللطيف رکج.[13] شاهه حبيب کي هڪ پٺي پنيان ٻه پٽ عطا ٿيا، پر ٻنهي ننڍي ڄمار ۾ ئي وفات ڪئي. تهان پوءِ ٽيون پٽ پيدا ٿيس، جنهن جو

نالو پڻ عبداللطيف رکيائين. جيڪو پٽائيءَ جي نالي جڳ مشهور ٿيو. نرينه اولاد (پٽ) لاءِ شاهه حبيبؒ جو ولين، درويشن ۽ اوليائن وٽ وڃڻ جو مذڪور، ميرزا قليچ بيگ،[14] ڊاڪٽر گربخشاڻي،[15] مولانا دين محمد 'وفائي'،[16] ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ به ڪيو آهي. مگر ڊاڪٽر بلوچ ان دعا ڪندڙ بزرگ جو نالو سيد هاشم شاهه (مدفون مٽياري شريف) لکيو آهي.[17] قاضي هدايت الله "مشتاق" متعلوي جو چوڻ آهي ته "مٽيارين جي ويجهن عزيزن جي مخالفت ڪري، سيد سخي هاشم شاهه قلندر متعلوي وفات (1100هه) جي چوڻ تي، شاهه حبيبؒ مٽيارين مان لڏي پئي پور ۽ پوءِ ڪوٽڙي مغل ۾ اچي رهيو."[18]

'مناقب غوثيه' جي حوالي سان مولانا وفائي، شاهه صاحب جي ننڍپڻ جو هڪ واقعو لکيو آهي ته "ٺٽي جي مشهور مجذوب وتائي فقير جي معرفت جناب خواجه خضر عليه السلام، شاهه صاحب ڪي پاڻ وٽ درياهه ۾ گهرايو. خضر علي عليه السلام ڪيس هڪڙا به گل ڏنا. جيڪي بلڪل املهه هئا. اُهي پئي نيشانيءَ طور وٺي پنهنجي والد بزرگ وٽ سلامتيءَ سان اچي پهتو..."[19]

هنن تاريخي روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته وتايو فقير يارهين/ٻارهين صدي هجريءَ جو هڪ ناليرو ۽ مانوارو سالڪ هو. سندس مسلڪ سهروردیه/نقشبنديه هو. قادري بزرگن جي صحبت ۾ به سندس اٿڻ ويهڻ ٿيندو هو. ظاهر آهي ته هو نهايت مانائتي ۽ مجيل روحاني ۽ علمي ادبي ماحول ۾ پيدا ٿيو ۽ ان جي اثر سببان ئي سالڪن جهڙيون ڳالهيون ڪيائين. هو بلند منزل بزرگ هو ۽ نجات يافته روح وارو انسان هو جنهن هر انسان جي آدميت ڪي اوج تي آڻڻ ۽ محبت جا مزا ماڻڻ خاطر مام ۾ مامرا بيان ڪيا.

مير علي شير 'قانع' مرحوم، ان دور جي ٻاويهن مجذوبن جو ذڪر ڪيو آهي. جن مان وتائي جو سڀ کان اڳ ۾ بيان ڏنو اٿس. پر هن انهن مان ڪنهن جي خوشطبعيءَ يا ظرافت جو ذڪر ڪونه ڪيو آهي.[20] اهڙيءَ طرح شمس العلماء ميرزا قليچ بيگ جي ڪتاب "قديم سنڌ ـ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" ۾ به اهڙو مذڪور نه ٿو اچي.[21] البت لطف الله بدوي مرحوم ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي ادب جو تذڪره ڪرڻ کان پوءِ،

ضميمي ۾ وتائي فقير جو مختصر احوال ڏنو آهي، جنهن جو ماخذ 'تحفة الڪرام' ئي آهي، مگر ان ۾ هي اضافو ڪيو اٿس ته، "وتايو فقير ٺٽي جو ويٺل هو. سندس بابت ڪيتريون مذاقيه آکاڻيون ۽ پهاڪا مشهور ٿيل آهن، جي سنڌ جي گوشي گوشي ۾ مشهور آهن. سندس بيت به ڪڏهن ڪڏهن سنڌي راڳيندڙن کان ٻڌڻ ۾ ايندا آهن."[22]

سيد حسام الدين راشدي مرحوم، مير علي شير 'قانع' جي سوانح حيات سندس ڪتاب 'مڪلي نامه' جي مقدمي طور لکي، جنهن جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي ته مير صاحب 42 ڪتاب جوڙيا هئا، ۽ 'مقالات شعراء' کان پوءِ 'تحفة الڪرام' (1181هه) جهڙو معرڪي وارو ڪتاب لکي، هن سنڌ ۽ تاريخ سان دلچسپي رکندڙ اهل علم ماڻهن تي عظيم احسان ڪيو پر انهيءَ ڪتاب ۾ مذڪوره ماڻهن جي ولادت، وفات يا زماني جو تعين ڪونه ڪيو اٿس، جنهن جو کيس خود به احساس هو ۽ ان جي تلافيءَ طور 'معيارِ سالڪانِ طريقت' (1202هه) نالي تذڪرو مرتب ڪيائين، جنهن ۾ وتائي فقير سميت سنڌ جي پنج سؤ بزرگن جو تفصيلي احوال لکي، "تحفة الڪرام" جي ڪوتاهيءَ جو ڪيتري قدر ازالو ڪيائين. انهيءَ ڪتاب جو هڪ خوشخط نسخو برٽش ميوزم ۾ ADD.21, 589 نمبر سان موجود آهي، جيڪو 1246هه ۾ مرحوم مير مراد علي خان ٽالپر پنهنجي لاءِ لکرايو هو ۽ ان جو مائڪرو فلم، پير راشدي مرحوم وٽ پڻ موجود هو.[23] سنڌي ادب جي واڌاري ۽ تاريخي تحقيق سان تعلق رکندڙ ۽ سرڪاري امداد سان سنڌي علم و ادب ۽ تهذيب و ثقافت جي باري ۾ ڪم ڪندڙ ادارن جو فرض آهي ته 'معيارِ سالڪانِ طريقت' جو اصلي فارسي متن، مناسب ترتيب ۽ تدوين کان پوءِ شايع ڪيو وڃي ۽ اُن جا اردو ۽ سنڌي ترجما پڻ پڌرا ڪيا وڃن.

انهيءَ کان علاوه سنڌ جي عظيم محسن، مير علي شير 'قانع' جي شخصيت ۽ علمي ادبي ڪارنامن تي جامع انداز ۾ تحقيق ٿيڻ جڳائي، جو هن بزرگ جو حق آهي.

وتائي فقير جي حوال جي سلسلي ۾، همعصر بزرگن جي ملفوظات جي محققانه ڇنڊڇاڻ ڪرڻ به ضروري آهي. بزرگن جي ڪچهرين ۾ دين ۽ دنيا جي گهڻين ئي ڳالهين تي گفتگو ٿيندي رهندي هئي ۽ ڪيترا گفتا ۽ شعر بيان ڪيا ويندا هئا، جيڪي ٻين دانشورن جا هوندا هئا. پر ملفوظات ۾ اهڙا

حوالا نٿا ملن. پير سائين روضي ڌڻي سيد محمد راشد جي ملفوظات ۾ اهڙو گهڻو مواد موجود آهي. مذهبي معاملن ۽ اوقاف جي وفاقي يا صوبائي وزارتن کي هن ڏس ۾ ڪو ترت عملي قدم کڻڻ گهرجي. پنجاب صوبي ۾ ته گهڻو ڪم ڪيو ويو آهي. سنڌ صوبو الاءِ جي ڇو گهڻو پٺتي پيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڇاڪاڻ ته سنڌ ۾ ديني ادب اٿاهه انداز ۾ موجود آهي ۽ سيني مسلڪن ۽ سلسلن جا سلا هن سونهاريءَ سرزمين جي ريج سان ٿي ڦٽي تناور ٿيا.

وتائي جو عهد سنڌ جي تاريخ جي زرين دور ۽ مغلن جي زوال پذير سلطنت جو زمانو آهي. مگر بادشاهه همايون، اڪبر، جهانگير، شاهجهان، شهزاده داراشڪوه ۽ اورنگزيب (شهزادي ۽ بادشاه جي حيثيت ۾) جو سنڌ ملڪ سان گهاٽو لاڳاپو رهيو. انهيءَ دور بابت، فقط ٺٽي جي مغل گورنرن (صوبيدارن) جي حڪومت ۽ سندن انسانيت دشمن حرڪتن جو ذڪر 'تاريخ مظهر شاهجهاني' ۾ آيل آهي. پر تاريخ رڳو انهن واقعن جي احوال جي دائره ۾ محدود ناهي. انهيءَ دور جي ٻئي رخ: علمي ۽ ادبي، تهذيبي ۽ ثقافتي، مذهبي ۽ انتظامي معاملن ۾ سنڌ جي عالمن، دانشورن، سخنورن ۽ جهونجهارن جيڪو تاريخي ۽ تعريف جوڳو ڪردار ادا ڪيو آهي، ان جي باري ۾ جيڪا به معلومات ٽڙيل پکڙيل آهي، ان کي يڪجا ڪري ظاهر ڪرڻ جڳائي. عزيمت جي ذڪر سان گڏوگڏ عزم ۽ همت جو به احوال آشڪار ڪرڻ گهرجي. نوجوان نسل کي اسان جي انهيءَ قومي ڪردار جي سربستي ڄاڻ هجڻ ضروري آهي. جاهليت واري دور کان بعثت نبوي تائين، هجرت نبيﷺ کان رحلت نبيﷺ تائين، خلافت راشده کان خلافت عثمانيه تائين، عهد غلاميءَ کان طلوع آزاديءَ تائين ۽ ان کانپوءِ اڄ تائين، ڏکڻ ايشيا ۽ جزيره نما عرب ۾ اسان جي مثبت ۽ صحتمند ڪردار جون روشن روايتون پڌريون ٿيڻ گهرجن.

## حوالا


(1) ڪليات سعدي شيرازي (گلستان): مطبع نامي گرامي اسلامي، لاهور، سال 1331هه ص 139_156.

(2) تحفة الڪرام: سنڌي ترجمو از مخدوم امير احمد مرحوم: سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سال 1957ع، ص 626.

(3) لطائف الطوائف: مترجم ميرزا قليچ بيگ مرحوم، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سال 1965ع، ص 228.

(4) ڄام، ڄاموٽ ۽ ڄاموڙا: علي احمد بروهي، پرنٽنگ محل ڪراچي، سال 1984ع، ص 106.

(5) نذير حسين ڀٽيءَ پنهنجي مختصر ڪتابچي "وتايو فقير" (1979ع) جي سرورق ۽ مواد جي ذريعي وتايو فقير کي هڪ عام مسخرو ڪري پيش ڪيو آهي. هڪ ته ان دور ۾ ماڻهن جو لباس اهڙو ڪونه هوندو هو ۽ ٻيو ته مواد جي تجزيي مان ائين ٿو معلوم ٿئي ته وتايو فقير جڻڪ ڪالهه ڪالهوڙي ننڍي مان ٿيندو نصرپور ڏي نهاريندو، ٽنڊوالهيار جي جوءِ ۾ آرامي ٿيو هو.

(6) تحفة الڪرام: سنڌي ترجمو از مخدوم امير احمد مرحوم، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سال 1957ع، ص 549.

(7) ايضاً، ص 550.

(8) ايضاً، ص 547.

(9) لنواريءَ جا لال: ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، ايڊيوڪيشنل پرنٽنگ پريس، ڪراچي، سال 1934ع، ص 46_47.

(10) ايضاً.

(11) ايضاً.

(12) ايضاً، ص 39.

(13) مير عبدالحسين 'سانگي': لطائف لطيفي (فارسي) شاهه عبداللطيف ڀٽائي، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه، حيدرآباد، سال 1967ع_ صفحو 91.

(14) مرزا قليچ بيگ: احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي (سنڌي)، شاهه عبداللطيف ڀٽائي مرڪز، ڀٽ شاهه، حيدرآباد، سال 1972ع، صفحو 13.

(15) ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي: مقدمه لطيفي: آزاد بوڪ ڊيپو، حيدرآباد، سال 1950ع صفحو 17.

(16) مولانا دين محمد وفائي: لطف اللطيف: مهراڻ پبلشنگ ڪمپني، ڪراچي، سال 1950ع، صفحو 9.

(17) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: شاهه حبيب جو ڪتنب، ماهنامه "نئين زندگي"، پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي، نومبر 1957ع، صفحو 13.

10 مارچ 1985ع تي، ڪراچي ۾ علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ سان ملاقات ٿي ۽ ٻڌايائون تہ شاهہ حبيب کي پٽ ڄمڻ جي خوشخبري ملياريءَ واري بزرگ اڙدوءَ ۾ ٻڌائي، "حبيب ڪي هان لطيف آئيگا"، منهنجي سوال جي جواب ۾ چيائون تہ اهو بزرگ هندوستان ۾ گهڻو وقت رهيو هو ان ڪري اڙدوءَ ۾ بہ ڳالهائيندو هو.

(18) مولانا دين محمد وفائي: لطف اللطيف: مهراڻ پبلشنگ ڪمپني، ڪراچي، سال 1950ع، صفحو 10_11.

(19) ايضاً، ص 13_14. (روزنامہ 'هلال پاڪستان' ڪراچي، 24 فيبروري 1985ع)

(20) تحفة الڪرام: مترجم مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سال 1957، ص 625_631.

(21) قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو: ميرزا قليچ بيگ، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، سال 966ع، ص 188_190، 240، 463.

(22) تذڪره لطفي: لطف الله بدوي، آر ايچ احمد برادرس، حيدرآباد سال 1963ع (ڇاپو ٽيون)، ص 696.

(23) تماهي مهراڻ، شمارو 2، سال 1956ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد.

نوٽ: هن مضمون ۾ مرحوم ڪريم بخش خالد "وطايو" 'ط' سان لکيو، جنهن کي 'ت' ۾ بدلائي 'وتايو' لکيو ويو آهي.

# وتايو فقير هڪ يادگار شخصيت

معمور يوسفاڻي

سنڌ: جنهن جو جبلن سان جيءُ ۽ سمنڊ سان سنگ آهي.
سنڌ: جيڪا مٽي پاڻيءَ جي ماٽري ۽ دريائن جو ديس آهي.
سنڌ: جنهن جي واريءَ جي ذرڙن ۽ ڪوهسارن جي ڪک ۾ ڪئين ڪهاڻيون لڪل آهن.
سنڌ: جنهن جي تهذيب دنيا جي تمام آڳاٽين تهذيبن مان هڪ آهي.
سنڌ: جنهن جي سونهن، سچائي، سورهيائي ۽ سخاوت جي هر هنڌ هاڪ آهي.
سنڌ: جنهن جي ساوڪ، سرهاڻ، واري ۽ مٽي موهيندڙ آهي.
سنڌ: جنهن جي قرب ۽ ڪشش جو ڪمال آهي، جو هتي جيڪو بہ آيو، اهو واپس نہ ويو ۽ هميشه لاءِ هتي جو ئي رهجي ويو.

آتڻ چڙهي ڪاڪ جو جڏهن ڏٺو جن،
تڏهن منجهان تن، موٽي آيو ڪونہ ڪو.
(صوفي صادق فقيرؒ)

جهڙيءَ طرح سنڌ سونهاريءَ جا ٻيا حصا جاگرافيائي، تاريخي، ثقافت ۽ سماجي لحاظ کان پنهنجون پنهنجون خصوصيتون رکن ٿا، اهڙيءَ طرح سنڌ جو هي ساڱرائي خطو بہ پنهنجو رنگ ۽ پنهنجون خاصيتون رکي ٿو. هن خطي کي ساڱرائي خطو انهيءَ ڪري سڏيو ويجي ٿو جو لوهاڻي جي ايراضيءَ کان پوءِ هن خطي ۾ ئي ساڱري جي وهڪري جا مڪمل طرح نشان ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن تي ڪيئي تاريخي آثار موجود آهن.

ساڱرو درياءَ، جيڪو مهراڻ جي موجوده وهڪري کان پهرين سنڌ جو مکيہ وهڪرو هو، تنهن جون 'ڪنڊياري کان ڪيڙ' تائين ڪيئي شاخون پسجن ٿيون. انهن ۾ اول نارا ساڱرا شاخ آهي، جيڪا ساڱرا مان سانگرا،

سانگڙا ۽ پوءِ سانگهڙا بڻجي ويئي، جنهن تان ئي ’سانگهڙ‘ نالو وجود ۾ آيو.[1] ٻئي نمبر تي ميين ونهيين چانيهي ۽ شيخ موسيٰ ڪوريجي کان بلغاءِ جي پوڻءَ ڏانهن وهندڙ شاخ ۽ ٽئين نمبر تي ٽنتي ۽ ساڪري ڏانهن هلندڙ شاخ، جنهن کي ’ساگرو نالو‘ ڪوٺيو ويجي ٿو، گهڻو مشهور آهن.

هن درياءَ جو مکيہ وهڪرو نصرپور جي اوير ۽ ٽنڊي الهيار جي اولهہ کان ڏکڻ ڏانهن وهندو جهمر، ٽنڊي غلام علي، ٽڙي، ٽنڊي باگي، وهڻائي، لواريءَ ۽ ڪيڻ کان ٽيندو ٻڙ جي ڏوري وٽان، ڪنڊڙيءَ واري ڳُن ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿو.

ساگريي جي عظمت جو اهو بہ ثبوت آهي تہ ميين شاه عنايت رضوي ۽ ٻين ان کي تمام گهڻو ڳايو آهي. جيئن تہ:

شال مَ سڪين ساگرا، برڪت محمد مير،
جي نوازيل نبيءَ جا، سي تو کي ٻنهي پاسي پير،
تو ۾ جُهلن جهالاريون، مٿي ڪيو ملير،
’سائر‘ تنهنجي سير، وهي ولاسي سامهين.

---

شال مَ سڪين ساگرا، برڪت رب جبار،
جه تون راڄ رهائيا، چوکنڊيءَ چوڏار،
مهتا مياڻين ۾، ويٺ ڪن واپار،
تو ۾ جهلن جهالارين واريون، پايو هار هزار،
رسين تن ’رنگريز‘ چئي، اُجيا جي آپار،
وهين ويروتار، سير سدائين ساگرا.

----

سر شير سرهو ساگرو، جنهن جي لهر لاثاني.
(قطب شاهہ)

سر سير سرهو ساگرو، جنهن جي لهر سيڪا لال.[2]
(يوسف)

هن خطي يعني 'ٺٽي الهيار سب ڊويزن' ۾ جن ٻين وهڪرن جا پيرا پسجن ٿا. تن ۾ گنگا، گاناه، نار، موريائي، لوهاڻو، گهلو، ڀونقاڙ، ريڻ، گونگڙو ۽ ڳنڀي يا ڪنيات وڏيڪ مشهور آهن. جن جي لوهن، ڪاٽ ڪوٽ ۽ هڪ ٻئي کان مٽ سٽ سبب هن خطي ۾ ان جي پاڻي جا نالا پڻ بدلبا رهيا آهن. قديم دور ۾ هن پرڳڻي جي اتر ۾ لوهاڻو پرڳڻو، اولهه ۾ 'نيرون پرڳڻو' ڏکڻ ۾ 'ڪرهل پرڳڻو' ۽ اوير ۾ 'ڪاهو پرڳڻو' هئا. جن جا آثار اڄ به موجود آهن.

لوهاڻو پرڳڻو شهدادپور، سنجهوري ۽ ٺٽي آدم تعلقن تي مشتمل هو. جنهن ۾ ڪيترن ئي ماڳن تي اڄ به لوهاڻي درياءَ جا نشان موجود آهن. انهن تي ڪيترن ئي پراڻن آثارن ۽ شهرن جانشان پڻ ملن ٿا.[3] جن مان برهمڻ آباد سيني کان مشهور آهي، جيڪو هن جي هڪ شاخ تي ٻڌل هو ۽ هن پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ هو. لوهاڻو جيڪو الور جي کنڊرن کان 8 ميل کن اولهه طرف وهندو هو. تنهن کي سهٽيءَ جو ڍورو پڻ ڪوئيندا آهن. جنهن ڏانهن شاهه عبداللطيفؒ پڻ اشارو ڪيو آهي:

محبتي ميهار جون، دل اندر دونهيون،
آٽيو وجهي آر ۾، 'لوهاڻو' لوهيون،
ساهڙ جون سونهيون، سير سراڙو تن کي.

نيرون پرڳڻو، حيدرآباد ۽ ڪوٽڙي تعلقن ۽ هالا تعلقي جي ڪجهه ايراضيءَ تي ٻڌل هو جنهن جو 'نئي باران' وارو 'ٻولهاڙي پٽ' تاريخي حيثيت رکي ٿو جتي ديبل کان نيرون ڪوٽ ڏاهن ايندي محمد بن قاسم جو لشڪر اچي لٿو هو. عرب مؤرخن 'باران' کي 'برورہ'، ۽ ٻولهاڙيءَ کي 'بلهار' ليکيو آهي.[4]

ڪرهل جو پرڳڻو ماتلي تعلقي جي اوير، ٺٽي باگي جي اتر اوير ۽ ڊگڙي جي ڏکڻ اولهه واريءَ ايراضيءَ تي مشتمل هو. جنهن ۾ ڏاڏاهه جي لڳ 'ڪاري ڪيڙلي' وارو اهو تاريخي ميدان به اچي وڃي ٿو جتي محمد بن قاسم ۽ راجا ڏاهر جو وچ ۾ نيصلي ڪن جنگ لڳي هئي. هن جنگ ۾ راجا ڏاهر مارجي ويو هو ۽ اروڙ جي قلعي تي محمد بن قاسم قبضو ڪيو هو.[5] 'ڪاري ڪيڙلي' جي انهيءَ واقعي بابت هڪ ماموئي فقير جو اڳڪٿيءَ وارو بيت به موجود آهي، جيڪو اڄ، تاريخن ۾ اچي چڪو آهي:

كاري كاہڙلي، جهيڙو لڳندو ڇهه پهر،
مرمچي ماريءِ سک وسندي سنڌڙي

ماتنگ فقير ماموئي جي هڪ مجاور اهو بيت هيئن پڙهيو:

جهيڙو لڳندو ڇهه پهر، ڪاہڙلي ڪاريءِ
سک وسندي سنڌڙيءِ، مرمچي ماري

ڪرهل پرڳڻي مان هڪ نهر ڏکڻ ڏانهن وينديءِ هئي، جنهن ڪي پڻ ڪرهل سڏيو اٿن، پر اصل ۾ ان جو نالو 'ڳنڪو' نهر آهي، جيڪا ساگري درياءَ جي هڪ ننڍي شاخ آهي، جنهن کي عرب مؤرخن 'ڪوتڪ' لکيو آهي.[6] ڪرهل بابت شاهه شريف ولد شاهه عنايت رضوي جو هيٺيون بيت محمود غزنويءَ جي فوج هٿان مهراڻي جي ظالم راجا 'سانور پٽي' جي مارجڻ ڏانهن اشارو ڪري ٿو:

'گرجيان' تي گجيو تن 'چلين' ڇيهه نه ڪو
مهانئي 'محمود' پڙ، جن جو منجهه مجلس هو
'ڪافر' ڪٽيو 'ڪرماٽيين'، جنهن تي هئي دانهياٽي جوءِ
'ميم' جنهن جي من ۾، هٽ سنبهي سوءِ
'ڪرهل' پريان ڪوءِ، او 'سانورو' سهو سانڌيو.[7]

ڪرهل سان وابسته هڪ ٻيو به بيت ملي ٿو جنهن ۾ 'ڦرهي' ۽ 'مسڻ' جو به ذڪر اچي ٿو:

'ڦرهي' ڏاڍا ڦير ڪيا، ڪرهل لاتو ڪس،
لغارين لڏا ڪنيا، مسڻ جهلينديءِ مس.[8]

ڪاهو پرڳڻو ميرپور خاص تعلقي واري ايراضيءَ ۾ پکڙيل هو جنهن ۾ 'ساکي جو پٽ'، 'کيراهو پٽ' ۽ 'ڪاڪ جو پٽ' مشهور ايراضيون هيون جن کي پنهنجي پنهنجي تاريخ آهي. ڪاهو پٽ ۾ ڪاهوءَ جي دڙي کان سواءِ 'ڏهريڙو' قلعو وڏي تاريخي حيثيت رکي ٿو جيڪو محمد بن قاسم ٻن مهينن جي گهيري کان پوءِ فتح ڪيو هو.[9] 'ڏهريڙي' کي عربن 'دهليلہ' لکيو آهي، جنهن جي فتح کان پوءِ اهي برهمڻ آباد ڏي ويا هئا. ڪاهوءَ جو ذڪر شعرن ۾ به موجود آهي:

اوپرسون آئيا، مٿي موهر مينهن،
ڪنوٽين ڪاٽڙ تي ڪٽي، رم جهم راتو ڏينهن،
وسن ويراسينءِ، ڪاهوءَ تڙ 'قطب' چئي.[10]

بولي، پٽارو پريہ ڪاھوءَ سين ڪر ڪار،
’دبي‘، ’دريڙو‘، ’ڪڏڙي‘، ’تمڪو‘ مور م ٽار.[11]

پراڻي دور ۾ جڏهن هتي سمي بن راءِ راڏڻ بن ڪاڪي جي اولاد جي رهائش هئي تہ هي علائقو ’سماواتي‘، سڏجڻ لڳو جنهن جو مرڪز ’پلي‘ يا ’پلي سمن جو ڳوٺ‘ هو. ان جا آثار ٽنڊي الهيار تعلقي جي تپي جهنڊي مري ۾ موجود آهن.[12]

سومرا دور ۾، هن خطي جي اتر واري حصي ۾ ’روپاه‘ نالي رياست قائم ٿي، جتي ڪوريجن جو راڄ هو جنهن قوم جي حاڪمن مان سينهڙو ولد ڏماچ ڪوريجو ۽ بزرگن مان شيخ موسيٰ آهيداڻي ڪوريجو، پنهنجي پنهنجي دور جا مشهور شخص هئا. ’روپاه‘ جي گاديءَ واري شهر جو نالو ’ٽائونگ‘ هو جنهن جا آثار ميرپورخاص تعلقي جي تپي ڪاڻ ۾ موجود آهن ۽ انهن آثارن واريءَ ديهہ جو نالو بہ ’ٽائونگ‘ آهي. اهڙيءَ طرح تعلقي ٽنڊي الهيار جي تپي جهنڊي مريءَ ۾ وري ’روپاه‘ نالي سان بہ مشهور شهر هو جنهن ۾ مخدوم معين ٺٽويءَ عرف مخدوم ٺاري جي ڏاڏي مخدوم طالب الله دل جو مدرسو پڻ هو.[13] ’دالي‘ ۽ ’روپاه‘ جو ذڪر شاعريءَ ۾ بہ ملي ٿو جيئن:

اُتو عمرڪوٽ تي، سوائي سارن،
ججهي جوٽيجن تي، سوڏي آهہ سمن،
بادل ڪيا ’بلال‘ چئي، مٿي ’دالي‘ دَنَ.

----

تن رجايو ’روپاه ترُ‘، پيو هالاري هير،
ڪيائون قطب چئي، مٿي ’داليءَ‘ دير.[14]
رمي رس ’روپاه‘ ڪي، چٽياڻي چاٽار.[15]

’دالي‘ شهر، دل قوم جي نالي پويان مشهور ٿيو. جيڪا هن خطي جي طاقتور قوم هئي، جنهن مان راڄو ستيو دل پنهنجي دور جو مشهور سردار هو جنهن جي رهائش وارو هنڌ مهراڻ شگر مل واريءَ ايراضيءَ ۾ هو جتي چند سال اڳ ’دڙو ستيہ‘ نالي سان ان شهر جا آثار موجود هئا. جيڪي هينئر متجي چڪا آهن.[16] ڪلهوڙا دور ۾ هن ايراضيءَ جي دلن ئي مرزا مغل بيگ کي ماريو هو جنهن لاءِ لاڪيٽي لطيف ؒ ان واقعي واري ڏينهن فرمايو هو:

بيگ تنهنجي بيگي، ڪونڙيءَ ۾ ڪانہ،
اٿم آس الله ۾، دل مارينئي، مانَ.[17]

مذڪور خطي ۾ ٻيا بہ ڪئين مشهور ٽپا هئا، جن ۾ 'دشت باران'، 'ولهار'، 'جهم' وڏا تاريخي اهڃاڻ رکن ٿا. جن مان دشت باران واريءَ ايراضيءَ ۾ تعلقي ٺٽي الهيار جا ڇهہ ٽپا، ٽپو جهنڊو مري، ٽپو مشائخ هوتي، ٽپو ڏاسوڙي، ٽپو سهڙيار، ٽپو شيخ موسو ۽ ٽپو هاليپوٽائي اچي وڃن ٿا. جن کي وڏي تاريخ عطا ٿيل آهي.[18] ان کان پوءِ 'ولهار'. واري ايراضي وري ڇئن ٽپن، ٽپي بلغاءِ، ٽپي سنجر چانگ، ٽپي ٺٽي الهيار ۽ ٽپي ڏالوءَ تي مشتمل آهي. ولهار واري ٽپي کي بہ شاعريءَ ۾ جاءِ مليل آهي، جيئن:

وڃڙين وري ڪيو، 'ڏُليءَ' تي ڏارو،
تراءِ تار ڪيائين، وهيري وارو،
تڏا وڻ ولهار جا، جت سڏر سونهارو،
اڪڙين آرو، اوڏانهين عنات چئي.[19]

مولا مينهن وسائين، 'ونگي' ۽ ولهار،
واحد مينهن وڏ ڦڙو، ڪو ڏالوءَ مٿان ڏار.[20]

'جهم جو پٽ' جيڪو هن ايراضيءَ جو اهم پٽ هو، سو موجوده جاگرافيءَ موجب تعلقي ٺٽي الهيار جي ڇئن ٽپن، هر هڪ ٽپي: پاڪ سنگهار، ٽپي ٺل، ٽپي ڪوڪر ۽ ٽپي چمبڙ کان سواءِ اولهہ ۽ ڏکڻ جي ڪجهہ ايراضين تي مشتمل هو جنهن ۾ اها ايراضي بہ اچي وڃي ٿي، جتان درياءَ جو ٻيٽ سوڙهو هو ۽ محمد بن قاسم ٻيڙين جي پل جي ذريعي، جهم جي ايراضيءَ کان ڪرهل جي ايراضيءَ ۾ پهتو هو.[21]

قديم دور ۾ جڏهن هي خطو وسيع هو تہ هن ۾ بہ ايراضيون اهڙيون شامل هيون، جيڪي سنڌ جي قديم ثقافتي ۽ تاريخي وڻ 'ڪنڊي'، جي مناسبت سان سڄاتيون ويون ٿي: جن مان هڪڙي آهي 'ڪنڊهالا' جيڪا پوءِ ابتي ٿي 'هالاڪنڊ' ۽ پو 'هالا ڪنڊي' ڪوٺجڻ ۾ آئي، جنهن جون بستيون تمام آڳاٽي دور کان آباد ٻڌجڻ ۾ اچن ٿيون.[22] هن خطي جي ڪنڊ ڪلچر واري ٻي ايراضي 'ڪنڊ راهي' جي نالي سان مشهور هئي، جيڪا جهم واري پٽ جي ڏکڻ ۾ هئي، جنهن کي عرب عالمن 'ڪنڊ راهہ' لکيو آهي ۽ هن ايراضيءَ تي چوڪسي رکڻ لاءِ محمد بن قاسم، عطيہ

تغلبيءَ جي ڪمان هيٺ پنج سؤ سپاهين جو دستو اگهم ڪوٽ واري رستي مقرر ڪيو هو تہ جيئن جهم واري گهيڙ کان دريا پار ڪندڙ لشڪر اوچتي حملي کان محفوظ رهي. ڪنڌ راهيءَ واري ايراضيءَ ۾ 'نئين نري' نالي ماڳ وٽ، محمد بن قاسم ڏانهن ايندڙ راسل بن وسائي جي لشڪر تي غلطيءَ کان حملو ڪيو ويو هو، جنهن ۾ راسل جي نہ وڙهندڙ لشڪر کي تمام گهڻو نقصان رسيو هو.[23] انهي 'نئين نري' واري ماڳ کان 'ڪنڀ' جو قلعو 15 ميل اولهہ طرف هو، جتي هينئر تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ 'ڪنڀ' نالي سان ديهہ مشهور آهي.[24]

'ڪنڊ ڪلچر' سنڌ ۾ اهو ڪلچر آهي، جنهن جا اثرات قديم دور کان وٺي ملڪ جي سيني حصن ۾ قائم رهيا ۽ اڄ بہ ڪيترا پٽ، شهر، ڳوٺ ۽ ماڳ ڪنڊ جي ڪمند ۾ قابو آهن، جيئن: ڪنڊيارو، ڪنڊياري، ڪنڊيلي، ڪنڊير، ڪنڊڙي، ڪنڊي، ڪنڊل، ڪنڊ، ڪنڊو ۽ ڪيجڙياري وغيره. انهن سيني کان ڏيپلي تعلقي ۾ 'ڏهر' شهر جي ويجهو 'ڍور' دريا جي ڪناري تي بيٺل 'ڪنڊي' کي وڏي شهرت حاصل آهي، جتي جسوڏڻ مهراڻي جي رهائش هئي، جيڪو ٿر علائقي ۾ لاڙجي ڏرتيءَ ۾ نهايت عزت وارو شخص هو.

حضرت پٺ ڌڻي، ڄام جسوڏن واري اُن ڪنڊي سان اجهو هن طرح مخاطب ٿيو آهي:

ڪنڊا تون ڪيڏو؟ جڏهن پريو ڍور وهي،
جسوڏن جيڏو، تو ڪو گڏيو پهيڙوا!

----

ڪر ڪي ڳالهڙيون، ڪنڊا 'ڍور ڌڻين' جون،
ڪيئن سي راتڙيون، ڪنهن پر ڏينهن گذاريين؟

----

ڪنڊا، 'ڍور ڌڻين' جو، تو کي ڪونهي سور،
لامن مٿي ٻور، هوند نہ چاڙهيئي هيترو!

هي خطو جيڪو ڪڏهن وڏي، ڪڏهن ننڍي ۽ ڪڏهن وچولي پرڳڻي جي حيثيت سان هلندو پئي آيو، سو اڪبر جي دور ۾ 'سرڪار' جي حيثيت اختيار ڪري ويو ۽ 'نرپور سرڪار' جي نالي سان سڏجڻ لڳو. ان دور ۾ هن خطي جا ست محال يا ننڍا پرڳڻا هئا، جيڪي هالا ڪنڊ، نصرپور، سماواتي، کيرول، ڪارسر، عمرڪوٽ ۽ تالسر جي نالن سان سڏبا هئا.[25] جن ۾

حيدرآباد، سانگهڙ، بدين ۽ ٿرپارڪر جي ايراضين کان سواءِ ڪاڇي ۽ جوڌپور جي ڇوٽڻ واري ايراضي بہ شامل هئي.

هيءَ سماواتي سرزمين ۽ ساڱرائي علائقو ٻين ڳالهين سان گڏوگڏ عالمن، اڪابرن، درويشن، بزرگن ۽ فقيرن جو خطو پڻ آهي، جنهن تي ڪئين نالي وارا ۽ سدا حيات انسان ٿي گذريا آهن. اهڙن انسانن ۾ 'وتائي فقير' جو نيڪ نالو نہ صرف شامل آهي، پر ماڻهن جي دلين تي وڏن ۽ سونهري اکرن ۾ لکيل بہ آهي. اهو ان ڪري جو وتايو فقير نہ رڳو نالي جو فقير هو، پر اهو هڪ سچو پچو درويش ۽ ملڪ جي يادگار شخصيت پڻ هو، جنهن جي نالي ۽ ڪارنامن کان سنڌ جو هر ڪو ماڻهو واقف آهي ۽ اهو بہ ايتري قدر جو شهرن خواهہ ڳوٺن جي هر ڪنهن گهر ۾، وتائي جو ذڪر ڪنهن نہ ڪنهن طرح ٻڌجڻ ۾ اچي پيو. شهيد حضرت گرهوڙيءِ اهڙن ئي مردن لاءِ فرمايو آهي تہ:

"مرد مرن ڪين ڪي، مرن مردودا."

بيشڪ وتايو فقير مرد هو اهڙو مرد جيڪو 'مرد مؤمن' ۽ 'مرد قلندر' هجڻ سان گڏوگڏ اهڙن مردن مان هو جن کي لاڪيٽي لطيفؒ اجهو هن طرح ياد فرمايو آهي:

سڪا منهن سندن، پيرين پراٺا ڪيڙا،
سا جوءِ ڏوري آئيا، سونهان جت مُنجهن،
ڳجها ڳجهيون ڪن، تهان پراهين پنڌ جون.

هتي سوال ٿو اٿي تہ اها جوءِ ڪهڙي، ڪٿي ۽ ڪيئن آهي؟ ۽ جواب پڻ حضرت پٽ ڌڻيءَ کان ئي ملي ٿو تہ:

ڏوتي سا ڏورين، جا جوءِ سُئي نہ ٻُڌي،
پاسا مٿي پهڻين، ڪاهوڙي ڪوڙين،
ويا اُتِ ووڙين، جت نهايت ناهہ ڪا.

وتايو فقير، هونءَ تہ ڏانهس منسوب خوش طبعي ۽ کل ڀوڳ وارن نقلن جي ڪري مشهور آهي ۽ انهن جي ئي واسطي سان سڃاتو وڃي ٿو پر جيڪڏهن ڏانهنس منسوب نقلن ۽ زندگيءَ بابت مليل روايتن تي غور ڪبو تہ هو هڪ اهڙي وڏي ۽ تاريخي شخصيت ڏسڻ ۾ ايندو جنهن لاءِ ڪنهن بہ اعتراض ۽ بحث جي گنجائش نہ آهي.

دستاويزي لحاظ کان وتائي فقير جو ذڪر سڀ کان پهرين سنڌ جي وڏي محسن سيد مير علي شيرقانع جي بي بها تصنيف "تحفة الڪرام" ۾ ئي ملي ٿو جيڪو ڪتاب فقير صاحب جي وفات کان اٽڪل 50-55 سال کن پوءِ مڪمل ٿيو آهي.[26] تحفة الڪرام جو مواد. جيڪو نهايت اهم ۽ قيمتي آهي، سو لازمي طرح ڪتاب جي تڪميل واري سال کان گهٽ ۾ گهٽ اڳ گڏ ٿيو هوندو. جيڪو عرصو پاٽان فقير صاحب جي وفات ڪي ويجهو پهچي ٿو جنهن مان اهو ٿو ظاهر ٿئي ته "قانع" ڪي اهو مواد اهڙن ماڻهن کان حاصل ٿيو هوندو. جيڪي لازمي طرح وتائي فقير جا ننڍا هم عصر هوندا ۽ اهو به ممڪن آهي ته انهن راوين مان ڪي راوي خود فقير صاحب جا قريبي رشتيدار واسطيدار ۽ سندس حال کان واقف هجن. انهيءَ لحاظ کان "تحفة الڪرام" جو اهو مواد بلڪل ويساهه جي قابل ۽ اعتبار جوڳو آهي.

تحفة الڪرام کان پوءِ جن ڪتابن ۾ وتائي جو احوال ملي ٿو. انهن ۾ "مير عبدالحسين سانگيءَ" جي سهيڙ "لطائف لطيف" ۽ ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جو ڪتاب "لواريءَ جا لال" پڻ معتبر ڪتاب آهن. جن ۾ فقير صاحب جي دعا، ڪشف ۽ ڪرامات بابت مواد موجود آهي. انهن ڪتابن کان پوءِ ويجهي دور جا ڪجهه ڪتاب ملن ٿا. جن ۾ فقير صاحب ڏانهن منسوب ڪرامتون. نقل ۽ ٻيو مواد ملي ٿو جيڪو پڻ ڇنڊڇاڻ جي لائق آهي. اهڙن ڪتابن ۾ جناب ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي تاليف "وينجهار". محمد اسماعيل عرساڻي ۽ الله بخش ٽالپر جي چونڊ "وتايو فقير". محمد حنيف مهر جي ڪوشش "جنوبي سنڌ ڪي چند قلعي". شيخ محمد سومار جي محنت "بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ". محمد موسيٰ انڙ جي چوپڙي "تحفن جي مٽ". نذير حسين پٽيءَ جو ڪتابڙو "وتايو فقير" . علي احمدبروهيءَ جي تصنيف "چام چاموٽ ۽ چامڙا" ۽ ڪن اديبن جا رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيل مقالا شامل آهن. انهن ڪتابن. مقالن ۽ مضمونن کان سواءِ وتائي فقير جي سوانح جي سلسلي ۾ ڪئين متواتر. معتبر ۽ عوامي روايتون پڻ ملن ٿيون. جيڪي ڪنهن به حالت ۾ نظر انداز ڪرڻ جهڙيون نه آهن. انهيءَ ڪري انهن روايتن ڪي ستاويزي ثبوتن سان شامل ڪري، جيڪڏهن چنڊ ڇاڻ ڪبي ته فقير صاحب جي زندگيءَ جون ڪافي جهلڪيون اسان جي سامهون اچي وينديون. جن جون مختصر خاڪو هيٺين طرح بيهندو:

دلوراءِ سومري جي دور ۾ جڏهن ظلم ۽ ڏاڍ جو راڄ طاري هو تہ لوهاڻا قوم جا ڪيترا واپاري، برهمن آباد واري ايراضي ڇڏي ٻين علائقن ڏانهن هليا ويا. جن مان هڪ خاندان عمرڪوٽ واريءَ ايراضيءَ ۾ بہ اچي سڪونت پذير ٿيو جيڪو ڪپڙي جي واپار کان مشهور هو. اهو خاندان ئي هو جنهن ۾ اڳتي هلي وتائي فقير جهڙو عظيم انسان پيدا ٿيو جنهن جو نالو اڄا تائين قائم دائم آهي.[27] وتائي فقير جو والد ۽ چاچو عمرڪوٽ شهر جا وڏا واپاري هئا. جن کي شهر ۾ ڪپڙي جون وڏيون ڪوئيون هيون، جن ۾ "ٻانڌاڻو" ۽ "چريل" ڪپڙو رکيل هوندو هو جيڪي اُهي عمرڪوٽ ۽ آسپاس جي ڪتين کان حاصل ڪندا هئا. جنهن ڪري اڳتي هلي کين کٽي سمجهيو ويو.[28]

هڪ روايت موجب وتائي فقير جي والد جو نالو ميلو رام ۽ چاچي جو نالو ساڌو رام هو جيڪي ٻئي وڏا واپاري هجڻ سان گڏوگڏ وڏا ڀڳت پڻ هئا.[29] انهيءَ دور ۾ سماواتي پرڳڻي جي بيگلاري سيدن ۽ عمرڪوٽ جي راڻن جا هڪ ٻئي سان سنا لاڳاپا هئا ۽ راڻا خاندان وارن سيدن کي ٿي چار سڳ ڏنا هئا.[30] راڻن ۽ بيگلارن جي انهيءَ رشتيداريءَ ۽ واسطيداريءَ سبب ڪيترا واپاري عمرڪوٽ مان لڏي اگهم ڪوٽ يا اگهاماڻي ۾ اچي رهيا. جن ۾ وتائي جو والد ۽ چاچو پڻ هئا.[31] ان دور ۾ وتايو ڇئن پنجن سالن جو هو ۽ سندس مڱڻو پڻ ٿيل هو.[32] انهيءَ دور ۾ اگهاماڻي شهر اندر وڏا وڏا بزرگ ۽ عالم رهندا هئا. جن جو فيض آسپاس وارن علائقن تائين بہ اثر انداز هو ۽ ڪيترا ماڻهو پر پري کان ڪهي اچي سندن صحبت حاصل ڪندا هئا.[33]

وتائي جو والد ۽ چاچو جيڪي اصل ۾ ڀڳت قسم جا انسان هئا. سي اگهاماڻي ۾ پهچندي ئي بزرگن جي فيض کان متاثر ٿي، مسلمان ٿي ويا. جن ۾ ميلو رام جو نالو شيخ عبدالحليم ۽ ساڌو رام جو نالو شيخ عبدالعليم رکيو ويو. اهڙيءَ طرح سندن خاندان وارن جا بہ اسلامي نالا رکيا ويا.

هي خاندان جيئن ئي مسلمان ٿيو تہ پنهنجن ٻارن کي مدرسن ۾ داخل ڪرايائون. جن ۾ شيخ عبدالمعالي ولد عبدالحليم ۽ شيخ بدالعالي ولد عبدالعليم خاص هئا.[34] شيخ عبدالمعاليءَ جو دستور هوندو هو تہ مدرسي جي ٻين سيني شاگردن جا سبق ياد ڪري ايندو هو پر پنهنجو سبق نہ ٻڌائيندو هو ۽ هميشه ايئن چوندو هو تہ: سبق اڄا ڪچو آهي." سندس

انهيءَ نراليءَ ۽ عجيب طبَع سبب سيئي استاد خواه شاگرد کيس 'الله وارو' سمجهڻ لڳا ۽ مدرسي ۾ سندس نالو شيخ عبدالمعاليءَ بدران 'شيخ الله وارو' مشهور ٿي ويو. شيخ الله وارو جيئن ئي ڪجهه وڏو ٿيو ته ڪيس گهڻي هل هلان ۽ وت وتان سبب شاگرد خواه شهري 'وتايو' ڪوٺڻ لڳا. جيڪو نالو مٿس هميشه لاءِ مڙهجي ويو.[35]

ٻئي طرف سندس سوٽ شيخ عبدالعالي، جنهن جو آواز نهايت مٺو هو ۽ تمام سٺي قرائت ڪندو هو سو نهايت مٺي لحن سبب 'شيخ لحنڙو' يا 'شيخ لحينڙو' مشهور ٿيو جنهن کي اسين 'شيخ لوهينڙو' ڪوٺيون پيا. شيخ عبدالعالي لاءِ اهو ٻـ مشهور آهي ته نصرپور شهر جو قاضي پڻ ٿي رهيو. قاضي ٿيڻ بعد اگهم ڪوٽ مان لڏي نصرپور ۾ وڃي رهيو ۽ قاضي جي عهدي کي ڇڏڻ بعد نصرپور ۽ ٽنڊي الهيار جي وچ تي پنهنجو ڳوٺ وڃي ٻڌائين. جنهن جا آثار سندسن قبرستان واري هنڌ کان ڏيڍ ميل کن پنڌ تي اتر طرف ٻقا هاليپوٽي جي ڳوٺ لڳ موجود آهن.[36]

چون ٿا ته. هو اڃا مدرسي ۾ ئي داخل هو ته سندس والد وفات ڪري ويو ۽ والده کيس مدرسي مان اُٿاري، گهر جو ڪم ڪار سونپي ڇڏيو. جنهن ۾ ٻنيءَ ٻاري جي سنڀال، مال جي پرورش ۽ ٻيا ڪم شامل هئا.[37]

چون ٿا ته گهمندي ڦرندي هو بلغاءَ واري پوڙهءِ ۾ ساگري جي سنهڙي شاخ جي ساڄي ڪپ تي پهتو ته سامهين ٻئي ڪپ تي، هڪ ننڍڙيءَ بستيءَ ۾ کيس سونهن جو اهڙو جلوو نظر آيو جنهن سندس جيءَ کي هٽي جهوري وڌو ۽ هو پنهنجي حال کان بي حال ٿي ويو.

ڪي جو ڪهين پار، اکيون پسي آئيون،
ٿين ديوانيون دل ۾، اپر لڳن آر،
تهان پوءِ قرار، ستيون ڪين سک ڪري

انهيءَ حادثي کان پوءِ فقير صاحب جو اهو دستور ٿي ويو ته هو ڏهاڙي گهران نڪري ان ماڳ تي پهچندو هو ۽ پري کان ئي حسن جو پرتوو پسي، پوئتي موٽي ويندو هو.

حبيبن هيڪار، منجهان مهر سڏ ڪيو،
سو مون سپ چمار، اورڻ اهو ئي ٿيو.

چوندا آهن تہ "عشق ۾ مشڪ جو ڍڪجڻ محال آهي". سو وتائي فقير جو اهو عشق بہ پڌرو ٿي پيو. جيڪو سامهين ڏر جي لاءِ وڏو مسئلو بڻجي سامهون آيو. هڪ طرف فقير جي عظمت، ٻئي طرف ماڻهن جون آڱريون. آخر ڇا ڪن؟ نيٺ ڪنهن فيصلي تحت، اهي ڳوناٺا هڪ رات بلغاءِ جي ٻونءِ کان موڪلائي هميشہ لاءِ نامعلوم ڏيهہ ڏانهن هليا ويا.[38]

اوري هئا تہ آئيا، جيڪس وئا پريہ
ساٿي سڏ ڪريہ، ماڳ نهاري موٽيا.

هاڻي وتائي فقير جو جيئڻ جنجال ۾ ويهڻ وهہ تي پيو. جيئن ٿي وڇوڙي جا وڍ وڌيا تہ دل جو سڪون ۾ قلب جو قرار هليو ويو. اندر ۾ آنڌ مانڌ ۾ اُڌمن جو طوفان اٿي پيو. بس! اهو ئي انقلاب هو، جنهن فقير جي سوچ ۾ تحرڪ آندو ۽ هو عام رواجي سوچ واري دائري مان نڪري، حڪيمانہ ۽ فلسفيانہ سوچ واري منزل تي پهچي ويو.

ماڻڪ منڌ هئا، پيتيءَ ۾ پرزا ٿيو.
سچو هو سيد چئي، لهي لک سوا.
ڀڳي ڀڄاڻا، پدمان ئي پري ٿيو.

هن منزل تي وتايو فقير جيتوڻيڪ مجازي مرحلن کان مٿي نڪري حقيقي دنيا جو پانڌي بڻجي چڪو هو، پر مجازي مهميز واري ماڳ کي وساري نہ سگهيو هو ۽ اعلان ڪري ڇڏيو هئائين تہ:

"جا ٻونءِ پيرين سڄڻين، سا مٿي مٿان مون."

هن اعلان جو مقصد هو تہ "منهنجي مرڻ کان پوءِ جيڪو بہ مرادوند ساڱري جي ساحل واريہ پرينءَ جي پڌ جي مٽي ڪٽي، ڍڪي ساهي پنڌ ڪريہ منهنجي قبر تي پهچندو، ان جي دل جو مقصد ڌڻي پاڪ پورو ڪندو."[39]

هاڻي وتائي فقير کي زماني جي ڪمن ڪارين سان ڪنهن قسم جي دلچسپي نہ رهي هئي. ان هوندي بہ هو ڪنهن مصلحت تحت زماني سان بہ هلندو رهيو. اهو بہ اهڙيءَ طرح جو هن پنهنجي اصلي روپ کي کل ڀوڳ ۾ خوشي طبعي جي پوپان لڪائي ڇڏيو. هن پنهنجو دستور بنايو هو تہ ڳالهہ ڳالهہ ۾ رستي تان ٿڙيل انسانن کي سمجهاڻي ڏيڻ خاطر، پيش آيل واقعي کي دهرائي، کل ڀوڳ جي انداز ۾ سني ۽ سهڻي ڳالهہ بہ ڪري ويندو هو ۽ غلط معاشري تي طنز بہ ڪري ڇڏيندو هو. وتائي فقير جي گفتگو جو

اهو بہ ڪمال هو. جو سندس چيل گفتن مان ڪيترا مشهور عام بڻجي، چوڻين جي شڪل اختيار ڪري ويا آهن ۽ عام طرح لکت توڙي ڳالهہ ٻولهہ ۾ استعمال پيا ٿين. جيئن تہ:

- چريا ڪريا آهيون، پر پنهنجن کي سجاڻون ٿا.
- چتي شهباز جي، پر وتايا تون.
- خدا ڏئي ٿو پر ڪنگهايو ڪنگهايو پوءِ.
- ڪتي ڪتي سجائي بہ ڏاڍي ڪم ٿي اچي.
- مُيون سهسائيندا، پر ڏيندا ڪونہ.
- ويچارو چتو سمهڻيءَ جي نماز ڪان.

وتائي فقير جي سجاڻپ انهيءَ ڳالهہ مان بہ ظاهر آهي تہ سندس چيل گفتن مان ڪيترائي قديم دور جي پهاڪن جو تت يا نچوڙ آهن. سندس ٻولن ۾ هڪ طرف حڪمت ڀريا نُڪتا لڪل ٿا ڏسجن تہ ٻئي طرف اهو بہ معلوم ٿو ٿئي تہ هو ڪشف ۽ ڪرامات جو صاحب پڻ هو.[40]

فقير صاحب جي عظمت جو ثبوت سندس اهي گفتا بہ آهن. جن مان رب پاڪ جي ذات سان سندس حجت ظاهر ٿئي ٿي، جيڪا ڳالهہ ثابت ٿي ڪري تہ هو الله پاڪ جو نهايت پيارو بندو هو. هن جي ٻولن مان ڪيترا گفتا اهڙا بہ آهن، جيڪي ظاهري طرح تہ رواجي ۽ سادا آهن، پر جي انهن کي ٿورو غور سان ڏسبو تہ اهي تمام اونهي فڪر ۽ اتاهين فلسفي جو بهترين نمونو ڏسڻ ۾ ايندا.[41]

وتائي فقير جو دؤر وڏن درويشن ۽ فقيرن جو دور هو. جنهن ۾ ڪئين ڪامل ۽ باڪمال درويش موجود هئا. پر انهن مان سندس ڪنهن سان بہ ڪا خاص صحبت ڪانہ ٿي ثابت ٿئي.[42] هن جي جيڪر ڪا صحبت هئي تہ اها فقط پاڻ جهڙن اڪابرن ۽ 'سالڪ، مجذوبن' يا 'مست مجذوبن' سان هئي، جيڪي گهڻو ڪري ساٽس مڪليءَ جي ٽڪري، گنجي ٽڪر يا ٻين پاسيرن هنڌن تي ملندا هئا. انهن فقير مان، متو فقير، وتو فقير، موتو فقير ۽ ڪامل فقير خاص هئا. وتايو فقير اهڙي تہ عجيب رنگ ڍنگ وارو فقير هو. جو هڪ طرف مجذوبن جو صحبتي ۽ آزاد طبع جو مالڪ هو تہ ٻئي طرف وري شريعت جو سخت پابند ۽ طرفدار بہ هو. سندس هڪ قول آهي تہ "شريعت جي پابندي سالڪ ماڻهوءَ کي طريقت جي راهہ ۾ بالغ بڻائي ٿي."[43]

مطلب تہ فقير صاحب انهيءَ مقام جو مالڪ هو جنهن لاءِ شهيد حضرت عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي لفظن ۾ هيئن چوڻ درست ٿيندو تہ:

"اُهي ڏسن ان ڪي، جي انهي ڏيهہ ويا.
ٻيا سڀ سڻن ڳالهيون، ڪي پسن پاڇويا."

فقير صاحب لاءِ اهو بہ معلوم ٿيو آهي تہ سموري زندگي آزادانہ ۽ پنهنجي رنگ سان گذاريائين. پر سندس سوٽ شيخ عبدالعاليءَ جي وفات کان پوءِ جيئن ڳوٺ ۾ اچي رهيو تيئن وري ٻاهر نہ ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.[44]

سندس وفات جو سال گهڻو ڪري 1125 هہ بعد ئي آهي ۽ سندس مزار مبارڪ سندس سوٽ شيخ عالي عرف شيخ لحنيڙي جي قبي لڳ آهي، جتي چند سال اڳ، بلغاءَ جي پون جي مٿيءَ جا سنهڙا پتر سندس مزار مٿان پيل ڏسبا هئا. اهو قبرستان وتائي جي ڳوٺ کان ڏيڍ ميل ڪن ڏکڻ طرف، ريلوي لائين ۽ شاهي رستي جي وچ ۾ آهي، جنهن کي سامهون هينئر فقير صاحب ۽ شيخ لحنيڙي جي نالي جي تختي پڻ لڳل ڏسجي ٿي.

آخر ۾ آءٌ مختصر طور فقط هيئن چوندس تہ "وتايو فقير اهڙي يادگار شخصيت هو جيڪو فقير هجڻ سان گڏوگڏ خوش طبع، کل مک، چرچائي، حاضر جواب، سالڪ، سياڻو سچار، صوفي، مفڪر، فلسفي، سياح ۽ وڏو عظيم انسان هو. جنهن سموري زندگي عجيب رنگ ۽ روپ ۾ گذاري ۽ پنهنجن انوکن ۽ نرالن نُڪتن جي ذريعي انسان ذات جي رهبري ڪئي، جنهن جو اثر اڄ بہ جاري ۽ طاري آهي."

بيشڪ، الله وارن جو وڏو شانُ ۽ مانُ آهي. سندس وصف قرآن ۾ بہ آهي تہ حديث پاڪ ۾ بہ:

"هو الله پاڪ جا اهڙا نيڪ بندا آهن، جيڪي هڪ لمحي لاءِ بہ رب جي حڪم کان ٻاهر نٿا نڪرن ۽ سندن هر ڪو عمل پنهنجي خالق ۽ مالڪ لاءِ آهي."

راهہ شريعت هليا، تنہ ڪر طريقون،
حال حقيقت رسيا، معرفت ماڳون،
ناسوت، ملڪوت، جبروت، اي انعام لڌون،
لاهوت لنگهيون، هاهوت مٿي هليا.
(لطيف)

# حوالا ۽ واڌارا

(1) جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪتاب 'جنگناما' جي صفحي 398 ۽ 'سانگهڙ' جي صفحي 18 تي لکيو آهي ته. سانگهڙ جي پرسان وهندڙ وهڪرو 'سانگهرا' يا 'سنگهرا'. اپرندي ناري يا هاڪڙي جي شاخ هو اهو درست ناهي. اصل ۾ اهو وهڪرو ساگري دريا جي شاخ آهي. جيڪا ساهتيہ پرڳڻي مان ٽٽي، ناري ڏانهن وهندي هئي.

(2) ڏسو "ميين شاه عنايت جو ڪلام". مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ. ص 111.

(3) لوهاڻي جي ڪناري تي سهٽيءَ جي قبر کان سواءِ 'قبه يگان وارا دڙا'، 'احديءَ جا دڙا' ۽ لوهاڻو نالي سان هڪ ديهہ پڻ ملي ٿي.

(4) چچنامي جو سنڌي ترجمو ص 164، مترجم مخدوم امير احمد. ڇاپو پهريون. 1954ع

(5) اروڙ جي قلعي جا آثار 'ڪاري ڪپڙلوءَ' جي ماڳ کان لڳ ڀڳ 25 ميل پريہ ڪلوئي شهر جي پاسي ۾ دامن دريا ۽ هاڪڙي جي وچ ۾ موجود آهن.

(6) چچنامي جو سنڌي ترجمو ص 210، ڇاپو پهريون. 1954ع.

(7) "ميين شاه عنايت جو ڪلام". مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص 154.

(8) 'ڦرهو' ٽنبي باگي ۾ ۽ 'مسڻ' ٽنبي الهيار تعلقي ۾ آهي.

هي بيت جناب عبدالواحد عاصيءَ کان مليو جنهن کي اهو بيت جان محمد لغاريءَ نالي هڪ سڄاڻ شخص پڌايو جيڪو ڳوٺ قاضي نور محمد لغاريءَ جي قريب رهندڙ آهي.

(9) چچنامي جو سنڌي ترجمو ص 287_288.

(10) "ميين شاه عنايت جو ڪلام". مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص 199.

(11) "پير محمد اشرف ڪاماري واري جو رسالو". ص 229.

(12) تاريخ مظهر شاهجهاني' جو سنڌي ترجمو: مترجم نياز همايوني، ص 138_142.

(13) 'تاريخ سنڌ. ڪلهوڙا دور'. حصو پهريون. جلد ٻيو (سنڌي ترجمو). ص 886.

(14) "ميين شاه عنايت جو ڪلام". ص 191 ح ۽ 193.

(15) پير محمد اشرف ڪاماري واري جو رسالو ص 229.

(16) ڏسو: ٽنبي الهيار تعلقي جو نقشو (ڏيهون).

(17) ڏسو: 'مقدمہ لطيفي' ۽ 'لطف اللطيف'.

(18) هن خطي جي بزرگن کي وڏي شهرت حاصل آهي. جن مان ميين موسيٰ آهيداڻي ڪوريجي. هوٿي مشائخ. مخدوم پلي، مخدوم احمد ۽ محمد ۽ لاکي جو ذڪر ميين شاه عنايت ڪيو آهي ۽ مخدوم سهڙيار جو ذڪر سندس فرزند شاه

شريف ڪيو آهي. جيڪو هڪ پوريءَ وائيءَ ۾ آيو آهي. ڏسو: "ميين شاه عنايت جو ڪلام"، 106، 107ع 114.

(19) "ميين شاه عنايت جو ڪلام"، ص 193.

(20) "پير محمد اشرف جو رسالو"، ص 229.

(21) چچنامي جو سنڌي ترجمو ص 229.

(22) مولائي شيدائي جو ڪتاب "سنڌ جا پراڻا شهر"، ص 73.

(23) چچنامي جو سنڌي ترجمو ص 223 ع 229.

(24) ڏسو: تعلقي ٽنڊي محمد خان جو نقشو (ديهون).

(25) 'آئينہ اڪبري'، جلد پهريون، حصو ٻيو اردو ترجمو مولوي محمد فاد علي طالب، ص 1053 ع 1054.

(26) ڊاڪٽر گربخشاڻي، 'لواريءَ جا لال' ۾ 46_47 صفحن تي لکيو آهي تہ وتائي فقير، شيخ عبداللطيف جي پٽي چمي، ڪيس خواجہ محمد زمان جي جمڻ بابت واڌائي ڏني هئي. جڏهن تہ خواجہ صاحب جي ولادت جو سال 1125 هہ آهي تہ لازمي طرح وتائي فقير انهيءَ سال ڪان پوءِ وفات ڪئي هوندي. ٻئي طرف 'تحفة الڪرام' جي تڪميل جو سال 1181هہ آهي، تنهن لحاظ ڪان فقير جي وفات ۽ ڪتاب جي تڪميل جي درميان 50_55 سال جو عرصو ٿي وڃي ٿو.

(27) روايت، عمرڪوٽ تعلقي جي عظيم شخصيت سرڳواسي راڻو پيرجي.

(28) روايت چيلو ڪٽي، جيڪو عمرڪوٽ شهر جو چاڻو شخص هو جنهن جي حوالي سان اها ڳالهہ سيٺ لکومل پنساري ٻڌائيندو هو.

(29) روايت سرڳواسي پارو پڳت، سرڳواسي روچو پڳت، ٻئي رهندڙ صوفي فقير، جن جون قبرون صوفي فقير جي قبرستان ۾ آهن ۽ محترم ولي محمد طاهر زادو صاحب رهندڙ ٽنڊوالهيار.

(30) بيگلاري سيدن ۽ عمرڪوٽ جي راڻن جي رشتيداريءَ بابت، 'بيگلارنامہ'، 'ترخان نامہ'، 'تاريخ ريگستان' ڀاڱو پهريون، 'چنيسر نامي' جي مقدمي ۽ ٻين ڪتابن ۾ تفصيلي احوال موجود آهي.

(31) راوي مرحوم سيد علي مردان شاه، ڳوٺ ڍيلاڙيءِ تعلقو عمرڪوٽ ۽ سرڳواسي راڻو پيرجي ۽ جناب ولي محمد طاهر زادو.

(32) سرڳواسي سيٺ لکومل عمرڪوٽي، سرڳواسي پارو پڳت صوفي فقير وارو گلو فقير خاصخيلي مرحوم صوفي فقير وارو ۽ مڪرمي ولي محمد طاهر زادو صاحب

(33) ڏسو: 'تحفة الڪرام' جو سنڌي ترجمو 'حديقتہ اولياءَ'، 'شاه لطف الله قادريءَ جو ڪلام'، 'تذڪره مشاهير' 'سنڌ' ۽ ٻيا ڪتاب.

(34) راوي مولانا محمد يعقوب حاجاڻو مرحوم، رهندڙ ڦلڪارا، مرحوم دوست محمد پلي، رهندڙ ڳوٺ گل محمد پلي، تعلقو ٽنڊوالهيار ۽ محترم ولي محمد طاهر زادو.

(35) راوي مولانا محمد يعقوب حاجاڻو مرحوم دوست محمد پلي، جناب ولي محمد طاهرزادو پئي طرف گرامر جو قانون بہ تصديق ٿو ڪري تہ وتايو لفظ لازمي طرح وتڻ مصدر جي امرمان، (وت+آيو=وتايو) ٺهيل آهي ۽ اسان وٽ اهڙا ٻيا بہ ڪافي اسم آهن. جيڪي ان طرح ٺهيا آهن. جيئن: ٻچ+آيو= ٻچايو ور+آيو= ورايو وس + آيو= وسايو آ+يو= آيو اوپاءُ+يو= اوپايو وڏ+آيو= وڏايو وغيره.

(36) راوي مرحوم مولانا عبدالحق رباني نصرپور وارو مرحوم مولانا محمد يعقوب حاجاڻو ڦلڪارا وارو ۽ جناب ولي محمد طاهر زادو صاحب.

(37) راوي مرحوم دوست محمد پلي، مولانا محمد يعقوب حاجاڻو مرحوم ۽ ٻيا. پئي طرف وتائي سان منسوب نقلن مان بہ اهڙو ثبوت ملي ٿو. (ڏسو: ڪتاب 'وتايو فقير' مرتب محمد اسماعيل عرساڻي ۽ الله بخش ٽالپر صفحو 5، 23، 26 ۽ 31)

(38) راوي مرحوم مولانا محمد يعقوب حاجاڻو مرحوم دوست محمد پلي ۽ جناب عبدالواحد عاصي هڪڙو صاحب.

(39) راوي مرحوم دوست محمد پلي، مرحوم گلو فقير خاصخيلي ۽ جناب عبدالواحد عاصي هڪڙو صاحب.

(40) ڏسو: اسماعيل عرساڻي ۽ الله بخش ٽالپر جو ڪتاب 'وتايو فقير'، ڊاڪٽر گربخشاڻي جو لکيل "لوارئ جا لال" صفحا 46 ۽ 47، ڇاپو پهريون، 1934ع. "تحفة الڪرام" صفحا 547، 550 ۽ 626، سنڌي ترجمو ڇاپو پهريون، 1957ع. "بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ"، صفحہ 165، ڇاپو ٻيو 1984ع. "لطائف لطيفي"، صفحو 91، ڇاپو پهريون، 1967ع

(41) اسماعيل عرساڻي ۽ الله بخش ٽالپر جو ڪتاب "وتايو فقير" صفحہ 4، 7، 11، ۽ 21.

(42) جناب عبدالواحد عاصيءَ جي روايت موجب وتائي فقير ڪي مهين ونهيين ڇانيهي ڪان فيض حاصل ٿيو هو ۽ عام روايتن موجب فقير صاحب مخدوم اسماعيل ڪان بہ فيض پرايو هو.

(43) 'تحفة الڪرام' جو سنڌي ترجمو صفحہ 626.

(44) راوي ولي محمد طاهر زادو صاحب.

## مدد ڪتاب


1. ادارڪي بيگلاري، 'بيگلار نامون'، مترجم: خانبهادر محمد صديق ميمڻ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1983ع.
2. ادارڪي بيگلاري، "چنيسر نامون"، مقدمو حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1956ع.
3. اعجاز الحق قدوسي، "تذڪره صوفياءِ سنڌ" اردو اڪيڊمي ڪراچي، 1959ع.

4. انور هالائي، "هالڪنڊي" سروري پبليڪيشن هالا سنڌ، مئي 1982ع.
5. پير تاج محمد قريشي، "پير اشرف جو رسالو"، پير غلام مصطفيٰ قريشي، ڪامارو 1958ع.
6. رائچند هريجن، تاريخ ريگستان، ڀاڱو پهريون سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1956ع.
7. رحيمداد خان مولائي شيدائي، "جنت السنڌ"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1958ع.
8. رحيمداد خان مولائي شيدائي "سنڌ جا پراڻا شهر" سچل نيشنل سيمينار ڪميٽي، سکر / خيرپور ميرس.
9. عبدالله عبدالغني، "تاريخ سنڌ" جلد_3، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سال 1984ع.
10. عبدالقادر ٺٽوي، "حديقة اولياءِ"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1927ع
11. عبدالڪريم سنديلو "وينجهار"، شاه محمد عباسي لاڙڪاڻو ڇاپو نائون، سال 1964ع.
12. عبدالڪريم لغاري، "ٽڏا وڻ ولهار جا"، انجمن اشاعت العلوم، مسڻ وڏي، 1984ع.
13. عبدالله ورياه، "سانگهڙ"، سانگهڙ ثقافتي ميلو ڪميٽي، 1984ع.
14. علي احمد بروهي، "جام چاموڻ جامڙا"، ڇپرائيندڙ عزيز سنڌي 1984ع
15. علي ڪوفي، "چچنامو"، مترجم: امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1954ع.
16. "وتايو فقير"، علي ڳڙهه بوڪ اسٽور اردو بازار سکر.
17. غلام رسول مهر، "تاريخ ڪلهوڙا" مترجم: ابن حيات پنهور ۽ شمشير الحيدري، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1963ع
18. غلام علي الانا، "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سال 1977ع.
19. غلام مصطفيٰ صوفي، "وتايو فقير"، روزانه عبرت حيدرآباد سنڌ، 19 سيپٽمبر 1984ع.
20. محمد اسماعيل عرساڻي ۽ الله بخش ٽالپر، "وتايو فقير" آر.ايڇ. احمد ۽ برادرس حيدرآباد 1954ع.
21. محمد پناه ڦرڙو خط روزانه عبرت حيدرآباد 28 سيپٽمبر 1984ع
22. محمد حسين "ڪاشف"، "وتائي فقير جي شعور جي بلندي" 1_1963/2، ٽماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد
23. محمد حنيف مهر ڪاڇيلوي "جنوبي سنڌ ڪي چند قلعي"، محمد حفيظ مهر، پاڪ مجاهد انجمن، اورنگ آباد، ميرپورخاص، 1971ع
24. محمد سومار شيخ، "بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ"، لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين، 1957ع.
25. محمد سومار شيخ، "بدين"، مهراڻ آرٽ ڪائونسل لطيف آباد حيدرآباد 1979ع
26. محمد صديق ڀاٽولي، "الهيارَ جو ٽنڊو"، 1981ع
27. محمد موسيٰ ڪمال خان انڙ، "تحفن جي مٺ"، ڪمال خان محمد اسماعيل انڙ، ميرپورخاص.

28. مير عبدالحسين سانگي، "لطائف لطيفي"، پٽ شاه ثقافتي مرڪز حيدرآباد، 1967ع.
29. مير علي شير قانع، "تحفة الڪرام"، سنڌي ترجمو مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1958ع.
30. مير معصوم، "تاريخ معصومي"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1980ع.
31. مير محمد بن جلال ٺٽوي، "ترخان نامو"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1980ع.
32. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، "سومرن جو دور"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1959ع.
33. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، "ميين شاه عنايت جو ڪلام"، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1964ع.
34. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، "لطف الله قادريءَ جو ڪلام"، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1968ع.
35. نظير حسين پٽي، "وتايو فقير"، صداقت بڪ ڊپو حيدرآباد، 1981ع.
36. هوتچند مولچند گربخشاڻي، "لواريءَ جا لال"، ايڊيوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني، ڪراچي، 1934ع.
37. يوسف ميرڪ، "تاريخ مظهر شاهجهاني"، مترجم: نياز همايوني، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1979ع.

## مخطوطا

1. "ٽنڊي الهيار سب ڊويزن جون لوڪ ڪهاڻيون"، مولف، عبدالواحد عاصي هڪڙو.
2. "ٽنڊي الهيار جا آثار قديم"، مولف، عبدالواحد عاصي هڪڙو.
3. "ٽنڊي الهيار جا بزرگ ۽ درويش"، مولف، عبدالواحد عاصي هڪڙو.
4. "ٽنڊي الهيار جو ادبي جائزو"، مولف، عبدالواحد عاصي هڪڙو.
5. "بلغاءِ جي بستي" (مقالو)، مولف، عبدالواحد عاصي هڪڙو.

# وتائي فقير تي تحقيق جي ضرورت

غلام محمد لاکو

هر خطي، ملڪ، علائقي ۽ پرڳڻي جي تمدني، ملڪي، تهذيبي معاشرتي حالت الڳ الڳ ۽ نت نرالي ٿئي ٿي. ڪڏهن تہ هڪ ملڪ ۾ جبر ۽ ظلم انتها تي پهچي ويجي ٿو تہ ڪڏهن وري ملڪي ماحول ۾ ماٺار ۽ امن امان توڙي آسودگي هجي ٿي. ان سڄي پس منظر ۾، قومن جي تهذيبي پس منظر جو تاڃي پيٽو نهي ٿو. دنيا جي تاريخ شاهد آهي تہ هر دور ۾ زماني پنهنجي پنهنجي سماجي قدرن، لاڙن ۽ گهرجن آهر ڪيئي مفڪر، دانشور، ڏاها ۽ مجذوب پئي پيدا ڪيا آهن: جيڪي ان دور جي پوري سماجي پس منظر جي نمائندگي ۽ نشاندهي ڪن ٿا. دراصل اهڙن پلن ماڻهن جي حوالي سان قومون سڃاپجن ٿيون ۽ قومي اتهاس جو اپياس ٿئي ٿو.

انگلينڊ ۾ جوناٿن سئفٽن جو دور، سياسي ۽ معاشرتي خيال کان اطمينان بخش نہ هو. مؤرخن هن دور جو احاطو هن ريت ڪيو آهي:

Thongh Manners werse coase, politics scandalously corrupt, and the general Tone of socity brutal. The England of the early eighteenth century witnessed a resolute attempt in the direction moral regeneration.

سئفٽ جو ڪتاب "گليورز ٽريولز"، هڪ طرف مزاحيہ ادب ۾ شمار ٿئي ٿو تہ، ٻئي طرف سندس دور جو نمائنده سماجي مطالعو پڻ هن جي سفرنامي ذريعي ٿئي ٿو. جيئن اسان کي ادبي مؤرخ ٻڌائين ٿا:

In the voyge to liliput, the English politics of the time, we have an exposure of infinite littlenesse and absurd pretentions of man.

ان دور جي مايوس ڪن حالتن، سئفٽ کي اهڙي طبيعت بخشي جو ڪيس هر شيءِ جو صرف اونداهو پهلو نظر آيو ۽ انهي سڄي ڪڙائي ۽ ٽُرشي

سندس تحرير ۾ پرجي آئي. ان ريت اسين چاسر جو نالو بہ کٺي سگھون ٿا. پر هو سئفٽ وانگر Pessimist نہ هو. چاسر جو ڪجهہ ڏئو ان کي پنهنجي ڪتاب "ڪئنٽربري ٽيلز" ۾ بلڪل ايئن تحرير ڪيائين. چاسر جو هي ڪتاب پنهنجي دور جي تهذيبي پسماندگيءَ ۾ چرچ توڙي پادرين جي ڪريل ڪردار جي ڀرپور نشاندهي ڪري ٿو. سماجي مطالعي لاءِ چاسر جي شاعري وڏي اهميت رکي ٿي. يورپي توڙي انگريزي ادب مان ٻيا اهڙا سوين مثال وٺي سگھجن ٿا.

نيڪ ان ريت مشرقي معاشري ۾ پڻ ڪيئي طنزيہ نگار، مزاحيہ نويس ۽ ٻيا ان قسم جا فرد پيدا ٿيا. جن پنهنجي پنهنجي ملڪ جي حالتن متعلق ٽوٽڪا چيا، شعر چيا ۽ ڪتاب لکيا. ترڪيءَ ۽ ايران ۾ بہ اهڙا فقير پيدا ٿي، تہ هند ۽ سنڌ ۾ پڻ! مغليہ معاشري ۾ بيربل ۽ ملا دوپيازي جا قصا ان دور جي سچي اپياس جو مظهر آهن.

انساني سڀاءَ جي ان وهڪري ۾ رخ کان سنڌ ڪنهن پر بہ ڪٽيل نہ هئي. ابتدائي دور ۾ سومرن جي سلطنت دوران سمنگ چارڻ، اروڙ جي حاڪم همير جي سٽ ۾ هجوَ هن ريت ڪئي هئي:

سٽينءَ هو سوجهور، انينءَ ٿي اونداهہ

هميراڻي باهہ، وساڻي ورهين ڪي!

يعني، سٽ پيڙهيون، دلو راءِ کان پونگر تائين، ملڪ روشن هو پر انين پيڙهي "همير" تي اچي اوندهہ ٿي وئي.

ان ريت سچل سرمست ۽ شاهہ لطيفؒ پڻ پنهنجي پنهنجي دور ۾ سماج جي قدرن ۽ لاڙن جي ڪٿي چٽيءَ طرح تہ ڪي ڍڪيل لفظن ۾ نشاندهي ڪئي آهي. سچل چوي ٿو:

ماڻ ڪريان تہ مشرڪ ٿيان، ڪڇان تہ ڪافر

انهيءَ وائيءَ ور، سمجهي ڪو سچيڏنو چوي!

سنڌ جي بزرگن تمام آڳاٽي زماني کان، شعر کان علاوه نثر ذريعي پڻ پنهنجي پنهنجي دور جي نمائندگي ڪئي آهي. ڪڏهن قصن ۽ ڪهاوتن جي روپ ۾، تہ ڪڏهن وري ڳجهارتن ۽ ڳاهن جي صورت ۾، تہ ڪڏهن ٽوٽڪن ۽ گفتن جي شڪل ۾! هنن بزرگن مان هيل تائين صرف "وتائي فقير" جو نالو محفوظ رهيو آهي، سو پڻ سندس گفتن جي شڪل ۾.

وتايو فقير بجا طور تي سنڌ جي تاريخ ۽ ادب ۾ پنهنجي دور جي ڀرپور نمائنده شخصيت آهي. ڏک تہ هي آهي، جو هن فقير متعلق ڪي بنيادي ڳالهيون پڻ اڃا اخفا ۾ آهن. فقير جو حسب نسب ڇا هو؟ سندس اصلي ۽ صحيح نالو ڇا هو؟ سندس ڪهڙي مذهبي فرقي سان واسطو هو؟ سندس تعلق سنڌ جي ڪهڙي خطي سان هو؟ پاڻ ڪهڙي دور ۾ ڄائو، نپنو ۽ وفات ڪيائين؟ مير علي شير قانع "تحفه الڪرام" ۾ هڪ مجذوب وتائي فقير 'ت' جاءِ 'ط' سان ذڪر ڪيو آهي. (ص 547، 550، 626). قانع واري ساڳيءَ روايت کي سرسري طور تي مرزا قليچ بيگ پڻ ورجايو آهي. (قديم سنڌ ان جا شهر ۽ ماڻهو ص-180) ان بعد پروفيسر لطف الله بدوي مرحوم ساڳيءَ روايت کي هن ريت پيش ڪيو آهي:

"هي ٽٽي جو ويٺل هو. مجذوب. سالڪ ڪامل ٿي گذريو آهي. سندس ڪرامتن جون ڳالهيون گهڻيون مشهور آهن...... چون ٿا تہ خواجہ محمد زمان جي تولد ٿيڻ کان اڳ سندس والد کي بشارت ڏني هئائين تہ سندس گهر ۾ هڪ وڏو عارف پيدا ٿيڻ وارو آهي. وتائي فقير بابت ڪيترين مذاقيہ آکاڻيون ۽ پهاڪا مشهور ٿيل آهن، جي سنڌ جي گوشي گوشي ۾ مشهور آهن. سندس بيت بہ ڪڏهن سنڌي راڳيندڙن کان ٻڌڻ ۾ ايندا آهن."

(تذڪره لطفي، جلد اول، ص 21-322)

مٿيون اقتباس ٻڌائي ٿو تہ:

1. هي فقير ٽٽي جو هو.
2. سندس دنيا ۾ موجودگي، خواجہ محمد زمان جي ولادت، يعني 1125 هجري بمطابق 1712ع تائين ڏسجي ٿي.
3. فقير مذاحيہ ٽوٽڪن سان گڏ شعر بہ چيو جيڪو بدوي صاحب نقل نہ ڪيو آهي.

بدقسمتيءَ سان سنڌ جي اسلامي دور (712هجري بمطابق1843ع) جي مشاهيرن متعلق اسان وٽ ڪوبہ مستند ماخذ ڪونهي. مير قانع ان بنيادي ڪم جي پورائي لاءِ زندگيءَ جي آخر ۾ هڪ تذڪرو "معيار سالڪان طريقت" تيار ڪيو هو. جنهن ۾ هن سنڌي مشاهير ۽ عارفن متعلق قيمتي مواد

گڏ ڪيو. هڪ طرف هي ڪتاب اڃا تائين نہ ڇپيو آهي، تہ ٻئي طرف سنڌ ۾ هن ڪتاب جو ڪوبہ نسخو دستياب ڪونهي. ڪهڙي خبر تہ هن ڪتاب ۾ اسان واري وتائي فقير متعلق ڪجهہ نہ ڪجهہ مواد ميسر ٿي وڃي.

ڪلهوڙن جي پڇاڙيءَ ڏاري، شيخ اعظم ٺٽي واري، مڪلي ۽ ٺٽي جي اوليائن جو هڪ تذڪرو "تحفه الطاهرين" لکيو ليڪن ان ۾ بہ وتائي فقير جو ذڪر ڪونهي.

هوڏي اسين جنهن وتائي فقير جي ڳولا ۾ آهيون، ان لاءِ چيو وڃي ٿو تہ، هو بنيادي طرح نصرپور واري علائقي جو هو. جيڪڏهن پاڻ وارو بزرگ ساڳيو قانع وارو فقير آهي تہ پوءِ جزوي ڦير ڦار سان هي قبول ڪرڻو پوندو تہ:

1. وتايو مجذوب بنيادي طرح ٺٽي جو هو جو پوءِ غالباً پنهنجي انفرادي طبيعت ۽ رنديءَ جي ڪري، ٺٽي جو گهٽ ۽ ٻوسٽ وارو ماحول ڇڏيو سنڌ جي اتر ڏي نڪري پيو.
2. سندس تعلق مغليہ زوال واري زماني ۽ ڪلهوڙن جي ابتدائي دؤر سان آهي.
3. اورنگزيبي مذهبي بينڪيت، جنهن سڄي ننڍي کنڊ ۾ گهٽ ۽ ٻوسٽ وارو ماحول پيدا ڪيو. پاڻ نہ رڳو ان مان تنگ ٿيو پر گفتن ۽ ٽوٽڪن ذريعي ان سڄي ماحول خلاف بيزاري پڻ ڏيکاريائين.

هاڻي سوال آهي تہ وتائي فقير متعلق تحقيق ۽ اڀياس جي ڪيتري ضرورت آهي ۽ اهڙو مطالعو ڇا لاءِ ڪجي؟ اهڙي تحقيق لاءِ ابتدا ۾ هن فقير متعلق ڪي سوال حل ڪرڻا پوندا تہ:

1. فقير جو حسب نسب ڇا هو سندس اصل وطن ڪهڙو آهي؟
2. سندس زمانو ڪهڙو هو؟
3. تعيم ۽ تربيت توڙي مذهبي سلسلو؟
4. ٽوٽڪن جي ترتيب.

انهن چند بنيادي اسمن کي حل ڪري، بعد ۾ ٽوٽڪن جي صحيح سلامت ذريعي اسين سنڌ جي معاشرتي تاريخ جي هڪ دور جو صحيح اڀياس ڪرڻ جهڙا ٿينداسين ۽ خبر پوندي تہ:

1. وتائي فقير جي دور جا سماجي قدر ۽ رجحان ڪهڙا هئا؟
2. سياسي لحاظ کان پڻ اسين سنڌ جي صورتحال جو هڪ خاڪو فقير جي گفتن ذريعي حاصل ڪري سگهون ٿا.

3. فقير دولت کان لاتعلقي ۽ سچائي کي چو ترجيح ڏني، ڇئبو تہ سندس زماني ۾ لاقانونيت سبب پيسو ڏوڪڙ جان لاءِ نقصانڪار هو.
4. مذهبي طور تي حڪمرانن ۽ ملن کهڙو ٻائيتال ٻاريو هو جنهن کان تنگ ٿي فقير ڪيئي ٽوٽڪا چيا.
5. سندس ٽوٽڪن ذريعي اسين ان زماني ۾ هندو مسلم ڇڪتاڻ جو پس منظر پڻ ڏسي سگهنداسين!

جيڪڏهن اسين وتائي متعلق ڪي بنيادي حقيقتون، جيئن مون عرض ڪيو ڳولڻ ۾ ڪامياب وياسين تہ پوءِ جهڙوڪر اسان ان دور جي سموري گم ٿيل سنڌ کي پاتو ان جي سماج کي ڳولي لڌو ۽ ان جي تاريخ کي پاتو. پلي پوءِ درباري تاريخون ۽ تذڪرا گم ٿي وڃن يا سڙي وڃن، ڪو بہ فرق نہ پوندو.

# وتائي فقير جا بدين ضلعي سان تعلقات

محمد سومار شيخ

قرهئي ڀانداري جي شيخن جا ٽي پاڙا آهن: رمضاڻي، پناڻڪي ۽ گهمناڻي. اسان جو پاڙو رمضاڻي آهي، پر قرهئي جا مڙئي شيخ اسان کي ”وتالاڻي“ سڏيندا آهن. خبر ناهي ته اسان تي اِهو نالو ڪيئن پيو. جڏهن انهيءَ ڳالهه جي پٺيان آءٌ پيس، تڏهن منهنجي والد محترم مون کي ٻڌايو ته: ”منهنجو ڏاڏو محمد راڻو سادو سودو، آلو ڀولو هو. ميرن جي آخري وقت دوران گذاري ويو. جيڪي به ڳالهيون ٽينديون هيون، انهن جو پاڻ گهڻو ڪري اڳ جهليندو هو انهيءَ ڪري ماڻهن انهيءَ کي ”وتال“ سڏيو ۽ اڄ ڏينهن تائين پاڻ ”وتالاڻي“ سڏبا اچون. مزاحيہ روپ واري اها نسبت ”وتالاڻي“ اسان سان اڄ بہ منسوب آهي. وڏيڪ وتائي سان اسان جا ڪيترا تعلقات هئا، اها خبر اسان کي ڪانهي، البتہ والد مرحوم وتائي جون ڪل جهڙيون ڳالهيون مون کي ڪافي ٻڌايون هيون، جيڪي مون کي اڄ بہ ياد آهن.

1976ع ڌاري بدين ضلعي جي ذري ذري جو معائنو ڪيم. انهيءَ ۾ بدين ضلعي جو معروف شهر ’اگهاماڻو‘ بہ اچي ويجي ٿو. جڏهن آءٌ اگهاماڻي کي ڏسي رهيو هوس ۽ فوٽو گرافي ڪرائي رهيو هوس، تڏهن پتڻ واري مسجد جي اولهہ ڏکڻ ڪنڊ تي ۽ جامع مسجد جي اپرندي اتر ڪنڊ تي، هڪ اهڙي جڳهہ بہ ماڻهن ڏيکاريم، جنهن لاءِ چيو ٿي ويو تہ هيءَ وتائي فقير جي جاءِ آهي. وتايو فقير اتي ئي جائو وڏيو ويجهيو ۽ وڏو ٿيو. منهنجي فوٽو گرافر ياسين آرائين کي جڏهن مون چيو تہ هن جڳهہ جي تصوير وٺي آهي، تڏهن سوالي نشاني سان گڏ حرف ندا جي نشاني ٻڌجي مون ڏانهن ڏسڻ لڳو ۽ انهيءَ جڳهہ تي تصوير وٺندي وٺندي، پس منظر ۾ جامع مسجد کي پڻ آڻي ڇڏيائين.

منهنجي ياءِ "ڪاشف" جڏهن ٻڌايم تہ وتائي فقير جي جنم يومي اگهاڻو هو تڏهن اگهاڻي واري ڳالھ ڳنڍ ٻڌي ڪنيم ۽ فخر ڪيم تہ هڪ عالمي شعور وارو ماڻهو اگهاڻي جي انهيءَ ڌرتي تي پيدا ٿيو جتي تاريخ، تمدن ۽ ادب جا دريا ٿي وهيا. مخدوم محمد اسماعيل سومري جهڙن ماڻهن علم جي آبياري ٿي ڪئي ۽ شاھ لطف الله قادري جهڙن شاعرن شعوريت جو معراج ٿي ماڻيو ۽ عثمان اگهم پڻ ديني خدمتون سرانجام ٿي ڏنيون. انهيءَ فيض جي ڌرتيءَ تي دنيا جو عظيم فلسفي وتايو فقير پڻ ڪلندي ڪلائيندي لک لاکيڻيون ڳالهيون ڪري ويو.

والد محترم ڳالھ ڪئي تہ سيد حبيب شاھ جو فرزند عبداللطيف اجا ننڍو ئي هو جو شاھ حبيب پنهنجي پٽڙي کي درياءَ جي ڪناري تي بهلائي رهيو هو. ان وقت وتايو فقير، شاھ حبيب وٽ پهتو ۽ عرض ڪيائين: "ننڍڙو لطيف راند ڪرائڻ لاءِ مون کي ٿورو وقت ڏيو." شاھ حبيب پهرين تہ لهرايو ۽ دل ۾ سوچيو تہ درياءَ پور پريو پيو وهي، هي مست ماڻهو متان ڪو چريائيءَ وارو ڪم ڪري ويهي رهي. اها ٻڌتر ڏسي وتائي فقير شاھ صاحب کي چيو: "سائين فڪر نہ ڪريو شاھ لطيف مون کي پنهنجي ساھ کان بہ وڌيڪ پيارو آهي، انهيءَ کي ڪوبہ نقصان رسڻ نہ ڏيندس." شاھ حبيب، وتائي جو چيو موٽائي نہ سگهيو ۽ ننڍڙو لطيف سندس حوالي ڪري ڇڏيائين.

وتايو فقير، لطيف کي ٿهلائيندي ٿورو پريرو نڪري ويو ۽ وجھ وٺي لطيف کي ڏاڍو جهلي درياءَ ۾ ٽپو هڻي اندر هليو ويو. اهو حال ڏسي شاھ حبيب ڏاڍو پريشان ٿيو. خليفن، مريدن ۽ ملاحن کي سڏ ڪري چوڻ لڳو: "مست وتايو لطيف کي کڻي درياءَ ۾ ٽبي هڻي ويو آهي: وارو ڪريو منهنجي پٽ کي ٻاهر ڪڍو." ملاحن درياءَ ۾ رڇ پکيڙي ڇڏيا، تارو گهاگهائي اندر گهڙي پيا، جيڪي درياءَ ۾ داخل ٿي نہ سگهيا، تن پڻ شاھ حبيب سان همدردي ۽ دل جوئي ڪرڻ شروع ڪري ڏني. ايتري ۾ شاھ ڏٺو تہ وتايو فقير، شاھ صاحب کي کڻيو ٿهلائيندو پيو اچي ۽ حبيب شاھ کي اچي چيائين: "سائين! ڏاڍا بي صبرا آهيو خضر، لطيف کي بہ ٽي سبق ئي مس ڏنا هئا، تيستائين توهان واويلا مچائي ڏني! پر تڏهن بہ ڪيس ايترو علم لدني مليو آهي، جو ڪائنات اڳيائس آئيني وانگر ٿي ويئي آهي."

روايتي ڳالهين تان ڪو ماڻهو ڪٿي ڪلي، پر حقيقت هيءَ آهي ته شاهه عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ، وتائي جي هڪڙي درس جي ڪري ايترو علم رکندو هو. جو مخدوم محمد معين ٺٽوي سندس مريد هو. قرآن شريف ۾ مولانا روميءَ جي مثنوي حوالي طور ڪم آڻيندو هو. عربيءَ جا وڏا واڏ عالم ۽ فاضل وتائٽس فيض حاصل ڪندا هئا. انهيءَ فيض جي سرچشمي جو ڪارڻ وتايو فقير هو.

پراڻي لواري شريف تان پڻ وتائي فقير پيرا ڪيا هئا. هن جڏهن خواجه محمد زمان جو والد مخدوم عبداللطيف صديقي ڏٺو، تڏهن ان جا پنا چميا هئائين. ماڻهن پڇيو هوس ته، "فقير، عبداللطيف صديقي جا پنا ڇو پيو چمين؟" ته هن جواب ڏنو هو ته، "هن جي اولاد مان هڪ اهڙو بزرگ پيدا ٿيڻ وارو آهي، جيڪو روحاني فيض جا درياءَ وهائيندو." اها ڳالهه هو خواجه محمد زمانؒ لاءِ ڪري رهيو هو. جنهن جي ملاقات لاءِ شاهه صاحب کهي ويو هو.

مشهور ڳالهه آهي ته وتايو فقير مستيءَ ۾ اچي اگهاماڻي جي مسجد ۾ هليو ويندو هو ۽ اتي جا عالم وتائي فقير جو بنا وضو جي ائين مسجد ۾ هلي وڃڻ پسند نه ڪندا ها. هڪ ڀيرو ته جامع مسجد جي مُلي وتائي فقير کي مسجد مان لوڌي ڪڍي ڇڏيو. انهي ڳالهه تان وتائي فقير کي ڏاڍو صدمو رسيو ۽ مسجد کي مخاطب ٿي چيائين: "مون کي سو تڙايو اٿئي، باقي تو ۾ به انهن ملن جي بدران ڇپرا وسندا"، ڪجهه وقت کان پوءِ وتايو فقير پنهنجي عزت ۽ آبرو کي سلامت نه ڏسي لڏي ويو ۽ وقت جي وهڪري اگهاماڻي جي مٿان مدد خان پٺاڻ آندو. جنهن انهيءَ قديم شهر کي اهڙو اجاڙيو جو سر سر کان ڊار ٿي ويئي ۽ اهو شهر ڀيهر آباد ٿي نه سگهيو. اڄ انهيءَ جامع مسجد ۾ واقعي ڇپرن جو آستان آهي ۽ فقير جي چوٽي حرف به حرف صحيح ثابت ٿي.

وتائي فقير جي زندگيءَ سان جيڪي به لطيفا وابسته آهن. انهن مان اٽڪل روءِ 75 سيڪڙو لطيفا بدين ضلعي جي ڌرتيءَ سان وابسته آهن. البته اسان جي بخت جي اها لغزش آهي، جو لفظن جي ڏکن سبب وتايو فقير اگهاماڻو ڇڏي عمرڪوٽ، نصرپور ۽ ٽنڊي الهيار ۽ ٻين ڌار ڌار جڳهين تي وڃي رهيو ۽ اسان انهيءَ بزرگ جي فيض کان محروم رهياسين. پر اسان لاءِ اها ڳالهه ڪا گهٽ فخر جوڳي ڪانهي ڇا جو وتائي فقير جي

جنم ڀومي بدين ضلعي ۾ پڻ وڏيڪ شرف واري اگهاماڻي جي سرزمين آهي، جتي اهو بزرگ ڄائو، ساماڻو ۽ وڏو ٿيو!

آءٌ مبارڪون ڏيان ٿو تنبدي الهيار جي شعور وارن ماڻهن کي، جن نہ رڳو "وتايو فقير سيمينار" سڏايو آهي، پر اگهاماڻي جي تعارف لاءِ پڻ وڏي جدوجهد ڪئي آهي ۽ آءٌ اها ڳالهہ ميجان ٿو تہ جهڙي شان ۽ شعور وارا اهي ڀئي اسم آهن، اوترو قدر اسان بدين واسين انهن جو نہ ڪيو آهي.

# وتايو، پوڳ ۽ سنڌي ادب

سراج الحق ميمڻ

قومن جي تاريخ ۾ اڪثر اهڙا مرحلا ايندا آهن، جڏهن هڪ پاسي سچ ۽ سچائي هوندي آهي ۽ ٻئي پاسي ڪوڙ ۽ دولاب. ان ٻه واٽي تي جيڪڏهن ڪو گوتم، ڪو شاهه لطيف، ڪو وتايو فقير گڏجي وڃن ته پوءِ ٻه ٽي صديون سچ ۽ سچائيءَ جي سهاري زنده رهڻ جو موقعو حاصل ڪري وٺنديون، نه ته غلامي، گمراهي، ڪوڙ ۽ دولاب جي اهڙيءَ ڪاهيءَ ۾ غرق ٿينديون آهن، جو ٻين قومن لاءِ عبرت جو سامان مهيا ڪنديون آهن.

اسين، سنڌي قوم، ڪجھ وقت کان وري انهيءَ ٻه واٽي تي آهيون. اسان کي وري ڪنهن لطيف، ڪنهن وتائي فقير جي گهرج آهي، جيڪو اسان سان سچ ڳالهائي، اسان کي سچيون ڳالهيون ٻڌائي ۽ اسان کان سچيون ڪرائي. جيسين اسان پنهنجي پاڻ سان سچ نه ڳالهايو، جيسين اسان کي اسان جا وتايا سچيون ڳالهيون نه ٻڌائين، تيسين اسان جو قومي وجود ڪوڙ جو مانداڻ بڻجي ڌهڻ لڳندو ۽ اسين به ٻين لاءِ عبرت جو سامان بڻجي وينداسون.

وتايو (ان کي "ط" سان "وطايو" لکي مسلمان ڪرڻ سان به ڪو فرق نه ٿو پوي، نه ئي هن کي هندو سڏي، ڪيس ڪفر جو لقب ڏيڻ سان ڪو فرق پوندو) سنڌ جي هڪ اهڙي علامت آهي، جنهن جي 'هجڻ' ۽ 'نه هجڻ' جي وچ واري برزخ جي وٿي به اسان کي پياري آهي ۽ اسان کي هنئين سان هنڊائڻ گهرجي. ان "هجڻ" سان وتايو سنڌ جو سقراط آهي ۽ 'نه هجڻ' سان هو محمد فقير مسخري جو ڪو ساٿياري آهي. ٻنهي صورتن ۾ سنڌي تهذيب جي اجتماعي فڪر جو نمائندو آهي. ڏاهپ ڏي ته به واهه واهه جي اسان کي ڪلائي، نادر شاهه جي مارشل لا کي ٺهڪ ڏيئي لنوائڻ ۾ مدد ڏئي، تڏهن به واهه واهه! اهو اجتماعي فڪر. اڄ به اسان جي اوطاقن ۾، اسان جي

مرحوم ٻيڙي فقير جي پائي جي سگهڙن جي طفيل زنده سلامت آهي. سنڌ جي مجلسي زندگيءَ جا اهي مور، اسان جي ٻوليءَ کي زنده رکڻ سان گڏ، اسان جي تاريخ جي سچائين کي اسان لاءِ محفوظ رکندا اچن. ان معنيٰ ۾ وتايو اسان جي ان اجتماعي ۽ عوامي ڏاهپ جو اهڃاڻ آهي، جيڪو سلسليوار پنجن هزارن سالن تائين اسان کي جيئڻ جي سگهه ۾ جيئري رهي سگهڻ جو ڏانءُ سيکاريندو رهيو آهي. ان جو صاف سڌو سبب اهو آهي تہ وتائي اسان کي پاڻ تي کلڻ، کوڙ ۽ دولاب کي ننگو اگهاڙو ڪري ان تي کلڻ ۽ سچا ٺهڪ ڏيڻ جي ترغيب ڏني آهي. اچو تہ ڪجهہ ان کلڻ، کلائڻ جي ٽيڪنيڪي پهلوءَ تي بہ نظر وجهون.

ٻولي ۽ ان جا لفظ جڏهن صدين جا احساس پاڻ ۾ سمائين ٿا، تڏهن انهن جو اڀياس بہ ڏاڍو دلچسپ ٿئي ٿو. وتائي فقير جا نقل عام طرح 'چرچا' سڏيا وڃن ٿا، جيڪو هڪ غلط لفظ آهي. اصل ۾ ان لاءِ صحيح لفظ، جيڪو اسان جا وڏڙا ۽ عالم استعمال ڪندا هئا، سو آهي 'ٽوڪ'. ڪنهن سان "چرچو ڪرڻ" ۽ "ٽوڪ ڪرڻ" ۾ جيڪو فرق آهي، سو ذهن تي ٿورو ئي زور ڏيڻ سان سمجهہ ۾ اچي ويندو. "ٽوڪ ڪرڻ" ۾ چرچي جو خسيسپڻو نہ آهي. چرچو ڏارين سان ڪبو آهي، ٽوڪ پنهنجن سان ڪبو آهي. چرچي ۾ محض ٽوڪ هوندي آهي، ٽوڪ ۾ ترتيب ۽ ڏاهپ هوندي آهي. اسان جا ڏهس، ڏٺ، ڳجهارتون ۽ ڏور، ٽوڪ جي صنف جا حصا آهن. ان ڪري ٽوڪ هڪ ادبي ۽ علمي سطح جو فڪر انگيز لفظ آهي. ان ۾ معنائون آهن، جيڪي اوهين ڪنهن بہ لغت ۾ ڏسي سگهو ٿا.

'ٽوڪ' لفظ مذاق جي معنيٰ کان سواءِ برداشت جي معنيٰ بہ رکي ٿو جيئن ٻيڙا ٽوڪڻ. ٽوڪ سنڌي طب جو بہ لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي جسماني ڪفيت. انگريزيءَ ۾ ان لاءِ لفظ آهي، "Humour". اهو لفظ انگريزي ۾ لاطيني جي Humor مان آيو جنهن جي معنيٰ آهي جسماني رطوبت. پراڻي يوناني ۽ لاطيني طب ۾ انساني جسم ۾ چار Humours يا اسان جي سنڌي طب مطابق چار ٽوڪ يا پاٽيئيون هيون، جن ۾ توازن رهڻ سان ئي انساني جسم ۽ ان کان بہ اڳتي انساني شخصيت صحتمند رهي ٿي. ان ئي معنيٰ ۾ لاطيني کان يورپي ٻولين ۾ لفظ "Humour". ادبي لفظ بڻيو ليڪن ائين جيئن اسان جو لفظ ٽوڪ، طب کان ادب ۽ سماجي سطح جو ٽوڪ بڻيو آهي. اهو

عين ممڪن آهي تہ تهذيبن جي قديم ڏي وٽ جي ڪري اهي ٻئي لفظ "Humour" ۽ 'يوڳ' سماجي سطح تي هڪ ٻئي جو ترجمو ٿي آيا. اڄ يورپي زبانن ۾ Humour ادب جو هڪ بنيادي ستون آهي. انگريزيءَ ۾ شيڪسپيئر کان وٺي ڊڪنس جي پڪ وڪ پيپرس (Pikwick Papers) تائين ۽ جديد زماني جي برنارڊشا، مارڪ ٽوئين ۽ آرٽ بڪوالڊ (Art Buckwald) تائين، سوين اديب هن فن جا ماهر مڃيا وڃن ٿا. يورپي زبانن ۾ والٽيئر (فرانس)، سروانتي (اسپين)، رختر (جرمني) ۽ ٻين ڪيترن جا مثال ڏيئي سگهجن ٿا، جن يوڳ، Humour کي ادب جي اعليٰ ترين سطح تي پهچايو.

اسان وٽ بہ سنڌي ادب جي اهڃاڻن کي جيڪڏهن صحيح ۽ سائنسي بنيادن تي ڇنڊڇاڻ ڪجي، تہ هڪ ڏاڍو دلچسپ ۽ سلسليوار يوڳ جي صنف جو ادبي مواد ملي ٿو جيڪو مختلف ڪتابن ۾ تذڪرن ۾ بياضن ۾ ٽڙيو پکڙيو پيو آهي. ڀٽائيءَ جي رسالي ۾ وڳنڊ ۽ ٻين فقيرن بابت ڪلام جو ئي مثال وٺو تہ اوهان کي ان جو سواد محسوس ٿيندو. اهڙيءَ طرح سنڌ جي سوين سگهڙن جي گفتن ۾ اوهان کي وڏو مواد ملندو. "حديقہ الاولياء" ۾ مرحوم حسام الدين راشديءَ، گرهوڙي صاحب متعلق هڪ روايت ڏني آهي تہ، هڪ دفعي مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي نماز جي تڪبير هن طرح چئي:

نہ ڇمي ها مارئي، نہ مارو پون ها مامري!

الله اڪبر

رڳو ان هڪڙي مثال کي ئي وٺو تہ ڏاهپ ۽ لطافت جو هڪ عجيب سمنڊ ڇوليون هڻندو تو نظر اچي.

ان پس منظر ۾ جيڪڏهن وتائي فقير جو اڀياس ڪريو تہ اوهان کي سنڌ جي عوامي ڏاهپ جو اکٽ خزانو يوڳ واري ادب جي صورت ۾ ملندو. يوناني، لئٽن، انگريزي يا فرانسيسي ۽ ٻئي يورپي ادب جا جيڪي ترجما جووينال کان سروانتي تائين پڙهجن ٿا، تڏهن بہ ڏاهپ، لطافت ۽ طنزيہ ادب جو اهڙو شاهڪار نہ ملندو جهڙو وتائي جي ڳئونءَ ۽ گڏهہ واري نقل ۾ آهي. اها ئي ڳالهہ آهي تہ ان نقل ۾ وتائي کي "ط"، سان "وطايو" لکي، ان ۾ کي همراه روحاني راز ويهي ٿا پروڙين. پر اها ڳالهہ تہ اهڙا يار بہ مڃيندا تہ ان ۾ هڪ عوامي معنيٰ، عوام جي تربيت ۽

ڏاهپ جو هڪ اعليٰ مثال پوڻ ٿي پوڻ ۾ اسان کي ڪجهہ سوچڻ تي مجبور ڪري ٿو.

ان ڪري جيڪڏهن اسان کي زندگيءَ جي سچ ۽ ڪوڙ جي پہ واٽي تي ڪنهن ڏاهي جي، اهميت جو احساس آهي تہ پوءِ وتائي فقير کي اها اهميت ڏيڻي پوندي، جيڪا هن کي عام مجلسن ۽ ڪچهرين ۾، سنڌ جي مجلسي زندگيءَ جي پس منظر ۾ آهي. پورهيتن، ڪمين ڪاسبين ۽ هٽ هنر وار عام ماڻهن لاءِ ڏاهپ جا موتي ورهائيندڙ هي اسان جو يار صدين تائين اسان کي زندگيءَ تي ٽهڪ ڏيڻ سان گڏ زندگي جا اصل درد بہ سيکاريندو رهندو.

## گڏهہ ۽ ڍڳي

وتائي فقير وٽ هڪ ڍڳي هوندي هئي، هو ڪيس روز گاهہ آڻي ڏيندو هو. اتفاق سان هڪ گڏهہ اچي هريو ۽ روزانو ڍڳيءَ جو گاهہ کائي ويندو هو. فقير ان کي هڪلي هڪلي ٿڪجي پيو ۽ جڏهن گهڻو بيزار ٿيو تہ، رب پاڪ کي سوال ڪيائين، "ڌڻي منهنجا! هن گڏهہ کي مار"!

صبح ٿيو تہ ڏسي تہ سندس ڍڳي مئي پئي آهي. فقير يڪدم گهران نڪتو ۽ وچي هڪ انڌي کي وٺي آيو. ان کي چيائين: "هي مئل جانور تہ سڃاڻ"!

هن هٿ لائي چيس: "هيءَ ڍڳي آهي".

ان تي ڪنڌ مٿي ڪري چيائين: "اي الله! انڌي کي بہ سڃاڻپ آهي تہ هيءَ ڍڳي آهي. وڏيڪ ڇا چوانءِ"!

# وتايو- سنڌ جو مزاج

**فـ. م لاشاري**

هن شخص کي خدا جي نانءَ تي ڦتل گدرو مليو. هن کي ميرن ڪپڙن سبب وهانءَ جي ڪاڄ ۾ شامل ٿيڻ نہ ٿي ڏنو ويو. هن جون دعائون ابتو اثر وٺي اگهامنديون هيون. هن ڏنو تہ سواريءَ جي دعا گهرڻ يا خواهش ڪرڻ تي ڪيس گهوڙيءَ جو ڦر پنهنجي پٺيءَ تي ڍوڻو پيو ٿو. جڏهن پنهنجي سڪيلڌي ڳئونءَ جو گاهہ گڏهہ کي کائي ويندي ڏٺائين تہ سندس دل مان گڏهہ جي مرڻ جو پاراتو نڪتو. نتيجو ان جي ابتڙ ٿيو. يعني، سندس ڳئون مري وئي ۽ گڏهہ وتائي کي ساڙ ڏيارڻ لاءِ ساڳيون پستيون هڻندو ٿي وتيو. هن شخص هڪ ريڇ کي پنهنجي ڪيسي تي بار سمجهي وڻ هيٺان پوري ڇڏيو ۽ واپسي تي وڻ جا لاهہ نڪتل ڏسي، شڪرانا بجا آندائين، تہ ڇڱو جو بچڙائيءَ مان جند ڇڏائي هئائين. نہ تہ اهو ساڳيو حشر سندس ئي ٿئي ها. هن همراهہ پيش امام جي نيت جو چور پڪڙي ورتو. تہ نماز پڙهائڻ ۾ سندس ڏيان ڪونهي ۽ پوءِ نڪري اچي ڏار تي بيهي نماز پڙهيائين، ڇو تہ هن کي نمائشي نماز نہ پڙهڻي هئي. هن کي جڏهن ڪنهن نڪاح جي رسم ويل ريوڙيون يا ڪارڪون ورهائڻ لاءِ چيو ويو تہ. هن پڇا ڪئي تہ ڪهڙي ورهاست ڪئي وڃي، خدا واري يا ماڻهن واري!

وتائي بابت تاريخون اسان کي ڪجهہ ئي نٿيون ٻڌائي سگهن. هو ڪهڙي سنہ جو شخص هيو. متس وات ڦاتوڙائپ سبب ڪهڙا عتاب نازل ٿيا هئا. روايتن کي هن ڪيئن متاثر ڪيو. تنهن جو تفصيل اسان کي معلوم نہ ٿو ٿئي، ڇو تہ تاريخون لکرائڻ بادشاهن جو ڪم هو.

پر هڪڙي ڳالهہ طئي آهي تہ وتايو جاگيردار قدرن واري معاشري ۾ رهندڙ شخص هو. مذهبي منافقي ۽ ڇوڙ ۽ ڪرڻ جي ٽڪراءَ جي وچ ۾ پيسجندڙ حالتن ۾ گهاريندڙ سڌو سادو ماڻهو هو. هو نہ سياستدان هو. نہ

امير هو نه جاگيردار هو نه وڏيرن سان هن جي اٿڻي ويهڻي هئي. هن جي ڳالهين ۾ اهڙي ڪا بوءِ به نظر نه ٿي اچي ته هن ڪنهن شاهوڪار جو سلام پريو هجي. هڪڙي اها ڳالهه به صاف آهي ته انهن ڏينهن ۾ رياست پنهنجي هاٿوڪي جوڙجڪ واري نه هئي. هر ڳوٺ، هر واهڻ ۽ هر وسنديءَ اقتدار جي مرڪز ڪان پريءَ پنهنجو پاڻ ۾ پاڙيري هئي. رياست ۽ ان جي ادارن جو سماج تي سڌو سنئون اثر نه هو. جيئن ڪا انساني آبادي اقتداري مرڪز ڪان پريءَ اوترو امن ۾. پر جاگيردار سماجي قدرن ۾ بنيادي اختيار ڇاڪاڻ ته سگهه کي هوندو آهي ۽ ڪنهن کي به چون چرا ڪرڻ جو حق نه ٿو پهچي، تنهن ڪري جتي ظلم هجي ٿو اتي رياڪاري ۽ منافقت به اوس هجن ٿا. چاپلوسي به ان سرشتي جي هڪ ئي نشاني آهي. مذهب جي ملان واري تشريح، سماج جي هر ڏاکي تي اسٽيٽسڪو يعني جيئن آهي، جتي آهي، وارن بنيادن تي اقتدار جي بچاءَ جو ڪم ڪندڙ آهي. ڪنهن کي قتل ڪرڻ کي واجب قرار ڏيڻو آهي ته مُلي جون خدمتون حاضر آهن. منصور کي چيچلائي مارڻو آهي، ته خدائي فوجدار حاضر آهي. سرمد جو سر وڍائڻو آهي ته به پرواهه ناهي. مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙائڻو آهي، تڏهن به ٺيڪ آهي. ان صورتحال ۾ سموري قديم توڙي اڄ واري زماني ۾ ڏاڍ جي بنيادن تي بيٺل ناجائز اقتدار کي پٺي ٺيڪ وٺرائي آهي. ائين اقتدار ۽ منافقت گڏجي لاڳيتو هراس، ڌهڪاءُ ۽ ڊپ واري حالت کي قائم رکڻ ۾ زمانن تائين مدد ڏني آهي، جنهن ڪري ماڻهن جي عقل واري ڳڻ کي اُپڙڻ کان روڪڻ ۾ مدد ملندي ٿي رهي. اها ئي حالت آهي، جتي منافقت کي راڄ ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو.

پر جتي دولت ۽ اقتدار، ماڻهپي کي هٽائي ان جي جاءِ وٺن ٿا، اتي دولت ۽ اقتدار جا ڏٺي فطرت جي سونهن ۽ ممتا پريل پلاين ڪان پري هٽي ٿا وڃن. انهن جي پيٽ ۾ عوام جي گهٽائي، پورهئي جي عمل سان جڙيل هئڻ ڪري فطرت جي انهن گڻن کي ويجهي هجي ٿي. جبلن، وارياسين ۽ اٽائيل ايراضين جي پيٽ ۾ زرعي معيشت واريون آباديون فطرت جي ممتا سان سڌي سنئين ڳانڍاپي ۾ هجن ٿيون. هنن جي مزاج تي "ڪٽي مان ڪيچ ٿيڻ" وارو متو وڏيڪ اثر ڪري ٿو. ان ڪري اهي ماڻهو مهمان نواز ۽ دل جا سخي ٿين ٿا، ساموون جهلين ٿا، نيڪيءَ وارن آدرشن لاءِ سرن جون سٽون ڏئي ڄاڻن ٿا ۽ پنهنجي قول کي پاڻي ڏيڻ جي ضرورت ۽ اهميت کي سمجهن ٿا.

سنڌ جي تاريخ تي نهار ڪبي ته. فطرت سان ويجهڙائي رکندڙ عوامي مزاج ۽ ان جي برابريءَ ۽ سخاوت وارن گڻن ۽ اقتداري مزاج مختلف وقتن تي هڪٻئي تي اثر ڇڏيا آهن. تاريخي حقيقتن ۽ سچائيءَ جي آثار تي ان ڳالهه جا سئو سيڪڙو امڪان موجود آهن ته جيڪڏهن سنڌ تي ٻاهريون هلائون نه ٿين ها, ته سنڌ جي برابريءَ ممتا, انسان ذات جي عزت ڪرڻ وارن گڻن کي نقصان نه پهچي ها. ٻاهرين هلائن جي ڪري ۽ مختلف حادثن, قتلامن, هلائن هتان جي مزاج کي هاڃاو رسايو. ظلم جي نتيجي ۾ سر بچائڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهائڻ, منافقي ۽ چاپلوسي ڪرڻ ۾ ئي سر بخت جي خير جو راز سمجهيو ويندو آهي, نه ته اسان وٽ ته سمن ۽ سومرن وارا سونهري تاريخي زمانا موجود رهيا آهن. شاهه جي سورمن ۽ سورمين جا داستان انهن ئي ڏينهن ۾ سرجيا آهن. نوري مهاڻي انهن ئي ڏينهن ۾ پنهنجي فضيلت جو قدر ڪرائي سگهي ۽ پٽ راڻي بڻجي وئي ۽ ڄام تماچيءَ کي پنهنجي طبقاتي حيثيت جي ابتڙ مهاڻيءَ کي پٽ راڻي بنائڻ ۾ ڪا هٻڪ نه ٿي. ان ئي انساني هلت جي ڪري ڪينجهر هندرو بڻجي سگهي هئي. ان ئي انساني شرافت ۽ ماڻهپي جي ڪري ٺٽي ۾ سوين درسگاهه هيون, هزارين چرخا چرندا هئا ۽ ڏيهه ۾ ساوڻ هئي. ٻاهرين هلائن, معاشرتي بدحالين ۽ بي انصافين جي ڊگهي سلسلي هر ڪم جو رخ ڦيري ڇڏيو. نه ته ٺٽي تي ترخانن جي هلائن خلاف معلم ۽ مولوي به وڙهيا هئا. چاڪاڻ جو هنن سمجهيو پئي ته اسان جي نهيل نڪيل گهر کي اجاڙيو پيو وڃي. لاڳيتو ڌارين راڄن, محلاتي سازشن ۽ دٻ دئونس سنڌ کي هيسائي ڇڏيو هو ماڻهو پنهنجي گڻن کان وڇڙ ڪا تي ويا.

پر ان سڀ ڪجهه هوندي به سنڌ تي ڪاهي ايندڙ اهي ڌاريا لشڪر اسان کان سنڌو درياءَ نه ڦري سگهيا هئا. سنڌو پنهنجي سگهه سان هن ڏيهه کي وسندڙ رکيو پئي آيو. ڌرتي, سنڌ نه ٿي ۽ ماڻهن پورهئي کي هٿان نه ڇڏيو. ائين ٻاهرين هلائن جي باوجود ڌرتي ۽ درياءَ ماڻهن کان منهن نه موڙيو. جنهن طرف ٿي سنڌوءَ وهڪرو ڦيرايو ته ماڻهو به سندس پنيان پنيان ئي هئا ۽ نيون وسنديون ٿي اڏايون. پر لاڳيتن ٻاهرين حملن جي ڪري, به مزاج ڌار ڌار ٿي نروار ٿيا ۽ انهن هڪ ٻئي جو مقابلو ٿي ڪيو. ويدانت ۽ تصوف قبل مسيح کان ڪي صديون اڳ کان ئي ذهني ڪنڊ ۾ اثر ڇڏڻ شروع ڪيا هئا. اهو عوام جو فلسفو لاڳيتي اقتدار ۽ ڌارين لاءِ مٽي جو سور هو.

صوفي پنهنجي دور جا سرڪش ماڻهو هئا. هنن جي فلسفي جي خاص ڳالهه ته، جيڪو ڪجهه ظاهر ۾ آهي، سو فريب آهي ۽ نظر جو دوکو آهي. اها حقيقت ڏانهن داخلي يا شخصي روش آهي، پر اهو فڪر ان وقت، ان لحاظ کان معروضي يا حقيقت پريو هو جو هنن جنهن شيءِ کي فريب ۽ نظر جو ڌوکو ٿي سمجهيو سو سندن موجود سماجي سرشتو هو جنهن سرشتي ۾ ڏاڍ ۽ منافقت هئي. ان ئي حساب سان نتيجو ٿو نڪري ته ڏاڍ ۽ منافقت جي ڪا حقيقت ڪانهي. اکيون ڪولي چڱيءَ طرح سان ڏسو منافقت جي اقتدار کي نه مڃو يا پين لفظن ۾ ان کي ختم ڪريو ڇو ته اهو فريب آهي ۽ اهو ختم ٿي سگهي ٿو.

اهو ئي سبب آهي جو صوفين جي مزاج ۾ انسانن جي عزت جو جذبو موجود هو. هنن جا قدر رائج قدرن کان مختلف يا انهن جي ابتڙ هئا. هنن جو ڇوڙ هو ته بادشاهن ۽ طبقن واري دنيا، موهه جو گهر آهي، جيڪا حقيقت تي جهڳيءَ ۾ ڦيڻ وانگر چڙهي آهي. حقيقت محبوب يا سچ جي دوکي ۽ فريب ۾ لڪل آهي. يعني، ماڻهوءَ جي مراد پوري ٿيڻ جي راهه ۾ اهو سرشتو، وهنوار يا اقتداري مزاج هڪ رنڊڪ بڻيل آهي. ويدانيت يا تصوف جو هڪ ٻيو اهم نُڪتو آهي:

> "سموريون حقيقتون جيڪي مختلف طريقن سان ثابت ڪري سگهجن ٿيون، تن جا ڳانڍاپا (Attributes) موجود آهن ۽ لاڳاپن کان سواءِ ڪابه حقيقت ثابت نه ٿي سگهجي."

(حوالو: انڊين فلاسافي اينڊ ماڊرن ٽائيمز)

اصل ۾ تصوف فلسفي کان وڌيڪ هڪ هلت آهي، زندگي ڏانهن هڪ وهنوار ۽ اٿڻ ويهڻ جو ڍنگ آهي. برهمڻيت جي خلاف ٻڌ ۽ پوءِ ويدانت اچي ٿي ۽ ڪٽرپڻي خلاف تصوف جي روش آهي. اها روش ننڍي کنڊ ۾ قبل مسيح کان ست کن صديون اڳي موجود هئي. ان ڪري اسان وٽ وتايو هر زماني ۾ موجود رهيو آهي. اهو سنڌ جي مزاج جو دائمي ۽ پڌرو مظهر آهي. هر ڳوٺ ۾ اڄ تائين اهڙا وات ڦاٽوڙا، دهل تي ڏونڪو هڻي ڳالهه چوڻ وارا ماڻهو اسان کي ملندا. جن وٽ رک رکاءُ صفا ڪونهي. غلط ڳالهه ٿي ناهي ۽ هنن ڦهڪايو ناهي. ائين ئي وتايو اسان جي معاشري ۾ دليل ۽ ڏاهپ کي عام فهم ۽ وڻندڙ انداز ۾ پيش ڪرڻ جو

ماهر. هو جڏهن روايتي فڪري سرشتي خلاف دليل سان حملو ٿو ڪري، تہ ڪنهن کي بہ ان جي مخالفت ڪرڻ جي همت نہ ٿي ٿئي. هو دنيا کي ڳجهارت ٿو ڏئي تہ دوزخ ۾ ٽانڊو ڪونهي ۽ هر ڪو پنهنجي گنهگار افعالن سان پنهنجي لاءِ عذاب پيدا ڪري ٿو. وتائي جي فقط ان ئي هڪڙي نُڪتي کي ويهي نروار ڪجي تہ ان منجهان ئي دنيا کي هڪڙي واٽ ملي سگهي ٿي. ان حساب سان وتايو هر ماڻهوءَ کي پنهنجي عملن لاءِ پاڻ ذميوار ڪري ٿو. سرڪاري فيصلن ۽ فتوائن جي بنياد تي ان طرح سان هو گهات هڻي ٿو. انصاف ۽ اخلاق جو مڪمل ضابطو پيش ڪري ٿو. سزا ۽ جزا جو ڏار سرشتو بہ وتائي جي ان هڪڙي ئي نُڪتي مجهان جنم وٺي ٿو. ان ليکي سان هو خدا ۽ انسان جي وچ ۾ سڌو ڳانڍاو پيدا ڪري، پنهنجي دور جي حساب سان مذهب جو وڏ ۾ وڏ جمهوري تصور ڏئي ٿو جتي آپيشاهي جي وجود جو ڪو جواز نہ ٿو رهي. ڇاڪاڻ تہ اتي سزا جو تصور، اڪيلو يا ڏار ناهي، تہ جنهن کي وٺي تنهن کي ڪاٺ ۾ وجهي ڇڏجي. ڇو تہ سزا، عمل جي نوعيت سان ڳنڍيل آهي ۽ ائين خدا بہ ڪنهن کي سزا نہ ٿو ڏئي، جيسين اهو شخص پنهنجي لاءِ پاڻ اهڙي چونڊ نہ ٿو ڪري. جيڪڏهن ٿورو ويچار ڪجي تہ منصور، سرمد، بلاول ۽ تاريخ جي لکين بي ڏوهہ شهيدن کي مليل سزائن جي خلاف. اهو هڪڙو ئي فيصلو صادر ٿي ٿو وڃي. معنيٰ تہ جيڪڏهن انهن شخصن ڪو ڏوهہ ڪيو هو تہ ڪين سزائون ڏيڻ جو اختيار اخلاقي لحاظ کان وقت جي حاڪمن کي نہ هو. "هر ٻڪري پنهنجي پائي ٽنگبي." يا "هر ڪو پنهنجي قبر ۾ پاڻ پوندو." ان ئي نُڪتي جون ٻيون صورتون آهن. اهو سنڌ جي ماڻهن جو مزاج آهي ۽ وتايو ان مزاج جو نمونو آهي. هن جون ڳالهيون سنڌ جي فلسفي جي اوائلي صورت آهن.

هڪڙي ڳالهہ اها بہ ڏيان ڏيڻ جهڙي آهي تہ جڏهن اقتداري طبقي کي وتائي جي مخالفت لاءِ ڪو دليل، ڪا واٽ نہ ٿي سُجهي، تہ هو ڪيس درويش چئي ڪانئس جند ڇڏائين ٿا. جيڪڏهن اها ڳالهہ ڪٿي مڃجي بہ. تڏهن اهو ڪهڙو درويش هو جنهن کي پوليس وارو گهوڙيءَ جو ڏر پيو ڪٽائي يا جڏهن هن پاڻ کي ڪنهن وڏيري يا حاڪم جو ماڻهو سڏائڻ بدران خدا جو ماڻهو سڏايو. تہ ڇڪي ڪٽي ڪيس اڳيان ڪيائون. هو جيڪڏهن درويش ئي هو

تڏهن بہ سڳي ڏاڍي ۽ تعويذ ڦيڻن کي پنهنجي ڪاروبار جو ذريعو نہ بڻايائين. ان ڪري وتائي جي درويشي بہ روايتي نہ هئي.

جاگيردار دور جي سموري تاريخ ۾ سرڪش، باغين ۽ پير تي ڏنڪو هڻي ڳالهہ چوندڙ شخصن کي درويش ۽ مست سڏيو ويو آهي. "ڪنگڻ ۽ ڪڙڪڻ ڪان سواءِ خدا بہ ڪجهہ نہ ٿو ڏئي" واري وتائي جي ڳالهہ مفت خورن ۽ ڏاڍ سان دولت گڏ ڪندڙن جي منهن تي چماٽ آهي، جيڪي چون ٿا تہ خدا جنهن کي جيترو وٽي ڏئي ڇڏي. وتايو اها ڳالهہ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهي ۽ عملي طرح تجربو ڪندي چوي ٿو تہ ائين خدا بہ ڪنهن کي ڪجهہ نہ ٿو ڏئي.

وتائي وٽ زندگي گذارڻ جو هڪ مڪمل اخلاقي ضابطو آهي ۽ ائين وتايو اسان جو هڪ دائمي ۽ امر ڪردار آهي.

# وتائي فقير جي وقت ۾ سنڌ جي حالت

اڪبر سومرو

عام طرح اسان جي قوم جي ماڻهن وتائي فقير کي رڳو چرچائي سمجهيو آهي، جيڪو ويٺو هر ڳالھ تي ٽوٽڪا ٺاهي، ٽوڪ ڪري ماڻهن کي کلائي ۽ بس! هو شاعر اديب يا مدبر بہ نہ هو ۽ نہ وري چلا ڪيندڙ بزرگ هو. برعڪس ان جي وتايو فقير هڪڙو عظيم صوفي منش ۽ دانش جو ڏٽي، نڪتہ سنج ۽ نڪتہ شناس، پنهنجي وقت جو عظم ڏاهو ماڻهو هو. دانش ۾ علم پرايل. يعني دفتر پڙهيل ۽ ڊگريون ورتل عالم نہ ئي سهي، پر تجرباتي علم پرايل ۽ عالمانہ گفتار جو صاحب ضرور هو. مدبر نہ ئي سهي، پر وقت شناس هو. شاعر ۽ اديب نہ ئي سهي، پر ادبي ڪماليت اهڙي حاصل هيس جو سندس سنجيده مقولا ۽ معاشري جي اوڻاين تي ڪيل ٽوڪزني اسان جي سنڌي ڪلاسيڪي ادب جو هڪڙو اهم حصو بڻجي چڪي آهي.

وتائي فقير جون معنيٰ خيز ۽ سنجيده چوٽيون جيڪي ٽوٽڪن جي صورت ۾ اڪثر عام جي زبان تي اينديون رهن ٿيون، سي سنڌي معاشري جا وڏا الميا ظاهر ڪن ٿيون. جيئن سندس مٺائيءَ واري کي اک ۾ آڱر هڻڻ وارو واقعو. جنهن ۾ هن مٺائيءَ واري کي اک ۾ آڱر هڻي تہ ڪيس مٺائي واري چيو "فقير انڌو ٿيو آهين ڇا؟" وتائي وراڻي ڏني، "هيڏيون مٺايون اڳيان رکيو ويٺو آهين، ذرو ڪائين بہ نہ ٿو. هاڻي انڌو تون آهين يا مان؟" اسان مان ڪيترا پنهنجين حالتن آڏو ائين انڌا رهيا آهن. جيئن مٺائيءَ وارو اڳيان هوندي بہ انهن شين بابت ڪجھ سوچي ۽ ڪري نٿي سگهيو. جنهن کي وتائي اکين ۾ آڱر هڻي متوجہ ڪيو ۽ اکين هوندي واريءَ انڌائيءَ کي ضمير جي انڌائيءَ ڏانهن ڌيان ڇڪايو.

وتائي فقير لوڪ ڪهاڻين يا ڳالهين وانگيان پنهنجا ڪردار نہ جوڙيا اهن. پر زندگي جي عام وهنوار ۾ چرندڙ ڦرندڙ انسانن ۽ انهن جي عملن جي

آڏار تي، عام مسئلن ۽ حالتن جا مامرا ويهي ڦلوريا آهن. ۽ انهن مامرن ۾ وري ڪي خاص نُڪتا ويهي اسان کي سمجهايا آهن.

هن سنڌ جي عام ماڻهن ۾ هڪڙو تاريخي شعور ۽ سمجهه پيدا ڪرڻ ٿي چاهي، جنهن جي ان وقت توڙتي هر دؤر ۾ خاص ضرور رهي آهي.

وتائي فقير جي چوٽين ۽ ٽونڪن ۾ ڪافي نقل نظير گهڻن اهڙن ماڻهن جا ٻه ڪٿي تنبيا ويا آهن، جن کي "سُر درباري" ۾ ڳالهائڻ جي وڏي مهارت حاصل هئي. اهڙن ماڻهن جي اهڙين لکتين ۾ يقيناً سواءِ مسخري جي ڪا ٻه نصيحت نٿي ملي، پر وتائي فقير جي هر چوٽي ۾ پڙهندڙ کي سندس شخصيت ۾ انساني يا سنڌي سماج جي دل جو گهرو ادراڪ ملي ٿو.

وتائي فقير جي جنم ۽ وفات جي ڪا صحيح تاريخ شايد اجا تائين معلوم نہ ٿي سگهي آهي، تہ بہ ايترو سو پرو پوي ٿو تہ فقير صاحب سما دؤر جي آخر ڏاري ۽ ارغونن جي شروعات واري دؤر ۾ بقيد حيات هئا. سنڌ جو اهو دؤر رياستي فسادن، اندروني خلفشارن ۽ ٻاهرين جارحن سان گڏ مذهبي ڪترپڻي ۽ منافرت وارو دؤر ليکجي ٿو. تاريخ جو اهو دؤر بہ يورپ جي سورهين ۽ سترهين عيسوي صدي واري دور جيان هو.

جيڪڏهن وتائي جي موجودگيءَ کي سما دؤر جي پڇاڙيءَ ۾ تسليم ڪجي تہ پوءِ انهي چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ. وتائي فقير جي دؤر ۾ سنڌ جي حالتن ۾ بہ وڏا مونجهارا ۽ مسئلا يا سماجي ۽ سياسي بحران (Crisis) نظر اچن ٿا. جن مان پهريون هو سنڌ جي سرزمين تي ارغونن ۽ ترخانن جي رتوڇاڻ ۽ قبضو ۽ سنڌ جي مقامي حڪمراني جو خاتمو تہ ٻي بہ اهڙي ئي ڳنڀير مذهبي صورتحال هئي، جنهن ۾ مذهبي گروه بندين جي پرچار کي ڇاٽي ٻجهي وڌايو ويجهايو ويو جنهن سببان مقامي اتحاد کي ڇيهو رسيو. ڏارين جي جلهہ ۽ مذهب جي آڏار تي پيدا ڪيل حالتن ان دؤر جي سماج ۾ بي يقينيءَ جي ڪيفيت پيدا ڪئي. ان جا اثر اڳتي هلي تعصب ۽ تنگ نظريءَ جي صورت ۾ ظاهر ٿيا. ان وقت جي انهن حالتن کي تبديل ڪرڻ ۾ سنڌ اندر صوفين جي تعليم، خصوصاً نظريہ وحدت الوجود نهايت ئي اهم ڪردار ادا ڪيو. اهو ئي سبب آهي جو سما دؤر کان وٺي ڪلهوڙن جي پوئين دؤر تائين اسان کي سنڌ اندر بزرگن جي وجود، انهن جي فيض ۽ تعلم جي ٻالوٽ نظر اچي ٿي، جنهن جا سنڌي سماج جي اندر بهتر نتيجا نڪتا.

ٻئي طرف رياستي اقتدار جي زوال جا سبب هي هئا تہ سمن جي حڪمران ڄام نظام الدين جي پٽ ڄام فيروز ۾ حڪومت ڪرڻ جي اهليت تمام گهٽ هجڻ ڪري، سندس دؤر ۾ نہ صرف گهرو افراتفري عروج تي رهي، پر ڌارين کي پڻ سٺو موقعو ميسر ٿيو. اهو هن طرح جو پاڻ مغلن ۽ ارغونن جي هڪڙي ڀاڄوڪڙ ٽولي کي پناهہ ڏيئي ٺٽي ۾ رهايائين ۽ مهمان نوازيءَ جو روايتي حق ادا ڪيائين. انهن ئي ماڻهن نمڪ خواريءَ جو فريضو ادا ڪندي شاهہ بيگ کي سنڌ تي حملي ڪرڻ جي ترغيب ڏني. اهڙيءَ طرح سنہ 921هہ يعني 15 صدي عيسويءَ ۾ شاهہ بيگ ارغون هڪ هزار سوار ڌاڙي هڻڻ لاءِ سنڌ ۾ موڪليا. جن اچي 'ڳاهن' ۽ 'باغبان' جي ديهن کي ڦريو. ان بعد 927هہ شاهہ ۾ بيگ ٺٽي تي حملو ڪيو. ڄام فيروز پنهنجا ٻار ٻچا ٺٽي ۾ ڇڏي، پير پٺي ڏانهن ڀڄي ويو. مخدوم جعفر بوبڪائي انهيءَ حادثي جو سال 'خرابي سنڌ' جي لفظن ۾ قلمبند ڪيو.

يقيناً جيڪڏهن وتايو فقير انهي دور يا ان کان پوءِ ڪلهوڙن جي اڳ واري دور جي وچ واريءَ ڪڙيءَ ۾ هو تہ پوءِ سندس اهي نقل جن ۾ حقيقت پسندي ۽ ڪيترين ڳالهين ڏانهن اشارا آهن، اهي ذهني سجاڳي جو هڪ ذريعو بڻيا هوندا. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جي اهڙين حالتن ۾ يقيناً وتائي فقير سندس اڳيان هن خطي جي امن ۽ اتحاد کي ٽٽندو پرندو ۽ وکرجندو ڏٺو هوندو ۽ پڪ سان متس پڻ انهيءَ "خرابي سنڌ" واري حالت اثرانداز ٿي هوندي. ان وقت جي سنڌ جي مقامي حڪمرانن کان حڪومت ڦرجي ڌارين جي هٿ وس ٿيڻ بہ ڪا گهٽ ڳالهہ نہ هئي، اها مڪمل غلاميءَ ۽ ڪسمپرسيءَ واري صورتحال هئي.

وتائي فقير پنهنجي علمي ۽ عقلي چوٽين، ڳالهين ٻولهين يا ويچارن سان سنڌي معاشري ۾ پيل دوئي ۽ دولاب کي پنهنجي تنقيد جو نشانو بڻايو ۽ ماڻهن کي صالح ايمان قائم ڪرڻ لاءِ سمجهايو. وتائي ملا جي تنگ نظري ۽ سماج جي غلط قدرن تي تنقيد ڪئي ۽ عام ماڻهن کي حقيقت جي سمجهڻ لاءِ اهڃاڻ ڏنا. انهيءَ لحاظ کان وتايو فقير هڪ عظيم انسان جي حيثيت سان تاريخ ۾ چمڪندو نظر اچي ٿو.

# وتائي فقير جو سماجي شعور

قلندر لکياري

آدجڳاد کان اڄ تائين انساني تهذيب ڏکن ڏولاون جي اوجهڙ مان پار نہ پئجي سگهي آهي. دولت جو درندو انسانيت کي چچريندو، چٿيندو چيريندو، ڦاڙيندو، تان۽ ۽ تاڏون ڏيندو اڄ بہ من مستين ۾ مصروف آهي. طاغوت ان جو نالو آهي. هڪ لک چوويهہ هزار نبين، مجاهدن ۽ ولين، سياڻن ۽ سوچيندڙن الله اڪبر جون اذانون ڏنيون، لا اله الا لله جو انقلابي علم بلند ڪيو، سوريون سينگاريون، صعوبتون سٺيون، پر انسانيت انهي۽ ئي طرح (خدا واحد کان منهن موڙيندي) دولت جي ديوتا اڳيان سربسجود آهي ۽ موذي۽ جون مهميزون سر تي سهندي اچي. دولت، طاغوتي تهذيب جي معبود ۽ محور هوندي آهي ۽ ايوان اقتدار ان جي عبادت گاهہ رهي آهي. عزت ۽ احترام جو انعام ان تي ايمان آڻيندرن (۽ خدا سان ڪفر ڪندڙن) لا۽ مخصوص رهيو آهي. جڏهن تہ ڏک ڏولاوا، ذلتون ۽ رسوائيون ان سان ڪفر ڪندڙ (۽ خدا تي ايمان آڻيندڙن) جي ئي پلئہ پيا آهن. تڏهن بہ کهڙا نہ عجيب آهن هي قلندر ماڻهو جي "وهہ پسئو وهسن گهڻو" ۽ "جو ورنهہ وهاتي، سو سر وڃ سرو ساهنگو" چئي ڳڏڪارا ڪريو وڃي سوري سينگارين. "اڳيان اڏين وڃ، پوين سر سنباهيا." چي: "سي ڏڙ پسي سڏ، ڪنهن اياڳي نہ ٿئي." ڪڙين ۽ بيڙين ۾ ڏک کان ڏوڙو سرور ملين. "نير منهنجو نينهن، اجاري اڃو ڪيو." مطلب تہ هنن مستن جا معيار ئي پنهنجا: "جا عمر تو مل عيد، سا اسان سو۽ ورتي سومرا."

"خدا رحمت ڪندا ين عاشقان پاڪ طينت را."

تہ عرض پئي ڪيم تہ انساني تهذيب جي سموري تاريخ دراصل انهي۽ ئي ڪافرانہ طاغوتي تهذيب جي ڪارستانين، بلڪ سياہ ڪارين جي دردبلي داستان جوئي نالو آهي. سمورا قديم آثار، ڪنارا ۽ ڪوٽ، دڙا ۽ پڙا،

اهرام ۽ عمارتون، محل ۽ ماڙيون، جن کي انسان پنهنجو سرمايءِ صد افتخار سڏيندي ڏاڍپي ٿي ڪونہ ٿو انهيءَ تهذيب جا اهڃاڻ آهن. جيڪا انساني بيگر، هيٺن جي هڏ ۽ چمر، رت ۽ ماس تي تعمير ٿيل آهي. پر شيطان جي آنڊي ڪان ڊگهي ۽ دانگيءَ جي پٺ ڪان ڪاري، انهيءَ اونداهي سفر ۾ ڪٽي ڪٽي ڪو ڏيو يا ڏياٽي واڃن واچوڙن سان برسر پيڪار بہ پيو نظر ايندو:

ستيزه ڪار رها هي ازن سي تا امروز،
چراغ مصطفي سي شرار بو لهبي.

هاڻي مانُ مٿانهون ڪنهن جو، چوڙيلين جي چؤنرن جو يا محلن ۽ ماڙين جو؟ سيٽن جو يا سون جو؟

ٻنهي جهانن جي سردار صلي الله عليه وسلم هڪ انقلاب آندو، هڪ معاشرو ترتيب ڏنو، هڪ تهذيب جاري ڪئي، جنهن جو بنياد طاغوت سان ڪفر ۽ الله تي ايمان تي هو. هتي اقتدار جي صاحب سچي عمر جهوپڙيءَ ۾ گذاري، چتين لڳل لباس پهريندو، فاقا ڪيندو رهيو. سخت پورهيو ڪري سخا جو درياءُ وهائيندو، نوازيندو رهيو.

ڪکيءَ هاٽيون ڪاريون، ڇڇيءَ هاٽا ڇج،
پاند جنين جو پاند سين، لڳي تہ ٿئي لڄ،
سمو ڄام سهج، اُيو ڪري ان سين.

بعثت نبوي صلي الله عليه وسلم انقلاب وانگر لاجواب هئي:

سردارن کي "تَبَّتْ يَدَا أَبِي لَهَبٍ وَتَبَّ" جي ڳُن ۾ ڪيرايائين تہ حبشي غلام کي سيدنا بلالؓ جي رتبي تي رسايائين:

ڪوءِ سميون، ٻن سومريون، جي اچن اونچي ڳاتِ،
ورسي ڪينجهر ڄائيون، جن تماچي جي تاتِ،
راٽين ملا راتِ، ماڻڪ مي پرائيو.

پر طاغوت وري بہ صحتمند سيل (Cell) اندر وائرس(Virus) وانگر پيهي ويو ۽ اڌ صديءَ کان ٿوروئي اڳيان ڪناري ۽ ڪنڌ جي راند وري شروع ٿي. طاغوت جا عبادت گاه، محل ۽ ماڙيون، درٻارون ۽ درٻان، وري بہ اڏيا ۽ ايا ٿيا. شاه و گدا، محمود و اياز ڏاوا ۽ بکيا، ونهيا ۽ ولها ڏاڍا ۽ هيٺا، وري ويڇا وڌيا. اها ئي الٽي گنگا، اهو ئي ڪتي جو پڇ. اها ئي "جتي دي ڪوتي اُتي آڻ ڪلوتي." اچو پاٽي لڙ ٿيو ڪالوريو ڪنگن.

حبيبن هيڪار، منجهان مهر سڏ ڪيو،
سو مون سڀ ڄمار، اورڻ اهو ئي ٿيو.

اهڙيءَ گهُٽ ۾ ٻاٽ واريءَ فضا ۾ علماءَ حق صوفين ۽ مجاهدن جا قافلا طاغوتي طاقت کي لڪاريندا، حق جي علم کي بلند رکندا ۽ "الفقر فخري" جي معيار کي قولاً ۽ عملاً زنده رکندا ۽ پکيڙيندا آيا. مزاحمت جي هيءَ تحريڪ:

جهڙو پنهون پاڻ، تهڙي سڄا ساٿ جي.

اصل اسلامي فڪر جي تبليغ ۽ ترويج لاءِ سلسلءِ فقراءِ تصنيفات، ملفوظات، شاعري، علامات (Symbols)، ريتن (Rituals) وغيره جو هڪ وڏو خزانو ڇڏيو آهي:

واڄٽ ويراڳين جا، مون وٽ وڏو مال،
مقالا مهند ٿيا، ڪونهي وٽن قال،
حاصل جنين حال، آءُ نه جيئندي ان ري.

اسين ننڍي هوندي وتائي فقير کي وتايو ولي به ٻڌندا ۽ چوندا هئاسين، سو هيءَ فقير به مجاهدن جي انهيءَ سلسلي جو هڪ روشن ستارو آهي، جنهن ڪن ٻين بزرگن وانگر وري صدين کان مروج عام فهم، دلنشين، سادو ۽ سلوڻو ٽوٽڪائي طريقو اختيار ڪيو. جيڪو ڪل پيڪ ۾ مقبول عام ٿي، اهل زر ۽ اهل اقتدار جي (بظاهر) مضبوط قلعن ۽ ڪوٽن ۾ ناقابل مرمت ڏار وجهيو ڇڏي.

حضرات، آءُ نه محقق آهيان، نه تاريخدان، نه ئي ڪو عالم يا دانشور (باقاعده لکڻ جي ابتدا به هن ئي مهيني کان ڪئي اٿم ۽ هيءَ منهنجي ٻي لکڻي آهي، جنهن کي مقالو به سڏجي يا نه، اهو به اوهان تي ئي آهي.) فقط هنن لائق صد احترام بزرگن جو نالائق معتقد. بهرحال هن فقير جي ٽوٽڪن مان مون کي اها ئي سڳنڌ حاصل ٿي آهي، جنهن جو ذڪر مون مٿي ڪيو آهي.

وتائي فقير جي ٽوٽڪن مان هن جي پختي سياسي ۽ سماجي شعور جي پروڙ پوي ٿي. هن اهل دل بزرگ جي حساس سيني ۾ ابن آدم لاءِ اٿاهه احترام ۽ پيار آهي، جو انسان ۾ "امر ربي" ۽ ان نور جو جلوو پسي ٿو جنهن هن کي ملائڪن جو مسجود بنايو هو. ليڪن انهيءَ ئي انسان کي (ثُمَّ رَدَدْنَاهُ أَسْفَلَ سَافِلِينَ) هو غير الله دولت جي چانئٺ تي سجده زير ۽

نتيجتاً ذليل ۽ رسوا. جيئري ئي جهنم جي عذاب مبتلا ڏسي (سندس ئي چواڻي تہ دوزخ ۾ تہ ٽانبو آهي ئي ڪون) هن جي من ۾ مانڊاڻ مچي ٿو. اندر ۾ اڌما اٿن ٿا. وجوڙ ۽ ولوڙ پوي ٿي، بي چين ۽ بيقرار ي هو وڏي سڏ واڪا ڪري ٿو. صداءِ احتجاج بلند ڪري ٿو:

رڃن ۾ رڙ ٿي، ڪر ڪرڪي ڪونج،
نعرو منجهہ نڪونج. اي تان آه عشق جي.

[ يا ]

جي هيان هوت پنهونءَ سين. مون جيئڻ ملاقاتِ،
ٻانهن وجهي واتِ. ريهون ڪيانِ رڃ ۾.

هڪ ماهر نبض شناس وانگر هو انسان کي سندس سموري پيڙا جي اصل سبب کان آگاهہ ڪري ٿو ۽ ان جو ڪامل ۽ شافي علاج ڏسي ٿو. ڪيڏي نہ وڏي ڳالهہ. کهڙي نہ سادي پيرائي ۾ ڪري ٿو! ڪيڏو نہ املهہ نسخو ڪيئن نہ بي ملهہ ڏئي ٿو!

طوالت جي خوف کان آءٌ هتي صرف سندس چند ٽوٽڪن جي تشريح انهيءَ ئي پس منظر ۾ عرض رکندس.

فقير گدري خريد ڪرڻ واري ٽوٽڪي ۾ اسان جي اسلامي دعوائن جا پول پڌرا ڪري ٿو. خدا جي نالي سڙيل گدرو تہ ٽڪي ۾ وڏو ۽ پڪو! هتي تو کان تہ ٽڪي جو ملهہ بہ مٽي آهي! فقير سور وچان رڙ ڪئي. اُپ ڏانهن آگر سجڻ اجائي. اسين ڪنهن جي پوڄا ٿا ڪريون؟ خدا واحد جي يا زر جي؟

وري لڳي ڳوٺ کي باهہ. فقير رلي ۽ تڏو لوٽو ۽ لٺ کڻي وڃي ڀَڀ تي ويٺو. ماڻ (جنهن جو ذهن زماني سان هم آهنگ هو) کي سمجهائڻ جو هيءَ سهڻو موقعو هو. ڪيئن مٺو ڪائي چڙينديءَ هئي تہ گهر ۾ بہ ڪو چلر چوڏو گڏ ڪريون! هاڻي ڏسين ٿي انهن جا حال. جن ميڙي چونڊي (حال ۽ حرام جي تميز وساري) ڪٺي ڍڳ ڪيا آهن؟ آهن نہ نسوري ويل ۾؟ ۽ پاڻ کهڙا نہ سکيا ۽ بي اونا ويٺا آهيون!

مال ۽ دولت جي ڪوڙي خدا جي بي وفائي ۽ بي ثباتي جو کهڙو نہ سلوڻو سبق آهي. ۽ انسان ذات کي تنبيهہ تہ سڀ آزار ۽ سيني مصيبتن جي جڙ بيشڪ دولت ۽ فقط دولت ئي آهي. سڪون ۽ اطمينان آهي تہ فقط استغنيٰ ۾. توڪل ۾ ۽ اتفاق في سبيل الله ۾ آهي.

فقير جو ريپيو اڪ جي پاڙ ۾ پورڻ ۽ موتندي ان جا لاهہ پٽيل ڏسي اطمينان جو ساهہ کڻڻ وارو ٿوٽکو ڪيئن نہ وڏي واڪي اسان کي زرپرستيءَ جي خطرناڪ انجام کان آگاهہ ڪري ٿو! دولت آخرڪار لاهہ پٽيو ڇڏي. جيئن وڻ جو پاڙ کان رشتو ڪٽجي ويو. تيئن انسان جو بہ روح سان رشتو منقطع ڪريو ڇڏي. پوءِ روحاني موت ڪيڏو نہ برو آهي. جسماني موت کان! خود جسماني طور بہ دولتمند ڪيترن نہ خوفن ۽ خطرن ۾ گهيريل آهي! هو جڏهن شاهينگن جي ور چڙهيو وڃي تہ پوءِ سندس حال بہ انهيءَ اڪ کان گهٽ تہ ڪونہ ٿو ٿئي نہ؟

۽ پوءِ فقير چور جا پيرا کڻڻ ڇڏي، قبرستان ۾ وڃي ان جو اڳ جهلي ويهي رهيو. "ايندو نيٺ هتي نہ؟" هن نتيجو ڪڍيو تہ اسين سڀئي چور ئي تہ آهيون! (حلال حرام جو سنڌو وساري) حصول دولت پٺيان سرگردان. نہ ڏينهن ڏسون. نہ رات. وساري ڇڏيوسين پنهنجو ماڳ. اتي ئي تہ آخر موٽڻو آهي. پوءِ گڏ ٿيل دولت مان گهٽو اڳتي ڪٽي ويندا سين ۽ جيڪو ڪجهہ ڪمايوسين. ان جو حساب ڪتاب بہ تہ ڏيڻو آهي.

حميرن حساب. ڪوه چاٽان ڪيهو ٿيو.

پوءِ جي هٽ هٽون تہ:

ڪائو ڪمايوم، موتي مون نہ وٽجئا.

تنهن کان سياٽپ انهيءَ ۾ آهي تہ:

وکر سو وهاءِ، جو پٽي پراٽو نہ ٿئي،
ويچيندي ولات ۾، ذرو ٿئي نہ ضاءِ،
ساڪا هڙ هلاءِ، آگهہ جنهن جي ابهين.

آهي ڪنهن ۾ همت، جو وتائي وليءَ جون ڳالهيون ٻڌي سگهي ۽ ٻڌائي سگهي!

# وتايو فقير ـ سماج سڌارڪ جي حيثيت ۾

ڊاڪٽر سليمان شيخ

ڪروڙين سالن کان انسان هن ڌرتيءَ تي موجود آهي. هن طويل تاريخي ۽ قبل تاريخ عرصي ۾ الائي ڪيترا انسان آيا ۽ شيڪسپيئر جي چواڻي پنهنجو ڪردار ادا ڪري، هن اسٽيج تان هليا ويا. عام طور ڪنهن کي هڪ صدي اڳ پنهنجي خاندان جي فرد متعلق به ڄاڻ ڪانهي، پر ڪي اهڙا ڀاڳوان انسان به پيدا ٿيا آهن. جن کي قدرت دوام ڏيئي ڇڏيو آهي. جيڪي هر دور ۾ ڄاتا سڃاتا وڃن ٿا.

اسان جي سنڌي معاشري ۾ شاهه لطيف کان پوءِ ڪنهن انسان کي عوامي سطح تي مڃتا ملي آهي ته اهو وتايو فقير آهي، جنهن جا نقل ۽ دانائيءَ جا گفتا هر خاص و علم جي زبان تي ملن ٿا ۽ هر هڪ لطيف جي بيتن وانگر انهن نقلن جا روحاني راز ڳولڻ ۾ لڳو پيو آهي.

محققن اڃا اهو قطعي فيصلو ئي نه ڪيو آهي ته فقير جو نالو 'وتايو' آهي يا 'وطايه' آهي. هي بزرگ مسلمان هو يا هندو؟ ڪهڙي دور ۾ موجود هو؟ اهڙا ڪئين سوال اسان کي علمي ۽ تحقيقي ادارن ۽ دانشورن تي ڇڏڻ گهرجن. سڀ کان اهم ڳالهه جيڪا هن بزرگ کي مقبول بنائي سگهي آهي، اها آهي سنڌس کل ڀوڳ واري عادت.

هن ڏکوئيل دنيا ۾ جتي هر ڪو پنهنجي پنهنجي مسئلن ۽ مونجهارن ۾ مبتلا آهي، اتي ڪنهن کي پئي آهي ته ويهي ڪنهن جا ڳوڙها اگهي، ڪنهن کي کِلائي. سنڌس گوندر گم ڪري هر دور ۾ ڪي اهل دل هوندا آهن. جيڪي پنهنجن ڏکن، نراسائين ۽ ناڪامين کي مزاح جي پردي ۾ ڍڪي عام کي خوشين جا خزانا عنايت ڪندا آهن. وتائي فقير جي نقلن مان به ائين ٿو لڳي ته هي درويش انسان هر ماڻهوءَ جي زخم کي ته ڇيڻ جي حيثيت ۾ نه هو پر هر هڪ لاءِ هڪ اهڙو خزانو ڇڏي ويو آهي. جيڪو ڪيس ڪنهن حياتي گهارڻ لاءِ ڪو وسيلو بڻجي سگهي.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ ڀيري فقير ڪنهن دعوت ۾ ويو. دروازي تي بيٺلن فقير جي لباس ۽ حال کي ڏسي ڌڪي ٻري ڪري ڇڏيو. فقير واپس موٽي ويو ۽ ڪنهن سجڻ کان ڪپڙا اڌارا وٺي (شايد ان زماني ۾ ڪپڙا مسواڙ تي وٺڻ جو رواج نہ پيو هو) پاڻ کي سنواري اچي ساڳيءَ جاءِ تي پهتو تہ سندس عاليشان استقبال ٿيو. جڏهن کيس ماني کائڻ لاءِ چيو ويو تہ هن پنهنجي ڪپڙن تي هارڻ شروع ڪيو. چاڪاڻ جو اها عزت ۽ دعوت تہ صرف ڪپڙن کي ملي هئي، نہ ان شخصيت کي! هي تمام عام نقل آهي، جيڪو هر عام و خاص ٻڌو هوندو. ان تي جيڪڏهن غور ڪجي تہ جديد زندگيءَ جا ڪئين سبق اسان کي ملي ويندا.

اڄ جي دور ۾ انسان پنهجي شخصيت پنهنجي ذات ۽ ڏاهپ سان نہ ٿو ناهي، پر دولت، اقتدار ۽ ٻاهرين ٺاهہ ٺوهہ سان ٿو سنواري. نتيجي طور انسان کي ڪوبہ انسان تصور ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي.

اهڙا ڪيترا مثال اسان جي آڏو آهن. جڏهن ڪيترائي دانشور، اهل علم ۽ اهل دل ظاهري ٺاهہ ٺوهہ کان پري رهي سچاتا بہ ڪونہ ٿا وڃن. سندن ذات جو قدر زندگيءَ ۾ ڇڏيو پر مرڻ کان پوءِ بہ نہ ٿو ٿئي. ان مثال تي وتايو فقير پاڻ بہ پورو اچي ٿو جنهن کي ٻن صدين کان پوءِ وري ٻاٽ اونداهيءَ سبب وسيلي طور منظر عام تي آڻڻ جون ڪوششون پيون ڪيون وڃن، نہ تہ هن فقير منش مسڪين کي ڪنهن بہ ڪونہ ياد ڪيو. جيڪڏهن اڄ بہ اسان ڪپڙن کي ڇڏي ان جي ڀهريندڙ کي سڃاڻون تہ شايد هي قحط رجاليءَ جو دور هوند ختم ٿي پوي.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ ڀيري وتايو فقير بازار مان اچي لنگهيو. هڪڙي گهورڙئي گدرا پٽي وڪيا. وتائي فقير هٿ وڏائي گدرن واري کي صدا هنئين تہ الله جي نالي گدرو ڏي. گهورڙئي گدرن جي ڍڳ مان ڳولي ڳولي هڪ ڦٽل گدرو ڪنيو ۽ فقير جي جهوليءَ ۾ وڌو. ٿوريءَ ساعت کان پوءِ فقير چند سڪا ڪڍي گهورڙي کي ڏنا تہ انهن جو گدرو ڏئي ۽ ظاهر آهي تہ گهورڙئي تمام ٺاهوڪو گدرو ڳولي فقير جي حوالي ڪيو.

فقير ٻئي گدرا هٿ ۾ کڻي الله سائينءَ کي گذارش ڪئي: ڏس تہ تنهنجي نانءَ جو ڀرم ڇا بچيو آهي؟ هن نقل مان هڪ سماجي پهلو اڀري ٿو.

ٿئي ٿو. خيرات، زڪوات ۽ صدقي جو مقصد ٻئي ڪنهن ضرورتمند، حاجتمند يا لاوارث انسان جي مدد آهي، اها مدد اهڙي هئڻ گهرجي جيڪا سائل جي زندگيءَ گهارڻ لاءِ ڪجهہ اهميت واري هجي.

اسان جي موجوده روايت ۾ بہ فقير ۽ سائل لاءِ صرف اها شيءِ هوندي آهي جيڪا هوند ڪير بہ استعمال نہ ڪري اهڙيءَ خيرات جو ڪوبہ مصرف ڪونهي. ان ڪان تہ بهتر آهي تہ ڪجھ بہ نہ ڏجي. بيواج جو عام فيشن وري ان خيرات جي تشهير آهي. اڄڪلھ اهو رواج آهي. تہ پنهنجي فرض نڀائڻ واري عمل جي بہ تشهير ڪري، اسان سرخرو ئي حاصل ڪرڻ پويان آهيون. وتائي فقير جي نقلن ۾ نمايان طور دولت ۽ شهرت کان نفرت، ماڻسان بيحد محبت ۽ الله تي توڪل جا سبق ملن ٿا. اڄ بہ اسان کي انهن وٿن جي سخت ضرورت آهي.

اسان جي معاشرتي پستي، انساني قدرن جو فقدان، ذهني پريشانين ۽ ڪوڙن ويساهن جو بنياد دولت پرستيءَ جي لعنت آهي. دولت سبب ماڻهو راتو رات معتبر ٿيو وڃي ۽ پنهنجي غريب عزيزن کي پنهنجو عزيز تصور ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿو رهي. ان صورتحال سبب هر هڪ فرد جو زندگيءَ گهارڻ جو واحد مقصد صرف دولت گڏ ڪرڻ ۽ ان جي وسيلي نٺ ڪرڻ ئي بڻجي پيو آهي. ان خطرناڪ راند اسان جي معاشري کي پور پور ڪري ڇڏيو آهي. ملڪ مان ساڃاھ نڪري وئي آهي ۽ اسان پنهنجي پاڙيسري جو محل ڏسي، پنهنجو جهڳو جهڻ ڪرڻ پويان آهيون. لطيف سائين چيو آهي:

متو آهين مچ، تلهو ٿيو ٿونا هٽين،
تو جا پانئين اَڄ، تنهن پاڻيءَ پُنا ڏينهڙا.

پر موجوده وقت جي حالتن تي غور ٿو ڪجي تہ. ڪوبہ ان حقيقت تي ڌيان نہ ٿو ڏئي، پر ٿوري وقت ۾ گهٽي ڌن کي ريڙهڻ جي پويان لڳو وتي.

هتي هن دنيا ۾ جتي انسان چند ساعتن لاءِ آيو آهي، ان مختصر حياتيءَ کي سڦل ڪرڻ بدران اسان ان کي بي سود مشين بڻائي ڇڏيو آهي. هي سڀ ساز و سامان، هي نٺ ۽ ٺانگر، سڀ هتي رهجي ويندا ۽ باقي:

"دلبر! هن دنيا ۾ وڃي رهندو واس."

اڇو تہ ان واس کي ڦهلايون، جيڪو سچ آهي، جيڪو سدا رهڻو آهي ۽ جنهن جو جنهن بہ سهارو ورتو اهو امر بڻجي ويو. لطيف کان استاد بخاريءَ تائين ۽ وتائي کان علي احمد بروهيءَ تائين، هر سچو انسان سدا جيئندو. اهڙن ئي امر ماڻهن لاءِ لطيف سائين چيو آهي:

"مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جئا."

# وتايو فقير- سماج جو پارکو

الهڏنو سومرو

هر دور جو ادب پنهنجي اندر صالح رجحان رکي ٿو. ادب جو ڪاررواں هلندو ري ٿو منجهس هر منزل تان فن ۽ فڪر جا پانڌيئڙا گڏجن ٿا. جن مان هر ڪو پنهنجي معيار مطابق ڪي نہ ڪي موتي چڏو وجي، جن کي وريو اچي ٿا پويان سهيڙين. سنوارين، وڻجائين ۽ ونڊين.

جيستائين انسان هن زمين تي آهي، تيستائين ادب ۽ فن جا ڪاروان هلندا رهندا ۽ ان ڏس ۾ تنقيد ۽ تحقيق بہ ٿينديون رهنديون. اسان جي سڀاجهيءَ سنڌ جي سر زمين علامن، مفڪرن، شاعرن، دانشورن، سياڻن ۽ سگهڙن سان پري پئي آهي، جن واديءَ مهراڻ جي موجن ۾ منهن وجهي، اهي آبدار الماس ۽ بي بها من موهيندڙ موتي منظر عام تي آندا آهن. جن لاءِ اج اسين جيڪي لکون، اهو سندن بي بها خزانن جي اڳيان تڇ سمان آهي.

هر دور ۾ هر زبان جي ادب ۾ ڪي اهڙا فرد ضرور ايندا رهيا آهن. جن پنهنجي ماحول ۾ ڪج روين ۽ زيادتين تي ڪات ڪهاڙا ڪنيا آهن. ڪي فلسفياڻي انداز ۾، ڪي حڪايتن جي روشنيءَ ۾، تہ ڪي وري طنز ۽ مزاح جي طريقي ۾. اج اسين اهڙي خدا جي بندي جو ذڪر ڪريون ٿا. جنهن کي عام طور ديوانو يا درويش سڏيو ويندو آهي.

وتائي فقير جي نالي سان هيءَ جڳ مشهور درويش جنهن رنگ ڍنگ يا نموني ۾ رهندو، تنهن مان سڀ ڪوهن کي ڀالو ڀولو سمجهندو هو. پر الله سائين هن سان ان ڀورائيءَ ۾ ڀال ڪيا. سهڻي لطيف سائينءَ فرمايو:

الا ڏاهي مَ ٿيا، ڏاهيون ڏک ڏسن،
مون سان مون پرين، ڀورائيءَ ۾ ڀال ڪيا.

هيءَ درويش ان ڀال ڀولائيءَ ۾ سياڻپ جا اهڙا نُڪتا ٻڌائي ويندو هو جو سمجهہ وارا بہ حيران ٿي ويندا هئا. عام ماڻهن لاءِ ظاهراً تہ اُهي کل جهڙا هوندا هئا. پر حقيقت ۾ اهي نصيحت جو درياءَ هئا.

چون ٿا تہ هي اصل هندو ڪتي هو. سندس نالو هو وتومل. ڇائو تاجپور شهر ۾ ڪجهه وقت کان پوءِ سندس مائٽ نصرپور ۾ لڏي اچي ويٺا. ننڍي هوندي کان هن جو اهڙو نمونو هوندو هو جو ماڻهو کيس وتو چريو سڏيندا هئا. هن جي مائٽن سندس مڱڻو عمرڪوٽ مان ڪرايو. ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪ دفعي هيءُ درويش پنڌ ڪندي وڃي عمرڪوٽ کان نڪتو. ڪوهہ تي زالن پاڻي پئي ڀريو. اتفاق سان انهن ۾ وتائي جي مڱ بہ پاڻي ڀرڻ لاءِ موجود هئي. زالن جو هن کي ڏنوءِ سڃاتو تہ سندس مڱ کي چيائون تہ کيس وڃي ڪيڪار ڏسون تہ ڇا ٿو چوي؟ جڏهن سندس مڱ ڪيڪارڻ لاءِ اڳتي وڌي تہ وتائي فقير چيو: "چريا ڪريا آهيون پر سڃاڻون سيني کي ٿا." هن جي پوءِ جلد شادي ٿي ۽ زال سميت نصرپور ۾ اچي رهيو.

هن جو روح اصل کان حقيقت ڏي مائل هو پر ڪن ظاهري سببن جي ڪري ماٺ ۾ رهيو. پيءُ جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي زال سميت مسلمان ٿيو ۽ سندس نالو شيخ طاهر رکيو ويو. پر جيئن تہ اصل نالو وتو مشهور هو ۽ ماڻهن کان سندن نئون نالو وسري ويو. سو کيس بجاءِ وتوءَ جي 'وتايو' سڏڻ لڳا. جو اڄ ڏينهن تائين مشهور ۽ معروف آهي.

وتايو فقير پنهنجي ماحول جو نقال، ناقد ۽ مصلح عظيم فنڪار هو. سندس نقل واهہ جي بند پڇي پوڻ واري بيگر ۽ زوريءَ ۽ زوراوريءَ واري نظام تي سخت چوٽ ڪيل آهي. زميندار جو ڪمدار کي زوريءَ ڇيڙ وٺڻ جو حڪم ڏيڻ، ڪمدار جو عام گس تان ماڻهن کي ڦاسائڻ، وتائي فقير جو اتان لنگهڻ، ٻين جو بہ لنگهڻ، انهن جو رئيس جو ماڻهو سڏائڻ ۽ درويش جو خدا جو ماڻهو سڏائڻ، ٻين کي ڇڏي وتائي فقير کي ڇيڙ ۾ ڪم آڻڻ لاءِ وٺي وڃڻ.

درويش جي طنز هن نظام تي جنهن ۾ انسان جو ذهن سرمائيداريءَ جو غلام نظر اچي ٿو. خدا کان دوري معلوم ٿئي ٿي ۽ هڪ طرف انسان جي اکين تي پٽي ٻڌل نظر اچي ٿي، تہ ٻئي طرف نروار ٿين ٿا اهي خدا جا بندا. جن کي خدا جو خوف ڪونهي، خدا جي محبت ڪانهي ۽ خدا کي سڃاڻن واري اک ڪونهي. ان مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ سرمائيداريءَ جي پوت ۽ خدا کان لاتعلقيءَ ۾ انسان جي دماغ ۾ پنهنجي پالڻهار جو تصور خود ڪا حيثيت نہ ٿو رکي، جنهن جي ڪري هو خدا پرستيءَ جي بجاءِ خود پرستيءَ جو شڪار بڻجي چڪو آهي.

ٻيا بہ ڪيترا نقل جيڪي وتائي فقير جا پڙهجن ٿا تہ انهن ۾ سواءِ حقيقت جي، مالڪ جي طرف محبت جي، فرمانبرداري جي ٻيو ڪجهه بہ نظر نہ ٿو اچي.

# سنڌ جو درويش وتايو[1] فقير

محمد يوسف شاڪر ابڙو، نصرپور

اڄ اسان جي تعلقي ٽنڊي الهيار جي لاءِ عيد کان وڌيڪ خوشيءَ جو ڏينهن سمجهجي، جو هيڏا وڏا وڏا عالم ۽ اديب، ادب جا شيدائي، واپاري ۽ سوداگر، زميندار ۽ سرڪاري ملازم پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي، اچي هتي گڏ ٿيا آهن.

صاحبان! ٽنڊو الهيار تعلقو قديم زماني کان عالمن ۽ عارفن، قاضين ۽ ڪاتبن ۽ بزرگن کان مشهور آهي. هتي اتر طرف مشائخ هوتي، مخدوم سهڻي پار (جو هندو منشين جي اڻجاڻائيءَ سبب سهڙ پار بڻجي ويو)، ميون وهنيون، ڏکڻ ۾ بکيرن ۾ مخدوم بهاؤالدين ذڪريا ملتانيءَ جي اولاد مان قائم الدين قلندر، مڪان ٻائل ٻوچڙن جا بزرگ، الهندي ۾ مخدوم صابر ولهاري، ان جو پٽ ۽ پوٽو ميون معروف ۽ ميون مقبول، پير نور محمد شاهه جيلاني، ڪاماري ۾ پير اشرف شاهه آرامي آهن.

اڀرندي طرف نصرپور جو مشهور ۽ پراڻو شهر آهي، جنهن جي هر محلي ۽ گهٽيءَ ۾ ڪنهن نہ ڪنهن عالم ۽ عارف جي آرامگاه ڏسبي، جن مان ڪن جو ذڪر "تحفة الڪرام" ۽ ٻين پراڻين تاريخن ۾ آيل آهي. اهڙيءَ طرح هن تعلقي جي زمين بہ نهايت پلي ۽ اُپتائتي آهي. هينئر سکر بيراج جي وهڻ سبب آباديءَ لاءِ ٻارهو ئي پاڻي موجود آهي، جنهن ڪري سڄو سال زمين پوک کان واندي ڪانہ ٿي رهي. هر ڪا جنس گهڻي انداز ۾ ٿئي ٿي، پر بيراج کان اڳ بہ زمين جو هيءَ ٽڪرو آباديءَ جي لحاظ کا سنڌ جي پلن تعلقن مان هو. تفاوت فقط اهو هو، جو پاڻي سال ۾ ٽي مهينا ڪن مس رهندو هو. فصل فقط هڪڙو ٿيندو هو، جنهن ۾ ٻاجهري تمام پلي ۽

---

[1] هن مقالي جي ليکڪ بہ وتايو 'ط' سان لکيو آهي، جيڪو اسين 'ت' سان لکي رهيا آهيون.

گهرج کان بہ ڏيک ڏيندي هئي. ٽِر، گوار، سنڌي وونئڻ ۽ اهڙيون ٻيون ٻه ٽي ٻيون جنسون بہ ڪافي انداز ۾ ٿينديون هيون. عام طرح هن ڳوٺ جا ماڻهو سکيا ستابا هوندا ها. سنڌن پيٽ پورت سهڻي نموني پيئي ٿيندي هئي. ماڻهو واندڪائيءَ جو وقت ميلن ملاکڙن ۾ وڃائيندا هئا تہ ڪي الله جا بندا واندڪائيءَ جي وقت ۾ رب سائينءَ سان رهاڻيون پيا ڪندا هئا. اهڙن پلارن انسانن مان وتايو فقير بہ هڪڙو هو.

وتائي فقير جي نالي ۽ ڄمڻ جي جاءِ بابت گهڻيون روايتون مشهور آهن: ٻہ چار سال اڳ حيدرآباد جي ڪنهن ڪتب فروش "وتايو فقير". جي عنوان سان هڪ ننڍڙو ڪتاب ڇپايو هو جنهن ۾ هن بزرگ جو نالو 'الله وڏايو' ۽ پوءِ ان مان 'وڏايو' ۽ آخر ۾ 'وتايو' بنايو ويو آهي. وري تازو سيپٽمبر 1984ع جي ڪنهن شروعاتي تاريخ جي عبرت اخبار ۾ "وتايو فقير" بابت ڏنل هڪ مضمون ۾ صاحب مضمون هن بزرگ جي ڄمڻ جي جاءِ "تاجپور" ڄاڻائي آهي، پر لکيو اٿس تہ اها تاجپور پنجاب ۾ آهي. مطلب تہ سڀ ڪو اديب صاحب پنهنجي خيال ۾ آيل قصو لکندو ويو آهي. آءٌ جيئن تہ نصرپور جو رهاڪو آهيان ۽ وتائي فقير جو بہ نصرپور سان تمام گهڻو تعلق آهي. منهنجو استاد سرڳواسي مسٽر ڏالومل ۽ ان جو وڏو ڀاءُ ڀڳت گوپالداس، جي هئي ڀائر فقير تن ۽ صوفي خيالن جا هوندا هئا ۽ وتائي فقير جي عزيزن مان هئا. منهنجي هنن اکرن جو مدار هنن بزرگ کان ٻڌل ڳالهين تي آهي. هي سڀ هندو کتي هئا ۽ کتري سڏائيندا هئا. ڇُر جو ڪم ڪندا هئا. اجرڪون، ملير، سوڙيون وغيره ڏاڍيون سهڻيون ۽ پڪي رنگ واريون ڇُريندا هئا. سنڌ ۾ هيءَ برادري ڪيترن ڳوٺن ۽ شهرن، مثلاً: نصرپور، هالا، مٽياري، تاجپور، ٽنڊي الهيار، ٽنڊي ڄام، ٺٽي، عمرڪوٽ وغيره ۾ رهندي هئي ۽ اڃا بہ ڪٿي ڪٿي ٿوري گهڻي انداز ۾ رهندي اچي. هنن جي مٽي مائٽي ۽ اچ وڃ فقط پنهنجو پاڻ ۾ هوندي هئي. نصرپور ۾ بہ هنن جو پاڙو ٻين هندن کان الڳ هوندو هو. پوڄا پاٺ لاءِ مڙهي بہ پنهنجي هُين ۽ پاڻي ڀرڻ لاءِ کوهہ بہ پاڙي ۾ پنهنجو هوندو.

وتائي فقير جو پيءُ تاجپور جو رهاڪو هو جتي هن فقير جنم ورتو. ڄمڻ وقت سندس نالو "وطن مل" رکيو ويو هو. سندس ماتا کيس "وتو وتو" ڪري ڪوٺيندي هئي. پوءِ "وتوءَ" مان ڦري "وتايو" ٿي ويو. ڪجهہ وقت کان پوءِ سندس پيءُ لڏي اچي نصرپور ۾ پنهنجي مائٽن ۾ رهيو ۽ ٿورن ڏينهن

ڪان پوءِ سندس فوتي ٿي ته، وتايو پنهنجي ماءُ جي سنيال هيٺ رهڻ لڳو. هيءُ فقير ان وقت جي حالتن سبب لکڻ پڙهڻ ڪونه سکيو. سندس وڏو ڀاءُ مائٽاڻي ڪرت سان گڏوگڏ زميندارن جي فصل لهڻ وقت ان جي بٽئي به ڪندو هو. وتائي فقير جو ڀاءُ ايماندار ڏڙوائي هوندو هو، تنهن ڪري آسپاس جا زميندار کيس گهرائيندا هئا. وتايو فقير به ڪڏهن ڪڏهن ڀاءُ سان گڏ وڃي ساڻس همراهه ٿيندو هو يا سندس غير حاضريءَ ۾ زميندارن جي سڏڻ تي وڃي بٽئيون ڪندو هو.

هڪڙي ڏينهن صبح جو سويل وتائي فقير جيئن ئي گهر جو دروازو کوليو، تيئن پري کان پانڌي سيدن جي ڳوٺ جو هڪ سيد پاڻ ڏي ايندو ڏٺائين، جنهن ويجهو اچڻ تي چيس، "ڀائي، پنهنجي ڀاءُ کي سڏ ڪر، اڄ اسان جي بٽئي هني ڪريو، ڇئن پنجن ڏينهن کان اسان جو اَن تيار ٿيو جهنگ ۾ پيو آهي." فقير جواب ڏنو: "ادو ته بٽئي تي هليو ويو آهي، ٿورو ترسو ته آءٌ ڪوهه تان پاڻي ڀري اچان ته سنان ڪري هلي توهان جي بٽئي ڪريان." سيد سڳوري کي به ڪا گهڻي تڪڙ هئي، تنهن ڀائي وتومل کي چوٽيءَ کان جهلي ڪٽي زمين تي ڪيرايو ۽ مٿيءَ ۾ به ٽي ليتڙاٽيون پارائي چيائينس: "ڀائي، توکي اهڙو شنان ڪرايو اٿم، جو وري ڪڏهن شنان جي ضرورت ڪانه ٿيندءِ. هاڻي هلي بٽئي ڪر!" بس، ان کان پوءِ وتومل ڦري وتايو فقير ٿي پيو ۽ گهڻو تڻو مسلمان درويشن جي صحبت ۾ رهندو هو. خاص طرح ميون وهيون درويش، جنهن لاءِ سيد قادر شاهه (وڏو) رضوي جي هڪ دستخط ڪتاب ۾ لکيل آهي ته، "ميون وهيون ذات جو چانيهو ۽ مالوند ماڻهو هو. مخدوم صابر ولهاريءَ (تحفه الڪرام، سنڌي، ص 393 موجب، وفات 1100هه) جي نيڪ نظر سان رچي ريتو ٿي. ميين وهيين جي مزار ساگري واهه جي ڪپ تي، ٽنڊو آدم روڊ تي، ٽنڊي الهيار کان ڏهاڪو ميل پري آهي.

ميون وهيون نصرپور ۾ به ايندو رهندو هو. ابڙن جي پاڙي جي اتر طرف داؤدپوٽن جي هڪ پاڙي ۾، جي مير سڏبا آهن، انن نون نمن جي هڪ قطار هوندي هئي، جن ۾ هڪ نم جو پراڻو ۽ سڪل ٿڙ هوندو هو جنهن لاءِ مشهور هو ته ميين وهيين ڏنڊڻ ڪري اُتي آليءَ زمين ۾ لڳائي ڇڏيو جنهن مان ڦٽي اها نم ٿي. ان نم مان وري ٻيون نمون ڦٽيون. انهن سڀني نمن کي ميين وهيين جون نمون سڏيندا هئا. ٻه چار سال اڳ اهو پلاٽ گهر ۾ گڏيو ويو. هاڻي فقط هڪ نم بيٺل آهي.

وتايو فقير، مدن مهتو ۽ ٻيا ڪيترا هندو مسلمان درويشن جي صحبت ۾ رڱجي خدا وارا ٿيا، پر سندن نالا ساڳيا رهيا. وتائي فقير کي هڪ ڀيڻ بہ هئي، جنهن جي ڏوهٽي موتل ٻائي 1947ع تائين نصرپور ۾ رهندي هئي. ان وقت عمر اٽڪل 50 يا 55 سال هيس. منگهن نالي هڪ پٽ بہ هوس، جنهن ڪري منگهي ماءُ سڏبي هئي. ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ اولاد سميت هندستان هلي ويئي. وتائي فقير عمرڪوٽ مان شادي ڪئي هئي، پر ڪنوار ٿورن مهينن کان پوءِ فوت ٿي ويس. باقي سندس ماءُ ساڻس گڏ گهڻو وقت رهي. پاڻ ماءُ جي گهڻي خدمت ڪندو هو. اڪثر سير سفر ۾ رهندو هو ۽ بزرگن ۽ درويشن جون زيارتون ۽ صحبتون ڪندو رهندو هو.

هيءُ فقير ڪنهن بہ واقعي مان مثال وٺي انسانن جي رهبري ڪندو هو. جيئن مشهور واقعو آهي تہ، هڪ ڀيري سندس پاڙي ۾ اچي باهہ لڳي. فقير جي گهر ۾ تہ الله جي نالي کان سواءِ ٻي ڪابہ قيمتي شيءِ ڪانہ هئي. ڪي بہ رليون ۽ بہ ٿانوَ ڪٺي، ماءُ کي هٿ کان وٺي وجي ڪٿي ٿانيڪو ٿيو. باقي پاڙي وارا، سي گهرن جا سامان ڍوئي ڍوئي اڌ مئا ٿي پيا. تڏهن ماءُ کي چيائين: "اماڙ ڏس! قيامت جي ڏينهن بہ ائين ٿيندو. جن جو بار هلڪو هوندو سي اتي بہ آجا هوندا. باقي جن تي گهڻو بار هوندو سي هنن وانگر تڪليف ۾ هوندا." انهيءَ نموني جا نقل ڪيترائي ٻڌڻ ۾ ايندا آهن، جي ڪن ڪتابن ۾ بہ ڇپجي ويا آهن. مون بہ ڪجهہ انداز ۾ لکي سال کن اڳي هفتيوار اخبار برسات ۾ ڇپايا هئا.

دنيا فاني آهي، جيڪو هن دنيا ۾ آيو آهي، تنهن کي هيءُ جهان آخر بہ ڇڏڻو آهي. هن بزرگ جي موت بابت بہ ڀڳت گوپالداس ڪتيءُ هڪ عجيب ڳالهہ ٻڌائي، جا هتي پيش ڪريان ٿو:

هڪڙي ڏينهن وتائي فقير پاڙي جي کوهہ جي پڳ تي ويهي، اتي ويٺل هڪ ماڻهوءَ کي ٻڌايو تہ، اڄ منهنجي حياتي پوري ٿيڻي آهي، ۽ وري نئون سفر شروع ڪرڻو آهي. ان ماڻهوءَ جي سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ ڪين آيو سو لڳو هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ. پر جڏهن وتائي کوهہ ۾ ٽپ ڏنو، تڏهن لڳو ماڻهن کي سڏ ڪرڻ. ٿوريءَ دير ۾ اها ڳالهہ عام ٿي ويئي. هندو مسلمان اچي مڙيا. هندو چوڻ لڳا وتايو اسان جو ڀڳت آهي، ان ڪري مڙهہ کي اگني سنسڪار ڪنداسون. مسلمان چون تہ، وتايو مسلمان درويش هو، اسين فقير جي لاش کي ڪفن ڏيئي قبر ۾ دفن ڪنداسون. ڳالهہ زبانن تان

وڏي وجي لئين تائين پهتي، تہ اوچتو فقير جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ڏسن ڪٿي تہ وتايو فقير ڪوهہ جي ڪپر لڳ بيٺو چئي: "توهين مون کي آرام سان مرڻ بہ ڪونہ ڏيندؤ! پاڻ ۾ نہ وڙهو آءٌ هتي ڪونہ ٿو مران."

ان ڪان پوءِ فقير الائي ڪيڏانهن گم ٿي ويو. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ ٻڌڻ ۾ آيو تہ وتائي جي قبر شيخ لهندڙي (لوهہ نڙي) جي قبي جي ٻاهران آهي. خبر نہ آهي تہ فقير ڪٿي دم ڏنو سندس سندس پوين گهڙين جو ساٿي ڪير هو ڪنهن سندس ڪفن دفن ڪيو! ان ڪان پوءِ مشهور هوندو هو تہ ساگري جي ڪپ تان جيڪو ماڻهو پتر ڪٽي يڪ ساهيءَ وتائي فقير جي قبر تي آڻي رکندو. تنهن جا مطلب رب سائين پورا ڪندو. پر هاڻي نڪو اهي ساگرو نڪي انهن عقيدن وارا ماڻهو! ٻچاڙيءَ ۾ تحفه الڪرام (سنڌي ترجمو ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ. ص 550) ۾ هن فقير بابت ڏنل ڪجهہ سٽون پڙهي پنهنجو دفتر بند ڪندس.

> "چون ٿا تہ هڪڙي ڏينهن صبح جو هڪڙو ماڻهو مڪليءَ تي زيارتن ڪرڻ لاءِ پئي ويو. هوڏانهن وتايو مجذوب زيارتون ڪري موٽي رهيو هو. هڪڙو ٻيو مجذوب بہ مڪليءَ تي مٿي پئي ويو. جڏهن وتائي جي سامهون آيو. تڏهن وتائي چيس: اڄ ايڏانهن ڇو پيو وڃين! مخدوم حمزو واعظ وفات ڪري ويو آهي ۽ رسالت مآب صلي الله عليه وسلم جن ان جي جنازي نماز پڙهائڻ لاءِ اچن ٿا: اچ تہ پاڻ بہ هلي شامل ٿيون. اهو ٻيو ماڻهو تڪڙو تڪڙو شهر ۾ ويو ۽ وڃي ڪانڌين ۾ مليو. جنازي نماز مهل جلدي ڪري وڃي پهرين صف ۾ بيٺو. تڪبير ٻڌڻ مهل بہ پهرين غيب مان آواز پئي آيو. ظاهري طرح پيش امام نماز پڙهائي رهيو هو.

ساڳيو واقعو ڪتاب 'قديم سنڌ. ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو' (مصنف: مرزا قليچ بيگ) ۾ بہ صفحي 141 تي ڏنل آهي. هن ڪتاب ۾ 'وتايو' صحيح صورتخطيءَ سان لکيل آهي.

# سنڌ جو درويش وتايو فقير

علامہ آءِ آءِ قاضي

وتائي فقير جو نالو شايد اوهان مان گهڻن ٿي ٻڌو هوندو. پر، ويڙهن مان ڪو اهڙو بہ آهي، جنهن وتائي جا نقل، جيڪي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور آهن، تن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هجي؟ بيجا نہ ٿيندو جيڪڏهن آءٌ هن موقعي تي وتائي جا فقط بہ نقل نموني طور بيان ڪريان، جيئن معلوم ٿي سگهي تہ انهن نقلن ۾ نہ صرف اسان لاءِ سبق سمايل آهن. پر جيڪر سڄيءَ دنيا جي ملڪن جا ماڻهو انهن مان سبق حاصل ڪري سگهن.

"چون ٿا تہ هڪ ڀيري وتايو ڪنهن پاسيري ڀيچري سان اڪيلي سر پئي ويو ۽ سندس بوڇڻ جي پلاند ۾ هڪ ڪلدار روپيو ٻڌل هو. خيال آيس تہ مٿان هن اڪيليءَ واٽ تي ڪو چور نہ گڏجي وڃي، جو نہ رڳو ڪانئس روپيو ڦري، پر هٽي ڪيس بہ ڦٽي وجهي، سو ڇا ڪيائين جو روپيو ڇوڙي ڪٽي گس جي پرسان بيٺل آڪ جي پاڙ ۾ رکيائين ۽ پوءِ خدا جا شڪرانا بجا آڻيندي چيائين: اي ڏٽي منهنجا، ڇڱو جو هن جزا مان جند ڇڏايئہ! هاڻي هٿين خاليءَ کي ڊپ ڪونهي. نڪي هڙ ۾ ڪي هوندو نڪي ڪير ڦريندو." ائين چئي، اُٿي پنڌ پيو. ڪجهہ وقت گذري ويو ۽ واءَ لڳڻ سببان روپئي مٿان مٽيءَ جو تهہ وري ويو. هڪ ڏينهن ڪو مسافر ساڳئي گس تان اچي لنگهيو ۽ قضا حاجت تحت جو پاٽيٽ پيو، سو مٽي لهي ويئي ۽ هيٺان ڪلدار چمڪڻ لڳو. بنا هٻڪ جي هن يار بہ جهٽ ڪري ڪٽي هٿ ۾ ڪنيو. ڀانيائين تہ اهو اڪيلو روپيو ڪونہ هوندو پر اتي پڪ ڪو خزانو پوريل آهي. سو سنيري وڃي مزدور وٺي آيو ۽ اچي کوٽائڻ شروع ڪيائين. ڇوڏاري ڪڏون لڳي ويون، ۽ آڪَ پاڙن سوڌو ڪڍي ڪٽي ٻاهر ڪيائون، پر هٿا ڪاريءَ وارا ڪک، سو ملين ڪي بہ ڪين. نيٺ، سور پٽي، ڪک تي، روانا ٿيا.

هڪ ٻن ڏينهن بعد وتايو ٻـ وري ساڳي انهيءَ گس تان اچي لنگهيو. ڏسي تـ مار! چوڏاري ڪڏون لڳيون پيون آهن. ۽ اَڪ پاڙ سوڌو ٻاهر پيو سُڪي. اتي ٻئي هٿ مٿي کڻي چيائين: "شڪر اٿئي. اي منهنجا مولا! جيڪڏهن آءٌ انهيءَ روپئي مان جنڊ نـ چڙايان ها تـ مون سان بـ ساڳئي انهيءَ اَڪ واري ڪار ٿئي ها!"

دوستو جيڪڏهن هيءَ نقل ڪو ويهي ٺاهي لکي تـ ڪر شاعرن کي بـ شهـ ڏيئي ڇڏي. سوچيندڙن لاءِ هن نقل ۾ ڪهڙو نـ قيمتي سبق سمايل آهي!

ٻيو نقل هن طرح آهي:

"چون ٿا تـ وتايو ڏسي تـ هڪ گهورڙيو پيو گدرا وڪڻي. ڪيس رڳو ٻـ چار پئسا ڳنڍ ۾ هئا. سي ڪڍي ڏنائينس. ۽ گهورڙيي ڪيس هڪ چڱو ٺاهوڪو گدرو کڻي ڏنو. وتائي ڏٺو تـ گهر ۾ ماڻهو گهڻا آهن ۽ هن هڪڙي گدري مان پورت ئي ڪانـ ٿيندي، پر وڌيڪ پئسو بـ وٽس ڪونـ هو سو ويچار ڪيائين تـ گهورڙيي جي آڏو گدرن جو ڍڳ لڳو پيو آهي. سوال ڪريانس تـ من هڪڙو کڻي ڏئي. اهو سوچي چيائينس تـ. "هڙ ۾ پيسو ڪونـ اٿم جو ٻيو گدرو وٺان. پر پويان آکهـ وڏي آهي. ۽ هن هڪ گدري مان تـ کين ڦار ڦار بـ هٿ ڪانـ ايندي. سو سائينءَ جي نالي تي تو توکي سوال ڪريان تـ نامِ خدا. انهيءَ مولا جي محابي هڪڙو ٻيو گدرو ڏيار!" گهورڙيو ڪجهـ ويرم تـ ڪاوڙ وچان گهور ڪري ڏانهس نهارڻ لڳو. آخر خفا ٿي، ڳسندي مُسندي، هڪ اهڙو ڪِنو ڦِتل گدرو هٿ ڪيائين. جو پانيائين تـ ڪوبـ ڪونـ وٺندو. سو کڻي وتائي فقير جي هٿن ۾ هنيائين. وتائي هي لقاءُ ڏسي، گدرو تريءَ تي رکي کڻي مٿي ڪنيو. ۽ ڳوڙهن پريل اکيون آسمان ڏي کڻندي چيايئن: "اي الله! ماڻهن وٽ تنهنجو قدر اجهو اهو آهي. تنهنجي نانءَ ۽ نالي تي اجهو هيءُ مليو اٿم: ڏسان ٿو تـ ماڻهن وٽ تنهنجي نالي کان چئن پيسن جو مان مڙيوئي مٿي آهي!""

عزيزو اوهين هن نقل کي شايد چرچو ڪري پانيو. پر عقلمندن لاءِ هيءُ نقل عقل جي موتين سان پريل آهي. هنن ٻن نقلن جهڙا سوين نقل سنڌ ۾ رائج آهن.... پر اوهان مان بـ ڪنهن انهن کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ اسين جڏهن وتائي جو نالو ٻڌون ٿا تـ رڳو کلون ٿا ۽ بس! سچ چيو اٿن تـ.

'قدرِ زر زرگر بداند، قدرِ جوهر جوهري'

اهو ڪو وڏو تاريخي مسئلو ڪونهي، جنهن کي سمجهڻ ۽ لکڻ ۾ ڪا ڏکيائي ٿيندي، اهي عام مقبول نقل ۽ نظير آهن. ڇا، انهن کي گڏ ڪرڻ ۽ لکڻ به ڪو مشڪل ڪم آهي؟

(علامه آءِ آءِ قاضي جي ڪتاب "اُو ڪو پيو فهم..." جي تقرير "ادب ۽ زندگي" تان ڪنيل. جا 31 مئي 1958ع ارڙهين آل سنڌ (حيدرآباد) ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي ڪيائون.

# وتائي فقير جي نقلن ۾ حقيقت پسندي جو پهلو

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

سماج ۽ ماحول کان حقيتن تي دارومدار رکي ٿو. باشعور انسان جي آڏو حقيقتون ئي حقيقتون ڦرنديون رهن ٿيون. جن جو هو تيز نظر سان مشاهدو ۽ مطالعو ڪري متاثر ٿئي ٿو. ان ڪان پوءِ جذبات ۽ احساسات سندس دل ۾ اٿپن ٿين ٿا. جن کي هو لفظن جو ويس پهرائي نقل ناهي پڌائي ٿو يا شعر جوڙي پيش ڪري ٿو يا ڪا تحرير تيار ڪري ٿو. قديم زماني ۾ ڪي باشعور ۽ حساس انسان، پنهنجي فطري ڏات ۽ ڏانوَ جي ذريعي طنز و مزاح جي رنگ ۾ سماج ۽ معاشري جون حقيقتون چيندڙ ۽ وندرائيندڙ نقلن ذريعي نکيڙي نروار ڪندا هئا. انهن ذريعي فرد جي فطرت ۽ ڪارڪردگيءَ جي ترجماني به ٿيندي هئي ته ان تي ڀرپور طنز به هوندي هئي. نه فقط ايترو پر سماج ۽ ماحول جي عيبن ۽ اوڻاين جي اپٽار به هوندي هئي. اهڙا باشعور ۽ مجذوب مفڪر هر دور ۽ هر ملڪ ۾ پيدا ٿيا آهن. جهڙوڪ: ترڪيءَ ۾ ملا نصير الدين، هندستان ۾ ملا دوپيزو ۽ بيربل ۽ سنڌ ۾ وتايو فقير ۽ ٻيا. انهن سان وابسته طنز و مزاح سان ڀرپور نقل ادبي شاهڪار چئي سگهجن ٿا، ڇاڪاڻ جو اهي حقيقت پسنديءَ تي مبني آهن ۽ حقيقت نگاري ادب جو اهم ۽ بنيادي قدر آهي.

ادبي نقادن جو چوڻ آهي ته، ڪنهن به شاعر ۽ اديب جي قدر ۽ قيمت جاچڻ لاءِ ضروري آهي ته اهو ڏٺو وڃي، ته ان شهپاري ۾ حقيقت پسنديءَ جو عنصر ڪيتري قدر آهي. يعني، هو ڪيتري قدر انهن سڀني شين ۽ حققتن جي گهرائين تائين پهچي ٿو جيڪي سندس علم ۽ ادراڪ جي دائري ۾ اچن ٿيون ۽ پاڻ انهن جي فرق کي ڪيستائين عليحده ڪري ٿو. هارورڊ فاسٽ، چوي ٿو:

"ادب واقعيت جو هڪ حصو آهي ۽ زندگيءَ جي حقيقت سان مڪمل طرح وابسته آهي."

مطلب ته ادبي فن پاري ۾ انسان جي دل جون ڌڙڪنون، امنگون، ارمان، مايوسيون، محروميون، اميدون ۽ آسرا نمايان نظر ايندا آهن. ان جي ماحول ۾ هلندڙ چلندڙ انسان ساهه کڻندو آهي ۽ ان جي فضا ۾ انسان جا ٽهڪ ۽ سڏڪا ٻئي ٻڌڻ ۾ ايندا آهن. انهيءَ لحاظ کان اسان جيڪڏهن وتائي فقير جي نقلن جو جائزو وٺنداسون ته ان ۾ اسان کي زندگي روان دوان نظر ايندي ۽ ان جون حقيقتون پڌري پٽ بيان ٿيل ملنديون. قادر جي هن قدرت جي حقيقت، انسان جي مزاج ۽ فطرت ۽ معاشري جون مدايون ۽ مٺايون، ڏاڍايون ۽ لاچاريون، لاها ۽ چاڙها، ڏولاوا، ۽ ڏوجهرا، پرماريون ۽ ناانصافيون، ڪلندي ۽ ڪلائيندي اثرائتي ۽ چڀندڙ انداز ۾ بيان ڪري ڇڏيون آهن. انهيءَ خيال کان هي نقل دانائي جو عظيم سرمايو آهي ۽ شعور جي بلنديءَ فڪر جي پختگي، مشاهدي جي گهرائي، سوچ ۽ ويچار جي امٽ، اٽل، امر ۽ وڙائتي وٿ آهي. هي اهو وکر آهي، جيڪو پئي پراڻو نٿو ٿئي، پر نت نئون آهي.

هن ڪائنات ۾ انسانُ هڪ انتهائي نرالي مخلوق آهي. سندس وجود تمام پيچيده آهي. سندس مزاج ۽ فطرت مومل جي مُٺ وانگر ايتري قدر ته منجهيل آهي، جو ان جو انت لهڻ ۽ ترو تانگهڻ هر ڪنهن جي وس جو ڪم نه آهي. وتائي فقير جي نقلن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن انسان جي گڻن ۽ اوگڻن، عادتن ۽ جبلتن جو اونهون اڀياس ڪيو هو ۽ ان کان پوءِ پنهنجي مخصوص مزاحيه انداز ۾ ۽ حقيقت پسندانه نوع ۾ ان جي عڪاسي ڪئي آهي. ظاهري طرح ائين ٿو معلوم ٿئي ته ڄڻ هو اسان کي کلائي ۽ وندرائي ٿو پر اصل ۾ هو اسان کي شرمائي ٿو. پڌري پٽ ٻڌائي ٿو ته اي انسان! تون آهين ته اشرف المخلوقات. پر جڏهن پنهنجي مان ۽ مرتبي تان ڪرين ٿو ته شيطان کي مات ڏئي ٿو ڇڏين.

هو ماڻهوءَ جو مطالعو ڪري ظاهر ڪري ٿو ته انسان جڏهن روح جي تقاضائن کي نظر انداز ڪري غرض جو غلام ٿئي ٿو تڏهن سڪ ۽ سچائي، سرت ۽ ساڃاهه، خلوص ۽ نيڪ نيتي، ماڻهپو ۽ مروت وٽانئس ناپيد ٿي وڃن ٿا. هو خدا کي وساري پنهنجيءَ ۾ پورو ٿي وڃي ٿو سندس هر تعلق تي مقصد ۽ مطلب جا تهه چڙهي وڃن ٿا. ۽ سندس اکين مان حياءَ ۽ شناس موڪلائي وڃن ٿا. هو فقط پنهنجي پيٽ جي پرڌاري چڪر ڏيندو نظر اچي

ٿو ۽ پنهنجي مقصد لاءِ جيري خاطري ٻڪري ڳُهڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. هو پنهنجو پيٽ ڀرڻ لاءِ انسانيت جون تقاضائون وساري پرمار ٿي وڃي ٿو. پر سندس معدي جي موڪر ايڏي تہ اونهي آهي، جو ان کي پهاڙ بہ ڀري نہ ٿا سگهن. سمنڊن جا سمنڊ منهن ۾ اوتي ٿو پر سندس اُڃ اجهامي ئي نہ ٿي.

وتائي فقير پنهنجي نقلن ۾ اسان کي انهيءَ حقيقت کان آگاهہ ڪيو آهي. سندس ڪيترائي نقل انهيءَ حقيقت جي اپٽار ڪن ٿا. خاص طرح سان گدرن واري نقل مان اها حقيقت پوريءَ طرح ظاهر ٿئي ٿي، جنهن ۾ جاٽايل آهي تہ الله جي نالي تي ڪيس ڦٽل گدرو مليو ۽ ٽڪي ۾ ڪيس سٺو ۽ مٺو گدرو مليو. اهڙيءَ نوعيت جا ٻيا نقل بہ ملن ٿا، جن مان نيڪ ۽ عبادت گذار ماڻهن جي خود غرضي، لوڀ ۽ لالچ ظاهر ٿئي ٿي. اهڙا ڪجهہ نقل هيٺ پيش ڪجن ٿا:

(1) وتائي فقير جي ڳوٺ جي ڀرسان هڪ حاجي رهندو هو جيڪو وياج تي پئسا ڏيندو هو ۽ ڪليو ڪلايو وياج کائيندو هو. وتايو فقير وٽس لنگهي ويو ۽ تنبيهہ ڪيائينس تہ: "تون حاجي آهين ۽ دل ۾ اهو خيال ڪيو اٿئي تہ مون پنهنجا اڳيان گناهہ حج ڪري صاف ڪيا آهن ۽ وري حج ڪري هي گناهہ صاف ڪندين. مگر ياد رک، تون غريبن جو رت ڪڍي پنهنجي اولاد کي کارايو انهن کي بہ تباهہ ڪري رهيو آهين ۽ پنهنجي آخرت بہ خراب ڪري رهيو آهين.

(2) رمضان مهيني ۾ وتائي فقير آخري جمعي جو روزو رکيو. صبح جو ڪپڙا ڌواري جمعي جي نماز پڙهي آيو. شام جو رووز کولڻ لاءِ مسجد ۾ اچي ويٺو. ملا، فقير اڳيان دال جو ٻوڙ ۽ جوئر جي ماني آڻي رکي، باقي گوشت جو ٻوڙ آسودن ماڻهن جي آڏو اچي رکيائين. کائڻ تي ٻن آسودن ماڻهن جو پاڻ ۾ سخت جهيڙو ٿي پيو ۽ هڪ ٻئي کي خوب گهٽ وڌ ڳالهايائون. اهو حال ڏسي، وتائي فقير ملا کي چيو: "توکي وڏي شاباس هجي، جو مون کي دال ڏني اٿئي. جيڪڏهن منهنجي نفس ڪتي کي گوشت جو ٻوڙ چکائين ها ۽ مزو وٺائين ها تہ هري پوان ها ۽ ڏهاڙي پيو اچان ها، وڏا جهيڙا ڏسان ها ۽ پاڻ بہ سَٺ ڏيڻ ۽ جهيڙا ڪرڻ سکان ها!"

(3) وتائي فقير کان پڇيائون تہ ملن ۽ فقيرن جو پاڻ ۾ جهيڙو آهي، ڀلا ءِ تہ انهن مان کهڙو حق تي آهي؟ چيائين: سچو ملا ۽ سچو فقير ڪڏهن بہ پاڻ ۾ نہ وڙهندا. ملان کي ڄاڻ هوندي، فقير کي سڃاڻ

هوندي باقي جيڪي ٻڍهن ٿا ۽ جهيڙا فساد ڪن ٿا. اهي رستي کان ڀليل آهن ۽ غرض جا غلام آهن. اهي ڏسي وائسي ڏوهڻو حرام ڪائيندا رهن ٿا ۽ ڏوهڻ تي ڪتن وانگر وڙهن ٿا. اهي علم ۽ معرفت جا صاحب نہ آهن، پر انڌي جي آچار آهن.

خود غرضي ۽ خود پسنديءَ جو هڪ پهلو اقربا پروري، دوست نوازي، رياءُ، طبقاتي ويڇا ۽ پاڻ پڏائڻ آهي. وتائي فقير جي نقلن مان انهن ڳالهين جي اپٽار بہ ملي ٿي تہ ڌڪار بہ نظر اچي ٿي. ڪجهہ نقل مثال طور پيش ڪجن ٿا:

(4) هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ڪنهن شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻو هو سو چا ڪيائين جو تمام سوير آيو تہ مٿان پوءِ ماني نہ ملي. اچڻ سان هڪ ماڻهوءَ کي ڪاڏي وٽ بيٺل ڏٺائين. ڪيس سڏي چيائين تہ، پهريائين درويشن فقيرن کي ڪارايو پوءِ برادريءَ وارن کي ڏيو. اهو ٻڌي انهيءَ شخص چيس تہ، پهريائين برادريءَ وارا ڪائيندا. پوءِ جيڪو طعام بچندو سو فقيرن کي ڏبو. ان تي وتائي فقير کي مٺيان لڳي، سو چا ڪيائين جو موٽي اچي هڪ پاڙي واري کان منٿ ڪري، اوچا ڪپڙا ۽ گهوڙي ٿوري وقت لاءِ ورتائين. وتايو فقير اهي ڪپڙا پائي، گهوڙيءَ تي چڙهي جڏهن دعوت واريءَ جاءِ تي پهتو تہ انهيءَ ساڳئي ماڻهوءَ ڏسي ڪيس ڏاڍي عزت ڏني ۽ شانائتي نموني دعوت ڪائڻ لاءِ وهاريو.

هن نموني جو نقل ترڪيءَ جي ملا نصير الدين جي نقلن ۾ بہ ملي ٿو. يعني: هن رياءَ واري حقيقت کي دنيا جي سڀني مجذوب مفڪرن محسوس ڪيو ۽ پنهنجي طنز و مزاح واري انداز ۾ ان کي نروار ڪيو.

(5) ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪ ڏينهن وتائي فقير جي پاڙي ۾ هڪ آسودو زميندار فوت ٿي ويو سو ملا ڪيس جڏهن غسل ڏئي، قرآن شريف بخشڻ لاءِ نهي وينو تڏهن وتائي فقير ويجهو وڃي، هوريان چيس: "هاڻي تو کي ڪا مينهن يا ڳئون ڏين تہ پوءِ وڏيرو سڌو بهشت ۾ هليو ويندو جنهن قرآن شريف جي حڪمن جي پيروي نہ ڪئي. انهيءَ کي اسقاط جا ڪندوءَ اهي اٽڪلون نہ هلنديون. اڳيان پادر پسيا رکيا آهن."

عالمن ۽ فلاسفرن وٽ جبر ۽ قدر جو مسئلو زير بحث رهيو آهي. ڪن جو خيال آهي تہ انسان فعلين مختيار آهي ۽ سڀ ڪجهہ ان جي وس ۾ آهي. ڪن جو خيال آهي هو ظاهري طرح آزاد نظر اچي ٿو پر قدرت آڏو بيوس ٿيو وڃي. 'وائي ٽي تنهنجي وس، آءٌ ڪا پاڻ وهيٺي'. اسلام درمياني راهہ ڏسي

آهي. تہ ڪوشش انسان جي وس ۾ آهي. لوچيندو تہ لهندو پر مالڪ ۾ اميد رکي ۽ ڪاميابيءَ لاءِ انهيءَ کي پڪاري. وتائي فقير بہ پنهنجي مخصوص انداز ۾ اها حقيقت سمجهائي آهي. اهڙي قسم جا ڪجھ نقل پيش ڪجن ٿا:

(6) وتائي فقير کي چيائيون تہ جيڪي بہ ڳالهيون آهن، سڀ ڌڻي تعاليٰ جي اختيار ۾ آهن. هي بندو ڪوبہ ارادو هلائي يا قدرت جي درياءَ ۾ عقل جي ٻيڙي وهائي نٿو سگهي. جواب ۾ چيائين تہ "بيشڪ سڀ ڪجھ سندس وس آهي، پر هڪ ڳالھ امڙ جي وس ۾ بہ آهي. چانور چاڙهي تہ بہ مرضيءَ واري آهي، پر جي ماني پچائي تہ بہ انهيءَ جي اختيار ۾ آهي.

يعني الله تعاليٰ تہ سڀ تي قادر آهي، پر هن انسان کي شعور ۽ اختيار ڏنو آهي. برائي ڀلائي سندس آڏو آهي، جيڪا واٽ وٺيس سان وٺي.

(7) هڪ ڏينهن وتائي فقير خيال ڪيو تہ اڄ ڪجيءَ جي باغ مان ڪارڪون ڪائي اچان. باغ ۾ ويو پر باغائي نظر نہ آيس. ڪجين ۾ تمام سنيون ۽ پڪل ڪارڪون بيٺل ڏسي، ڪجيءَ تي چڙهيو مگر پير ترڪي پيس ۽ هيٺ اچي ڌڪو ڪيائين. هيٺ ڪجين جا سوئا پيا هئا، سو پير ۾ هڪ سوئو لنگهي ويس. سوئو پاڻ بہ ڪڍي نہ سگهيو ۽ باغائيءَ کي سڏڻ لڳو. نيٺ باغائي اچي ويو ۽ ڇڪي سوئو پير مان ڪڍيائينس.

ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ انسان کي پنهنجي پيٽ قوت لاءِ هڏ هلائڻو پوي ٿو ۽ ان سلسلي ۾ تڪليفون بہ پيش اچن ٿيون. ان کان سواءِ اها حقيقت بہ واضح ٿئي ٿي تہ انسان هڪ ٻئي جي مدد جو محتاج آهي. هڪ ٻئي کي ڪم اچڻ سان ئي ڏک دور ٿين ٿا.

(8) وتائي فقير خيال ڪيو تہ روز الله تعاليٰ کي ڏيڻو آهي. هو رازق آهي، رب آهي، جيئن جڻئي کي روز ڏئي ٿو پوءِ اسان کي بہ ڏيندو. اهو خيال ڪري جهنگ ۾ ويجي، وڻ تي چڙهي ويهي رهيو تہ پاڻهي الله سائين روز ڏيندو. قدرت خدا جي سان ڪنهن امير ماڻهو شڪار تان موٽي اچي ان وڻ هيٺان مانجهاندو ڪيو. سندس نوڪرن جڏهن ماني تيار ڪئي، تڏهن ان امير کين چيو تہ پهريائين الله جي نالي ۾ ڪنهن کي ڏئي اچو تہ پوءِ پاڻ کائون. جڏهن نوڪر ماني کڻي فقير جي ڳولها ۾ وڃڻ لڳا، تڏهن وتائي فقير خيال ڪيو تہ بک بہ ڏاڍي لڳي آهي ۽ ماني هٿن مان ٿي وڃي، سو کنگهڻ لڳو تہ جيئن کين خبر پوي، تہ وڻ تي ئي فقير ويٺو آهي. کنگھ جو آواز ٻڌي نوڪرن جو ڌيان ڇڪيو ۽

امير ماڻهوءَ کي چيائون تہ. هڪرو فقير متي وڻ تي ويٺو آهي، امير چين تہ پوءِ ان کي سڏي ڪارايو. پوءِ وتائي فقير کي سڏي طعام ڪارايائون. ان کان پوءِ جڏهن موٽي آيو، تڏهن ماڻهن پڇيس: فقير صاحب! ڪيڏانهن ويا هئا؟ چيائين تہ: "آزمودو لهڻ ويو هوس، تہ جيڪو بہ جتي وڃي رهي تہ الله تعاليٰ ان کي رزق برابر ڏئي ٿو پر ڪنگهائي ڏئي ٿو." يعني، رزق جو ضامن الله تعاليٰ آهي، ڏئي اهو ئي ٿو، پر ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي هٿ پير هلائڻو آهي.

دنيا جي هڪ حقيقت اها بہ آهي تہ دولت کي هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪونهي. اها گردش ۾ رهي ٿي، ڪڏهن هڪ وٽ آهي تہ ڪڏهن ٻئي وٽ. ڪڏهن اها جائز ۽ دستوري طريقي سان هڪ کان ٻئي وٽ وڃي ٿي، تہ ڪڏهن چور ڪٽي وڃي ٿو تہ ڪڏهن وري ٻئي نموني ضايع ٿئي ٿي. زماني ۾ لاها چاڙها آهن ۽ هڪ سج بہ پاڇا آهن. اها حقيقت وتائي فقير جي نقلن ۾ نمايان نظر اچي ٿي. اچو تہ اهڙن نقلن جو انهيءَ لحاظ کان جائزو وٺون.

(9) هڪ ڏينهن هڪ شاهوڪار کي سنڌس نوڪر وتائي فقير بابت ڪيتريون ئي ڳالهيون ٻڌايون ويون تہ وتايو فقير پهتل شخص آهي، انهيءَ ڪري اهڙي فقير کي زڪواة ڏيڻ سڀ کان وڌيڪ بهتر آهي. اها ڳالهہ ٻڌي ان شاهوڪار هڙ ۾ رقم ٻڌي اچي وتائي فقير کي زڪواة طور ڏني. وتايو فقير زڪواة جا پئسا وٺيو ڪنيو ٿي آيو تہ وات تي خيال آيس تہ انهن پئسن مان امان جا ڪپڙا وٺان يا ڏڳو خريد ڪريان. انهيءَ ٻڌتر ۽ ويچار ۾ الله تعاليٰ جو ذڪر ڪرڻ بہ وسري ويس. هلندي هڪ وڻ هيٺان ساهي پٽڻ ويهي رهيو تہ ننڊ وٺي ويس. ايئن ڪندي رستي تان هڪ ماڻهو اچي لنگهيو، جنهن جي نظر وڃي وتائي فقير جي پئسن واريءَ ڳنڍ تي پيئي. هن جي دل هر کي پيئي، سو هوريان هوريان ڪري ڳنڍ سرڪائي ڪنيو هليو ويو. وتايو فقير جڏهن جاڳيو تہ ڏسي تہ هڙ نهي ئي ڪانہ. وٺي دانهون ڪوڪون ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو: "اي الله سائين، تو کي رڳو ٿوري عرصي لاءِ مون کي خوش ڪرڻو هو ۽ مون کان ڪسي وري ٻئي کي ڏيڻا هئا!"

يعني، لالچ ۾ اچي انسان ڪهڙا نہ ڪڏا ڪم ڪري ٿو. ان مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ دولت جو ڪنهن سان نيبهہ ناهي. وتائي فقير جي نظر ۾ دولت اها سجائي ۽ سڪارتي آهي، جنهن سان ڪنهن مستحق ماڻهوءَ جي مدد ٿئي. اها ڳالهہ سنڌس هن نقل مان ظاهر آهي:

(10) هڪ ڏينهن ڪن ماڻهن وتائي فقير کان پڇيو: فقير! غريب چڱو يا شاهوڪار؟ فقير ورندي ڏني: "شاهوڪاريءَ ۾ وڏي جوابداري آهي. هڪ ته چورن جي دشمني، ٻيو رات ڏينهن انتظاري. منهنجي نظر ۾ آسودو اهو آهي، جيڪو پاڻ به کائي ۽ ٻين کي به کارائي. جنهن ۾ اها ڳالهه نظر نه اچي، انهيءَ آسودي کان غريب ڀلو چو ته هو آزاد آهي. "نه ڏڳي نه ڏور، ڀتر نيندو چور."

يعني، وتائي فقير جي نظر ۾ ماڻهپو انهيءَ ۾ آهي ته انسان ٻئي جي ڪم اچي ۽ پنهنجي دولت سان غريبن جي مدد ڪري. مطلب ته پرمار نه ٿئي، ٻين جا حق نه کائي، خود غرض ۽ خود پرست نه ٿئي. پر پاڻ به جيئي ۽ ٻين کي به جيئڻ ڏئي، پاڻ به کائي ۽ ٻين کي به کائڻ ڏئي. وتايو فقير اهڙن ماڻهن کي ننديو ٿو جيڪي ٻين جي رت چوسين ٿا. اها ڳالهه سندس هن نقل مان پڌري ٿيندي:

(11) وتايو فقير هڪ ڀيري ڪنهن هندو ماڻهوءَ سان سفر ڪري رهيو هو. واٽ تي رات پئجي وين. هن وتائي فقير کي تاڪيد ڪيو ته، هوشياريءَ سان جاڳندو رهه، متان گهري ننڊ ڪرين! وتائي فقير کي پئسو پنجڙ هو ڪونه. سو بي الڪو ٿي سمهي پيو ته ننڊ ڪٽي ويس. سمهڻ وقت سو ايئن چيائين ته، اسان وٽ نه پئسو نه پائي، باقي منهنجي هن سنگتيءَ وٽ آهي روڪڙ، ان کي ته ننڊ ايندي ئي ڪانه.

پريان ڪو چور ٻڌي رهيو هو سو پنهنجي ساٿ جا ماڻهو وٺي اچي واڙئي کي ورتائين. هن گهٽيون ئي دانهون ڪيون. پر چور به لنيون هنيو پئسا ڦريو هليا ويس. گوڙ شور تي وتايو فقير جاڳي پيو ۽ پنهنجي ساٿيءَ کي چوڻ لڳو: پئسن جي ڪري تنهنجو مون ۾ به اعتبار ڪونه هو جو مون کان پري وڃي سمهئين. گڏ هجين ها ته مان به اٿي چورن سان منهن ڏيان ها. هاڻي وڃي پاڻ جاڻ. ڦريل واڻيو چوڻ لڳس: هٿ سان چور موڪلي، مون کي ڦرائي، هاڻي ٿو تال بخال ڪرين! فقير چوڻ لڳس: چڱو ٿيئي، تو به گهٽن جي ڪَل لاٿي هوندي

يعني، دولتمند کي ڪنهن تي ڀروسو نه ٿو رهي: هو ٻين جي رت چوسي ذوڪڙ گڏ ڪري ٿو، پر پاڻ به سڪون سان ڪونه ٿو رهي: سندس ننڊ سدائين ڦٽل رهي ٿي. سندس سمورو وقت اڻ تڻ ۽ انتظاريءَ ۾ گذري ٿو.

# درويش وتايو فقير ۽ سندس سڪيا

محمد پناهہ ڦرڙو

نسبت پاڪان درست ڪن. يا پئي ايشان مَ رو.
غرق شد فرعون در دريا. موسيٰ پيش رو.
(رومي)

ترجمو: پاڪن جي هلت تي پورو هلين تہ سندن پنيان پلي لڳ.
مگر مخالفانہ هلت ۾ سندن پنيان نہ وڃ. ڇاڪاڻ تہ فرعون.
موسيٰ جي پنيان تہ ويو. مگر درياهہ ۾ غرق ٿي ويو.

اڄ اسان هڪ منفرد ۽ انوکي درويش جي ياد تازي ڪرڻ ۽ عقيدت جا گل نڇاور ڪرڻ لاءِ سڄي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هت اچي گڏ ٿيا آهيون. هيءَ حق ۽ سچ جو پرچارڪ هو جنهن ڪري ٽن صدين گذرڻ بعد بہ اسان جي دلين تي حڪمراني ڪري رهيو آهي. سندس گفتا ناصحاڻا نُڪتا آهن. انهن ۾ عجيب ۽ غريب فلسفو سمايل آهي، جنهن ڪري هر مڪتبہ فڪر وٽ ان لاءِ عزت ۽ احترام آهي. ان درويش جي سڪيا ڏکي انسانيت لاءِ سڪون ڏيارڻ واري آهي. انهيءَ ڪري ئي تہ اسان جي هر دلعزيز محترم عبدالقادر منگي صاحب اسسٽنٽ ڪمشنر ٽنڊوالهيار. وقت جي اهم تقاضا جي مدنظر سندس نالي تي " نيشنل سيمينار" ڪوٺائڻ جو انعقاد ڪيو آهي: جنهن لاءِ ان کيرون لهڻيون. شال اسان جي ٻين آفيسرن کي رب پاڪ ڪا چڱي سمڪ ڏئي، جو پنهنجي پنهنجي حدن اندر اهڙن انسانذات جي ڀلي گهرندڙن تي سيمينار ڪوٺائين ۽ پنهنجو نالو منگي صاحب جيان روشن ڪرائين.

وتايو فقير" پنهنجي گوهر ناياب ۽ شهره آفاق گفتن سببان سڄيءَ سنڌ جي ٻارن. جوانن ۽ ٻڍن مردن توڙي عورتن ۾ روشناس ٿيل آهي. سنڌ

اندر ڪو نياڳو هوندو، جيڪو ان کان بي خبر هوندو. وتائيءَ جي زندگيءَ جي حقائق بابت وري عوام ته ٺهيو خواص به منجهيل آهن. ڪي ڪيس نصرپور جو باشندو چون ٿا، ته ڪي وري ڪيس عمرڪوٽ جو شمار ڪن ٿا. ڪي ڪيس ٽنڊوالهيار جو سڏين ٿا، ته ڪي وري پنجاب ۾ ضلعي گجرات کي سندس جنم ڀومي قرار ڏين ٿا. انهن ڳالهين جو مکيه ڪارڻ اهو آهي ته اسان کي اهڙي اهم ۽ تاريخ ساز شخصيت مان حقيقي فائدو حاصل ڪرڻو ئي نه آهي. ڇو ته وتايو فقير انڌي تقليد، ڏاڍ ڏمر ۽ ذهن کي مفلوج بنائڻ جي خيالي جدوجهد جو نالو آهي. ان ڪري پرماريت جي حامين گڏجي وتائي فقير کي چريو مست، بودلو ۽ پورڙو قرار ڏيئي ڇڏيو. مگر ائين نه آهي. وتائي کي چريو چوڻ وارا خود چريا آهن. جيئن مثنوي شريف ۾ مشهور بزرگ مولانا جلال الدين رومي فرمايو آهي ته:

"خلق قيس کي مجنون ٿي ڪوٺي، مگر حقيقت ۾ قيس داناءُ آهي ۽ خلق سموري چري آهي."

سنڌ جو ممتاز ۽ منفرد علامه حضرت شهيد عبدالرحيم گرهوڙيءَ پڻ فرمائي ٿو:

"چريو چريو نه چئو چريو آهي لوڪ."

وتائي فقير بابت هڪ هفتيوار اخبار[1] ۾ هن ريت احوال لکيل آهي:
وتايو فقير هندو کتي جاتيءَ جو هو. سندس اصل نالو "وتو" هو. سندس آبائي رهائش ۽ جنم ڀومي 'تاجپور' آهي. سندس عزيز قريب تاجپور مان هجرت ڪري 'نصرپور' ۾ اچي رهيا. وتائي فقير جو مڱڻو عمرڪوٽ مان ڪرايو ويو. ان وقت سندس رهڻي ڪهڻي عجيب هئي، جنهن ڪري ڪيس چريو سمجهندا هئا. عمرڪوٽ مان شادي ڪري آيو. سندس والد جڏهن چالاڻو ڪري ويو ته ان کان پوءِ وتايو فقير پنهنجي ماتا ۽ زال سميت مسلمان ٿيو. سندس اسلامي نالو "شيخ طاهر" رکيو ويو پر جيئن ته سندس اقوال ۽ افعال سبب عوام ۽ خواص ۾ سندس نالو "وتايو" مشهور ٿي چڪو هو تنهن ڪري سندس شيخ طاهر جي نالي سان عوام ۾ ايترو مشهور ٿي نه سگهيو. وفات بعد ڪيس ٽنڊي الهيار جي نزديڪ ٽن ميلن تي دفن ڪيو ويو.

وتايو فقير اندازاً ٻارهين صدي هجري ۾ ٿي گذريو. ان وقت جا ڪي مؤرخ سندس لاءِ لکن ٿا ته: "وتائي نالي هڪ مجذوب فقير هوندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن مستيءَ جي موج ۾ اچي شيخ فيض الله (بن مخدوم آدم ٽٽوي) جي مريدن کي وٺي گار گند ڪندو هو ۽ پڻ پٺيءَ تي لتون هڻندو هو.

هڪ ڏينهن امالڪ وچي شيخ حاجيءَ (عبداللطيف) جي پٺيءَ تي چميون ڏنائين. شيخ اوپائي نالي هڪ شخص پڇيس: هونئن هميشه سيني کي گاريون ۽ لتون ڏيندو وتين، اڄ ڪهڙو ڏينهن ٿيو آهي، جو شيخ حاجيءَ سان دل لڳائي اٿئي؟ (شيخ حاجي پڻ شيخ فيض الله جو مريد هو) وتائي ورائي ڏني: "چو نہ هن جي پٺ چمان؟ اُن پٺ ۾ هڪ فرزند پيو پسان، جو نور سان پريو پيو آهي. چميون بہ انهيءَ نور کي ٿو ڏيان.[۵]

شيخ عبداللطيف عرف ڊير ڏٽي، جن کي سائين محمد زمان المعروف سلطان اولياءُ 21 رمضان 1125 هجري- 1713ع ۾ قديم لواري شريف ۾ تولد ٿيو. ان مان اهو پتو پوي ٿو تہ وتائي اها اڳڪٿي يا پيشنگوئي، جيڪا کيس الهامي طور معلوم ٿي هئي، سا سائين سلطان اولياءُ قدس الله تعاليٰ اسرار و حق جن جي ولادت باسعادت کان اڳ ڪئي، تہ پوءِ جيڪي صاحب وتائي فقير کي 1768ع ۾ جنم پذير قرار ڏين ٿا.[۶] اها معلومات هنن ڪٿان اخذ ڪئي آهي؟

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ پنهنجا جيڪي ماخذ ٻڌايا آهن، اهي ان دور کي ويجهو پون ٿا. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جهڙو عالم جهڙي تهڙي ماخذ تي اعتبار نہ ڪندو. تنهن ڪري 'لواريءَ جا لال' لکڻ لاءِ جيڪي قلمي نسخا ڪم آندائين سي هيٺ ڏجن ٿا:

1. بلوچ خان ٽالپر، "فردوس العارفين".
2. خليفو نظر علي ٽالپر، "مرغوب الاحباب".
3. درويش بلال، "جواهر البلالي"، 1221هہ.

اسان کي وتائي فقير سان انهيءَ ڪري عقيدت نہ آهي تہ هو هندو مذهب جي نفي ڪري ۽ اسلام جو پوئلڳ ٿيو پر اسان کي ساڻس انهيءَ ڪري پيار آهي، جو سندس گفتن واريءَ سکيا ۾ تڪلف ۽ ٺاٺ باٺ نہ آهي. هو مصلحت واري ڪوڙ کان بچاءَ ڪندو هو. اڪثر ماڻهو سندس گفتن کي ٻڌي مشڪي يا وڌ ۾ وڌ ٺهڪ ڏيئي حقيقت واريءَ چاشنيءَ کي ٽاري ڇڏيندا آهن. اها اسان جي بدقسمتي چئبي، جو هيڏي وڏي مفڪر ۽ راڄ داناءَ درويش جي ملفوظات سان ڪل يوڳ ۽ مسخريءَ جهڙي ونڊر ۽ ورونهن ڪيون ٿا.

اسلامي تصوف جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ وتائي فقير جي گفتن ۾ اهو ڪِي سمايل آهي. جيڪو بزرگ جلال الدين روميؒ 604_672ھ جي ملفوظات ۾ سانڍيل آهي. جهڙي بي رخائي روميءَ جي ملفوظات ۾ آهي، اهڙي بي رُخائي وتائي فقير جي گفتن ۾ پڻ موجود آهي. بزرگ روميءَ جيان وتائي فقير جي مخاطب ٿيڻ جو طريقو ساڳيو ئي بي رُخائي وارو نظر ايندو. ڀيو تہ ٿهيو ڪائنات جي ڪارساز سان مخاطب ٿيڻ ۾ بہ وتايو فقير بي رُخائيءَ کان ڪم ورتي ٿو. پر جنهن ڊاڪٽر محمد اقبال جي شڪوه کي پڙهيو هوندو سو جڏهن وتائي فقير جي گفتن کي پڙهندو تہ ڪيس وتائي جا گفتا " شڪواه اقبال" جي مانند پيا ڀاسندا. ان چوڻ ۾ مبالغو نہ آهي تہ وتايو فقير روميءَ ۽ اقبال کان گهٽ نہ آهي.[۵]

وتائي فقير جي گفتن جي ڪا بہ باقاعدي تصنيف موجود نہ آهي. سندس قولن جي علمي تبحر جي شهرت سندس زندگيءَ ۾ ئي پري پري تائين وڃي پهتي هئي. عوام توڙي خواص سندس ملفوظات مان مستفيد ٿيندو رهيو. وتائي فقير جي اقوال مان جيترو حاضرين مجلس کي لطف ايندو اوترو ئي حظ پري کان پري رهندڙ حاصل ڪندا هئا. سندس ملفوظات کي ڪنهن بہ شخص انهيءَ دور ۾ ڪونہ لکيو مگر جن جي دلين تي سندس راڄڌاني قائم ٿي چڪي هئي، تن سندس اقوال کي نہ صرف ساھ ۾ سانڍيو پر نسل در نسل ۽ سيني بہ سيني سانڍيندا آيا.

وتائي فقير جي گفتن جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي تہ ان دور جا جيڪي اهم اشتراڪي مسئلا هئا، انهن تي پنهنجي مشاهدي موجب پنهنجن لفظن ۾ روشني وجهي، انهن جو حل تلاش ڪيو ويو آهي. سندس گفتا سليس، سادي ۽ سرل زبان ۾ آهن. سندس خطاب عوام لاءِ آهي ۽ عوام سان آهي.

اها اسان جي خوش قسمتي آهي، جو ٽن صدين گذرڻ بعد بہ وتائي فقير جا گفتا ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ سڀهي ايترن انقلابن کان پوءِ بہ اسان تائين پهتا آهن. اهو اڄ جي دانشور ۽ محقق تي فرض عائد ٿو ٿئي تہ انهن کي ڇنڊي ڇاڻي، ان وقت جي ٻوليءَ جي مزاج ۽ رسم و رواج کي جاچيندي، اصولڪي انداز ۾ پيش ڪري. ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ ملاوٽ جو وهنوار آهي ۽ ڏکي هٽندي بہ دير نہ ڪندا آهيون. مثلاً: ڪنهن بيت جي چوندڙ جو پتو نہ پوندو آهي تہ ان کي حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائيؒ جو بيت شمار ڪندا آهيون. جيئن اسان جي عظيم استاد علامہ آءِ. آءِ. قاضي مرحوم شاھ

سائين جي شعر سجاڻڻ لاءِ معيار (ماپا) مقرر ڪيا آهن. جن تي پرکي شاهه صاحب جو شعر سڃاڻي سگهجي ٿو. اهڙي ريت هن وقت ڪو سڄاڻ دانشور وتائي فقير جي گفتن بابت به ڪو ماپو يا پرک مقرر ڪري ته جيئن درويش جا گفتا صاف ڪري لکيا وڃن. هيءَ ڪم اهڙو محقق ڪري سگهي ٿو. جنهن کي ان دور جي ٻولي، رهڻي ڪهڻي ۽ معاشري جي پوري ڄاڻ هوندي. ان دور جو آئينو خود وتائي فقير جا گفتا آهن. جن ۾ انهن ڳالهين جو پرتوو ظاهر پيو آهي، صرف الله توهار ڪرڻي آهي.

وتائي فقير جا گفتا دقيق ۽ منجهيل نه آهن. جو انهن جي شرح ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿئي. مگر انهن ۾ جيڪو فلسفو سمايل آهي، سو البت ڏکيرڙو آهي. مثلاً:

- مٿي سهايو پر، پرٽايو نه.
- الله ڏئي ٿو پر ڪنگهڻ سان.
- دوزخ ۾ سڀ ڪو پنهنجي باهه ساڻُ کنيو ٿو وڃي، وغيره.

وتائي فقير جا گفتا ڪنهن رموز ۽ اسرار کي کولڻ لاءِ، اڪيلي فرد يا مجلس جي حاضرين کي بيان فرمايل يا سوالن جي تشريح ڪندي ٻڌايل آهن. سندس گفتن ۾ تصوف جو موجن پريو مهراڻ ۽ فلسفي جو نچوڙ سمايل آهي. سندس گفتا حق، محبت، نهٺائي ۽ انڪساريءَ سان ٽمٽار آهن.

بزرگ ۽ دوستو!

هينئر جيڪي هر هنڌ غير يقيني حالتون پيدا ٿي چڪيون آهن. احساس محروميءَ جو شڪار ٿي چڪا آهيون. يا عصبيت جا مريض ٿي پيا آهيون. تڏهن انهن رذائل ڪيفيات کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ وتائي فقير جهڙن درويشن. مصلحن ۽ محفلن جي سکيا جو اڀياس ۽ ان تي عمل ئي اسان کي پرسڪون زندگي بخشي ٿو. اهڙا درويش ايڪتا جا اوتار، محبت جا مينار. قوم جا معمار ۽ معاشري جو سينگار آهن. شال خداوند قدوس اسان کي سنئين مت ڏئي ته اهڙن درويشن جي حقيقي پيروي ڪريون ۽ سندن فيض مان مستفيد ٿيون. جڏهن ته هن دور ۾ پڻ وتائي فقير جي زماني وارا هوبهو يا لڳ ڀڳ ساڳيا مسئلا اسان جي اڳيان آهن. تڏهن اسان کي گهرجي ته انهن مسئلن مان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ وتائي فقير جي ڏسيل گفتن تي عمل ڪريون.

_ وما توفيقي الا بالله

# حوالا

1. ايڊيٽر، سيد غلام رسول شاهہ هفتيوار "سرتاج"، ميرپورخاص جلد 5، نمبر 35 ۽ 36، سومر 13 اپريل 1959ع.
2. سرڳواسي ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي، "لواريءَ جا لال" 1934ع، ايڊيوڪيشنل پريس ڪراچي، ص 46_47. مهر ڪاچيلوي، "مختصر تزڪره مشائخ لواري شريف" (اردو)، 1969ع. اورنگ آباد، ميرپورخاص، سنڌ، ص_23. عبدالڪريم ٽالپر، "اولياءِ لواري شريف"، 1975ع، ص 45_46.
3. ڏسو: روزانہ عبرت حيدرآباد، 22 سيپٽمبر 1984ع، "وتايو فقير" ليکڪ: صوفي غلام مصطفيٰ.
4. ڏسو: ملفوظات روميءَ جو اردو ترجمو "فيه ما فيه" ۽ "شڪواه اقبال".

# وتائي فقير جي شعور جي بلندي[1]

محمد حسين ’ڪاشف‘

اي ڳت غواصن، جيئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهه پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٿن ۾.
(شاھ)

هر دور جو ادب پنهنجي اندر صالح رجحان رکي ٿو. ادب جو ڪاروان هلندو رهي ٿو. منجهس هر منزل تان فن ۽ فڪر جا پانڌيئڙا ڳڌجن ٿا. جن مان سيڪو پنهنجي ماحول ۽ معيار، مطالعي ۽ استدراڪ موجب ڪي نه ڪي موتي چڏيو وڃي، جن کي وريو اڇيو پويان سهيڙين ۽ سنوارين، وٽجائين ۽ ونڊين. ادب جا اهي موتي ادب جا صحتمند قدر آهن. جن تي اديب پنهنجي تخليق جي عمارت تعمير به ڪري ٿو ۽ انهن قدرن کي وجود ڏيندڙ بابت ڪانه ڪا راءِ قائم ڪري سگهي ٿو.

جيستائين انسان هن زمين تي آهي، تيستائين ادب ۽ فن جو ڪاروان هلندو رهندو ۽ انهيءَ ڏس ۾ تنقيد ۽ تحقيق ٿيندي رهندي ۽ نوان نوان فڪري گوشا منظر عام تي ايندا رهندا. جديد ادب کي زندگي بخشيندڙ ان جي قدرن کي وجود ڏيندڙ ڪلاسيڪي ادب آهي. جو نه صرف اسان لاءِ مشعل راھ آهي، پر فڪري طور به عظيم آهي. جنهن تي اسين جيترو ناز ڪريون اهو ٿورو آهي. اڄ جي اديب جو فڪري ماخذ ۽ منبع اسان جي اڳين جو ڇڏيل اهو ادبي ورثو آهي. جنهن تي وقت گذرڻ جي ڪري لٽ جا ڪئين تهه چڙهي ويا آهن. پر ان هوندي به هو اسان کي فرانس جي جديد ادب ۽ ادب براءِ ادب جي انهن خيالن کان وري به وڌيڪ پيارو آهي. جو نه هن ۾ اسان جي

[1] هي مضمون اڳ ”ٽماهي مهراڻ“ ١٩٦٣ع نمبر ٦ ۾ ڇپيو هو جيڪو بيهر هتي شامل ڪيو ويو آهي

سماج جي بزرگن جو حاصل مطالع ۽ فڪري عرق ريزي سان گڏ ڪيل مواد موجود آهي. جيستائين ڪو ليکڪ پنهنجي اڳين جي ادب ۽ فن ۽ انهن جي خيالن جي ماخذات کان واقف نہ آهي، تيستائين هو ادب جي ميدان اندر قدم رکي ڪجهہ خامہ فرسائي ڪري، اهو ناممڪن آهي.

اسان جي سڀاڳي سنڌ جي سر زمين عالمن ۽ مفڪرن، شاعرن ۽ دانشورن، سياڻن ۽ سگهڙن سان پري پيئي آهي. جن واديءَ مهراڻ جي موجن ۾ منهن وجهي، اهي آبدار الماس ۽ من موهيندڙ موتي منظر عام تي آندا آهن. جن جي لاءِ اسين جيڪي لکون، اهو سندن بي بها ادبي خزاني آهر گهٽ آهي.

اڄ جيڪڏهن آئن اسٽائن جديد اضافت جو نظريو پيش ڪري ان بابت نوان ويچار پيش ڪري ٿو تہ دنيا ان کي انهين باڪمال شخصيت سڏي ٿي: حالانڪ ان جي نقطہ نظر کان ان جي نظريي کان هڪ محدود فلسفي گروهہ ئي حظ حاصل ڪري سگهي ٿو پر جيڪڏهن انسان زندگيءَ جي تصوير تي ۽ هن نظام جي ڪج روين تي، سماج جي قواعد ۽ ضوابط تي ڪجهہ رنگ آميزي ڪري ٿو ۽ ان تي حقيقي روشني وجهي ٿو تہ ان کي دنيا "چريو". "ٻالو ٻولو" ۽ "اٻالو". ڪوٺي ٿي.

فلسفيءَ جي سوچ ۽ فڪر ۽ ان جو نقہ نظر. دنيا کان الڳ هوندو آهي. هو فڪر جي انتهائي گهراين ۾ سوچيندو ۽ نتيجا اخذ ڪندو رهندو آهي. هن جو مسلڪ ۽ مشرب عام الناس کان الڳ هوندو آهي ۽ دنيا وارن ۾ رهي ڪري بہ انهن کان عليحدو نظر ايندو آهي. سندس نگاهون هر وقت تجسس ۾ ۽ ذهن تفڪر ۽ تدبر ۾ مصروف هوندو آهي ۽ پنهنجي خاص زاويي سان انهن تي ناقدانہ ۽ محققانہ نظر سان ويچاريندو رهندو آهي ۽ پنهنجا بي بها خيال پيش ڪندو رهندو آهي. اهڙيءَ سوچ لاءِ شاهہ صاحب فرمايو آهي:

"لهوارو لوڪ وهي، تون اُوڇو وهہ اوڀار."

فڪري انفراديت ۽ همہ گيري تڏهن ئي پيدا ٿي ٿي. جڏهن انسان انهيءَ انداز سان سوچي ٿو تہ اها ئي سوچ وقيع ۽ وزندار ٿئي ٿي. پوءِ جيڪڏهن فلسفيءَ کي چريو چئي نٿو سگهجي تہ پوءِ وتائي کي چريو ۽ اٻالو ڪوٺڻ حقائق سان بي انصافي آهي. دنيا وارن جي نظرن ۾ هو محض هڪ ظريف آهي. ليڪن حقيقت ۾ وتائي هنن جي نقطہ نظر کان اڳتي

وڏي انهن جي حال کي خيال ۾ آڻي نتيجو ڪڍيو آهي ۽ حڪايتي رنگ اختيار ڪري حقائق ۽ حالات جي اپٽار ڪئي آهي ۽ ان دور جي انسان جي انهيءَ باهرئين خول کي چاڪ ڪري پيچي پوري چڏيو آهي. سندس اهي حڪايتون محض حڪايتون نه آهن، پر پنهنجي جاءِ تي اٽل حقيقت رکندڙ نُڪتا آهن.

وتائي نيوٽن وانگر سمنڊ تان حسين ڪوڏيون نه چونڊيون آهن، پر زندگيءَ جي بحر عميق ۾ ٽٻيون ڏنيو آهن. سندس هر لفظ ۾ ان وقت جي جاگيرداري ۽ سرمائيداري (وڏيرا شاهي) سماج جي تصوير لڪل آهي ۽ ان وقت جي انسان جي ذهن جي پوري پوري عڪاسي آهي، هن ان تي طنز ڪيو آهي. خود فقير صاحب انهن جي روش جو مطابق خدائي صفات سان ڪيو آهي ۽ "تخلقو باخلاق الله" جي قول کي ڪسوٽي بنائي، سندن عادات ۽ اطوار کي انهيءَ تي پرکڻ ۽ پيٽڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته آيا اڄ جو انسان پاڻ ۾ اهي خداوندي صفتون پيدا ڪري چڪو آهي يا نه؟ جڏهن به فقير صاحب انهيءَ مطالعي جي ڪوشش ڪئي ته ڪيس انسان جو ذهن ۽ شعور ان دور جي نظام ۽ نوڪرن ۽ پيڙ سبب ڦتيل ۽ چيپاٽيل نظر آيو آهي، جنهن ۾ زندگي رکي رکي سسڪيون پري رهي آهي. انهيءَ سان "وتائي فقير جي شعور جي بلندي" جي خبر پوري ريت پئجي سگهي ٿي.

هر دور ۾ هر زبان جي ادب ۾ ڪي نه ڪي اهڙا فرد ضرور ايندا رهيا آهن، جن پنهنجي ماحول ۾ ڪج روين ۽ زيادتين تي نشتر زني ڪئي آهي. ڪن فلسفيانه انداز سان خيال پيش ڪيا آهن ته ڪن ظرافت آميز نموني ۾، ته ڪن حڪايتن جي روشني ۾، ته ڪن طنز ۽ مزاح جي نشترن سان روشني وڌي آهي. ڪٿي اها حڪايت ۽ شڪايت نظم جي انداز ۾ ملي ٿي، ته ڪٿي ٽوٽڪن ۽ لطيفن ۾ موجود آهي. حڪايت ۽ طنز جو خاص انداز آهي، جنهن ۾ فنڪار جي ناقادانه نظريي کي دخل آهي. جنهن مان هڪ طرف ته قاريءَ لاءِ سوچ جو سامان ٿو پيدا ڪري ته، ٻئي طرف منجهس سماج تي چوٽ پڻ هوندي آهي.

سعديءَ کان وٺي شيخ چليءَ تائين، ملا نصير الدين کان وٺي وتائي تائين، اڪبر الهه آباديءَ کان "بلبل" تائين، ويندي فڪر تونسوي، شوڪت ٿانوي، لي ڪاڪ ۽ آڊن تائين جي شاعريءَ ۽ نثر ۾ اهو ئي پهلو موجود آهي. ادب مان جيڪڏهن طنز جو پهلو ڪڍي ڇڏجي ته هوائين وڃي رهي.

جيئن بنا لوڻ ماني ٿيندي آهي. جنهن ۾ لاءِ نہ ساءُ. دراصل طنز ۽ مزاح وارو پهلو ادب جي انهيءَ خشڪ مزاجيءَ کي ختم ڪندڙ آهي. جو هڪ طرف پڙهندڙ لاءِ خوش ذوقيءَ جو سامان پيدا ڪري ٿو تہ ٻئي طرف هن کي پنهنجي ماحول تي سوچڻ لاءِ اُڀاري ٿو ۽ هن لاءِ حقايق کان چسم پوشي ناممڪن ٿي پوي. هونئن تہ ادب جي هر صنف. زندگيءَ جي تصوير پيش ڪندڙ آهي. ليڪن جيتري قدر طنز ۽ مزاح جو رنگ موثر آهي. اوتري قدر ٻي ڪنهن بہ صنف جو نہ آهي. ان ۾ اسان کي لکندڙ واقعي ماحول کان باغي نظر اچي ٿو.

دراصل هن جي اها بغاوت ڪا ماحول کان نہ هوندي آهي. پر انهن قدرن ۽ حالتن خلاف هڪ ٽوڪ هوندي آهي. جيڪي ماحول پيدا ڪيون آهن. هو ملمع ۽ صنع جو قائل نہ هوندو آهي. بلڪ هو تصنع جي پردي کي چاڪ ڪندڙ آهي. انهيءَ ڪري سندس تضحيڪ ۽ ظرافت جاندار هوندي آهي ۽ افادي بہ.

جهڙيءَ ريت ادب جون ٻيون صنفون ماحول ۽ حالتن پٽاندر پنهنجي اسلوب ۽ مواد ۽ ماخذات کي جدا جدا نمونن سان پيش ڪنديون رهيون آهن. اهڙيءَ ريت ادب جو طنز ۽ مزاح وارو پهلو بہ پنهنجي روايت کي قائم رکي. مواد ۽ ماخذات موجب بدلبو رهندو آهي. طنز جو صرف اهو ڪم نہ آهي تہ اهو محض زنده دلي ۽ خوش وقتي پيدا ڪري. بلڪ هن جو اصلي ۽ حقيقي مقصد هي آهي تہ هو ماحول ۽ فضا. حالات ۽ واقعات جي عدم مطابقت ۽ بي آهنگيءَ ۽ زندگيءَ جي تضاد کي اهڙي ڍنگ سان پيش ڪري. جو سندس چوٽ ۽ نوڪ کان خود زندگي بيچين ٿي اُٿي.

وتائي فقير محض مافوق الادراڪ ڪردار پنهنجي حڪايتن ۾ نہ پيش ڪيا آهن. پر زنده ۽ حقيقي ڪردار پيش ڪيا آهن. جي هن ئي ماحول جا پرورده ۽ هن ئي سٽ جي ماٺهن سان گذاريندڙ آهن. انهيءَ ڪري سندس حڪايتن جو اهو پهلو نهايت ئي جاندار آهي. سندس سنڌي ادب تي انهيءَ لحاظ کان وڏو احسان آهي. وتائي جي مزاح جي پنهنجي مخصوص ٽيڪنڪ آهي. جنهن جي ڪري سندس نقلن ۾ زندگيءَ جي حرڪت ۽ واقعات جي پوري پوري تصوير ڪشي نظر اچي ٿي. جنهن ۾ سندس طنز جي ترڪش سان هنيل ڪوبہ تير نشاني کان خالي نظر نٿو اچي ۽ ماحول تي سندس ڪيل خنده زني پنهنجي پهلوءَ ۾ حقيقت جو عنصر رکندي نظر اچي

ٿي. سندس نقلن ۾ نہ لفظي بازيگري آهي ۽ نہ رعايت لفظي آهي. هن محض سادي سودي نموني سان نقل پيش ڪيا آهن. سندس اها سادگي ئي دراصل مزاح جي لطيف عنصر کي پيدا ڪرڻ ۾ پوريءَ ريت ڪامياب ويئي آهي. جنهن ڪري اسان کي 'وتايو' محض 'وتايو' نظر ٿو اچي، پر پنهنجي ماحول جو نبض شناس، ناقد، مصلح ۽ عظيم فنڪار نظر اچي ٿو.

پهرئين نقل ۾ بند جي پڇڻ ڪري زميندار جي ڪمدار، ماڻهن کي گس تان وٺي ڪم تي پئي لڳايو پر جنهن چيس ٿي تہ آءٌ فلاڻي زميندار جو ماڻهو آهيان تہ ان کي ڇڏي ٿي ڏنائين، پر جڏهن وتائي فقير کان پڇيائين تہ، کيس فقير چيو تہ، "آءٌ خدا جو ماڻهو آهيان." جنهن جي ڪري کيس ڇيڙ ڪمائڻي پيئي. بعد ۾ فقير صاحب خدا تعاليٰ کي مخاطب ٿي چيو تہ: "تنهنجو مانُ وڏيرن جهڙو بہ ڪونهي."

فقير جو اهو ڪلام موجوده بٽ بيگر واري زوريءَ ۽ زوراوريءَ واري نظام تي سخت چوٽ آهي. سندس طنز هن نظام تي آهي، جنهن ۾ انسان جو هن سرمائيداريءَ جو غلام نظر اچي ٿو جنهن ۾ سندس خدا کان دوري پيئي معلوم ٿئي. انسان جي اکين تي پٽيون ٻڌل پيئون نظر اچن. جي صرف خدا جي نالي کي ٻڌي، اها ڪيفيت بيان ڪري نٿا سگهن. جا هڪ "عبد" لاءِ ضروري آهي. اهو هڪ طرف عقيده عبوديت ۽ انسان ۽ خدا جي تعلق تي نظر آهي تہ ٻئي طرف فطرت جي اڻل طاقت تي جرح آهي تہ چا، اهي آهن تنهنجا بندا، جن کي توکان ڪو خوف ڪونهي، تو سان ڪا محبت ڪانهي، انهن ۾ خدا کي سڃاڻڻ واري اک ڪانهي. اهو ڏيکاري ٿو تہ سرمائيداريءَ جي پوت ۾ خدا کان لاتعلقيءَ جي ڪري انسان جي دماغ ۾ پنهنجي پالڻهار جو تصور خود ڪا حقيقت نٿو رکي، جنهن ڪري هو خداپرستيءَ جي بجاءِ شخصيت پرستيءَ جو شڪار ٿيڻجي چڪو آهي.

وتائي جو ٻيو هڪ نقل آهي، جنهن ۾ هن ڪنهن گهورڙئي کان خدا جي نالي تي گدرو گهريو تہ، هن کيس هڪ ڦٽل ۽ خراب گدرو ڪڍي ڏنو. وتايو گدرو ڏسي دنگ رهجي ويو. خيال ڪيائين تہ ياتي گهٽا آهن. ڏوڪڙ ڏيئي ڪجهہ گدرا وٺان. سو ڏوڪڙن تي کيس تمام سٺا گدرا مليا. فقير خيال ڪيو تہ، خدا جي نالي تي ڦٽل گدرو مليو آهي ۽ پئسن تي بهتر، تازو ۽ سٺو گدرو مليو آهي، اهو تضاد ڏسي، فقير صاحب فرمايو: "تو کي تہ تڪي جيترو بہ ڪونہ ٿا سڃاڻن! جن کي تنهنجي ٻنهنجي احسن ۽ اڪمل

تخليق ڪري ڪوئين ٿو. انهن جي ذهنيت جو اهو مظاهرو آهي، جن آڏو چئن ٽَڪن جو قدر توڪان وڌيڪ آهي!"

انهيءَ ۾ انسان جي سرمايہ پرستيءَ ۽ خدا کان لاتعلقيءَ جو پورو پورو ثبوت ڏيکاريو اٿس. سندس لفظن مان انسان جي پئسي سان محبت پوريءَ ريت رقص ڪندي نظر اچي ٿي. دنيا جي اندر جيڪي ڪجهہ ڪري سگهي ٿو اهو پئسو آهي. اڄ جو انسان صرف نالي جي عبوديت جي دعويٰ رکي ٿو. اهو نُڪتو سليم طبع وارن لاءِ پڪار آهي تہ هو انسان ۽ خدا جي رشتي کي، انسان ۽ انسان جي باهمي تعلق کي سمجهن. پاڻ ۾ " وَلَقَدْ كَرَّمْنَا بَنِي آدَمَ " جو شعور پيدا ڪن ۽ واضح ڪن تہ فطرت جو لاڳاپو انسان سان ڪيتري قدر آهي.

وتائي فقير جو شعور هر وقت فطرت جي ڪار گذارين جي نتيجن جي تاڪ ۾ هو. سندس نگاهہ ۾ قدرت خلاف هڪ عليحدو انداز آهي، جو انسان جي تصور کي ڪاپاري ڌڪ هڻي، ان ۾ ذهني جستجو پيدا ڪرڻ جي ڪشش ٿو ڪري تہ هو ان ماوراءِ العقل تصور کي فطرت جي قانون جي صورت ۾ سمجهي ۽ ان سان پنهنجي هم آهنگي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. سندس ڪن ڪن گفتن ۾ ظلم جي جاءِ تي مظلوم جي خاتمي ۽ فطرت جي بيوسي ۽ قدرت جي صفتن تي پڻ جرح آهي، جنهن جو خيال سندس ڏڍيءَ ۽ گڏهہ واري نقل ۾ ملي ٿو. جو سندس ڏڍي جو گاهہ روزانو گڏهہ کائي ويندو هو ۽ پاڻ گڏهہ کان تنگ اچي چيائين: "گڏهہ کي مار!" صبح جو ڏسي تہ ڏڍي مئي پئي آهي. ڪيس پنهنجي بصارت تي شڪ گذريو ۽ هڪ انڌي کي وٺي اچي ڏيکاريائين ۽ آسمان ڏانهن نهاري چيائين: "انڌي جيتري بہ سڃاڻپ ڪانہ اٿئي!"

سندس انهيءَ نقل ۾ ٻيو بہ هڪ پهلو سمايل آهي، جو آهي قلبي بصيرت جو. اکين جي انڌائي ايتري خطرناڪ نہ آهي، جيتري قلب جي انڌائي. اهڙيءَ ئي ڪيفيت لاءِ الله پاڪ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي تہ:

صُمٌّ بُكْمٌ عُمْيٌ فَهُمْ لَا يَرْجِعُونَ

۽ انسان کي سمع ۽ بصر جي صلاحيت پيدا ڪرڻ لاءِ چيل آهي تہ.

فَجَعَلْنَاهُ سَمِيعًا بَصِيرًا

يعني، انسان پاڻ ۾ اهڙيءَ ظاهري ڏسڻ، جو محض ڏسڻ آهي. ان کان وڏي مشاهدي ۽ استدراڪ جي ڪيفيت پاڻ ۾ پيدا ڪري ۽ حقائق جي ته تائين پهچي، قانون فطرت کي سمجهي، جو سندس بصيرت جو اهو ٻيو پهلو آهي. ٻئي طرف جيڪڏهن ڏٺي کي نفس مطمئنه سان ۽ گڏهه کي نفس اماره سان تعبير ڪري نقل جي توجيهه ڪجي ٿي ته به صادق اچي ٿي ته انسان جي دنياوي غلبي ڪري نفس اماره غالب اچي ويچي ٿو جنهن کي هٽائڻ ضروري آهي. ان لاءِ محض رسمي سوالن جي ضرورت نه آهي.

پر مٿي ذڪر ڪيل تدبر ۽ ادراڪ جي ضرورت آهي. فطرت جي صفتن تي حرج مان اهو صاف ظاهر آهي ته سندس آڏو خدا جي متعلق هڪ حسين ۽ باڪمال ڪائنات جي مالڪ هجڻ ۽ عقل ڪل جو تصور آهي، جنهن کي هو پنهنجي ذهن ۾ قائم ڪرڻ گهري ٿو ۽ ٻين کي مجارائڻ گهري ٿو. اهو تصور، جو انسان ۾ سچو ڪيف ۽ جذب ۽ حقايق بيني پيدا ڪري

فقير جي خوش ڪلاميءَ ۾ ان وقت جي سماج جي پوري پوري تصوير سمايل آهي. سندس هر گفتو ٻڌندڙ ۽ پڙهندڙ جي ذهن کي مجبور ٿو ڪري ته هو پاڻ ۾ اهو تصو پيدا ڪري، جنهن کي خود فقير لفظن ۾ ويڙهي سيڙهي پيش ڪيو آهي.

ان وقت جي رشتن ۽ ناتن متعلق پڌرا اشارا سندس نقلن ۾ موجود آهن. جي ظاهر ٿا ڪن ته مائٽ ڏيئرون ويهاري چڏيندا هئا، ليڪن انهن ڪڏهن به انسان جي اخلاقي، سماجي، مادي ۽ روحاني ضرورتن کي مدِنظر رکڻ جي ڪوشش نه ڪئي ۽ اوچ ۽ نيچ، ريت ۽ وهنوار جهڙين قبيح رسمن جا غلام ٿي رهيا. هنن آڏو شادي به هڪ تجارتي انداز هو جنهن لاءِ ڪو معيار گهرجي.

وتائي فقير جي نقلن ۾ طبقاتي ڪشمڪش پوري ريت موجود آهي، جنهن لاءِ وتائي فقير شاديءَ وارو نقل بيان ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪيس قائل ڪپڙن سان چني ۾ به ڪو ويهڻ نه پيو ڏئي، پر اوچن ڪپڙن پائي اچڻ بعد سڀ ڪو سندس عزت ڪرڻ لڳو جنهن تي وتائي ماني ملڻ تي ڪپڙن کي چيو ته: "اوهين پٽ کائو مون کي ملي ها ته اڳ ملي ها. پر هي اوهان جي بدولت عنايت ٿي آهي، تنهن ڪري اول حق اوهان جو آهي."

فقير جو اهو سنئون سڌو سماج جي اخلاقي ۽ انساني قدرن تي وار آهي ته اڄ جا عزت آهي، اها آڪڙ شاڪڙ، لٽي ڪپڙي، ٽنڊ ٽوپي ۽ ٽڳ ۽

ٿيڙي ڪي آهي. ظاهري زيبائش ۽ ڏيک ويک انسان کي مجبور ٿو ڪري ته هو پاڻ کي وڏو سمجهي. پوءِ انهن ڪپڙن جي اندر ڇو نه هڪ ڪمينو هجي، ٻين جو خون چوسيندڙ هجي، ظالم، جابر، چور ۽ ڌاڙيل ڇو نه هجي. فقير جو اهو طنز شاهؒ جي هن بيت جي صداءِ بازگشت آهي:

'اڇي پڳ مَ پس، اندر مڙيئي اگڙيون'

اڄ جي انسان لاءِ وتائي جو اهو نقل تازيانهءِ عبرت آهي ته انسان کي سندس صحيح حالت ۾ ٻين آڏو اچڻ گهرجي، تڪلفات ۽ صنع جي پردن کي ختم ڪرڻ گهرجي. هن انسان جي ذهن کي للڪاريو آهي ته پنهنجي زاويهءِ نگاه کي دلين تائين پهچايو ۽ پاڻ ۾ بصيرت ۽ مشاهدو پيدا ڪريو. ظاهري لباس ڏسي پنيلجي نه وڃو. "لباس المؤمنين قلوب الڪافرين" جي قول کي سچائو ۽ ان سان گڏ اهو به ٿو ڏيکاري ته ان وقت غريب طبقي جي حالت ڇا هئي ۽ ان جو سماج ۾ مقام ڪهڙو هو. ڪيس ڪو پڇندو به ڪونه هو ۽ ان کي ڪو به سماجي مقام ۽ برتري حاصل ڪانه هئي.

سندس نقلن مان اهو به ظاهر آهي ته انسان کي خدا اختيار ۽ ارادو ڏئي پيدا ڪيو آهي. ڪيس عقل ۽ فڪر عطا ڪيو اٿس. ڪيس تدبر ۽ تفڪر جي دعوت ڏني اٿس. انسان جي ڪنهن به لغزش لاءِ فطرت جوابدار نه آهي، پر خود انسان ان جي لاءِ جوابده آهي. فقير جي آڏو گوشه نشيني ۽ قسمت تي ياڙي ويهڻ زندگيءَ کان گريز آهي، جا زندگيءَ جي حرڪت ۽ جدوجهد کان فراريت آهي. بهشت ۽ دوزخ انسان پنهنجي لاءِ پنهنجي عملن سان ئي تيار ڪري ٿو. ڇو ته هي زندگي مڪافاتِ عمل جو ميدان آهي. جو پوکبو اهو ئي لڻبو.

وتائي فقير انسانن جي عذاب ۽ ثواب واري ذهنيت جي پوري قلعي کولي آهي ۽ مُلائيت جي پڻ. انهيءَ وٽ رسمي ۽ ظاهري صفائي ۽ پاڪائي آهي ۽ وٽس اهڙا قاعدا آهن، جن سان هو بهشت ۽ دوزخ جي تقسيم ٿو ڪري ۽ هزارين لکين ثواب ٿو ورهائي ۽ محض ڪين چند رسومات تائين محدود رکيو ٿو اچي. جنهن ڪري منجهانئن اسلام جو صحيح تصور ۽ خدا ترسي ۽ فطرت شناسي ۽ صحيح تقويٰ جو مفهوم فوت ٿي چڪو آهي. هن ان تي جرح ڪئي آهي، ته زندگي جو مقصد محض اهو نه آهي ۽ نه وري عبادت جو اهو مفهوم آهي. هن انسان جي ذهن کي چئلينج ڪيو آهي ته هو

انهن سطحي مسئلن کان مٿي ٿئي ۽ زندگيءَ ۽ ڪائنات جي عالمگير ۽ الاهي تصور کي سمجهي، جنهن ۾ ئي سندس حقيقي عبوديت ۽ دائمي خير جو پهلو سمايل آهي. سندس نقلن ۾ عمل جي جهلڪ آهي. زندگيءَ جي حالت ۽ حرارت موجود آهي. سندس آڏو زندگي نهايت ئي وسيع مفهوم رکي ٿي. انسان جو فرض آهي تہ هو ان کي سمجهي ۽ خداشناسي پيدا ڪري. ان جي فقير ابتدا انسان شناسيءَ ۽ انسانيت جي پيدا ڪرڻ سان ڪئي آهي تہ اول انسان کي مڪارم اخلاق پيدا ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ انسان دوستيءَ کان مٿي چڙهي خدائي صفتن سان متصف ٿيڻ گهرجي.

سندس نقل سماج جي اخلاقي قدرت جي بہ جهلڪ پوريءَ ريت پيش ڪن ٿا. جن ۾ فقير ڄاڻايو آهي تہ عشق و محبت کي انسان صرف پنهنجي جنسياتي جذبات تائين محدود رکيو آهي، جنهن ۾ اخلاقي قدرن جو زوال پوريءَ ريت سمايل آهي. هن ان لاءِ خود پنهنجو مثال پيش ڪيو آهي.

فقير صاحب جو هر نقل هڪ بي بها موتي آهي. سندس نقل انسان جي معاشري ۾ ضرب المثل جي حيثيت رکن ٿا ۽ سندس نقل اهي الماس آهن، جن جي ڪا قيمت ڪٿي ئي نٿي سگهجي. سندس نقل نہ صرف ان وقت جي معاشري جي ترجماني پوريءَ ريت ڪري رهيا آهن. پر انهن کي اڄ جي حالتن تي پڻ چسپان ڪري سگهجي ٿو. سندس انداز بيان شستہ ۽ شائستہ آهي. مجموعي طور چئي سگهجي ٿو تہ وتائي فقير جا نقل ان وقت جي سماج جي رسم و رواج مادي ۽ روحاني قدر، انسانن جي شعور ۽ ذهن جي بي راهروي ۽ حقيقت کان بي تعلقي، سرمائيدارانہ نظام ۽ مذهب جي تعميري نظام جي جاءِ تي پيدا ٿيل فرسوده ۽ بي روح رسومات، زر سان محبت، انسان جي عدم مساوات، معاشي تڪليفن ۽ طبقاتي ڪشمڪش جي چٽي تصوير آهن. اميد تہ جلد ئي فقير صاحب جي حياتي متعلق پڻ ڪجهہ انهن ئي صفحن ۾ عرض رکبو. هن کي ان جي تمهيد سمجهڻ گهرجي:

ويا سي وينجهار، هيرو لعل وڻڏين جي،
تنهين سندا پويان، سيهي لهن نہ سار،
ڪُتين ڪت لُهار، هاڻي انهيءَ پيٽئين.

(شاهہ)

# وتايو فقير[1]

**علي احمد بروهي**

قديم سنڌ جي سنڌي ٻولي ڪهڙي قسم جي هئي؟ ڪو پتو نه آهي. توڙي جو تحقيق جاري آهي، پر هي ڄاڻ اٿئون ته پنائيءَ جي زماني کان اڳ واري سنڌي هئي. "ڌڻي ۾ نڪريون". بيحد ٻاڙي الف اگهاڙي ۽ ٻي سري البت "شاه" آئي صحت به سڌريس ۽ رنگ به مٽايائين. سهڻي لطيف جي رنگ رنگي وڌس. سونهن به اُڀريس، سريلي به ٿي ۽ سينگار به سکي. پوءِ اجرڪ اوڙهي اڇي اجري ٿي اڳيرو هلي. واٽ ويندي وتائي سان واقفيت ٿيس، جنهن ڪيس مرڪڻ جي مام سيکاري، سوني تي سهاڳو. لاڪيڻي ۾ لطيف اڳيئي ٿي چڪي هئي. وري مليس لطيفو پوءِ ته رچي راس ٿي پارس ٿي پيئي. جن جي منهن پيئي ۽ جن سان پنارو پيل هيس، تن کي به اڏي چڏيائين. هو به هاڻ، ماڙهوءَ ڪوڻ ماڻهو ۽ ڄڻن موڻ ڄاموٽ ٿي پيا. اهڙي ڪمال جي ڪرشمي ۽ ڪايا پلٽ جو سهرو هيو پنائي گهوٽ جي سر تي ۽ پيو هو وتايو. انهن ٻنهي ٻانهن ٻيلين جي آڌر ۽ سهاري سنڌڙي اڄ ڏينهن سوڌو پيئي تڳي.

وري به سنڌڙيءَ جي انهن سپاجهڙن کي سلام جن کي مارو ڄام جو مرم پيو ۽ پنائيءَ جو پرم رکيائون ۽ سنڌس پلايون پال نه پلايائون. سنڌس ٽڙيل پکڙيل ڪلام کي سهيڙي سينگاري قلمبند ڪري محفوظ ڪيائون. وقت بوقت ۽ سال بسال سنڌس ورسيون ملهائي، سنڌس ڳڻ ڳائيندا رهيا ۽ اهو شغل اڄ سوڌو جاري هلندو اچي. البت وتايو ويچارو! ويڳاڻن جيان ۽ ٻنهنجي ليکي، واتي ويٺي هلندو رهيو. وري به شڪر آهي جو وتايو ياد ته آهي، ورنه "ڪم لٿو ڏک وسريو" اسان جي هڪ پراڻي روايت آهي. هيءَ

---

[1] هي مضمون ڪتاب "ڄام، ڄاموٽ، ڄامڙا" تان ورتل

ٻي ڳالهہ آهي تہ وتايو صدين کان سنڌ کي وندرائيندو ۽ کلائيندو پئي رهيو آهي. پوءِ ٿي سگهي ٿو تہ ڪيس وسارڻ ۽ سندس ياد کي من کان ميسارڻ، اسان سنڌين جي وس کان ٻاهر هجي.

هاڻ جيئن تہ وتايو "وقت" جي ڪسوٽيءَ تي پوريءَ طور پر ڪجي چڪو آهي ۽ سندس چهرا چٽڪلا ۽ ٽوٽڪا، سنڌي علم و ادب ۽ عام سنڌي زبان جا "اٽوٽ انگ" ثابت ٿي چڪا آهن. تنهن حالت ۾ اسان کي جڳائي تہ سندس ٻولن تي کلي "ڪن لاٽار" ڪرڻ بجاءِ، غور و فڪر ڪريون ۽ گنڀيرتا سان سندس پيغام جو جائزو وٺون. جيڪڏهن اسين وتائي جون ورسيون ملهائي سگهون، سندس نيهن نياپي کي سهيڙي شايع ڪرڻ کان لاچار آهيون تہ گهٽ ۾ گهٽ سندس معنيٰ خيز " مقصدِ حيات" کي سمجهڻ ۽ هيئين سان هنڊائڻ لاءِ ڪو اُدم تہ ڪريون؟ ڏسڻو هي آهي تہ آخر وتايو هيو ڪهڙي بلا؟ ڪو وائڙو سائڙو موڳو مٺر هيو يا ڪو ملان لٺر هيو جو سدا وڦلندو ٿي رهيو. ٿي سگهي ٿو تہ ڪو لِڏِ ۾ لڪل اڏيره لعل هجي؟ يا واقعي ڪو خواجہ خضر هيو جنهن وتائي جو ويس ڌاري اسان عقل جي انڌن جي روحاني رهنمائي ٿي ڪئي؟

وتايو ڪير هيو ڪنهن جو ڄايو هو؟ ڪٿي ڄميو ڪٿي دفن ٿيو ۽ ڪڏهن؟ اهي غير ضروري سوال آهن. اهي پتا پار اهو پڇي جنهن جو وتائي جي وڏن تي قرض رهيل هجي. يا جنهن کي سندس گهر الاٽ ڪرائڻو هجي. هو الله جو بندو ۽ آدم جي عام رواجي اولاد ۾ هڪ هيو. سنڌ ۾ ڄائو نپنو ۽ سنڌ ۾ مئو. اها ئي آهي وتائي جي رام ڪهاڻي ۽ اها ئي آهي هر عام سنڌيءَ جي سوانح حيات. البت وڏيرن جي ڳالهہ ٻي آهي ۽ سندن هستي بہ اور آهي. مون تہ جڏهن بہ وڏي واڪي "الله" کي ياد ڪيو آهي تہ ڪو نہ ڪو وڏيرو ضرور ڪنائيندو آهي تہ ڪيس تہ سڏيو نہ ٿو وڃي.

خير! وتائي بنسبت جو ڪجهہ هيل تائين ٻڌندا ٿا اچون، سو هن طرح آهي تہ، "نصرپور جي لڳ هڪ ڳوٺ جو واهٽائي واٽيو هيو. ننڍپڻ لاڪر پنهنجي سوچ سمجهہ سادي سودي هيس. اڪثر پنهنجي دل من ٽٽوليندي ۽ دليل ڊوڙائيندي، ڪنهن موڙ تي هندو ڌرم ڇڏي، دين ڏانهن لاڙو رکيائين. پهريون پاڻ پوءِ سندن سڄو گهراڻو شيخ ٿيو. ٻڌڻ ۾ ائين بہ ٿو اچي تہ اڳتي هلي، جيئن ڪنهن ٻانڀڻ جي ٻيڪڙ ۾ نہ آيو هيو. تيئن ملان جي وڪڙ کان بہ گوهي ڪري نڪري ويو. وتايو سنڌ جي واحد ماٺهو هيو

جنهن پنهنجي ۽ پنهنجي خالق وچ ۾ ڪنهن ٽئين تياڪڙ کي ٽنگ وچڙائڻ مور نہ ڏني. عجب اهو جو اهڙي بغاوت باوجود سندن چهپٽ ڪان بچي ويو ورنہ سوليءَ چڙهڻ يا سنگسار ٿيڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي هئائين."

ڪن جو هي بہ چوڻ آهي تہ وتايو پنهنجي وقت جو سياڻو ماڻهو هيو بلڪ ڪي تہ ائين بہ چون ٿا تہ سنڌ، سياڻي ۾ سياڻو ماڻهو هڪ اُپايو اُهو هيو وتايو. ڏاها ڏيهہ ۾ گهٽا، پر سياڻو لکن ۾ هيڪڙو. ڏاهي جي ڏاهپ جو مدار آهي ڏاه تي. يعني، ٻڌ سڌ يا خبرچار تي. جنهن سبب ڏاهو اڪثر ٻہ ٽنگو ڦاسندو ڏٺو ويندو آهي، پر سياڻو ماڻهو ان کي چون. جنهن کي اندر جو سوجهرو هجي ۽ سجاڻ هجي. ان ڏس ۾ وتايو ڄمندي ڄام هيو. ڪن ماڻهن جو اهو بہ خيال آهي تہ پنهنجن کي چڱيءَ ريت پرکيو هئائين ۽ ڪيس پوري ڄاڻ هئي تہ ڄٽن سان ڪيئن نباه ڪجي. ڏٺائين تہ عجيب قوم سان واسطو پيو هيس. هو سائي کي سهن ڪونہ ۽ بکئي کي ڏين ڪونہ. وقت تي گڏه کي بابو چون ۽ جتي پڇڻ ناهي جاءِ اتي "ڀاڄوڪڙ" وريام سڏجن!

ڄٽرن سان جنيون ڪن ۽ مٿن لاءِ مجاور ٿي ويهن. ڪائن پنهنجي گهران، پر پچار سدائين پرائي ڪن. اهڙي آچار "لتر سان چڪر پڄي" سوچي سمجهي، سر بچاءَ ۾ چريو ٿي عمر گذاريائين. ائين بہ هرپرو صحيح نہ هو جيئن چيو ٿي ويو تہ ڪا ڪل ٽِڙي هيس، يا متيون ڏيندي لوڪ کي، چريو پاڻ ٿيو هيو بلڪل نہ. اهڙو اياڻو وتايو هرگز نہ هيو. البت چريائي جي اوٽ ۾ ٻين کي متيون ڏيندو رهيو. جيئن لوڪ لڪا نہ پوي. چاڪاڻ تہ هي اهو زمانو هيو جڏهن "ماڻڪن موت" شروع ٿي هئي ۽ پلئہ پايو سچ آچيندي هر هڪ کي لڄ ٿي آئي. ان ڪارڻ ماڻن سنئين سڌي ڳالهہ ڪرڻ بہ پنهنجي ڪل لهرائڻي هئي. ان ڪري اڪثر ڳجهارتن ۾ ڳالهائيندو هو. صديون گذرڻ بعد اڄ ٿو پتو پوي تہ مار ڇا چئي ويو! ڇاڇي بہ چيائين ۽ ڇهنڊڙي بہ پائي ويو. غضب جو سياڻو هيو.

اها ڪل ڪا نہ ٿي پوي تہ وتائي جي زندگيءَ ۾ جو انقلاب آيو اهو سندس عمر جي ڪهڙي موڙ تي ۽ ڪهڙي ڪارڻ؟ هيءَ سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ ڪو ماڻهو پنهنجو گهر گهاٽ ۽ ڪاروبار ڇڏي جهنگ منهن ڪري وڃي ڪا ويراني وسائي؟ پوءِ نہ هوندو بانس ۽ نہ وڄندي بانسري. پر هن دنيا ۾ رهندي، هڪ جوڳي ۽ ويراڳيءَ جي زندگي بسر ڪرڻ ۽ لاطمع ٿي رهڻ، هڪ اهڙي انسان لاءِ ڪٿن ڪم آهي، جنهن کي اڪيون بہ هجن ۽ سندس

هوش حواس بہ سلامت هجن. آخر انسان گوشت پوست جو لوٿڙو آهي ۽ ڪو لوه جو ٺهيل پتلو تہ ناهي؟ خاص طور جڏهن انسان سان وري شيطان سلامت بہ سدائين ساڻ ٻيلهہ چڙهيو ڪيس هر ڪائيندو رهي.

ان ڪان سواءِ واٽيو ٿي ڪري مايا جي موه ڪان ٽارو ڪرڻ ۽ ڌن دولت جي دام ۾ نہ ڦاسڻ. پنهنجي سر هڪ ڪمال ڪاميابي آهي. پاڻ وٽ ڪجهہ بہ نہ هئڻ هڪ مجبوري بہ ٿي سگهي ٿي، پر ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي مورڳو خواهش ئي نہ رکڻ فقيريءَ جي معراج آهي. اسان ۾ هر هڪ کي هي ڄاڻ آهي تہ دنيا جي جملي جهيڙن جي جڙ آهي ئي "زر، زن ۽ زمين." پر تنهن هوندي بہ اسان جي پوري عمر انهن ٽنهي لڪشمي ديوين جو پيڇو ڪندي ٿي گذري. اک پچن يا نہ. اشارو ڏين يا نہ. اسين هر وقت وتون ٿا انهن اپڇرائن جي پٺ وٺندا. ڪوئي ليکي نہ ليکي، اسين بہ آهيون يار جي ليکي، لنڊي ڪتي وانگي.

وتائي کي هيءَ خبر هئي تہ حضرت آدم جي بنيادي خطا ۽ سندس اولاد. يعني انسانن جي جسماني خواهش وچ ۾ ڳوڙهو رستو هيو. يا ائين کٽي چئجي تہ ساڳي ڳالهہ هئي. ان ڪارڻ زر ۽ زمين ڪان تہ اڳيئي فارغ هيو پر ڪنهن مومل ماڻڻ جي بہ پچر ڇڏي ڏنائين. هن دنيا جي طلسمي ڄار جا هي سڀ رسا ۽ ٺوڙها ڇنڻ بعد وتايو پنهنجي زندگيءَ جي مول مقصد ڏانهن پلٽيو جو هيو: "انسانيت جي روحاني ترقي". ان مقصد جي ڦهلاءَ لاءِ پنهنجي زندگيءَ جو "قول ۽ عمل" نموني طور عوام آڏو پيش ڪيائين. هن ڪڏهن بہ ولي، غوث يا قطب هئڻ جي هام نہ هڻئين ۽ ڪڏهن پلجي بہ درويشيءَ جي دعويٰ نہ ڪئي. هن پنهنجي لاءِ مشڪريءَ جو پارٽ منتخب ڪيو. ڇهڇتا بہ ڏسندو رهيو ۽ تماشو بہ وجهندو رهيو. سندس ٻول ٻڌي ماڻهو ڪُکين تي هٿ رکي کلندا رهيا. اڄ تائين اسان جو اهڙو رد عمل روان دوان آهي.

وتائي جي عام ماڻهن لاءِ شڪايت فقط هيءَ هئي تہ ڪين "ساڃهہ ۽ سڃاڻ" جي رمز هٿ نہ ٿي آهي. هو سواءِ شناختي ڪارڊ جي ڪنهن کي سڃاڻي ئي نہ ٿي سگهيا. سمجهڻ تہ وڏي ڳالهہ آهي. هڪ دفعي بک ڪان بي حال ٿي رستي ويندي وتايو بيهوش ٿي هيٺ ڪري پيو. ماڻهو رونشي ڪوڏيا اچي سندس چوگرد مڙيا. ڏنائون وتائي تہ پرلوڪ پڌاريو. مسلمانن چيو تہ واٽيو هيو. ان ڪري سندس ڪريا ڪرم ڪري مساڻ نيئي ڪيس

ساڙيو وڃي. واڻين نابري واري، چي: واڻيو تي ضرور ڇائو هيو، پر جيئن چوڻ آهي تہ "واڻڪو وياءَ جيئن وڏي تيئن ڪري" پوءِ سندس افعال مسلمانن جهڙا ٿيا هئا. انهيءَ ڪري ڪيس مقام ۾ دفن ڪيو وڃي. ماڻهن جي چوبول تي وتائي اک پٽي، سجاڳ ٿي بوڇڻ ڇنڊي اٿي ڪڙو ٿيو. چيائين: "هاڻي مرڻ ۾ ڪهڙو فائدو. جڏهن ماڻهن ۾ سجاڻپ ئي ختم ٿي ويئي آهي."

سوال آهي تہ جڏهن وتائي کي تعليم ۽ ترغيب بہ ڪا نہ حاصل هئي ۽ اڻپڙهيل اناڙي هيو ۽ وري سندس اٿڻي ويهڻي ۽ عام ماحول بہ دهقانين وارو هيو تہ پوءِ سياڻو ٿيو ڪيئن؟ دراصل سياڻپ ڪنهن کيڏ کيڏڻ، حرفت ۽ هنر سکڻ يا ڪتاب پڙهڻ سان هٿ نہ ايندي آهي، پر مالڪ جي فضل ڪرم سان عطا ڪئي ويندي آهي. فقط عقل ۽ علم جي زور تي ڪا راهہ ملي ها تہ پوءِ عزازيل سڀ کان اڳرو ۽ اڳيرو هجي ها. مون تہ هر عقل جي اڪابر کي اونده ۾ هٿوراڙيون ڏيندي ڏٺو آهي. هر انسان جا هٿ ڏاڏي آدم واري گناهہ ۾ رنگيل آهن، جو سندس ورثو آهي، ان ڪري جيستائين سچو سائين ساڃهہ نہ ٿو ڏئي تہ پوءِ اکين هوندي بہ انڌو. انسان اهڙي ساڃهہ لاءِ ٻاڏائي ضرور سگهي ٿو پر ڏيڻ وس سائين جي آهي ڏئي نہ ڏئي.

وتائي جي ڌرم ۽ دين گهٽن ماڻهن کي منجهائي وڌو هيو. هڪ دفعي سندس ياءُ مورو مل وتائي کي وينتي ڪئي تہ "يائي، تون تہ مسلمان ٿي پاڻ موکيو هاڻ مون کي بہ مسلمان ڪراءِ تہ سرڳ ۾ ٻئي گڏ تہ هجون." وتائي رڙ ڪري چيس: "يائي اهڙي غلطي نہ ڪج. مور نہ مسلمان ٿج. ورنہ سڄي ڄمار هٿ هٽنديِن. ڪلمون پڙهي مسلمان ٿيڻ تہ آهي سولو ڪم، پر پوءِ جي روزن، نمازن، زڪواتن ۽ تهجدن جا سلسلا شروع ٿين ٿا. تن جي پيروي ڪندي نہ فقط ڇڙه نڪري ويندءِ، پر ڏيوالہ ٿي ويندين. ڪڏهن ڀلجي بہ اهڙو جوکم جو ڪم نہ ڪج. ها البت مرڻ مهل مون کي ڪن ۾ ڪلمون پڙهي ٻڌائج تہ آءٌ آخرت ۾ شاهدي ڏيندس تہ ياءُ مورو مل مرڻ مهل مسلمان ٿي مئو هيو. بهشت بہ حاصل ٿيندءِ ۽ خفي کان بہ بچي ويندين. ڪم جو ڪم مزي جو مزو." آخرين گهڙيءَ ۾ ڪلمون پڙهڻ جي راز کان اهي الله جا بندا بخوبي آگاه آهن ۽ جن کي هيءَ ڄاڻ آهي تہ زندگيءَ جي هن پڙ، سندس ٻئي ڪناري ڪهڙو وڻج وکر ٿو هلي ۽ ڪيئن ٿو وهي پري، هوندئن بہ سموري زندگيءَ جي عبادت بہ ان لاءِ ڪئي ويندي آهي تہ جيئن آخري گهڙيءَ جي

آزمائش کان پار اُڪرجي. پڇاڙيءَ جي پهر ۾ سرخرو ٿيڻ لاءِ ماڻهو پنهنجي سڄي ڄمار وظيفن ۽ قلبي ذڪر ۾ صرف ڪندا آهن ته جيئن آخرين هڏڪيءَ مهل ڪلمون روان هجي، ورنه سڄي عمر جي ڪمائي هڪ لحظي ۾ رائگان. ٻيو سبب هي ڏنائين ته "مسلمان" ٿي رهڻ انتهائي اوکو ۽ ڏکيو ڪم آهي ۽ وڏي همت ۽ حوصلو گهرجي. باقي نالي ۾ نهال ٿي رهڻ مقصد آهي ته پوءِ اها ٻي ڳالهه آهي.

اسان جي منڪر نڪيرن. قبر جي سوڙهه. قيامت جي گرمي، آخرت جي عذاب ۽ دوزخ جي دڙڪن ڏيڻ سان اسان جو پڳهر ۽ خون ته خشڪ ڪرڻ ۾ پنهنجي فرض ادائي پوري ڪئي آهي، پر هي ڪڏهن به سمجهائڻ جي تڪليف گوارا نه ٿا ڪن، ته آخر هڪ غريب ۽ مسڪين انسان، جنهن "نوريئڙي جي مهماني آهي فقط ٻه پير" تنهن کي عذاب ڏيڻ جا ايڏا ٽڪساٽ ڇا لاءِ گهڙيا ويا آهن؟ وري دوزخ ۾ منجهس سزائن ۽ ڦاسي گهاٽن جو وچور اهڙو ٿي ٻڌايو وڃي، ڄڻ آسمان جي نوانوي ڏهائي پوڻا ڏهه حصن تائين جهنم ڦهليل آهي ۽ باقي اڍائي سئو ڪن وال پلاٽ تي جنت جو ڪوارٽر اڏيل آهي، جو به ظاهر آهي، ته ٺيڪيدارن لاءِ روزروڊ ٿيل آهي. جي وتايو وقت سر نه اچي ها ۽ اسان کي آٿت نه ڏئي ها ته هوند اسان سيني جا هنياوَ هئبت ۾ ڦاٽي پون ٿا.

هڪ ڏينهن وتائي ماءُ کي چيو ته امڙ بک لڳي اٿم، جيڪر ماني ڪارائين ته ڏاڍو چڱو. ماڻس چيس ته، ابا پاڙي ۾ وڃي ٽاندو ڪٺي اچ ته باهه ٻاري ماني پچائي ڏيانءِ! وتايو اوڙو پاڙو گهمي واپس خالي هٿين گهر موٽيو. ماءُ کي چيائين ته، امان باه ڪٿي به موجود نه آهي، سو وڃان ٿو دوزخ کان چوچڙي ڪٺڻ. ائين چئي وري ٻاهر نڪري ويو. جهٽ کن بعد ڪلندو ٽپندو گهر ۾ داخل ٿيو. ماڻس پڇيس ته. ابا ٽاندو مليئي؟ جواب ڏنائين: امڙ نه. دوزخ ۾ ويس ته اتي ملائڪ مون تي ڪلڻ لڳا ته هتي باه ڪٿي؟ الله پاڪ ڪو بنيءَ وارو يا نانوائي ته نه آهي، جو باهه جا ڪورا يا تنور ٻاري ويهي پنهنجي مخلوق کي پچائي هاف فراءِ ڪري. هتي ته هر ڪو ماڻهو پنهنجي آڳ جي ڪوٽا پاڻ سان کنيو ايندو آهي. جا باهه هو لوڀ لالچ، حسد بغض ۽ نفرت وغيره پنهنجي اندر ۾ جمع ڪندو ٿو رهي. پوءِ مرڻ پڄاڻان هتي اچي هر انسان پنهنجي باهه جي پونجيءَ ۾ پاڻ ٻرندو ۽ پچرندو ٿو رهي.

رستي هلندي هڪ هنڌ بيهي وتائي گهل گهوڙا شروع ڪئي. سندس رڙين تي ماڻهو اچي مڙيا. پڇيائونس تہ فقير خير تہ آهي، جو دانهون پيو ڪرين؟ وتائي پير مٿي ڪري ڏيکاريو. جنهن ۾ هڪ سنهڙو ڪنڊو چُبيل هيو. ڪنهن ماڻهوءَ ڇهنڊي وجهي چپٽيءَ سان ڪنڊو ڪڍي ٻاهر اُڇليو. ماڻهن فهمائش ڪئي تہ درويش ڪجهہ پاڻ کي هٿ ڪر. هن ذرڙي ڪنڊي لڳڻ تي ايترو آسمان اچي مٿي تي ڪنيو اٿيئي. وتائي چيو تہ توهان ماڻهن کي آسمان واري جي عادتن جي ڪهڙي خبر! جي اڄ آءٌ ان ڪنڊي لڳڻ تي رڙيون نہ ڪريان ها تہ سڀاڻي هو هڪ اهڙو ڀالو ٻجي ڇڏي ها جو نڙ گهٽ کان پسٺ پار هجي ها. چيو ڪونہ اٿائين تہ، "آءٌ انسان کي سندس وت کان وڌيڪ تڪليف نہ ڏيندو آهيان." صبر اختيار ڪري پنهنجي برداشت جي طاقت وڏي هئڻ جي ڪيئن نمائش ڪريان؟ ۽ پاڻ تي وڌيڪ مصيبت نازل ڪرڻ لاءِ قدرت کي دعوت ڏيان؟

اسان وٽ عام طور، ڪنهن ماڻهوءَ جي لحاظ قدر ۽ سڃاڻپ جي فوٽڪٽي آهي سندس رتبو مال املاڪ ۽ ظاهري ڏيک ويک. وتائي وٽ هيو ڇا جو ڪيس ڪو ڪنهن مان مرتبي يا آدر ڀاءُ لائق سمجهي؟ اسين سُڄي ماڻهوءَ کي سلهہ جو مريض سمجهي ڪاٺونس تارو ڪندا آهيون تہ مبادا سندس سُڃائي اسان کي نہ وچڙي وڃي، سو جڏهن وتايو ڪنهن عام دعوت ۾ وڃي شريڪ ٿيو جتي خلق ويٺي خيرات کاڌي، تہ سندس ڦاٽل ڪپڙا ڏسي ڪيس لوڏي ٻاهر ڪڍيو ويو. گهر وڃي ڀاءُ جا ڌوتل ڪپڙا پائي، وري اچي ساڳيءَ دعوت ۾ شريڪ ٿيو. سمجهيائون تہ ڪو معزز ماڻهو وارد ٿيو آهي. سلمچي ڪٽي سندس هٿ ڌوئاري، ٻوڙ پلاءَ اچي آڏو رکيائونس. بجاءِ نوش جان ڪرڻ جي، وتايو ٻوڙ پلاءَ ۽ چانور جا چمچا ڀري قميص ۽ سٿڻ مٿان هاريندو رهيو ۽ ڪپڙن کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو: 'مهماني اوهان جي آهي، کائو ۽ خوب کائو.' مون کي تہ لتون هڻي ٻاهر اماڻيو هئائون.

سڄي عمر "توڪل" تي گذران ڪيائين. ڏنائين تہ پکي پکڻ کان وڻندي جانورن تائين ڪنهن بہ سڀاڻي، لاءِ سمر جمع نہ ٿي ڪيو. انسان هڪڙو ئي جانور هيو. جنهن جو مالڪ جي رزاقيءَ تي ڀروسو گهٽ هيو. حالانڪ هن هام وڏي ٿي هنئين. وتايو تہ رات جو پاٽيءَ جو گهڙو بہ هاري ڀوءِ سمهندو هيو تہ صبح جو سائين، جڏهن انهن کي اڳ ۾ ٿو ڏئي، جن کي

نہ ڏاند هيو ۽ نہ ٻج. تہ پوءِ آءٌ چالاءِ ويٺو وسوسا ڪيان؟ جو ڪجهہ ملندو هيس، اهو بہ ٻين حوالي ڪري ڇڏيندو هيو.

هڪ دفعي ڪنهن ماڻهوءَ روڪ روپيو ڏنس جو وٺي ڦاٽو. ڪڏهن پهرياڻ جي پلو ۾ ٿي ٻڌائين تہ ڪڏهن ور ۾ ٿي وڌائين. آخر ڪڪ ٿي رستي جي هڪ سڪي وڻ جي پاڙ ۾ پوري ڇڏيائين. ڪنهن ماڻهوءَ کيس ڏسي ورتو. وتائي اجا پٺ مس ڏني تہ هن پاهوڙا ڪڍي اچي کوٽائي شروع ڪئي. پهرين ئي لپي ۾ رپيو مليس. سمجهيائين تہ خزانو تہ اجا هيٺ هوندو پوءِ تہ وڻ پاڙون پٽي ساهہ پٽيائين. وتايو شام ٽاڻي اچي ڏسي تہ وڻ جڙ کان اکڙيو پيو هو. ٺهڪ ڏيئي پاڻ کي مخاطب ٿي چيائين: ”ڏٺيءِ، جي روپيو ڪجهہ وقت اجان بہ پاڻ وٽ رکين ها تہ ان وڻ جيان اونڌو ٿيل هجين ها.“

وتائي جي لطيفن جو ڳچ حصو موت متعلق آهي. ڏسجي ائين پيو تہ وتائي جي ملڪ الموت سان گهاٽي يارانِي هئي ۽ شايد اهڙيءَ اڪير سبب کيس ور ور ڪري ياد پئي ڪيو اٿس، پر عام ماڻهوءَ کي موت کان ڇا لاءِ ٿي ڇرڪيائين، اهو کيس سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو. موت تہ پنهنجي جاءِ، پر ڪنهن کي فقط ڇرچي ۾ ڪراڙو يا ٻڍو ٿي سڏيو ويو تہ، اهو بہ کين سخت ناگوار ٿي گذريو. حالانڪ، ”موت“ هڪ حقيقت هئي، جنهن لاءِ سورنهن آنا ۽ سو في صدي خاطري هئي ۽ دنيا جا باقي ڪاروبار تہ صرف ٻڌ سڌ تي يا گشي پٽي تي ٿي هليو. موت ئي ماڻهو لاءِ اٽنر حادثو هيو ۽ فقط ان ماڻهوءَ وٽ نہ ٿي آيو جو اجا ڄائو ئي نہ هيو. جي ماڻهن موت جي ڪيڪر نٽي ڪئي، يا در آئي سندس آدر ڀاءُ نہ ڪيو تہ نہ سهي، پر مٿس غم رنج ۽ غصو ڇا لاءِ ٿي ڪيو ويو؟ ”موت“ تہ زندگيءَ جو ڏاج هيو ۽ ڪاگار تہ نہ هئي، جو ڪنهن جي ڪاوڙ لاءِ سبب بڻجي. وتائي، پاڻ تہ موت کي ڇوٽڪارو سمجهي، سندس اوسيئڙو ٿي ڪڍيو. موت تہ ”چولو“ مٽائڻو هيو ۽ وتائي جي چولي ۾ تہ اڳيئي چٽيون لڳل هيون.

هڪ ڀيري وتائي ڳوٺ جي ڊڪڻ وٽ وڃي سوال ڪيو تہ امڙ جي ڪوٽلي ڀڄي پيئي آهي جيڪر هلي ٺاهي ڏين تہ مهرباني ٿيندي. واڍي روکڙو جواب ڏنس تہ، ”وتايا اڄ واندو نہ آهيان، واندو ٿيان تہ هلي جوڙي ڏيندسانءِ“. هو هر دفعي اهڙي ڪن لاٽار ڪري وتائي کي لنوائيندو رهيو.

هڪ ڏينهن وتائي ڏٺو تہ ڪو جنازو کنيو ٿي ويا. پڇڻ تي پتو پيس تہ ساڳيو ڊکڻ گذاري ويو هيو جو سدائين مشغول رهندو هيو. وتائي ڊوڙي

جنازي جو اڳ وٺي. ڪلهي ڪانڌين ڪي ميت جي آخري ديدار ڪرائڻ لاءِ درخواست ڪئي. جنازي ڪي هيٺ لاهي جڏهن ڪيس منهن ڏيکاريو ٿي ويو ته ميت ڪي هڪل ڪيائين: "ادا واڍا! اڄ ته پڪ واندو هوندين. نويڪلو ڪٽ تي آرامي آهين. هاڻ ته هلي ڪتولي ٿاهي ۽ پنهنجو واعدو پاڙ."

سومر سپايو وتائي جو پاڙيسري هيو. نهايت نيڪ نمازي هيو پر ڪيس هميشه اها شڪايت هوندي هئي ته ملان سومهڻيءَ جي نماز پڙهائڻ ۾ ڏاڍي ديگهه ٿو ڪري. وتائي ڪي جڏهن خبر پيئي ته سومر سپايو اڄ صبح جو گذاري ويو ته تڏو ساه ڪٽي چيائين: "چڱو ٿيو جو مري ويو. گهٽ ۾ گهٽ سومهڻي واري نماز جي سورن کان ته ڇٽي پيو."

ڪنهن ماڻهوءَ کهل آٽي وتائي کي جُتي وٺي ڏني، جا هئي ڏينهن تي ڪو شاهينگ چورائي ويس. وتايو وڃي مقام جي لنگهه تي ويهي رهيو. "چي: چور جو اڳ وٺي هتي ويهانس. اڄ نه سڀاڻ ضرور هتي اچڻو اٿس." حلانڪ ڪيس خبر هئي ته مقام ڏانهن پاڻهرتو ڪوئي به پنڌ ڪري نه ايندو آهي. پر بيا ماڻهوءَ ڪيس ڪٽ تي چوڪنيو سلهاڙي کڻي ايندا آهن. ان کان علاوه مردي کي غسل ڏيڻ بهاني سندس تلاشي وٺي، سندس لٽا ڪپڙا لاهي، ڪيس هٿين خالي پيرين اگهاڙو آٽي ڏڏڙ داخل ڪندا آهن. پوءِ جتيءَ جي واپسيءَ لاءِ آسرو ۽ انتظار بيڪار هو پر شايد وتائي ماڻهن ڪي موت جي يادگيري تازي ٿي ڪرائي ته اڳي پوءِ هي فاني جهان هٿين خالي ڇڏڻو آهي ۽ پوءِ مال متاع جي هيرا ڦيري ۽ چوري اجائي هئي.

موت کان ماڻهن جو ڇرڪڻ ڪنهن حد تائين واجبي پڻ هيو. چاڪاڻ هڪ ته موت هر انسان جو پڇيءَ جيان پيرو ڪنيو ٿي ڪڍ گهميو. بيو وري انڌي هاٿي جيان نه ٿي ڏٺائين مند يا موسم ۽ ازغيبي اچي ٿي ڪنڌ تي ڪڙڪيو پر الله پاڪ. جو خالق ۽ رازق هيو ۽ رحمان رحيم هيو تنهن کان ماڻهو ڇا لاءِ ٿي ڊنا. هو ڪو اجگر ازدها يا مانگر مڇ ته نه هيو جو ڪنهن کي هڙپ ڪري ڳڙڪائي. هو ته پڙدي پوش ڍڪڻهار هيو ۽ صاحب رب ستار ۽ غفار هيو ۽ انسان جو اڪيلو اجهو ۽ آسرو هيو. پوءِ اهڙي محسن مالڪ کان خوف زده ٿيڻ جو ڪارڻ؟ هي برابر آهي ته سندس نوانوي نالن ۾ هيڪڙ ٻيڪڙ صفتون اهڙيون به هيون جن ۾ قهر ۽ جبر بکيو ٿي، ليڪن الله جي اها ڏاڍ مڙسي فقط ڏاڍين کي ڏارڻ ۽ اوڇي ڳاٽن کي نوائڻ خاطر هئي.

عدو موچي، عثمان حجم ۽ سومر نانوائيءَ جو اهڙين نادري وصفن سان ڪهڙو واسطو؟ وتائي، عدو موچين، عثمان حجمن ۽ سومر نانوائن کي اهڙي الله سان ڏيٺ ويٺ ڪرائڻ جو اُدم تي ڪيو جو فقط غريبن جو رب هيو ۽ آسمان تي نه، پر زمين تي حاضر ناظر هيو. هو پاڻ به وتائي جي راءِ مطابق، غريبن جيان غريب هيو، معصوم هيو ۽ اڻڄاڻ هيو. اڻڄاڻ به اهڙو جو ڪيس گڏه ۽ گانءِ وچ ۾ فرق جي خبر به خير ڪا هئي.

وتائي کي ڪنهن سخي مرد هڪ ڪراڙي ڳئون خيرات طور ڏني. وتائي ڳئون ماتا جي ٽهل ٽڪور ته گهٽي ئي ڪئي، پر ڪمن ڪنير جي گڏهه روزانه رات جو اچي گاهه پٺو ڪائي، وتاڻ بهاري هلي وينديءَ هئي. آخر ڪڪ تي وتائي هڪ ڏينهن هٿ کڻي الله کي عرض ڪيو: مالڪ! ڪنن واريءَ کي مار ته سنگڻ واريءَ جي جان ڇٽي. صبح جو ڏٺائين ته سندس ڳئون مئل پيئي هئي. پنهنجي اکين تي اعتبار نه ڪنديءِ هڪ انڌي کي گهر وٺي، کيس ڇيائين ته، هي جانور ته سڃاڻي ڏي نابين هٿوراڙيون ڏيئي فتوي ڏني ته، هي جانور ڳئون آهي. وتائي ڪلي ڇيو: "الله کي اها خبر به ڪانهي. دعا ضرور اگهايائين، پر ڪنن واريءَ ۽ سنگڻ واريءَ وچ ۾ تفاوت جي ڄاڻ ڪيس به ڪا نه پئي"

وتائي جو واسطو ان اهوجهه ۽ مسڪين عوام سان هيو جي فصيح ۽ بليغ ۽ عالمانه فلسفن کي سمجهڻ کان لاچار هئا. کين پنهنجي سوچ ۽ سمجهه آهر هڪ سادي سودي ۽ سليس نسخي جي لوڙ هئي. قبر ۽ قيامت جي عذاب ۽ دوزخ جي دڙڪن کان ٻنا ضرور ٿي، ليڪن هي سمجهي نه ٿي سگهيا ته سندن قصور ڪهڙو هيو؟ هو ڪو نمرود، شداد ۽ فرعون ٿورو ئي هئا. هو ته اڳيئي غريب، مسڪين ۽ اڪن تي پارو هئا. جن زندگيءَ ۾ به ويلا پيٽ پري به ماني مشڪل ڪاڏي هئي ۽ ڏئو جي اوڳرائي ڏني به کين سال گذري ڇڪا هئا. هنن هڏ هڻندي ۽ رات ڏينهن تتيءَ ٿڌيءَ هلندي نانگ وڇون تي لتاڙيا.

هيءَ دنيا وري سندن لاءِ ڪهڙو بهشت هئي؟ پوءِ اهڙن اپيپاهن کي ڏيڄاري، سندن ساه ڇا لاءِ تي سڪايو ويو؟ جيڪڏهن کين هڙان نه ٿي ڏنو ويو ته ساٿن ڪو وڙ ته ڪيو وڃي. ڪيسي جو سخي ته نه ٿي سگهيو، پر زبان جي سخا ۾ ڪا ڪنجوسي نه ڪيائين. اهڙي پيار ۽ پريم جو پرچار ڪيائين، جو خوف کان بڪل خالي هيو. اهو به اهڙي مٺڙي نموني

جرڻ ٻار تي پرڇايائين يا رڻل تي سرڇايائين. ڇي، قبر کان ڪهڙو ڊپ؟ هوءَ تہ مائي مٽي هئي. انسان کي پناھ تي ڏنائين ۽ سندس لڄ ۽ آبرو تي رکيائين. جمڻ کان اڳ ماءُ جو پيٽ ۽ مرڻ بعد امڙ مٽيءَ جو پيٽارو. دوزخ تہ پاڻ ويچي روبرو ڏسي آيو هيو. هتي ڪا آڳ نہ هئي. اوهان فقط هن دنيا ۾ باہ لاءِ سامان جمع نہ ڪيو. پاڻ تي ڪو "الزام" نہ ڪٺو ۽ قدرت کي سزا لاءِ ڪو بهانو نہ ڏيو.

ڪ نهن ماڻهوءَ وتائي تي وار ڪرڻ لاءِ مٿس لٺ اولاري. وتائي وائڙو تي پڇيو تہ "ايڏي ڪاوڙ ڪهڙي قصور ڪارڻ؟ لٺباز وراڻيو تہ. "تون پاڻ چوندو آهين نہ هٽي هٽائي پاڻ الله ٿو پوءِ مون کي بہ اهڙو حڪم ڪيو هوندائين." وتائي ٺهڪ ڏيئي چيس: "ميان! الله کي وائيو مارڻو هوندو تہ هر حال ۾ ماريندو پر. مورک تون پاڻ تي "الزام" ڇا لاءِ ٿو کڻين."

هڪ ڀيري وتائي جي گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪا شيءِ ڪا نہ بچي. ماڻس چيس تہ ابا مون کي تہ ڪو اٽو بہ اڌارو نہ ٿو ڏئي تون ڪو بلو پيٽي ڪر. وتائي چيو تہ امڙ فڪر نہ ڪر. رزق جو ٺيڪو پاڻ کنيو اٿس. وچي ٿو ان ٺيڪيدار کي ڳچيءَ کان جهليان! خالي ۽ ٺاٺل ڳوٺ کٽي هڪ ٻير جي وڻ تي چڙهي، مٿي منهن ڪري هڪل ڪيائين: "مون جيان جيڪڏهن تنهنجا بہ خزانا خالي ٿي ويا آهن تہ. پنهنجي ڏيوالہ هئڻ جو اعلان ڪر. تہ آءُ ڪنهن ٻئي جو در تاڙيان. ورنہ آن جي، ڳوٺ ڀري ڏيہ جو امڙ پئي انتظار ڪري" ايجان وڻ تي ويٺي الله سان حالي احوالي ٿي ٿيو تہ ڪنهن ڪهل آڻي ٻاچڪو اٽي جو ڀري هيٺ اڇي رکيس. وتايو اٽو کٽي امڙ وٽ آيو ۽ چيائين. "اڄ ڪلهہ ان پينهائي ٿو ڏئي ۽ اجان بہ چار منٽ ترسان ها تہ مانيءَ پچائي بہ ڏئي ها."

وتايو انهن سيلاني درويشن ۾ هڪ هيو جي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انسانيت کي آٿت ۽ ڏڍ ڏيڻ لاءِ وقت بوقت پئي ايندا رهيا آهن. جيئن يونان جو ڊايو جنيس، ترڪيءَ جو ملان نصير الدين ۽ ايران جو شيخ چلي. اهو سلسلو صدين کان هلندو ٿو اچي. دنيا جي هر دور ۾ ڪو نہ ڪو درويش اهو ورثو سنڀاليندو ۽ جاري رکندو ٿو رهي. پير ڳوٺ وارو آندو فقير ۽ خيرپور جو فولاد فقير بہ ساڳئي زنجير جون ڪڙيون ٿيون ڏسجن. هر قسم جي درويشن واري انت ۽ بحر جي ڪا ڪل نہ آهي. هو هر دم پنهنجي حال ۽ قال ۾ مست الست رهن ٿا. هو نہ بنده خدا ٿا ڏسجن. ڇاڪاڻ تہ هو مذهب جي احڪامن جي ڪا پيروي نہ ٿا ڪن. نہ بنده زه انہ. جيئن جو زماني جي

هر تعلق ۽ تقاضا کان بلڪل آجا ۽ آزاد آهن. شرعي اعتبار کان هي درويش دين ۽ دنيا ٻنهي دائرن کان ٻاهر آهن.

مستن ۽ مجذوبن جيان اهڙن فقيرن جي ڪڍ لڳڻ يا سندن نقش قدم تي هلڻ هڪ سراسر ناداني ٿيندي. ڇاڪاڻ ته جڏهن هو ڪنهن تي راضي ٿي دعا ڪندا ته وڏ ۾ وڏ ڪيس پاڻ جهڙو مست ملنگ بڻائي ڇڏيندا. جو صورتحال هڪ ذميوار انسان لاءِ هر گز قابل قبول نه ٿيندو. هو غير ذميوار، بي جوابدار ۽ بي لغام "الله لوڪ" آهن. ڪين نه گهر نه گهاٽ. نه رن نه روڄڙي ۽ نه مت نه مائٽ. آٽتا نپٽا. آئي ته ڪاڏي نه ته الله واهي. آخر اهي ماڻهو ٿهڪ نه ڏيندا ته ٻيو ڪير کلندو؟ هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته سندن معنيٰ خيز "مرڪڻ ۽ مشڪڻ" هر زماني جي دلگير ۽ ڏنل آدم ذات لاءِ هڪ دلداري ۽ دلاسو ۽ درس ثابت ٿئي ٿو. اجا به جيڪڏهن ائين چئجي ته وتايو ۽ سندس طريقي وارا فقير ڪنهن به انساني درد جي ڪا دوا نه آهن. البت هڪ قسم جي روحاني "ائسپرو" جيان عارضي طور انسان جي درد سري ۽ ٿڪاوٽ دور ڪري، ڪيس آٿت ڏيئي، تازدم ڪن ٿا ۽ بس.

# وتائي فقير جي پچار

## فضل احمد بچاڻي

وتايو فقير جو رڳو ڪن مزيدار ٽوٽڪن جي ڪري چرچائي پوڳائي مشهور آهي. تنهن سان قدرت جي جاڙ اها ٿي جو هو هتي سنڌ ۾ جائو ۽ درويش مان پوڳائي مشهور ٿيو نہ تہ هن جي بيان ڪيل هر گفتي پويان حڪمت، دانائيءَ ۽ معنيٰ مطلب جا دفتر لڪيا پيا آهن. پر جي ڪو پارکو پرکي ۽ ويچار توڙي قدر ڪري تڏهن هن فقير جا لايا سجايا ٿين. هاڻي هن سيمينار ۾ جي وڏا وڏا مدبر اچي، هن جي سار پچار ڪندا تہ شايد اسان جي سوچ جو رخ بدلجي سنئون ٿئي ۽ اسين هن کي صحيح نظر سان ڏسون ۽ ورنايون.

هي فقير، جنهن جي خدا جوئي قدر ايترو ٿيو جو هن (خدا) جي نالي تي هڪ ڦٽل سڙيل گدرو مليس ۽ تڪي جي عيوض سڄو سارو مٺو گدرو سو پنهنجي قدر منزلت لاءِ يقيناً گهٽو شاڪي نہ ٿيو هوندو. نہ ئي هن کي سنڌ جي "مشاهير" جي فهرست ۾ شامل هئڻ جو شوق هوندو هو. هو تہ هڪ سچو ماڻهو هو جيڪي سچ هو سو منهن تي ڦهڪائي ڪڍيائين. دنيا جي دولابن کي پليءَ پٽ سهي ڪري ويو هو ان ڪري مايا جي موهہ ۾ نہ ڦاٿو ۽ درويشيءَ جي دلق پائي، حياتيءَ ۾ پنهنجي ذات جو قرض چڪائي ڇڏيائين. نہ تہ جي اهڙو ئي مسخرو يا پوڳائي هجي ها تہ وقت جي حاڪم يا امير جو درباري ٿي خوب مايا ميڙي ها ۽ ڍءُ ڪري کائي ها. اسان جي وڏي مسخري اها آهي، جو هن الله لوڪ سچي انسان کي مسخرو ڪري ٿا مڃون. افسوس آهي جو اسان جي مشاهير جي لسٽ ۾ هن بزرگ جو نالو ئي ڪونهي.

وتايو پنهنجي دور جو هڪ احتجاج هو سرپا احتجاج. سماج جي انيائن خلاف، فطرت جي انگلن خلاف ۽ سرڪارن، سرمائيدارن جي استحصال خلاف. هن جي هر گفتي، هر ٽوٽڪي مان انهيءَ استحصال جي

خلاف احتجاج ۽ شڪوي جا اکر ملن ٿا. پوءِ جي هن جو بيان جي انداز ۾ پوڳ آهي، سٽ آهي يا Satire آهي تہ اهو هر دور جي مرد قلندر، امام يا نيم پيغمبر جو وطيرو رهيو آهي، جو پنهنجي فڪر ۽ احساس کي پنهنجي ذات جي آهر پنهنجي مخصوص انداز ۾ بيان ڪندو آهي. ڪو شعر ۾ ڪو قصي ڪهاڻيءَ ۾ ڪو گفتن ۾.

وتائي پنهنجي ذات جي اظهار جو اهو عوامي ۽ اثرائتو انداز اختيار ڪيو جو دانائيءَ جي نُڪتن کي ان ريت قبولِ عام ڪيائين. ان لحاظ کان بہ هو هڪ تحريڪ هو. حقيقت ۾ حڪمت ۽ دانائيءَ جي مطلب ۽ مقصد وارين رمزن کي مختصر کان مختصر مگر جامع لفظن ۾، دلچسپ کان دلچسپ مگر سنجيده پيرائي ۾ بيان ڪرڻ ۽ ان جو اثر جڳن تائين قائم رکڻ جو هڪ وڏو ڪمال آهي، جو وتائي جهڙن چند دانائن کي مس نصيب ٿيو. جيڪا ڳالهہ وتائي جي هڪ ٽوٽڪي مان معلوم ٿئي ٿي، سا ڪو ڪتاب پڙهڻ سان مس ملي. جڏهن اهو پوري دلجمعيءَ سان پڙهيو ۽ پرجهيو وڃي. وتايو انهن اپوجهن جو ساٿ سرواڻ هو، جي پڙهي نہ ڄاڻندا هئا. وتائي علم عرفان جي جويائن جو ڪم سولو ڪري ڇڏيو آهي.

هن فقير سان هڪ ظلم هي بہ ٿيو، جو سندس حسب نسب، جم ۽ موت جي وقت ۽ تاريخ ۽ هن جي حقيقي بود باش ۽ ڪرت ڪمن جي ڪا تحرير يادداشت نہ رکي وئي، ان ڪري هن جي حقيقتن جو حال فقط انهن روايتن ۽ زباني بيانن سان معلوم ٿئي ٿو جي هڪ کان ٻئي تائين منتقل ٿينديون آيون آهن. نتيجي طور انهن روايتن ۾ گهڙت بہ آهي، تہ وڌاءُ بہ آهي. قطع بريد ۽ مبالغو بہ آهي. راويءَ جي هميشه کان اها ارڏائي واري عادت رهي آهي جو ٻڌندو ڇوڻ واري جي ليکي آهر ۽ بيان ڪندو پنهنجي مرضيءَ آهر. پوءِ هڪڙو نالو هنڌ يا نڪتو وسري ويس تہ پنهنجي من ماني ڪري ڪو ٻيو نالو هنڌ ماڳ ۽ بيان ان سان ملائي ڳالهہ ٺاهي ويندو. توڙي هر چرچائي گفتي کي مرضيءَ آهر بيربل ۽ اڪبر سان ٿهڪايو آهي، يا گامونءَ سچار سان، ملان نصير يا شيخ چليءَ سان، نہ تہ بہ وتائي فقير سان ملائڻ ۾ تہ ڪو اهم ڪونهي. جيئن خدا ۽ بندي جي هر ڳالهہ کي لازمي طور حضرت موسيٰؑ سان منسوب ڪيو ويندو آهي.

وتائي فقير جي انهن گفتن مان، جي فقط سندس نالي سان منسوب آهن ۽ جن گفتن ۾ حڪمت ۽ دانائي جا مطلب آهن، ثابت آهي تہ هو

زيرڪ ۽ سياڻو انسان هو. دنياداريءَ جي غلاظتن کان پاڪ هو ۽ سچو ۽ کرو هو. باقي جن گفتن ۾ رڳو ٺوڪ، چٽر ۽ مسخري آهي، سي يقيناً هن تي محض مڙهيا ويا آهن. ڪنهن ڪتاب جي ضخامت وڌائڻ لاءِ يا پنهنجي بيان کي طول ڏيئي وزندار بنائڻ لاءِ يا ڪچهريءَ وقت سان ٽڪي ٽاٽي پورو ڪرڻ لاءِ. نه ته جيڪو درويش دوزخ جي وصف اها ٿو بيان ڪري ته، "اتي اڳ موجود ڪا باهه ڪانهي، بلڪ هر ڪو ماڻهو پنهنجن بدعملن جي باهه پاڻ سان کنيو ٿو اچي". سو ايئن ڪيئن ٿو چئي سگهي ته. "الله ڪري سيوئين جو مينهن پوي ۽ ڳوٺ جا سڀ ماڻهو مري وڃن ۽ رڳو آءٌ ۽ امان وبهي سيوئيون کائون. پوءِ امان به مري وڃي ۽ رڳو آءٌ ويهي سيوئيون کاوان!" هن درويش تي اهڙا ڪئين بهتان مڙهيل آهن. جن جي ڇنڊڇاڻ ٿيڻ کپي. هاڻي اميد پيدا ٿي آهي ته هن درويش بابت تلاش ۽ تحقيق جو دروازو کلندو.

وتايو فقير مسجد ۾ مناجاتيءَ جو تالهه ورهائيندي ڪنهن کي هڪ ٻري ٿو ڏئي، ته ڪنهن کي چپٽيءَ جيتري ۽ ڪنهن کي چار ڪڻا ٿو ڏئي. ته ڪنهن کي چڙٻ ۽ ڪنهن کي ڏکو ڏئي ٿو ڪيڍي. ته گويا انهيءَ "خدائي ورهاست" جو هڪ دلچسپ ۽ سهڻو مثال ڏئي، عملي طور پيو سمجهائي، جنهن جي خود انهيءَ رازق رب رحيم به دعويٰ ڪئي آهي ته.

" وَاللّٰهُ فَضَّلَ بَعْضَكُمْ عَلٰى بَعْضٍ فِى الرِّزْقِ. " (سوره النحل. آيت_71)

مناجاتيءَ ورهائڻ واري تاڪيد ڪيو هوس ته اها جماعتين ۾ خدائي اصول تي ورهائي، تنهن تي وتائي ايئن ڪري خدا جي ورڇ جو هڪ حڪيماڻو نُڪتو سمجهايو. هو بيشڪ فهم ۽ سڄاڻپ جو صاحب هو. سندس ڪنهن به ٺوٺڪي سان ٺرڙپائي يا هلڪي طبع جو ڪو اهڃاڻ نٿو ملي. اهڙو ماڻهو سانگ وجهي، ماڻهن ماڻهن کي کلائڻ ۽ وندرائڻ وارو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ ڪٿي جو ڪي مرد قلندر حاڪمن ۽ اميرن جي عتاب کان پنهنجي کل بچائڻ جي خيال کان احتجاج، سٺ ۽ نُڪته چيني جي اظهار لاءِ بيان ۽ اظهار جا اهڙا روپ اختيار ڪندا آهن. جو ڳالهه جو مطلب به ماڻهن تائين پهچي وڃي ۽ حاڪمن کي ڪاوڙ جو ڪو نڪتو نه ملي. ويتر هو پاڻ به في الوقت وندري وڃي. پر وتائي درويش سان اهو دليل لاڳو نٿو ڪري سگهجي، ته به هن بابت هيترين روايتن ۾ ڪا هڪ اڌ روايت

اهڙي بہ ضرور آهي. جنهن مان هن جو ڪن دربار سان ڪو موافقاڻو يا مخالفاڻو تعلق يا ٽڪراءُ ضرور ثابت ٿئي ها.

وتائي فقير جو پنهنجي خدا سان شڪوه شڪايت ۽ هن سان عارفاڻي حجت ضرور ثابت آهي. جو دراصل انهيءَ حقيقت جي عڪاسي ڪري ٿو تہ وقت جي معاشري جو پنهنجي خدا ۽ سندس بندن سان ورتاءُ ڪهڙو هو. جي هو قتل گدري جي ڳالهہ تان يا پوليس جمعدار جي گهوڙيءَ جو ڦر ڪٽڻ جي ڳالهہ تان خدا سان مخاطب ٿي ڪجهہ چوي تہ. اها اصل ۾ وقت جي نظام ۽ معاشري جي هلت تي نُڪتہ چيني آهي. تہ ڪي بندا پنهنجي خدا جو قدر ٽڪي پئسي جيترو بہ نٿا ڪن ۽ ڪي بندا غريب ۽ هيٺن ماڻهن سان ڪيڏو ظلم ٿا روا رکن.

حضرت شاهہ لطيف عليہ رحمت جي والد حضرت شاهہ حبيب سان وتائي فقير جي صحبتن جي روايتن مان تہ معلوم ٿئي ٿو تہ هو ڪلهوڙن جي دور جو سنڌ ۾ مغلن جي حڪمراني جي آخري دور جو هو پر اهي روايتون بہ تحقيق طلب آهن. "تحفة الڪرام" ۾ بہ ڪنهن وتائي مجذوب ۽ درويش جو ذڪر آهي. جنهن ۾ نالو 'ط' سان لکيل آهي. توڙي 'وتو' فقير بہ انهيءَ ئي ڪتاب ۾ ذڪر هيٺ آيو آهي. پر انهن بزرگن جي زمان ۽ مڪان ۽ اسان واري وتائي فقير جي هنڌ ماڳ ۽ سمي ۾ فرق آهي. تاجپور سان هن جي تعلق واري روايت بہ صحيح ناهي. ڇاڪاڻ جو تاجپور سندس وقت کان گهڻو پوءِ جو ٻڌل شهر آهي. متفق روايتن موجب وتايو نصرپور جي پيدائش ۽ اتي جو ئي رهندڙ هو. پيدائشي هندو هو ۽ عام ۾ وتو واڻيو سڏبو هو. پوءِ مسلمان ٿيو تہ ڪٽر. تنگ نظر ۽ روايتي مسلمان نہ ٿيو. ڀڳت فقيرن وارا ارڪان هئس. دين ۽ ايمان جو ڪپڙن ظاهري رک رکاءُ يا تقريربازيءَ سان ڍنڍورو ڏيڻ جو قائل ڪونہ هو. (جيئن سائين علي احمد بروهي صاحب لکيو آهي تہ: "وتايو جيئن ڪنهن ٻانيڻ جي ٻيڪڙ ۾ نہ آيو تيئن ملان جي وڪڙ مان بہ گوهي ڏئي نڪري ويو.)

بهرحال اهو ئي سبب ٿيو جو هندو ڪيس آخر تائين هندو تصور ڪندا رهيا ۽ مسلمان هن کي مسلمان مڃيندا رهيا. هڪ پيري جو فوت ٿي ويڻ جو سانگ رچايائين تہ هندن ۽ مسلمانن جي هڪ دلچسپ تڪرار جو مشاهدو ڪيائين. جو هندو چون تہ وتو واڻيو هو ان ڪري پنهنجي ڌرم انوسار هن کي مرگهٽ ۾ ساڙينداسين ۽ مسلمان چون تہ

جيئن تہ مسلمان هو ان ڪري هن جو ڪفن دفن ڪنداسين. اتي هو پوتي چنبڙي اٿي ڪڙو ٿيو تہ هتي تہ آرام سان مرڻ بہ نٿا ڏين. مرڻ تي بہ جهيڙو مچائي بيٺا آهن تہ هاڻي هتي جيئڻ بہ قبول نہ آهي. ائين چئي نصرپور ڇڏي اچي موجوده شيخ لوهنڙو جي وسنديءَ ۾ رهيو جو ڀڻ وقت جو هڪ جيد ۽ صاحب منزل بزرگ هو ۽ جنهن جو مقبرو اڄ بہ ٽنڊي الهيار کان حيدرآباد ويندي ٽن ميلن جي مفاصلي تي صاف ڏسبو آهي. وتايو هتي ئي فوت ٿيو ۽ هتي ئي دفن آهي.

مٿئين مثال مان ثابت ٿئي ٿو تہ هي الله جو ماڻهو مذهبي تعصبات ۽ ڪٽرپڻي کان ڪيترو پاڪ هو جو ظاهري ڏيک ۽ رويي مان سڃاڻڻ بہ مشڪل هو تہ هندو آهي، ڪي مسلمان. اڪثر سرڪاري بيگر وٺڻ وارا ماڻهن کان پڇندا هئا تہ ڪنهن جو ماڻهو آهين؟ پوءِ ڪو ڪنهن گبر يا اثر واري ماڻهوءَ جو ماڻهو سڏائي جان ڇڏائي ويندو، پر هي سچو ماڻهو پاڻ کي هميشه "الله جو ماڻهو" چوندو هو ۽ هو ڪيس بيگر تي وٺي ويندا هئا. هو اهي بيگرون وهي ايندو هو پر ڪڏهن بہ "الله جو ماڻهو" سڏائڻ بدران ڪو ٻيو ٻول نہ ٻوليائين ۽ قالو بليٰ وارو قول آخر تائين نباهيندو رهيو.

وتائي درويش ڪي هڪ عوامي درويش چوڻ ۾ هڪ وڏاءُ نہ ٿيندو جو ههڙو الله وارو سياڻو ۽ سڀاجهو انسان دنيا جي طمع کان عاري هوندي بہ رهبانيت اختيار ڪرڻ جي بجاءِ عام ماڻهن سان ملي جلي رهيو ۽ هنن کي مُلن مولوين وانگر دوزخ جا دڙڪا ڏيڻ بدران خدا جي ٻاجهہ ۽ سخا جا سنيها ٻڌائيندو رهيو. منهن ويڙهي گوشو ڪري ويهي رهڻ بجاءِ سيني سان رلي ملي ڪلي ڳالهايائين ۽ ڳنڀيرتا جو لبادو پائڻ بدران هر ڪنهن سان هڪ جهڙو ٿي هليو. هو اهو ڪڪر هو جو بنا تفريق ۽ ترجيح جي هر ڪنهن تي ڇانوَ ڪندو آهي.

اڄ جو اسين پنهنجن ثقافتي، تهذيبي، علمي، ادب، تاريخي ۽ قومي نشانن جي سار سنڀال ۽ رکشا لاءِ بجا ۽ برحق طور تي عمل توڙي قلم سان اڻ ٿڪ ڪوششون ڪري رهيا آهيون تہ اڇو تہ سونهاريءَ سنڌ جي هن صالح سپوت جي ذات کي سهيڙڻ ۽ سانڍڻ لاءِ ڪو اُدم ڪريون، ڇاڪاڻ تہ وتايو درويش اسان جي علمي، ادبي ۽ ثقافتي تاريخ جو هڪ اهم ستون آهي.

# وتائي فقير جي ٻولن ۾ حقيقت پسندي

حيدر علي لغاري

اهو هر ڪو ئي پيو چوندو ۽ ورجائيندو ٻڌندو آهي تہ سنڌ اهل نظر، اهل فڪر ۽ اهل دل بزرگن سان ڀري پئي آهي. مگر انهيءَ اعتراف ۽ فخريہ اظهار کان پوءِ جا ڳالهہ ڳالهائيندي ۾ اچڻ جهڙي آهي، سا اها تہ انهن بزرگن ۽ دانشورن جي بزرگي، برتري، بصيرت ۽ بصارت مان اسان سنڌ وارن ڪهڙو ۽ ڪيترو فيض حاصل ڪيو آهي؟ يا اهڙي فيض حاصل ڪرڻ جي پاڻ ۾ اهليت پيدا ڪئي آهي! ان ڏس ۾ جيڪڏهن ڪو حساب ۽ احتساب جو ذمو کڻي تہ کيس ڏاڍي نراسائيءَ سان دوچار ٿيڻو پوندو.

اسان ماڻهو محفلن ۽ مجلسن، ميلن ملاکڙن، شغلن ۽ ورسين ملهائڻ جو ڏاڍو اهتمام ڪريون ٿا، هڙئون وڙئون انهن ۾ حصو وٺون ٿا. مگر اسان وٽ انهن سيني طرزن جي ڪارروايون ۽ ڪارگذارين کان بعد جي ڪنهن جائزي جو ڪو انتظام ناهي. مون کي معاف ڪيو وڃي جيڪڏهن آءٌ ان حقيقت کي اوهان سيني معززين ۽ محفلن جي شائقين جي اڳيان آڻيان تہ اسان وٽ محفل، گڏجاڻي، مجلس يا شغل جي ڪاميابيءَ جي ڪسوٽيءَ ۾ رڳو اهي شيون شامل رهنديون آيون آهن تہ ماڻهن جو هيترو ڪي هترو (وڏو ننڍو) تعداد ان ۾ شريڪ ٿيو هيترا ڪي هيترا مناين جا پڙا يا بوتلن جا ڪريٽ استعمال ٿيا. يا جيڪڏهن ڪو طعام ۽ قيام جو ويلو ۽ مهل آهي تہ اهو خوش اسلوبيءَ ۽ بهتر انتظام سان نباهجي آيو. فلاڻو ڪي فلاڻو ڪاڏي جو ائٽم ماڻهن يا مهمانن کي ڏاڍو پسند آيو. ماني، کٽي ڪانہ. پاڻ وڏي پئي ۽ ماڻهو اها پنهنجن گهرن ڏانهن کڻي ويا. وغيره وغيره. يا تفريح جي ناليءَ ۾ فلاڻي يا فلاڻي فنڪار جي فلاڻي ڪافي، ڪلام يا غزل واهہ جو لڳو...

مگر منهنجا عزيز ساٿيو! انهن ڳالهين ۽ ليکن سان اسان جي ساٿ،

گڏجاڻيءَ يا مجلس ۾ ميلي جي ڪاميابي ڪٿڻ سان رڳو اسان جي خود فريبي، نااهلي ۽ لايعنيت ئي ظاهر ٿئي ٿي. اصل ڳالهه آهي يا ڳالهه جو ڳجهه آهي تہ جنهن نالي. جنهن موقعي جي مناسبت ۽ مقصد سان اسان پاڻ ۾ گڏجي ڪجهہ گهڙيون گهارڻ جو ذمو کنيو ان مناسبت ۽ مقصديت جي ليکي سان اسان ڇا حاصل ڪيو اسان مان ڪيترن غافل ذهنن کي جنجهوڙيو، انهن کي سجاڳيءَ جو سنيهو ڏنو ۽ اهو ڪيتري قدر مقدار ۽ معيار جي لحاظ کان اثرائتو ٿيو؟ شعوري، ذهني جذباتي، ذوق ۽ علمي چٽنگ دڪائڻ ۾ اسان کان ڪيتري جاڪوڙ ٿي سگهي، اسان هڪ ٻئي سان ذهني تعاون ۽ عملي تسلسل جا ڪهڙا پيچ پاتا ۽ انهن سان نباهہ جون ڪهڙيون ۽ ڪيتريون هيئتون پيدا ڪيون؟ اهي ۽ اهڙا ٻيا ڪيترا ئي اهڃاڻ آهن. جن کي اسان شمار ئي نٿا ڪيون، جي شمار ڪيون ٿا تہ انهن جو مستقبل ۾ ڪهڙو اثر ۽ حشر ٿيو ان جو ڪو حساب نٿا رکون. انهيءَ ڪري اهي مفيد ۽ صحتمند نتيجا نٿا پسجن. جن جو منظر تي اچڻ ضروري آهي ۽ جنهن جي قومي ۽ اجتماعي سطح تي في الحال اسان کي ضرورت آهي. لاڳاپو ۽ لاڳاپي جو تواتر ۽ تسلسل ٻئي لازمي امور آهن. وچ وارو خال سيني ڪوشش کي يا تہ رائيگان ڪري ڇڏي ٿو يا رڳو سطحي نتيجا پيدا ڪري ٿو ان کان بچڻ گهرجي ۽ ان جو جوڳو تدارڪ بہ ڪرڻ گهرجي.

انهيءَ تمهيد کان پوءِ اچو تہ وتائي جي حقيقت پسنديءَ بلڪ حقيقت پرستيءَ کي خراج عقيدت پيش ڪريون.

حقيقت جا ڪيئي پاسا ۽ پهلو، روپ ۽ رنگ آهن. حقيقت هيڪڙائي، يعني: وحدت کان شروع ٿي، گهڻائي، يعني: ڪثرت جا ڪيئي ڳجها ۽ پڌرا مظهر ۽ اهڃاڻ پکيڙي ٿي.

وحد تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل.

(لطيف)

اهڙي گهڻائي يا ڪثرت جو وحدت يا هيڪڙائيءَ سان گهاٽو سنبند ۽ ناتو هميشه کان رهندو آهي. بهرنوع 'حق' هڪڙو هجي يا ان جا ڪيئي روپ هجن. ان هڪڙي لفظ 'حق'، جنهن جو جمع حقوق يا حقائق آهي، سان انساني زندگيءَ جا بنيادي ۽ اساسي سوال ۽ مسئلا ٻنهہ گهري طرح ڳنڍيا پيا آهن. انهيءَ نسبت سان نہ رڳو حق پسندي، بلڪ حق شناسي ۽ حق

پرستي بہ انساني ڪردار جا اُتم ۽ اهم اهڃاڻ رهندا آيا آهن. پنهنجو حق ۽ ٻئي جو حق، ٻئي جڏهن گڏوگڏ سڃاڻبا، پرکبا ۽ هڪ ٻئي کي ڏبا وٺبا، تڏهن ئي معاشرو سڪون ۽ امن سان انساني ارتقا جي بلندين ڏانهن ڪي مرحلا ۽ منزلون طئي ڪرڻ جهڙو ٿيندو. ورنہ جتي حق شناسيءَ جي بدران حق تلفي، حق پرستيءَ جي بجاءِ ناحق جو فروغ ۽ عدل ۽ اعتدال جي بدران افراط ۽ تفريط ڪارفرما هوندا؛ اُتي افراتفري، تنزل ۽ غارتگري معاشري جو ورثو بڻجي پوندا. جيستائين ورڇ وڇي ماڻهو پنهنجا حق، ٻين جا حق سڃاڻڻ ۽ مڃڻ شروع ڪن ۽ انهن جو احترام ڪن ۽ ڪي فرض شناس، مقتدر ۽ دردمند شخصيتون انسانن ۾ ڪجهہ پچار ۽ پرچار سان، ڪجهہ قانون ۽ آئين جي ديانتدارانہ نفاذ سان، معاشري ۾ عدل ۽ ميزان کي قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿين.

سو سائين منهنجا! حقيقت پسنديءَ جي ذڪر شروع ڪرڻ لاءِ حقائق کي سميٽڻو پوي ٿو ۽ حقائق کي سميٽڻ لاءِ حقيقتن سان نباهڻو پوي ٿو ۽ انهن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ۽ ظاهر آهي تہ اهي ڪم ڪي ايترا آسان ۽ سولا ناهن. ان لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهو پهرين پاڻ پنهنجو توازن قائم رکي، پاڻ لاءِ، يعني پنهنجي حق پسنديءَ ۽ حق پرستيءَ لاءِ ڪا ڪسوٽي مقرر ڪري، پاڻ ان تي قائم رهي ڏيکاريءِ پوءِ پنهنجا قول، فعل، تجربا ۽ وارداتون پاڻ جهڙن کي ٻڌائي ۽ مڃرائي ۽ اسان کي يقين آهي تہ وتائي ۾ اهي وصفون جيئن جو تيئن بدرجہ اُتم موجود هيون. هن مجذوب (يا نيم مجذوب) درويش جي قول ۽ فعل جي موافقت ان جي شاهد آهي. انهيءَ ڪري ئي اسان ڄامڙا بہ جرئت، بلڪ جسارت ڪري، هن قداور شخص جي نالي ۽ نسبت ۾ پاڻ کي حقائق سان ڳنڍڻ ۽ انهن کي سڃاڻڻ جي هام هڻي، هن محفل ۾ گڏ ٿيا آهيون.

وتايو ان نسبت سان اسان کي جنهن وکر کي ورتائڻ تي اُپاري ٿو ۽ جنهن عمل لاءِ پڪاري ٿو، اهو بہ سندس ئي سيرت جيئن ڪرو ۽ پڌرو آهي. مثال طور، ڪنهن روايتي مولوي جي روايتي واعظ دوران جڏهن مولوي صاحب جا هي لفظ سندس ڪنن تي پون ٿا تہ: "سڀ ڪجهہ خدا جي اختيار ۽ وس آهي. بندو بي وس ۽ ڪمزور آهي"؛ تہ وتائي ۾ موجود انساني حريت، قوت اختيار ۽ انتخاب جو جذبو بيقرار ٿي پوي ٿو ۽ هو ان جو اظهار

ڏاڍي نهٺائيءَ، مگر بي باڪيءَ سان ائين بيڌڙڪ ٿي ڪري ٿو ته، "هيو سڀ ڪجهه ڀلي ڪٿي خدا جي اختيار ۾ هجي، مگر هڪڙي ڳالهه امڙ جي وس ۾ آهي، وٺيس ته پٽ رڌيءِ وٺيس ته ماني پچائي."

هي عجيب ۽ انقلابي رد عمل هڪ اهڙي خانه بدوش مجذوب ۽ نيم مست شخص وٽان پيدا ٿئي ٿو جيڪو بظاهر ڪنهن به مدرسي يا دارالعلوم جو تحصيل يافته ناهي، جنهن قديم يا جديد فلسفي، نفسيات، عمرانيات يا جبر ۽ قدر جي لاينحل مسئلي تي ڪي باب يا ڪتاب ڪونه پڙهيا آهن، مگر ان جي باوجود اوهان سندس بصيرت جي ان نُڪتي تي جيترو به غور ڪندؤ اوترو اوهان کي ان ۾ انسان جي قوت انتخاب ۽ اختيار، جذبهءِ حريت جا جوهر تڙپندا محسوس ٿيندا! سندس باغي ۽ بيقرار بلڪ بي نيازي سان سرشار روح معاشري جي مدي خارج قدرن، فرسوده روايتن ۽ رسمن سان بي تحاشا نبردآزما نظر ايندو. جيڪڏهن پڪي ۽ پوڙهي آمان جي هٿ ۾ يا وس ۾ ايترو ڪجهه آهي ته ظاهر آهي ته آدي ۽ اديءَ جي سگهارن هٿن ۾ گهٽو ئي ڪجهه ٿي سگهي ٿو ۽ اهڙن ڳچ ڀائرن ۽ ڀينرن جا هٿ جيڪڏهن گڏجي پون ته هو ڇا ڇا نٿا ڪري سگهن! ويجهي توڙي ڏوراهين ماضي ۽ پڻ حال ۾ اهڙا ڪيئي مثال پکڙيا پيا آهن، جت گهڻن ڀائرن ۽ ڀينرن ڀڏي ڪري، پڪا پهه ڪري، پنهنجن تقديرن کي ئي بدلائي ڇڏيو آهي، ته وتايو حقيقت جي انهن ئي ڀيچرن جا اهڃاڻ ڏسيندو ٿو هلي، جن ۾ اسان پنهنجي قسمت جا پاڻ مالڪ ٿي سگهون ٿا ۽ پنهنجي تقدير کي بدلائي، سنواري ۽ سلجهائي سگهڻ جي صلاحيت رکون ٿا. مگر شرط: فقط ساڃاهه، ارادي، اعتماد ۽ اتحاد جو آهي، مفاهمت ۽ مصالحت جو آهي، باهمي تعاون ۽ ان جي تسلسل جو آهي.

هي ٻيو هڪ ٻول وتائي جو اسان لاءِ آرسي بڻجي اسان جي آڏو اچي ٿو ۽ اسان کي پنهنجي ڀيانڪ تصوير ڏسڻ تي آماده ڪري ٿو، جيڪا هوند اسان هونءَ ڏسڻ نه چاهيون، جڏهن وتايو ازراهه تفنن، بلڪ پنهنجي انوکي چرڪائيندڙ انداز تبليغ دوران هڪڙي گدرن وڪڻڻ واري کان خدا جي نانءَ تي گدرو گهري ٿو ۽ هو هڪرو ننڍڙو ڳريل ڦٽل گدرو ڪٿي بي دليءَ سان سندس آڏو رکي ٿو، وري سردست جڏهن به پئسا ڏيئي، کيس گدري ڏيڻ لاءِ چوي ٿو ته، کيس هڪڙو ٺاهوڪو گدرو انهن ٻن پئسن جي عيوض ملي ٿو ته اتي ڏاڍي مبلغانه بلڪ بالغانه انداز ۾ ڦٽل گدرو ڪٿي آسمان

ڏانهن نهاري چڻ خدا کي مخاطب ٿي چوي ٿو: "اي خدا! هي ڏس تنهنجي نانءُ تي مليل گدرو ۽ وري هي به ڏس ٽڪي ۾ مليل ٺاهوڪو گدرو. تنهنجو ملهه ماڻهن وٽ ٽڪي جيترو به ڪونهي."

بهرحال اها جسارت به وتايو ئي ڪري سگهي ٿو ۽ هن قول ۾ هرويرو رڳو گدري وڪڻڻ وارو سندس بصيرت افروز تنقيد ۽ نُڪتي جو هدف ناهي. هن ۾ واپاري طبقي جي مخصوص ذهنيت جو عڪس ته آهي ئي، مگر ان ۾ اسان عام توڙي خاص ماڻهن جي فڪر ۽ فعل، عقيدي ۽ عمل جي مذموم ۽ ڀيانڪ تضاد. نيت ۽ عمل ۾ موجود انحراف ۽ اختلاف ڏانهن به واضح اشارو آهي. نه رڳو اشارو بلڪ تيز نوڪدار نشتر آهي، جنهن سان وتايو اسان جي ذوقي ۽ فڪري جراحت جو سامان اسان کي ميسر ڪري ڏيڻ ٿو چاهي. مگر ڪيڏي ٻاجهاري ۽ پياري انداز ۾! ليڪن اسان جو مرض شايد اهڙي ٻاجهه ڀرئي علاج جو اهل نه رهيو آهي. اسان ماڻهو هونءَ ته تقررن، تحريرن، نصابي ڪتابن، قانون، قسم نامن ۽ آئيني دستاويزن ۾ ڏاڍي تقدس ۽ زباني ۽ لفظي ديانت جو مظاهرو ڪندا آيا آهيون، مگر عملي زندگيءَ ۾ ان جي برعڪس منافقي، مفاد پرستي، ٻٽي معيار ۽ دوغله پن ۾ وڪوڙيل ۽ گهيريل رهيا آهيون ۽ اسان سماجي ناسور ڏانهن وتائي جو هي نشتر ڏاڍو فعال ۽ فيصله ڪن جراحيءَ جي صفت سان ڀرپور آهي.

پر اسان ماڻهو ايمانداريءَ سان پنهنجي مرض جو اظهار ۽ اعتراف ڪرڻ جا به اهل نه رهيا آهيون ۽ پنهنجا سڪتا ۽ وڇڙا وجود ڪنيو اهڙن وکرن جو جملي نقلي ۽ وضعي ڍنڍورو ڏيندا ٿا وتون، جن جو اسان وٽ ڏُکو به ڪڏهن گڏ ٿي ڪونه سگهيو آهي. اسان کي جڏهن پنهنجي سڪتائيءَ ۽ داخلي ڏيوالي جو احساس ستائڻ ٿو شروع ڪري ته اسان اُن جي تلافي وڏي نعريبازيءَ ۽ اشتهار سازيءَ جي واڄٽن سان ڪرڻ شروع ٿا ڪريون ۽ سمجهون ٿا ته انهن سڪٽين دعوائن، رڙين ۽ واڪن جي شور غوغا ۾ اسان جو ڏيوالو ڍڪجي ۽ لڪي ويندو. غالباً اسان جي معاشري جي ڪنهن به فرد، ڪنهن به گروهه، حتيٰ ڪِ اداري (چاهي اهو سياسي هجي، سماجي هجي، مذهبي يا تعليمي هجي) ۾ ايتري به اخلاقي جرئت ۽ حوصلو باقي نه رهيو آهي، جو هو پنهنجي ويرانيءَ جي صحيح پيمائش ڪري سگهي، پنهنجي اندر جي خلل، جهول ۽ ڏيوالي جي اونهائيءَ ۽ اونداهيءَ ۾ ايمانداريءَ سان جهاتي وجهي ان جو جائزو وٺي سگهي ۽ ان

جي هولناڪ موجودگيءَ جو رڳو اعتراف ڪري سگهي. مرض جي علاج ۽ ان مان صحتيابيءَ لاءِ اهو بلڪل ضروري آهي تہ مريض پهرين پنهنجي مرض جو اعتراف ڪري، ان جي تشخيص لاءِ ميدان هموار ڪري ۽ علاج جي ڪوڙاڻ ۾ اُگرائيءَ کي برداشت ڪري.

انهن مرحلن مان گذرڻ کان پوءِ ئي وتائي فقير يا ڪنهن ٻئي هادي، مصلح، همدرد، سجاڻ ۽ معالج جا نُڪتا ۽ نسخا اسان لاءِ ڪارگر ثابت ٿي سگهن ٿا.

اسان ۾ پاڻ ۾ جيڪڏهن ڪا تحقيق ۽ تخليقي لياقت ناهي تہ ڪم از ڪم ان جو واضح ديانتدارانہ ۽ ايماندارانہ اعتراف تہ ڪريون ۽ جيڪڏهن اسان پنهنجن اکين کي شعوري طور تي استعمال ڪرڻ جوڳا نہ آهيون تہ، وتائي يا ٻين اهڙن اهل نظر ۽ اهل درد جي اکين سان ئي اُهو کي ڏسي سگهڻ ۽ محسوس ڪرڻ جهڙا ٿيون. جيڪي هنن اسان کي ڏيکارڻ، محسوس ڪرائڻ ۽ مجرائڻ چاهيو آهي. ظاهر آهي تہ ان ۾ انفرادي توڙي اجتماعي طور تي اسان جو ئي ڀلو آهي. محض انهن بزرگن، درويشن، مفڪرن، محققن ۽ مجتهدن جي نالن، اسمن ۽ انهن جي رسمن ملهائڻ سان اُهو ڪي ڪين سرندو. جيڪي خود هنن چاهيو ۽ سوچيو ٿي. جيستائين اسان تجسس ۽ تلاش جو جذبو سوچ ۽ لوچ جو ڪيف، اڪتساب ۽ احتساب جو مَلڪو وري وري سوچڻ، جانچڻ، لوچڻ ۽ 'ڀير چاپي ڇاڻڻ' جو ملڪو نہ جاڳندو تيستائين اسان مان اُها سڪتائي، نااهلي ۽ ڪاهلي وڃڻ جي ناهي.

هر ماڻهو جي پنهنجي وٿ آهي. پنهنجو ملهہ آهي. پنهنجو قدر ۽ پنهنجو هنر آهي. نڪتہ دان يا نڪتہ سنج کي نڪتہ شناس بہ کپي. ايئن جئين وکر لاءِ خريدار ۽ واپرائيندڙ ئي نہ هوندو لطيف سائين جي زبان ۾: "وکر ڏيرون ڏير، ورهائڻ وارا ويسرا." تہ اُهو وکر ڪٿي پئي پراڻو نہ ٿيڻ وارو نہ بہ هجي، تہ بہ ان جي افاديت ناڪاره نہ، تہ بہ محدود ٿي ويندي. تنهن ڪري ان کي عام ڪرڻو آهي. ڪشادگيءَ سان آڇڻو ۽ ورهائڻو آهي. ورنہ اهو جهڙو ڪر ضايع ئي ٿي ويندو. شايد اهڙي ئي ڪجهہ هاڃيڪار ۽ تباهہ ڪن صورتحال کان متاثر ٿيندي، ڀاڄهاري لطيف فرمايو هو تہ:

"پلئي پايو سچ، آچيندي لڄ مران."

سچ جي ساڃاهہ، ڪچ ۽ سچ ۾ امتيازي ڪرڻ جو فهم ۽ ملڪو نهايت ضروري اهي. پرک ۽ پروڙ لازمي وصفون آهن. ڪنهن بہ سماج ۾

سماجي قدرن ۽ معيارن، معاشرتي ملهن ۽ ماڻهن مطابق اُتاهين نصب العين ۽ شايان شان منزل ڏانهن وڌڻ ۽ ان کي ماڻڻ لاءِ ته اصل ڳالهه ۽ بنيادي ڳالهه وري به اچي ٿي بيهي شعور تي، ساڃاهه تي، علم ۽ هنر تي، جيتري پرک اوتري ساک. عمل ۽ جهد کي سمجهداريءَ، لياقت، اهليت ۽ شناس جو رخ ۽ دائرو گهرجي. جوش به ڏاڍو قيمتي آهي، مگر ان سان هوش يا هوشمندي به لازمي آهي. جيڪڏهن عمل ۽ جذبو صحيح سمت ۾ صحيح وقت تي ناهي ته، ان جي مقصديت ۽ افاديت به ناڪاريءَ جي ڳن ۾ هلي ٿي وڃي ته، ڳالهه جو متن به ۽ مقصد به اهو ٿي آهي ته، آدم جو اصل انمول ۽ املهه ورثو "ڄاڻ" (پروڙ علم). ان کان پوءِ باقي ٻيون سڀ وصفون، عمل جون به، جُهد جون به، جرئت ۽ جوانمرديءَ جون به ڪارگر ٿين ٿيون، نه ته هڪڙو وڏو جوکم آهي. ڄاڻ ۽ پروڙ کان بنا پنهنجن قوتن ۽ صفتن جي ڪارڪردگيءَ جي ضايع ٿيڻ جو به يا اٿلو نقصانڪار ۽ هاڃيڪار بڻجڻ جو به!

ته وتايو به ڪي نُڪتا، ڪي لطائف اسان کي سمجهائڻ ۽ ميڄرائڻ لاءِ پڪاري ٿو للڪاري ٿو ته، پهرين پرکيو ۽ پُرجهو ۽ پوءِ پڙ ۾ پير پايو يا هلو ۽ وڌو. پر ان سان گڏوگڏ پرکيندا ۽ پروڙيندا رهو ۽ اهڙا چند سرواڻ ۽ اڳواڻ ضرور پيدا ڪريو جيڪي حوصلي، خلوص ۽ سچائيءَ سان گڏوگڏ شعور ۽ شناس جي به ڪنهن منزل کي پهچڻ جوڳا هجن ۽ اوهان جي صحيح رهنمائي ڪندا هلن؛ اوهان کي تربيت ڏيندا، سنواريندا سلهجهائيندا هلن؛ سو نُڪتا وتائي جا اهڃاڻ آهن. حقيقت شناسيءَ جا، ساڃاهه جا، ڪن مدي خارج قيدن کان بغاوت ۽ بيزاريءَ جا، احتجاج جا، نئين سر ۽ ٻيهر حالتن کي جانچڻ ۽ جائزي وٺڻ جا، خبردار ٿيڻ جا، لڪير جي فقيريءَ کان بچڻ جا، زندگيءَ جي صحتمند تبديلين کي قبولڻ جا ۽ ماڳ ماڻڻ جا. ۽ هنن محفلن ۾ هن طرز جي مجلسن جي افاديت تڏهن آشڪار ٿيندي، جڏهن اسان اتان پنهنجي پلئه ۾ عزت نفس جي، غيرت جي، اعتماد ۽ اتحاد جي، دردمندي ۽ فڪرمندي جي، اتساهه ۽ ويساهه جي ڪا ڀرپور چڻنگ ڪٽي اُٿئون ۽ ان کي دکيل ـ دکايل رکون، وسامڻ نه ڏيون ته ڇٽي ڇٽي جي چڻنگ گڏجي ڪو وڏو روشن اُلاءُ ڪري، ڪا مشعل ٿئي، جنهن جي سدا روشن جوت اسان لاءِ جيئڻ جو عافيت جو عزت ڀريو ڪو اُهاءُ ڪري.

# وتايو هڪ علامت

ڊاڪٽر قمر واحد

وتايو هڪ انسان بہ هو تہ علامت بہ. وتائي جي ذات ۾ هڪ دؤر جي، هڪ دؤر جي ماڻهن جي، انهن جي ريتن رسمن جي، انهن جي سياءِ ۽ هلت جي سڃاڻپ ٿئي ٿي. هن جي چوٽين ۽ سادگيءَ سان پريل ڳالهين مان وڏا نُڪتا نروار ٿي وڃن ٿا. جڏهن ڪابہ سولي سڌي ڳالهہ چوڻ ڏکي ٿيو پوي ۽ ان کي ٻڌڻ ۽ سمجهڻ لاءِ ڪو تيار نہ هجي تہ اهڙيءَ ڳالهہ کي سمجهائڻ ۽ سمجهڻ لاءِ علامتن جو سهارو ورتو ويندو آهي. وتايو بہ پنهنجي وقت جي هڪ اهڙي علامت هو.

چوندا آهن تہ "چريا ٿياسين، پر يار پرکياسين." وتائي بہ چريو ٿي جڳ کي سياڻپ جا سبق ڏنا. اهڙيءَ طرح سچ ۽ ڪوڙ، اَچو ۽ ڪارو، ظالم ۽ مظلوم، چڱائي ۽ برائي هڪ ٻئي جي لاءِ لازم ۽ ملزوم هوندا آهن. انهن مان هڪ نہ هجي تہ ٻئي جي خبر نہ پوي، ٻئي جو احساس نہ هجي. وتائي فقير جي انهن ڳالهين مان ئي ڪيترن ماڻهن پنهنجو پاڻ کي سڃاتو هوندو، پرکيو ۽ پروڙيو هوندو.

اهڙي ئي دور جو وتايو هڪ آواز هو. ان دور جي سنڌ جو اهڙو آواز جنهن وقت جا ماڻهو پنهنجو پاڻ کي خدا جي وجود جي تمام گهڻو ويجهو محسوس ڪندا هئا. اڄ جي ويهين - ايڪويهين صديءَ جي انسانن وانگر نہ هو. وتايو جيڪڏهن هن دور ۾ هجي ها تہ گهڻن ئي اهڙن رستي تان ٿڙيلن جو ڀلو ٿئي ها. ڪين ڳڻترن مان جهلي وڃي پنهنجي ابي جي دورازي تي ويهاري ها. جيڪو سنڌس جائز مقام هو.

جيستائين وتائي جي حسب نسب ۽ رهائش جو تعلق آهي، چيو ٿو وڃي تہ وتايو فقير نصرپور ۾ بہ رهيو. جتي سنڌس عمر جو ڳچ عرصو گذريو.

لڳي ٿو تہ ڪنهن قاضيءَ جي صحبت ۾ اچي ويو جنهن کيس مسلمان ڪيو هوندو. چون ٿا تہ وتائي جو هڪ سؤٽ نصرپور جو قاضي رهي چڪو آهي. منهنجو تعلق بہ نصرپور جي قاضي خاندان سان آهي. ننڍي هوندي جون ڪي ڳالهيون ياد اٿم. جيڪي ڪثرت سان دهرايون ويندڻيون هيون. ان دور ۾ اسان بہ لفظ گهڻو ٻڌندا هئاسون. هڪ "وتايو" ٻيو "توائي". جڏهن ڪا چڱي ڳالهہ ڪبي هئي تہ چوندا تہ. "اڄ تہ وتائي جهڙيون ڳالهيون پئي ڪرين." ۽ جيڪڏهن ڪا جهڙي تهڙي ڳالهہ ڪبي تہ چوندا. "توائي ٿي آهين ڇا؟" الائي ڪنهن جي پٽ لڳي. جو هاڻي نصرپور ڏانهن وڃبو تہ "وتايا" گهٽ ۽ "توائي" گهڻا نظر ايندا.

هن دؤر ۾ جيڪڏهن وتايو زنده هجي ها تہ حالتون ڏسي شهر ڇڏي وڃي ڪوٽڙيءَ واري پل وٽ درياءَ جو پيٽ وسائي ها. متي ۾ ٻڪ ڀري واري وجهي ها ۽ چوي ها.

"اي الله سائين! اسان کي ايترو ڏيجهو هوندي بہ پري ٿي وئين؟"

# وتائي فقير جو وارث

شفيق الرحمان پراچہ

سيمينار جي، تقريبات جو آغاز وتائي فقير جي مزار تي گلن جي چادر چاڙهڻ سان ٿيڻو هو. مان جڏهن پروگرام موجب سيمينار ڪميٽيءَ جي عهديدارن سان مزار تي پهتس ته قبرستان جي ٻاهران هڪڙو سپاهي بندوق ڪنيو بيٺل نظر آيو. ٿورو اڳتي هلڻ سان مون ڏٺو ته چوني سان لکيل هو: "ڀلي ڪري آيا." قبرستان ۾ پليڪارڊ ايئن لڳو ڄڻ وتائي فقير سيمينار جو ماحول پيدا ڪيل هو. اُن کان پوءِ مزار تي پهتاسون ته مزار تي لکيل هو:

"مان جيڪي ڪالهه هيس، توهان اڄ آهيو."

(سچار وتايو فقير)

وتائي فقير لاءِ مختلف ڳالهيون ڪيون پيون وڃن. مان سمجهان ٿو ته سڀ کان وڏو لقب جيڪو وتائي فقير کي ڏئي سگهجي ٿو، اهو آهي، "سچارَ" جو. وتائي جيڪا ڳالهه ڪئي، ان مان سچ جو پهلو نروار رهيو آهي.

پوليس کي قبرستان جي ٻاهران ڏسي، وتائي فقير جي هڪ ڳالهه ياد اچي وئي، جنهن ۾ هن چور جو پيڇو ڪرڻ بدران چور کي جهلڻ لاءِ چور جو اڳ ورتو ۽ قبرستان جي دروازي تي اچي ويٺو. پڇڻ تي ٻڌايائين ته "پڇي ڪيترو ڀڄندو، نيٺ ته هڪ ڏينهن هتي ايندو!" اهو سوچي ٿورو اندر جو اندر مشڪ آئي، پر دل چيو ته پنهنجن ساٿين کي چوان ته جيڪڏهن هتي هڪ ڏينهن چور ايندو ته چور کي پڪڙڻ وارو به ايندو. جڏهن اسان سڀني کي هڪ ڏينهن مرڻو آهي، دفن ٿيڻو آهي، قبرستان ۾ اچڻو آهي، ته ڇا اهو بهتر نه آهي ته اسان هتي پهچڻ کان اڳ هڪ ٻئي سان حساب ڪتاب سڌو ڪري ڇڏيون!

وتائي فقير جي باري ۾ سوچڻ سان هڪ ڪهاڻي ياد ٿي اچي:

هڪ بادشاه وٽ، جيڪو انتهائي ڪم عقل انسان هو، چند سوداگر آيا. چيائون ته، اسان تنهنجي لاءِ دنيا جو قيمتي ۽ حسين ترين لباس تيار ڪري سگهون ٿا. جنهن جي خوبي اها هوندي ته اُن کي صرف عقلمند ماڻهو ئي ڏسي سگهندو، بيوقوف کي نظر نه ايندو. پر ان لباس لاءِ تمام وڏيءَ رقم جي ضرورت پوندي. بادشاه انهن تي زر ۽ جواهر جي برسات ڪندو رهيو. هو لباس تيار ڪندا رهيا. ڪوئي لباس ڪونه هو، صرف فريب هو. بادشاهه جڏهن لباس لاءِ هنن کان پڇندو هو ته، هو چوندا هئا ته، سائين! هيءُ لباس اجا ٺهي پيو. بادشاهه سوچيندو هو ته جيڪڏهن آءٌ چوان ٿو ته، لباس نظر نه ٿو اچي، ته ماڻهو مون کي بيوقوف چوندا. پنهنجن اميرن وزيرن کان پڇندو هو ته، هو به واه واه ڪندا هئا. اگر اُهي به ٿا چون ته لباس ته آهي ئي ڪونه، ته اهي به بيوقوف ٿا سڏجن.

هڪ ڏينهن بادشاه چيو ته، مون کي اهو لباس پهرايو. آءٌ ٻاهر نڪرڻ ٿو چاهيان. اهو لباس جيڪو نظر نه پئي آيو، اهو لباس جيڪو هيو ئي ڪونه. بادشاهه پائي ٻاهر نڪتو، هر شخص چپ هو جو بادشاهه ننگو هو ۽ هر شخص خاموش هو. هڪ ٻار بيٺو هو جنهن بادشاهه کي ڏسي چيو: "بادشاهه اگهاڙو!"

مون کي وتايو فقير اڳيان بيٺي ڏسي اها معصوميت نظر اچي ٿي، جيڪو اسان جا عيب ڏسي چوي ٿو "توهان ننگا آهيو." خدا جي واسطي ان معصوميت کي ۽ ان معصوميت ڀريل مجذوبيت کي مسخره پڻي سان مشابهت نه ڏيو! وتائي فقير ۽ مسخره پڻي ۾ هڪ فرق آهي. هڪ تسلسل جو فرق، هڪ سوچ جو فرق، هڪ انداز جو فرق ۽ طنز ڪرڻ جي طريقي جو فرق.

سيمينار ڪوٺايو ٿو وڃي ته پتو ڪيجي ته وتائي جي مٽي ماٽي ڇا آهي؟ حسب نسب ڇا آهي؟ ته مان توهان کي ٻڌايان ٿو ته وتائي جي مٽي ماٽي ڪهڙي آهي. هر ڪو اُهو ماڻهو جيڪو ڪنهن به دؤر ۾ پيدا ٿيو هجي، انساني ضمير جو نمائندو بڻجي مزاح جي انداز ۾ سچ چوڻ جي ڪوشش ڪندو هجي، اهو وتائي فقير جو وارث آهي. جسٽس ڪياني به وارث هو ته علي احمد بروهي به وارث آهي. زبان ۽ بيان جي جزيري کان ٻاهر هر جڳهه تي وتائي فقير جا اهڙا وارث موجود آهن. جڏهن ڪو توهان کي معصوميت ڀريل انداز ۾ ٻڌائيندو ته توهان جي روح ۾ هيترا شگاف

پيل آهن تہ توهان کي احساس ٿيندو تہ وتائي فقير جو ڪو مائٽ توهان ۾ ئي موجود آهي.

آءٌ ان ڳالهہ تي بہ زور ڏيندس تہ خدارا سوچ جي انداز کي ايترو محدود نہ ڪيو جو محبت ڀريل انداز کي گستاخي سمجهيو وڃي. وتائي فقير جي باري ۾ تہ چيو وڃي ٿو پر اهڙي گستاخي تہ اقبال بہ ڪري چڪو آهي. جڏهن اقبال چوي ٿو:

بات کہنی کی نہیں تو بھی تو ہر جائی ہے۔

ڪنهن کي ٿو چوي، خدا کي چوي ٿو:

پھر بھی ہم سے یہ گلہ ہے کہ وفادار نہیں،
ہم وفادار نہیں تو بھی تو دلدار نہیں۔

الله سائين کي چوي ٿو. ان ڪري ٿو چوي تہ سمجهي ٿو تہ اهو بندي ۽ مالڪ جي وچ ۾ معاملو آهي ۽ سڄي انسانيت جي نمائندگي ڪندي، خدا سان حجت ڪري ٿو. خدا سان حجت اهو شخص ڪندو جيڪو پاڻ کي ساڻس ويجهو محسوس ڪندو. خدا کان پري ماڻهو مفاصلو ئي قائم ڪندو. وتائي فقير اهو مفاصلو پنهنجي انداز ۾ ۽ پنهنجي سوچ سان، سڄي انسانيت جي جذبات جي نمائندگي ڪندي گهٽائي ڇڏيو.

اڄ بہ وتائي فقير جي قبر تي وڻ جي ڇانوَ ڪانهي، ڪوئي ڇپر ڪونهي، تنتل اُس آهي. اهو ڏسي مون کي وتائي فقير جو اهو واقعو ٿو ياد اچي تہ "هي مختيارڪار جو ماڻهو آهي، هيءُ اهلڪار جو ماڻهو آهي، تہ هيءُ ڏي سيءُ جو ماڻهو." مان سمجهان ٿو تہ هر دور ۾ الله جي بندي کي ان تنتل اُس جو مقابلو ڪرڻو ٿو پوي. اها ئي ڳالهہ آهي تہ اسان پنهنجي ڇانوَ جي لاءِ طاقت جون شيون تلاش ڪريون يا اهڙيءَ طرح اُس برداشت ڪندا رهون. وتائي فقير جي زندگيءَ وانگر پنهنجي دوزخ جي باهہ ساڻ کڻي هلڻ کان اهو بهتر آهي تہ سچ جي اُس برداشت ڪريون.

# وتايو

**علي احمد بروهي**

ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو، مٿو اگھاڙو،
منهنجو ڪچاڙو، پيئر هن پنيور ۾.
(شاهه)

وتايو نيٺ سنڌي ڳوٺاڻو هيو. اڃا ٻه هيئن ڪٿي چئجي ته واهڻائي واڻيو هيو ۽ پوءِ مسلمان ٿيو هو. پر اها ڄاڻ نه آهي ته ڪڏهن يا عمر جي ڪهڙي موڙ تي. سنڌس نالي کان علاوه باقي سنڌس جنم جي تاريخ، ڄمڻ جو هنڌ ۽ گهراڻي بنسبت ماڻهن ۾ مختلف روايتون آهن. سڀ کان وڌيڪ مشهور هيءَ ڳالهه آهي ته سنڌس وڏا ڪتري هئا ۽ مهراڻي لڳ هڪ ڳوٺ ۾ ڇُرَ جو ڏنڌو ڪندا هئا ۽ درياهه لي ليٽ سبب لڏي پلاڻي اچي اگهاماڻي ۾ ڪڪ اڏي ويٺا. ڪن جي راءِ مطابق وتيو تاجپور يا نصرپور جو ويٺل هو. ڪجهه ٻه هجي، پر هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته آڳاٽي زماني سان تعلق آهيس ۽ گمان غالب آهي ته، 12 صديءَ ڌاري ٿي گذريو آهي.

هڪ لحاظ کان سنڌس حسب نسب ڳولڻ يا سنڌس خانداني شجري لاءِ تحقيق ڪرڻ بيڪار ڪوشش پڻ آهي. ماڻهوءَ ڪي پيءُ ـ ماءُ قوم ۽ وطن جي چونڊ تي دسترس ٿوروئي آهي. ڇاڪاڻ ته انهن رشتن جو تعلق ڄم جي حادثي سان آهي ۽ نه ماڻهوءَ جي پنهنجي مرضيءَ سان. جي ڪنهن کي اهڙو اختيار حاصل هجي ها ته هو پنهنجي غريب ابي امڙ جي گود ۾ جنم ٿوروئي وٺي ها هر هڪ آغا خان ۽ شاهه ايران جهڙي ڏنگ جي وليعهد ٿي ڄمڻ لاءِ سڻاءَ سٽي ها. ڄمڻ ۽ مرڻ ته هونئن ٻه آهي قدرت ۽ قسمت جي هٿ وس. وچ واري پلڪ پهر جي جهٽ گهڙي آهي، اسان واري موڙي پونجي! جنهن کي اسين زندگي ٻه چئون. ڏسڻو هي آهي ته ان اڌاريءَ ۽ مسواڙيءَ مدت اندر اسان

کھڙا تير هنيا ۽ کھڙا ڦاڙھا ماريا. جياپي لاءِ مليل مھل ۽ موقعو اسان سڀلو بہ ڪيو يا ائين پنگ گھوتيندي رڳڙجي وياسين.

وتايو عجيب ۽ خوش نصيب انسان ٿو ڏسجي. وڏي ڳالھہ تہ اجا سوڌو حال حيات آهي. صدين کان جيئرو جاڳندو ۽ چڪر ڪاٽيندو ٿو رهي. پاڻ بہ ڪلندو ٿو رهي ۽ خلق کي بہ وتي ڪلائيندو. مٿا ماڻهن کي نياءُ ڏيندا آهن ۽ سندن مدعائون مستجاب ڪندا هوندا. پر ڪنهن کي کلائيندا ٿورو ئي آهن. کلڻ ڪم آهي ئي زندگيءَ سان. تعجب آهي تہ وتايو هن وقت تائين زنده رهيو ڪيئن آهي؟ خاص طور ان ملڪ ۽ ماڻهن ۾، جن جي پنهنجن سان بي رخي، سندن تاريخي روايت بڻجي چڪي آهي. وري قدرت جو اٽل قانون بہ تہ ويسارو آهي. موت هوندئن تہ ڪا معنيٰ ئي نہ ٿو رکي. وڏي ڳالھہ تہ وتايو هڪ عام رواجي غريب ۽ مسڪين ماڻهو هيو جا آسامي سُجي سڪٽي هئڻ ڪري اسان وٽ ڪا حيثيت يا معنيٰ رکندڙئي نہ آهي. اسان وٽ غريب ۽ غربت کي ڪئنسر جاٽي ڪائونس ٽارو ڪيو ويندو آهي. وري جو آٽنو نپٽو يا لاوارث هجي تہ ان کي پارتو جاٽي گند جيان ٻهاري ٻاهر ڦٽو ڪيو ويندو آهي. پر مزو اهو جو حسب نسب، مانُ مرتبي ۽ ڌن دولت جي اڻ هوندا ۽ اٽاٽ هوندي بہ وتايو واحد انسان آهي، جو دنيا جي تاريخ ۾ اوچي ڳاٽ ۽ ٺهڪڙا ڏيندي ڏٺو ٿو وڃي. ڏٺو وڃي ٿو تہ دنيا اندر ذهني آزاديءَ جو صحيح علمبردار ۽ اوتار بہ وتايو آهي، جنهن لاءِ آمريڪا جي "اسٽيچو آف لبرٽيءَ" جيان چپي چپي تي اهڃاڻ ڪڙا ڪيا وڃن. تڏهن بہ شايد اسين سندس احسان لاهي نہ سگھون.

وتايو دنيا جي انهن عظيم هستين مان هڪ هيو جي انسان ذات لاءِ هاديءَ مهدي ۽ استاد ٿي آيا ۽ جن آدمين کي اخلاص، اخلاق ۽ انسانيت جي سکيا ۽ ساڃھہ ڏني ۽ جن ماڻهن کي پاڻ ۾ پرت ونڊڻ ۽ ڏرتيءَ جو ناتو نباهڻ جو سبق ڏنو.

رابندر ناٿ ٽئگور کان پڇيو ويو تہ، تون الله کي ڪھڙي ڪارڻ معبود ڪري ٿو مڃين. ٽئگور وراڻيو تہ ان ڪري جو مون کي الله پاڪ ايتري آزادي بخشي آهي، جو آءٌ سندس وجود کان بہ انڪار ڪري ٿو سگھان ۽ اهڙي ۽ ايتري قدر ڇڙواڳ ۽ بي پناھہ آزادي فقط الله جي ذات ئي ڏيئي سگھي ٿي. وتائي بہ آدميءَ کي انهن خوف ۽ خطرن کان ڇوٽڪارو ڏنو. جي ڀوت پريت، مذهب جي جنوني پوئلڳن پنهنجي دڪانداري چمڪائڻ لاءِ ماڻهن کي بيجايا. دين ڌرم جي ڪريا ڪرم ۽ ريتون رسمون ڪندڙن لاءِ

اهڙي خدا جو تصور ڪرڻ ئي محال هيو جو ڪنهن کان حساب ڪتاب ئي نہ وٺي ۽ هر هڪ کي بنا ليکو ڪرڻ جي بخشي ڇڏي. گهٽ ۾ گهٽ کي تہ رحمان رحيم جي معنيٰ جي ئي ڄاڻ نہ هئي. باقي ستار ۽ غفار تہ اجا بہ وڏي ڳالهہ هئي. سندن تعصبي ۽ تنگ ذهن ۾ هي ڳالهہ ئي نہ ٿي سمائي تہ جو "پاءُ" اگهائيندو هجي، اهو مڻ ڪيئن ۽ ڇو موٽائيندو؟

تاريخ ۾ " ڊايو جنيس " پهريون انسان هيو جنهن ماڻهوءَ جي پيدا ڪيل " ڏر ۽ ڏهڪاءُ" کي مٽايو. هن پنهنجي عملي زندگيءَ وسيلي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ انسان، جي ڌرتيءَ ۽ آسمان جي طاقتن کان لاپرواهہ ٿي، الڳ ۽ ڇڙواڳ رهي، زندگي گهارڻ چاهي، تہ هو ايئن ڪري ٿي سگهيو پر اهڙي آزاد جياپي لاءِ کيس ڪافي ڪجهہ قربانيون ڏيڻ ضروري هيون. ڊايوجنيس هڪ فيلسوف هيو جو عيسوي صديءَ کان ٽي سؤ سال اڳ واري زماني ۾ ڄائو هيو. هن پنهنجي ذاتي رهائش هڪ ٺڪر جي پڳل ڪونر ۾ اختيار ڪئي ۽ اهو ڪونر هڪ گند جي ڍير تي پيل هوندو هيو. ان ماڳ کي ڊايو جنيس پنهنجي راڄڌاني سڏيندو هيو. سندس ساٿ سنگت شهر جي انهن ڪتن ۽ ٻلن سان هوندي هئي، جي ڍير تي ٺڪر ڀڳي جي تلاش ۾ ايندا هئا، يا وري شهر جا رولو ٻار جي ساڻس ڪچهريون ڪرڻ لاءِ آتا هوندا هئا. جڏهن سڪندر اعظم ساڻس ملاقات لاءِ اچي حاضر ٿيو تہ سوال ڪيائين تہ آءٌ اوهان لاءِ ڪهڙي خدمت ڪري ٿو سگهان؟ ڊايو جنيس چيس تہ مهرباني ڪري منهنجي اڳيان ٿري وڃ. جيڪڏهن تنهنجو اهو خيال آهي تہ سج جي اوٽ ۾ بيهي تون مون کي اُس کان محروم ڪندين تہ اها تنهنجي غلط فهمي آهي.

وتايو بہ ڊايو جنيس جيان سادو سودو ۽ فقير منش ماڻهو هيو پر جي سندس لطيفن تي ٿي نظر ڪجي تہ ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ ڪنهن بہ مهديءَ يا مسيح کان هرگز گهٽ نہ هيو. ماڻهن لاءِ هڪ رونشو يا تماشو بہ هيو. هر هڪ کيس ڇيڙيندو رهندو هيو. اسان وٽ عقلمند يا ڪل ٽڙيل لاءِ پيو ڪو ورتاءُ آهي ئي ڪونہ جي ذهني مريض علماءُ دين، وڪيل، ڊاڪٽر يا حاڪم آهي تہ پوءِ ڪو وسو سوئي نہ آهي، پر جي ماڻهو سچو سڪٺو ۽ لاوارث آهي تہ پوءِ پاڳل، چريو ۽ مجذوب. پر ان ۾ ماڻهن جو تصور ٿورو ئي آهي. وتائي جا پنهنجا افعال بہ تہ اهڙا ئي هئا. سندس سوچ سمجهہ جو انداز ئي نرالو هيو. جڏهن ڪو شاهينگ سندس جتي ٽڙ ٽي ويو تہ مقام جي لنگهہ تي وڃي

ڏرٽو ماري ويهي رهيو تہ چور ويندو ڪيڏانهن؟ اڳي پوءِ ڪيس هتي ئي اچڻو آهي. ڏسو تہ ڪيئن ٿو جتي موٽايان! وري جڏهن ڪنهن خيرات ۾ ڪيس ڦاٽل ڪپڙن ۾ ڏسي ڏڪا ڏيئي لوڏي ٻاهر ڪڍيو ويو تہ ٻوڙي وڃي پاءُ جا ڏوتل ڪپڙا پائي وري اچي دعوت ۾ شريڪ ٿيو. هاڻي ڪيس معزز ڄاڻي ڀوڙ پلاءُ پيش ڪيا ويا. ڍاڪون ڪٽي ڀوڙ پلاءُ پنهنجي ڪپڙن مٿان هاري، ڪين مخاطب ٿي چوندو رهيو تہ، "کائو"، هيءَ مهماني آهي ئي اوهان لاءِ. مون کي تہ ڏڪا ڏيئي ٻاهر ڪڍيو ويو. هن قسم جي عملي سبق سيکارڻ مان مراد هئي ماڻهن کي ذهن نشين ڪرائڻ تہ انسان جي سڃاڻپ ۽ ڪسوٽي ڪپڙا وڳا نہ آهن، پر پوشاڪ جو پهريندڙ پاڻ آدمي!

وتائي جي لطيفن جو اڪثر مضمون آهي تہ اڪيون ڪم آڻيو ڏسي وائسي قدم کڻو. ڄاڻ سڃاڻ رکڻ اشد ضروري هئي. فقط اهڃاڻن ۽ علامتن تي فتويٰ جاري نہ ڪيو. هڪ دفعي ٻڪ ڪان بيحال ٿي رستي تي ڪري پيو ۽ مورڇا ٿي ويو. ماڻهو اچي مڙيا. ڇي، وتائي پر لوڪ پڌرايو. مسلمانن چيو تہ وتايو واڻيو هيو ان ڪري سندس ڪريا ڪرم ڪري ۽ چکيا تي چاڙهيو وڃي. هندن هوڏ واري تہ ڇا جي ڳالها! وتايو نہ فقط مسلمان ٿيو هيو پر سندس افعال بہ مسلمانن جهڙا هئا، ان ڪري ڪيس ڪفن ڏيئي مقام ۾ دفن ڪيو وڃي. ماڻهن جي ان ريڙهہ پيڙهہ تي وتائي کي سڄاڳي ٿي. هڪدم ٻوڇڻ ڇنڊي اٿي ڪڙو ٿيو تہ هاڻ مرڻ ۾ ڪهڙو فائدو؟ جڏهن ماڻهن مان سڃاڻپ ئي نڪري چڪي هئي.

وري ٻئي دفعي جڏهن ڪنهن دڪاندار ڪان الله نالي گدري جي گهر ڪيائين تہ ڪيس هڪ ڦٽل گدرو مليو. وري پئسو ڏيئي گدرا ورتائين تہ هڪ بجاءِ ڪيس ٻہ حوالي ڪيا ويا، تازا ۽ مٺا مصري، ڇي. ماڻهن ۾ الله جي ساک بہ ايتري آهي. هڪ ڪاري پئسي جيتري بہ نہ آهي. ڪيس ساڳي شڪايت الله ڪان بہ هئي. جڏهن ڪنن واريءَ جي موت لاءِ دعا گهريائين تہ نتيجي ۾ صبح جو ڏٺائين تہ سندس پنهنجي ڳئون مئل پئي هئي. هڪ نابين کي گهرائي ڪائنس تصديق ڪيائين تہ مئل جانور سڱن وارو هيو يا ڪنن وارو. مٿي منهن ڪري چيائين تہ، دعا ضرور قبول ڪئي ويئي، پر مالڪ کي بہ سڱن ۽ ڪنن واري ۾ فرق جي خبر ڪانہ پيئي.

جيسين الاهي اسرار جو تعلق آهي. تہ هن ڳالهہ ۾ ڪو شڪ آهي ئي ڪونہ تہ وتائي کي ان وهنوار جي ڪڙڪ هئي، جو درياہ جي ٻرينءَ پر هلي رهيو

هو. هوندن تہ قدرت پنهنجي ڪاروبار ڪي ۽ ڪاروباري طريقن ڪي هميشہ راز ۾ رکندي پئي رهي آهي. چوندا آهن تہ حيلي رزق ۽ بهاني موت. قدرت پاڻ تي ڪو الزام يا بهتان ٿورو ئي کڻندي آهي. سندس سمورو نظام لڪ لڪاءَ ۽ ڳجهہ ڳوهہ ۾ پيو هلي. اولياءَ الله جا بہ هميشہ ڳجهارتن ۾ پئي ڳالهائيندا آيا آهن. صوفي سڳورا بہ سگهڙن جيان ڏور ۽ سينگار جيئن اشارا پيا ڏيندا تہ "اندر ۾ آهي. ساهہ جي رڳن کان اوڏو آهي." پر صاف اکرن ۾ اهو ڪڏهن ڪونہ پڌاياؤن تہ ڇا آهي ۽ ڪٿي آهي. ڏسڻ ۾ ايئن ٿو اچي تہ بزرگ پلارا بہ قدرت جي راز فاش ڪرڻ کان ٽارو پئي ڪندا رهيا آهن. جن بہ ٻڙڪ ٻاهر ڪئي، تن کي سنگسار ڪيو ويو يا سوليءَ چاڙهيو ويو. ٻڌائي بادشاهہ بہ ساڳيوئي سبق پئي آلاپيو آهي تہ "مٺ پيڙيائي پلي، جي اپٽي تہ واءُ ــ جي پڌر وڌيءِ ڳالهڙي تہ چڏي ويندي ساهُ." پر وتايو دهل جيان وڄندو رهيو ۽ مام ۾ مثال ڏيندي، اهو ڪجهہ آکي ويو، جو اڪين وارن لاءِ عبرت آهي.

راهہ ويندي پير ۾ ڪنڊو لڳس تہ گهل گهوڙا ڪندي آسمان مٿي تي کڻي ڏنائين. ماڻهن پڇا ڪئي تہ وتايا ويڌن ڪهڙي اٿيئي؟ ڇنگهہ مٿي کڻي ڏيکاريائين تہ ڪنڊو لڳو اٿم. ڪنهن ماڻهوءَ چيٽيءَ سان ڪنڊو ڪڍي ڪيس فهمائش ڪئي تہ درويش ڪجهہ پاڻ کي هٿ ڪر. هڪ رواجي سنهڙي ڪنڊي لڳڻ تي ايتريون دانهون ۽ ڪوڪون! چو ٿو پاڻ تي هرو ڀرو خلق کلائين؟ وتائي چيو تہ اوهان کي آسمان واري جي عادتن جي ڪهڙي خبر؟ جي آءٌ ٿوري گهڻي ايذاءَ تي هاءِ گهوڙا نہ ڪريان تہ هو اهڙو پالو يا ٻرڇي بچي چڏيندو جنهن کان جان ڇڏائڻ ئي ناممڪن. پاڻ ڪلام پاڪ ۾ چاٽايو ڪونہ اٿائين تہ آءٌ ڪنهن کي سندس برداشت کان وڌيڪ تڪليف نہ رسائيندو آهيان. پوءِ آءٌ صبر اختيار ڪري پاڻ لاءِ خطرو ڇو مول ڪٽان؟

وري جڏهن پاءُ چيس تہ وتايا مون کي بہ مسلمان ڪر تہ ڀيئي آخرت ۾ تہ گڏ هجون. تہ رڙ ڪري چيائينس پائي اهڙو پڌو ڪم متان ڪرين. مسلماني نالي ۾ آساني آهي، پر آهي سڀ کان ڏکئي ۾ ڏکيو معاملو. ڪلمون پڙهي مسلمان تہ اک ڇنڀ ۾ ٿي ويندين، پر جي پوءِ روزا نمازون تهجد، عمرا حج ۽ زڪوات توڙي قربانيون شروع ٿيون ٿيون تہ پيٽان تنهنجا ڀيئي جهان ۾ چٽ ٿي ويندا ۽ تو کي پڄڻ لاءِ راه نہ ملندي. بهتر ٿيندو تہ هاڻ ان ضد ڪان ٽري وڃ. هاڻ باقي مرڻ وقت مون کي ڪن ۾ ڪلمون پڙهي پڌائجانءِ تہ آءٌ

آخرت ۾ تو لاءِ شاهدي ڏيندس ته مرڻ وقت مسلمان ٿي مئو هيو. اها خبر فقط ڪن جزوي ماڻهن کي هوندي ته انسان جي دين ايمان جو سمورو دارومدار آهي ئي آخري گهڙيءَ تي. آدميءَ جي عبادت ۽ ذڪر فڪر به آهيئي ان مقصد لاءِ ته جيئن آخري گهڙيءَ ۾ ايمان تي ثابت قدم رهي.

هڪ دفعي واڻ ويندي ڪنهن کي واعظ ڪندي ٻڌائين الله پاڪ قادر مطلق آهي ۽ سڄو جهان سندس ڏوريءَ ۾ ٻڌل آهي ۽ انسان ويچاري کي اک ڇنڀڻ جو اختيار به نه آهي. وتائي رڙ ڪري چيو هائو سائين حق جي ڳالهه پيا ڪريو پر الله اهو اختيار ڪجهه منهنجي ماءُ جي حوالي به ڪري ڇڏيو آهي ته مرضي پويس ته ماني پچائي ۽ جي دل چويس ته پٽ رڌي باقي رزق رسائڻ وارو ته بروبر پاڻ مالڪ آهي. وتائي ان انڌي ايمان جو منهن ٽوڙ جواب ٿي ڏنو جنهن ۾ انسان قسمت تي ڀاڙيو متي تي ٻيئي هٿ ڌري ويهي رهي ته سندس هٿ وس ڪجهه آهي ئي ڪونه جي ائين هجي ها ته پوءِ هي حساب ڪتاب ڇا جو هيو ۽ ڀتائي واري وائي ”تتيءَ ڌڏيءَ ڪاهه“ ۽ ”ستا اُٿي جاڳ“ ڪو چرچو پيو ڳ ته نه هيو.

ساڳيءَ ريت جڏهن ماءُ کي ماني لاءِ ايلاز ڪيائين ته امان بک لڳي اٿم ماني پچائي ڏي ماءُ چيس ته ابا ڪتان اگر ڪٺي آءُ ته آءُ اتو ڳوهي ڍوڍو پچائي ڏيانءِ! وتايو رلي رلي واپس موٽيو ته امان باهه ڪٿي به ڪانه آهي، هاڻ وڃان ٿو دوزخ مان ٽانڊو ڪڍڻ. جهٽ گهڙيءَ کان پوءِ ڪلندو گهر موٽي آيو ته. امڙ جهنم ۾ به باهه آهي ئي ڪانه. هتي ته مون تي ماڻهو کلندا رهيا ته الله جو دوزخ ۾ باهه سان ڪهڙو واسطو. الله پاڪ ڪو نانوائي آهي، يا ٻنيءَ وارو جو باه جا ڪوڙا ٻاري وينو پيڙ مچائي. هتي ته هر ڪو ماڻهو پنهنجي اندر جو بغض، حسد ۽ نفرت جي باهه ڪنيو اچي ۽ ان مچ ۾ سڙندو آهي. باقي الله پاڪ ته ڪنهن لاءِ به تنور گرم ڪيو ڪونه ويٺو آهي.

هن ۾ ڪو شڪ نه آهي ته وتايو انهن عظيم انسانن ۾ هڪ آهي، جن کي قدرت ڪنهن خاص مقصد جي پوئواري لاءِ خلقيندي آهي. سوال آهي ته وتايو ڇا ۽ ڪهڙي بلا هو؟ ان سوال جا جواب ته سوين هزارين آهن. جواب به وري جيئرا جاڳندا آهن. يعني، ماڻهو هو. وتايو اهو ماڻهو هو جنهن ۾ ماڻهپو ڊوَ تي هو. جنهن ۾ سچائي صفائي ۽ ساڃهه هئي.

وڏي ڳالهه ته هو نه پير مرشد هو ۽ نه هادي مهدي ۽ مسيح هيو. نه وري ڪو غوث، قطب ۽ قلندر ئي هو. هو هڪ غريب مسڪين الله جو بندو هو جنهن کي نه

هو ڪو ذات پات يا حسب نسب جو ورثو ۽ نہ مال املاڪ يا ڌن دولت جي پونجي. سچي سڪتي هوندي بہ سدائين ڪلندو رهندو هيو. ڪلڻو بہ اهڙو جنهن تي مالڪ بہ جي ڪليو نہ هوندو تہ مرڪيو يا مشڪيو ضرور هوندو. خاص طور جڏهن وتائي انڌي کي گهرائي تصديق ٿي ڪرائي تہ مري ويل جانور ڳئون هئي يا گڏهہ.

وتايو دنيا جي اهڙن فيلسوف ۽ مفڪر انسانن ۾ هڪ هيو. جن پنهنجي سموري عمر قدرت جي اسرار پروڙڻ ۽ سندس ڳجهارتن جي تحقيق ۾ سيڙائي. جيئن انسانيت جي اڳتي هلي ذهني سڌار ۽ سنوار ٿي سگهي. اهي بزرگ ولي نہ هئا ۽ نہ ذاتي طور پنهنجي اوڙي پاڙي ۾ هم وطنين جي ڪا حاج پوري ڪندا رهيا. پر هو سموري ملڪ ۽ مخلوق لاءِ دعا جو در ضرور هئا. ڪين شخصي طور ڪي بہ مقصد ۽ مطلب نہ هئا ۽ ڪين پنهنجي حواسن تي پورو قبضو حاصل هيو. وٽن سوالين ۽ سائلن جي پيهہ لڳل هوندي هئي ۽ دنيا جي ڏورانهن حصن جا ماڻهو اچي ڪائن سبق پرائيندا هئا.

انهن درويشن جي وڏي ۾ وڏي خوبي هئي جو هو توري تڪي ۽ ڏسي وائسي اکر واتان ڪڍندا هئا ۽ ڪين حقيقت تي ڪڪ رکڻ يا ڳالهہ کي راز ۾ رکڻ جو علم ۽ آزمودو حاصل هيو. انهن الهڙ ماڻهن کان سچ لڪائڻ ضروري هيو. جي رڇي راس نہ ٿيا هئا ۽ اجا اڻ ڪنواٺ هئا. هونئن بہ ان زماني ۾ تمام ٿورڙا ماڻهو هئا. جن کي علم سکڻ جي لوچ هئي يا لياقت هئي. شايد اهو ئي سبب هجي جو قديم زماني ۾ راز جي ڳالهين کي تصويرن ۽ علامتن ۾ لڪايو ٿي ويو تہ جيئن اهي اسرار غلط ۽ اوڻتو ماڻهن جي هٿن ۾ اچي نہ سگهن. پراڻي زماني جا ويد شاستر ۽ گرنٿ بہ ڏٺا ويندا تہ اڪثر جانورن ۽ پکين جي قصن ڪهاڻين سان ڀرپور آهن. پر ساڳئي وقت انهن آڪاڻين پٺيان ڏاهپ جا نُڪتا سمايل آهن. ساڳيءَ ريت انجيل تورات يا ڪلام پاڪ ۾ پيغمبرن جا قصا بيان ڪيل آهن. جيئن عيسيٰ ۽ موسيٰ عليه السلام جا. معلوم ائين ٿو ٿئي تہ سچ ڳالهائڻ جو قديمي دستور هي هيو تہ ڳالهہ کي رمز يا مام ۾ بيان ڪيو وڃي يا اشارن ۽ اهڃاڻن ۾ يا وري قصي کي عملي مثال طور پيش ڪيو وڃي. تاريخ شاهد آهي تہ اهڙي طريقي هنن پنهنجو مقصد بہ سڌ ڪيو ۽ سندن سيکاريل سبق ۽ ساک بہ صدين کان واتي ويٺي هلندي اچي ۽ اج بہ آهي.

# وتايوءِ ڪل خوشي

ڊاڪٽر نواز علي شوق

موجوده دور جو وتايو سائين علي احمد بروهي اڪثر چوندو رهندو آهي تہ شاه لطيف، وتايو ۽ ڪنور ٿيئي سنڌ جي سچي سونهن ۽ ويڳاڻي من جي ورونهن آهن. لطيف پنهنجي من موهيندڙ ڪلام سان سنڌي شعر و شاعريءَ جو مانُ مٿانهون ڪيو. شاه صاحب پنهنجي ڪلام ذريعي سنڌي زبان، ادب، تهذيب، ثقافت ۽ موسيقيءَ کي مٿانهون مقام ڏيئي، هميشه لاءِ زنده ڪري ڇڏيو ۽ انسانن کي محنت ۽ محبت جو سهڻو سبق ڏنو. سندس شاعري صدين کان ستايل سنڌ جي مظلوم ماڻهن کي وڏو آٿت ڏنو. ڪنور هڪ سخي مرد هو سندس "سُريلي آواز" ، نوڙت ۽ نياز جي جيتري بہ تعريف ڪجي، سا ٿوري ٿيندي. وتائي وري اسان کي ڪل خوشيءَ جا املھ خزانا عطا ڪيا.

چوندا آهن تہ روئڻ ۽ کلڻ هر ڪنهن کي ايندو آهي. اها بہ چوڻي آهي تہ ڪن جو کلڻ بہ خواري، تہ ڪن جو روئڻ بہ راحت!" مطلب تہ انسان لاءِ روئڻ ۽ کلڻ ٻئي لازمي آهن.

کل خوشيءَ جي شروعات ڪڏهن کان ٿي؟ اها ڳالھ پڪ سان چوڻ مشڪل آهي. پر ان ڳالھ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ انسان پٿر واري دور کان وٺي اها نعمت حاصل ڪئي. انسان جڏهن اگھاڙو جهنگلن جبلن ۾ رلندو هو. پوءِ جڏهن جهنگلي جانور کي ماريندو هو يا ڪنهن دشمن تي فتح حاصل ڪندو هو تہ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي، هو پنهنجي خوشي ظاهر ڪندو هو. سندس ان کل ۾ سندس وڏائي ۽ ٻين جي گهٽتائي، ذلت ۽ خواريءَ جا ڳاڙهاڙ ساڙڙ جذبا لڪل هوندا هئا. ان مان اهو ثابت ٿيو تہ کلڻ جي شروعات وحشياڻي نموني ٿي، جا صدين کان پوءِ شائستہ تهذيب جي دائري ۾ آئي. کل ڀوڳ، ويچارا، ٽوڪ ٺٺولي ۽ حاضر جوابي وغيره. ان جا اهم جزا بڻيا.

جيڪي ڇڻ تہ هڪ وڻ جون ڏار ڏار لامون آهن. اهو هڪ اهڙو وڻ آهي، جنهن جي ڇانو جي ڇا ڳالهہ ڪجي! اها ٻڙ ۽ پپر جي گهاٽي ۽ ٿڌي ڇانوَ اسان کي وتائي جي ٽوٽڪن مان ئي حاصل ٿئي ٿي.

عام طور ڏٺو ويو آهي تہ يوڳ چرچو ڪرڻ وارو پاڻ کي ڏاهو ۽ مٿانهون سمجهندو آهي، ان جي ذريعي ڪنهن جي دل آزاري ضرور ٿئي ٿي. صديون گذري چڪيون آهن، پر ان هوندي بہ ڪل يوڳ ۾ اهو عيب اڃا تائين گهٽي پاڳي موجود آهي. پر ڪي ڏاها اهڙي نموني گفتگو ڪندا آهن، جو اهو عيب ظاهر نہ ٿيندو آهي. وتايو بہ اهڙو ئي هڪ ڏاهو انسان هو، جنهن ڪڏهن بہ ڪنهن جي دل آزاري نہ ڪئي. پنهنجي مطلب جي ڳالهہ وڏيءَ دانائيءَ سان ڪندو هو.

زندگيءَ جي ڪٺن سفر ۾ کلڻ کلائڻ ائين آهي، جيئن گهڻو وقت اُس ۾ سفر ڪرڻ کان پوءِ ڪنهن گهاٽي وڻ جي ڇانوَ نصيب ٿئي. جڏهن ڏک ۽ غم انسان کي اداس ۽ پريشان ڪن ٿا، تڏهن جهٽ پل جو کل يوڳ سڀ دک دور ڪري ڇڏي ٿو. اهو ڇڻ تہ ڪو موتين جو ڪک آهي، جيڪو نہل جسم ۾ روح ڦوڪي ٿو ڇڏي، ان کان علاوه کلڻ کلائڻ ۾ هڪ اهڙي مقناطيسي ڪشش آهي، جا ٻين کي پاڻ ڏي ڇڪي وٺي ٿي. اصل ڳالهہ جي خبر هجي يا نہ، ڪن کي کلندو ڏسي، ٻيا بي اختيار کلڻ لڳن ٿا. ان وقت ٻيون سڀ ڳالهيون ۽ غم وساري صرف کلڻ ئي چاهن ٿا. کلڻ وارا هن خوشيءَ واري ڪم ۾ هڪ ٿي وڃن ٿا، ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ کلڻ ذريعي ٻڌي ۽ ايڪي جي خودبخود تعليم ملي ٿي. اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ کلڻ کلائڻ انساني شعور کي بلندي بخشي ٿو. اهڙيءَ ريت مزاح علم ادب جو هڪ اهم حصو بڻجي ويو.

کلڻ ۽ سماج جي ان وقت اهميت واضح ٿئي ٿي، جڏهن ڪو پنهنجون ريتون رسمون ڇڏي، ڌارين جون ريتون رسمون ۽ فيشن اختيار ڪري ٿو تڏهن کلڻ ۽ ٽوڪ ڪرڻ جو هڪ وڏو موقعو ملي ٿو. انگريز آئي جڏهن ديسي ماڻهو صاحبلوڪ بڻجڻ ۾ فخر محسوس ڪرڻ لڳا، تڏهن شمس الدين بلبل ۽ ڪن ٻين مزاحيہ شاعرن ان قسم جي ماڻهن جا خوب چوڏا لاٿا، خاص طور شمس الدين بلبل جا شعر پڙهڻ وٽان آهن.

اها هڪ حقيقت آهي تہ سماج جي ترقيءَ ۾ کلڻ هڪ زبردست قوت آهي. ان لاءِ ڪنهن تعليم يا مدرسي جي ضرورت نہ هوندي آهي.

نفسياتي اعتبار کان پڻ کلڻ وڏيون خصوصيتون رکي ٿو. ان جي سبب نہ فقط جسماني فائدا حاصل ٿين ٿا. پر دماغ ۾ بہ تراوت اچي ويندي آهي. کلڻ انسان مان محرومي ۽ کمتريءَ جو احساس مٽائي خوشي ۽ برتريءَ جو احساس پيدا ڪري ٿو. هن ڪم ۾ کلڻ جيترو ڪارآمد ثابت ٿئي ٿو اوترو ٻي ڪابہ تحريڪ فائدو نہ ٿي پهچائي.

هن سلسلي ۾ سڀ کان اهم ڪردار وتائي فقير جو آهي. وتائي جو نالو ٻڌڻ سان ئي بي اختيار کل اچي ٿي ۽ سڀ سور ڪافور ٿي وڃن ٿا. ڇاڪاڻ تہ وتائي جي نقلن کان ڏک ائين وڃن ٿا، جيئن ڪانءَ ڪمان کان.

اڄ طرح طرح جون ڳڻتيون، فڪر، دل ۽ دماغ جون بيماريون ان ڪري وڏي ويون آهن، جو اسان وتائي کي وساري ڇڏيو آهي. وتايو سيمينار منعقد ڪرڻ وقت جي هڪ اهم ضرورت هئي. خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو سيمينار منعقد ٿي رهيو آهي ۽ منظمين کي آفرين آهي، جو هنن غم غلط ڪرڻ جو صحيح سامان مهيا ڪيو آهي ۽ اميد نہ پر يقين آهي تہ هيءَ ادبي لاٽ، خوشيءَ واري واٽ کي روشن رکندي.

وتائي فقير جي ٽوٽڪن ۾ کل خوشيءَ سان گڏوگڏ وڏي حڪمت، دانائي ۽ فلسفو سمايل آهي، انهن تي جيترو ڳوڙهو غور ڪيو وڃي ٿو، اوترو گهري معنيٰ ۽ مقصد معلوم ٿئي ٿو. سندس گفتن ۾ ٻين خوبين کان علاوه بي شمار اخلاق ۽ نصيحت جون ڳالهيون لڪيل آهن، پر سندس نصيحت ڪرڻ جو انداز ڪنهن واعظ وارو نہ آهي. سندس طريقو انهن کان نيارو ۽ بيحد پيارو آهي. هو کلندي کلائيندي نصيحت ڪري ٿو جيڪا واعظ کان وڌيڪ اثر رکي ٿي. واعظ دوزخ جا دڙڪا ڏيندو رهي ٿو پر وتايو جيئري جنت وٺي وڃي ٿو.

حسد ۽ ڪينو ساڙ ۽ نفرت، لوڀ ۽ لالچ اهڙيون بڇڙيون بيماريون آهن، جيڪي انساني معاشري کي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏين ٿيون. انهيءَ بيماريءَ جي پاڙ پٽڻ لاءِ ويچاري وتائي وڏا وس ڪيا. سندس هيءَ ٽوٽڪو اوهان ضرور ٻڌو هوندو تہ:

هڪ ڏينهن وتائي کي سندس ماءُ چيو تہ. "ابا ڪٽان ٽانڊو ڪٽي اچ تہ ماني پچايان." وتايو گهڻو ئي هيڏي هوڏي ڊوڙيو پر ڪٿي باهہ نظر نہ آيس. جڏهن گهڻي دير کان پوءِ خالي هٿين موٽي آيو تہ ماٽس پڇيس تہ. "ٽانڊو

چو نہ آندءِ؟" تنهن تي وراڻيائين تہ امان باهہ ڪتي نظر ئي ڪا نہ آئي. پوءِ ڪٿان آڻيان؟" تنهن تي سندس ماءُ ڪاوڙ مان چيس: "وڃي دوزخ مان ڪٺي اچ." ٿوريءَ دير کان پوءِ وتايو وري بہ هٿين خالي موٽي آيو ۽ ماءُ کي چيائين: "امان دوزخ جا داروغا مون تي ڪلڻ لڳا. چيائون تہ هتي وري باهہ ڪٿي آهي. بابا! هتي هر ڪو پنهنجي باهہ پاڻ سان کنيو ايندو آهي. جيڪا هو لوڀ لالچ، حسد ۽ نفرت جي روپ ۾ روزانو پاڻ وٽ جمع ڪندو رهي ٿو ۽ هتي اچي هر ڪو پنهنجي باهہ ۾ پاڻ سڙندو پچندو ۽ پڄرندو رهي ٿو."

اسان وٽ ڪن خاندانن ۾ اهڙا ڪنا رواج آهن. جو نياڻيءَ کي سڄي عمر گهر ۾ ويهاري ٿا ڇڏين. ڪي وري ويچاريءَ جو قرآن سان نڪاح ڪري ٿا ڇڏين. ائين اها مظلوم ڏکيا ڏينهن گذاري، پنهنجي زندگي پوري ٿي ڪري. وتائي فقير اهو حال سي چئي ڏنو تہ "مٽي سنائون، پر پرٽائي نہ ڏنائون."

اسان وٽ هيو هيءُ بڇڙو رواج آهي تہ قرض ڪٺي بہ ڪاج ضرور ڪجي. پوءِ پل تہ همراهہ سڄي عمر قرض لاهڻ لاءِ ڏڳي وانگر وهندو رهي. وتائي فقير جو هڪ مشهور ٽوٽڪو آهي تہ هڪ ڀيري ڪنهن پريي مڙس فقير کي صلاح ڏني تہ "وتايا! هاڻي خيرن سان جوان ٿيو آهين شادي ڪر." وتائي پڇيس تہ "شادي ڪيئن ڪبي آهي؟" پريي مڙس وراڻيو تہ"سولو ڪم آهي. ٻہ شاهد ۽ هڪ وڪيل وٺي اچ. جن جي روبرو ڪنوار تو سان پرڻجڻ لاءِ 'هائو' ڪري پوءِ ان شاهديءَ جي آڌار تي ملان نڪاح پڙهندو. وتائي چيس تہ "پوءِ؟" پريي مڙس وراڻيو تہ "پوءِ ڄڃ کي کاڌو کارائڻو پوندو ۽ ڪنوار کي ڏاج ڏيوڻ ڏيڻو پوندو.." وتائي سندس ڳالهہ اڌ ۾ ڪاٽي رڙ ڪري چيس: "هيءَ شادي تہ نہ ٿي ڏچو ٿيو. ٻيلي! ايڏو خفو مون کان نہ ٿيندو."

اوکي ويل ڪنهن جي ڪم جڻ، ڪنهن جو سوال مڃڻ سٺي ڳالهہ آهي. پر ڪي اهڙا سائينءَ جا سنواريا بہ آهن. جن کي جڻ تہ ماءُ اهڙي لولي ئي نہ ڏني آهي. ڪم چٽبن تہ پيا لنوائيندا، گسائيندا، ڪوڙا دلاسا ڏيندا. وتائي جي پاڙي ۾ اهڙو ئي هڪ سدورو ڊکڻ رهندو هو. وتائي کيس سوال ڪيو: "امڙ جي ڪٽولي ڀڄي پيئي آهي. مهرباني ڪري هلي ٺاهي ڏي" واڍي وراڻيو: "وتايا! واندو نہ آهيان. جڏهن واندڪائي ٿي تہ هلي جوڙي ڏيندس." هو هر ڀيري اهڙي موقعي تي ڪن لاٽار ڪري لنوائي

چڏيندو هو. تان جو هڪ ڏينهن هيءُ جهان ڇڏي ويو. وتايو ٻاهر ويل هو. سفر کان گهر اچي رهيو هو ته. ڏٺائين ته ڪانڌي جنازو کنيو ٿا اچن. پڇيائين: "ابا! ڪنهن جو جنازو آهي؟". ٻڌايائونس ته. تو وارو پاڙيسري واڍو ويچارو گذاري ويو. وتائي ٻوڙي اڳ وٺي ليلائي چيس: "ادا! اڄ ته پڪ واندو هوندين. نويڪلو ڪٺ تي آرامي آهين. ٻيلي اڄ ته امڙ جي ڪٺولي هلي جوڙي ڏي."

ان نقل مان اها نصيحت نروار ٿئي ٿي ته ساهه تي ڪو ويساهه ڪونه آهي. انسان کي جڳائي ته آئي ويل ڪنهن جي ڪم اچي. ڪنهن سواليءَ کي خالي نه موٽائي. هر ڪنهن سان ڀلائيءَ جا ڀيرا ڪندو رهي. جيئري ڪنهن جي ڪم اچي، مئي کان پوءِ ڪوئي ڪنهن جي ڪم نه ايندو آهي.

وتائي فقير جو هڪ هيءُ به ٽوٽڪو آهي ته: ڪنهن ڪيس ڪلدار رپيو خيرات طور ڏنو. جيڪو هڪدم ڪٽي بوڇڻ جي ڪنڊ ۾ ٻڌائين. پر پوءِ ٿيس ته متان اتان ڪو ڏسي وٺي. وري ڪٽي جتيءَ اندر لڪائي هلڻ لڳو پر ان هوندي به خوف ٿيس ته متان ڪنهن ڏسي ورتو هجي ۽ اڳتي هلي ڦري وٺي. نيٺ ڪڪ تي هڪ اک جي پاڙ ۾ پوري ڇڏيائين. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڪو شخص قضا حاجت لاءِ اچي اتي ويٺو. مٽيءَ مٿان جو پاٽيٺ پيو ته ڪلدار چمڪڻ لڳو. همراهه هڪدم رپيو کٽي ورتو ۽ کيس شڪ پيو ته اتي ڪا دنيا پوريل آهي. هڪدم ڪوڏر ۽ ڪهاڙي کڻي اچي کوٽائي شروع ڪيائين. اک پاڙون پٽي ڇڏيائين. پر اتي ته هٿا ڪاريءَ وارا ڪک. تنهن ڪري کيس ڪي ڪين مليو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ وتايو اچي اتان لانگهائو ٿيو. ڇا ڏسي ته مارا اک پاڙئون پٽيو پيو آهي! اهو ڏسي خوشيءَ مان چيائين ته. شڪر آهي منهنجا مولي! جي ان جزا مان جند نه ڇڏايان ها ته جيڪر منهنجو به اهو ئي حشر ٿئي ها.

ان نقل مان اها نصيحت ملي ٿي ته. لوڀ ۽ لالچ بري بلا آهي.

سامي سچ چيو آهي ته:

ڪوڙ بکيڙو. آٿي مايا موهه جو.
سمجهي ڪيڏ سامي ڇٺي. جهڳي مؤن جهيڙو.
ته نيڙي ڪٺون نيڙو. سنمک ڏسين سپرين.

دنيا جي لوڀ لالچ کي جيترو ۽ جنهن نموني ساميءَ ننديو آهي، اوترو شايد ئي ڪنهن ٻئي شاعر نندويو هجي. هتي مثال خاطر سندس ڪجهه مصرائون پيش ڪجن ٿيون:

سارو جڳ انڌو ٿيو مايا جي موهه ۾.

❊

مايا ڪنهن ڪاري، ڪنهن سان نيبهه ڪينڪي.

❊

رولو وڏو رڻ، جدائيءَ جو جڳ ۾.

❊

ڏورئون هٽي ڏنگ، ناري ڪاري نانگٽي.

❊

ڪڏي ڪليجو مايا ڏائڻ سڀ جو.

شاهه باهوؒ پڻ دولت کي تمام گهڻو ننديو آهي. مثال خاطر سندس هڪ ڏهيڙو پيش ڪجي ٿو:

اڏي لعنت دنيا تائين، ساري دنياداران هو.
جين راهه صاحب خرچ دي نه ڪيتي، تين غضب ديان ماران هو
پيوان ڪولون پٽ کهاوي، بٽ دنيا مڪاران هو
ترڪ جنهن دنيا تين تڪيي، ليسن باغ بهاران هو.

وتائي جا اخلاق ۽ نصيحت سان پرپل تمام گهڻا نقل آهن. هتي نموني طور ڪجهه پيش ڪيا ويا آهن، جن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته سندس گفتا ٻين موضوعن کان علاوه اخلاقيات واري موضوع جي سلسلي ۾ پڻ وڏي اهميت رکن ٿا.

اهڙيءَ ريت وتائي کل خوشي واري پُربهار فضائن ۾ اخلاق ۽ نصيحت جا ملهه مهانگا موتي مفت ۾ عطا ڪيا.

وتائي جا اهي املهه نقل، "لالئون لعل لطيف" واريون وٽندڙ صدائون ۽ "شل ٻاجهه پوئي" وارا آلاپ، نه صرف جڏي جيءَ جو جياپو آهن، پر اهي ايڪي ۽ الفت، ميٺ ۽ محبت جون روشن راهون آهن. انهيءَ ئي راهن تي هلي انسان سچو سک، آرام ۽ خوشي حاصل ڪري سگهي ٿو.

# سنڌ جو مشاهير_ وتايو فقير

محمد سومار

هونئن وتايو فقير ڪتابن جي شاهدي موجب، مجذوب، ولي الله ۽ فنا في الله بزرگ ۽ عوام جي ڳالهي موجب ڳالهين تان ڳالهين ۾ عجيب کلائيندڙ ۽ ڏاهپ واريون ڳالهيون ڪندڙ عظيم شخصيت جو نالو آهي. انهيءَ بزرگ متعلق مير علي شي قانع "تحفة الڪرام" ۽ "معيار سالڪان" ڪتابن ۾، مير عبدالحسين سانگيءَ "لطائف لطيفي" ۾ پهرين پهرين ذڪر ڪري، اسان لاءِ ٿورو گهڻو لکڻ لاءِ دروازو کوليو. انهيءَ کان پوءِ ميرزا قليچ بيگ، مولانا دين محمد وفائي، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، الهہ بخش ٽالپر، محمد اسماعيل عرساڻي، علي احمد بروهي، ڪريم بخش خالد پڻ انهيءَ ڏس ۾ چڱو ڪم ڪيو. اهو مواد احوال جو رهبر ٿئي ٿو ۽ ڳالهائيندڙ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏکن ۽ گشي بازيءَ کان بچي ٿو. انهيءَ ڪري انهن بزرگن جو ٿورو ڳائڻ واجب آهي.

1958ع علامہ آءِ آءِ قاضي، سنڌي اديبن تي زور ڏنو هو تہ پنهنجي ورثي جي چيزن کي قلم هيٺ آڻيو انهيءَ ۾ وتائي فقير ڏانهن خاص ڌيان ڇڪايو هئائين. رڳو انگ الٽو ٿيو آهي، 58 جي جڳهہ تي 85 جو هندسو آيو آهي ۽ عبدالقادر منگي صاحب انهيءَ ڳالهہ کي قبول ڪري وتايو سيمينار سڏايو آهي. انهيءَ ۾ ادا محمد حسين ڪاشف جون مخلصانہ صلاحون بہ شامل آهن. انهن کي مبارڪون ضرور ڏيڻ گهرجن.

1980ع ۾ بدين ثقافتي ميلي ۾ عبدالحميد آخوند جي صلاح سان ڪانفرنس سڏائي ويئي هئي، جنهن ۾ صدر محمد خان مسخرو هو ۽ مهمان خصوصي اِسُو شيدي هو. اها مزاحيہ ڪانفرنس کلائيندڙ هئي ۽ هن ڪانفرنس وانگر سنجيده ڪانہ هئي. انهيءَ ڪانفرنس ۾ ماڻهن کلي دليون خوش ڪيون هيون. هن ڪانفرنس ۾ سيمينار جو وڏو لطيفو هي آهي تہ

مزاحيه ڪردار جو سنجيده سيمينار سڏايو ويو آهي. هاڻ سنجيده ڪردارن لاءِ مزاحيه ڪانفرنسون سڏائڻ گهرجن، جيئن جوابي ڪارروائي ٿي سگهي.
تازو دنيا جي مزاحيه پسند بزرگن حيدرآباد دکن ۾ عالمگير مزاحيه ڪانفرنس سڏائي هئي. هتي انهيءَ ساڳئي سال حيدرآبد سنڌ ڪان ٿورو پريان ٽنڊي الهيار ۾ مزاحيه ڪردار وتائي فقير جي سنجيده ڪانفرنس رڳو انهيءَ ڪري سڏائي آهي، جو حيدرآباد ڪان ٿورو پريان اها ڪانفرنس ٿي رهي آهي. جيڪڏهن اها ڪانفرنس حيدرآباد ۾ ٿئي ها ته ڪر هوند انهيءَ جو رنگ خالصتاً مزاحيه هجي ها. سنڌ جي مشهور مزاحيه ڪردارن، جهڙوڪ: چاچو آچار، مُلئون حسڻ، توڙي پيراٽو پنيرو به جيڪڏهن ائين اوچتو اوچتو مزاحيه روپ ڇڏي سنجيده ٿي ويا ته سنڌين جي منهن تان مُرڪ به موڪلائي ويندي ۽ اُهي گنڀيرتا جي حالت ۾ فلاسفرن جهڙو منهن بڻائي، مزاح جي موضوع کي سنجيده ڪرڻ جي فلسفي تي 1958ع کان 1985ع تائين ويچار ڪندا رهندا ۽ پوءِ پنهنجو اهو فيصلو واپس وٺندا يا انيءَ فيصلي کي واپس وٺڻ کان سواءِ وصال ڪري ويندا. ۽ لطيف سائين پٽ شاهه مان دانهن ڪري چوندو:

"لڏيو لطيفن، پلاٽي پنڌ پٺا،
هٿان حبيبن، ڪڏهن ڪونه ڏڪوئيو."

ويچاري وتائي فقير جو نالو به في الحال "ت" ۽ "ط" جي وچ ۾ گهلجي رهيو آهي. اهو لطيفو به چڱو عرصو مرحوم وتائي سان وابسته رهندو، جيستائين وتايو فقير پنهنجو نالو بدلائي وٺي ۽ عوام کان ڪتجي وڃي.
وتائي فقير جي نالي سان گڏ سندس ماڳ مڪان تي به لٽ هلندڙ آهي. اگهاماٽو نصرپور، عمرڪوٽ، ٺٽو مڪلي، لاري شريف، بديڻا، ڦرهيو پانبداري، ڪڏي ۽ بڪيرا اهڙا اسم آهن، جيڪي سندس رهائش، جنم ۽ وفات سان وابسته آهن. هاڻي ڏاڍو اهو ٿيندو جيڪو سميرين گابو هوندو، جهڙو تهڙو ماڳ انهيءَ بحث هيٺ شايد ڪو بيهي. فقير وڏو جيڪا لٽ کٽي گهمندو هو اها ته خير صلاح مهر الله واري لٽ هئي، پر هتي جيڪا سندس نالي لٽ لڳي پيئي آهي، انهيءَ تان رتوڇاڻ ٿيڻ جو وڏو خطرو آهي، رڳو وتائي فقير جو فقيري ڏنبو ئي انهيءَ ڳالهه کي منهن ڏيئي سگهي ٿو.
جهڙيءَ طرح سان شاهه جي نالي ڪافي کمنام ڪلام شامل ڪري

يارن املهہ اڻتوريا ٻاهر ڪيا آهن. يا مون ڪوڙا ڪلمان پريءِ شاهہ جا گم ٿيل بيت ڪڍيا هئا. اهڙيءَ طرح سان وتائي جي نقلن ڪي وڏائڻ وارو مامرو ايترو تہ گهڻو آهي. جيترو ڪاڏي پيتي جي چيزن ۾ ملاوٽ جي جاچهہ آهي. انهيءَ ملاوٽ سبب اسان هاڻ خالص ڪوڙ ڳالهائڻ جي لائق بہ ڪونہ رهيا آهيون. ڪو آڏو ابتو وتائي جي پاران ڪٽيو نقل ناهيون تہ بہ پڌرا ٿي پئون. هاڻ ڪير رسوا ٿيڻ لاءِ اهو ڏنڊم ڪندو. هجي خالص ڪاڏو تہ خالص نقل نظير ناهي سگهجن. ملاوٽ واري آتي سان اهڙا ئي نقل ٺهندا.

قليچ مرحوم اها ڪا ڳالهہ ڪري چڏي هئي تہ ڪافي ماٺهو وتائي جي نالي بيت بہ چوندا آهن. هينئر مون صداقت بوڪ ڊپو وارن طرفان شايع ٿيل وتائي فقير جي صحيفي ۾ سندس ماڊرن ڪلام ڏسي ڪيس سچ پچ ٿي قل پڙهي ختمو بخشيو هو.

اسان جي محققن کي سچ سنڀالي قلم ڪڻڻ گهرجي. نہ تہ ذهني عياشيءَ وارا شاعر ۽ نقل نظير ٺاهيندڙ انهن اشارن جا اجايو فائدو وٺي. اونڌن ڪري ڏيکاريندا. پوءِ شاهہ جي رسالي وانگر وتائي جا نقل بہ ويندا وڌندا ۽ وتائي فقير جي ٽوٽڪن سان گڏ الله جي ڪيترن ٻين بزرگن جا ٽوٽڪا بہ شامل ٿي ويندا ۽ پوءِ محققن پنيان محقق. اهو ڪچرو سلجهائڻ ۾ ئي پورا هوندا ۽ ٻيو ڪوبہ ڪم ٿي ڪونہ سگهندو. هونئن بہ اسان ڪم ڪريون ڪهڙو ٿا. رڳو اهي سيمينار..... انهن جي پنيان واه واه..... تصويرون..... نالو..... ڪٽنگون. خير صلاح مهر الله ـ اهي ڪم اسان کي سجاڳ قومن ڏانهن وٺي ڪونہ ويندا. البت ستل قومن جي ڳالهہ آءُ ڪونہ ڪندس. پنهنجي مشاهيرن جا ڳڻ ڳائڻ تہ بيشڪ سجاڳ قومن جي نشاني آهي، پر پنهنجي مشاهيرن جي نالي ڪوڙا سوڙا بيت ٺاهڻ. نقل جوڙڻ ۽ انهيءَ بحث ۾ پنهنجي سڄيءَ سگهہ کي ختم ڪرڻ. قطعي طور سجاڳ قومن جي نشاني نہ آهي. اها گانجي، چرس ۽ پينگ کان وڌيڪ نشي جي ڳالهہ آهي.

وتايو فقير بيشڪ مجذوب هو پر هو جذبي کان پوءِ يا جذبي جي حالت ۾ ڳالهايو ڦاسيو پوندو هو ۽ نقل نظير جڙيو پوندا هئا. انهن نقلن ۾ وڏي ڳالهہ لڪل هوندي هئي. زهر ۽ ترياق شامل هوندو هو پر جيڪي جڙتو وتائي جي نالي نقل ٺاهين ٿا. اهي جڻ ڪر ترياق ۽ زهر ٿا گڏين.

وتائي فقير کي پنهنجي نالي ڪڍائڻ جو ايترو شوق ڪونہ هو جيترو اسان کي آهي. اسان آڏا ابتا مقالا پڙهي، ڪوڙ بدوڙ ڳالهائي، وتايو تايو ڪري.

پنهنجو نالو مشهور ڪرائڻ پٺيان لڳل آهيون. پر هو فقير ته اهڙين ڳالهين کان ئي بيزار هو. جي خبر هجيس ها ته منهنجي هيڙي عاقبت ٿيندي ته ڪر سمن شاهه مجذوب وانگر ڳالهائڻ تان ئي هٿ کڻي وڃي ها ۽ ماٺ ۾ وقت گذاري ها. ۽ ڪيس اها به خبر هجي ها ته نالي مشهور ڪرائڻ لاءِ سجاڳ تومون يا سجاڳ فرد وڏي رقم رکندا آهن ته ڪر هو رقم تان ئي هٿ کڻي وڃي ها ۽ چوي ها ته جيڪا وٺ هتي ئي لاهه ڪيڏي چڏي. انهيءَ جو وسيلو (پروپيگنڊا) ته اجا به وڏيڪ هاجيڪار هوندو. انهيءَ ڪي ته چڏيو ئي پلو آهي.

فقير صاحب جيڪو هندو مسلمان جي بحث مان ئي تنگ هو اجاين سجاين مسئلن ۾ نه پوندو هو. انهيءَ لاءِ اڳتي توڙي هاڻي اسان هرو ڀرو مسئلا ڪڙ ڪري رهيا آهيون. جيڪڏهن اسان جي هنن اجاين سجاين ڳالهين جي سڏ پئجي وئي ته اهو فقير انهيءَ ماڳ مڪان تان اٿي ٻئي هنڌ هليو ويندو. پٺيان رڳو اهو نياپو ڇڏي ويندو ته: "سيمينار وارؤ! مرجي اُتي جتي مانُ هجي! آءٌ پاڻ ڪي سلامت نه ڏسي. پنهنجو ماڳ بدلايان ٿو." ڪل يوڳ واريون سڀ ڳالهيو ڇڏيو، رڳو اسان هن ڳالهه تي سوچيون ته: اسان جي مشاهيرن مان وتايو به هڪ مشاهير آهي. انهيءَ جي صحيح سوانح حيات صحيح نقل اسان اڳيان اچڻ گهرجي. انهيءَ جي زندگي سان وابسته جاين جي فوٽو گرافي ڪرڻ گهرجي ۽ هن سيمينار کي سندس ساليانى ميلي ۾ بدلائڻ گهرجي.

وتائي فقير تي تحقيقاتي ڪم ڪندڙن لاءِ ايوارڊ ڏنا وڃن. وتائي فقير جون ڪهاڻيون سال ۾ هڪ ڀيرو تصويرن سان سينگاري سنڌي ٻارڙن اڳيان پيش ڪرڻ گهرجن. 'وتايو اڪيڊمي' قائم ڪرڻ گهرجي. جيڪا وتائي متعلق مڙيئي معلومات ڪٺي ڪري شايع ڪندي رهي. انهيءَ ۾ تعريف ۽ تنقيد کي خنده پيشانيءَ سان قبول ڪرڻ گهرجي. تنقيد اها ڪسوٽي آهي، جيڪا ادب کي روڪڙو ادب بنائي ٿي. اگر وتائي سيمينار وارن انهيءَ ڳالهه ڏانهن توجهه ڏنو ته يقيناً سڀ ڪاج سوايا ٿيندا ۽ هي سيمينار مثبت، عملي ۽ صحيح نتيجا ظاهر ڪندو. جي ائين نه ڪيو ويو ته به مڙئي خير آهي. اڻ هوند کان پوءِ اهڙا سيمينار نه رڳو وتائي فقير لاءِ، پر سنڌ جي هر پڌري خواه لڪل مشاهير لاءِ ڪرڻ گهرجن. جيئن نئون نسل پنهنجي مشاهيرن ڏانهن توجهه ڏيئي سگهي ۽ پنهنجي قدامت تي انهيءَ کي فخر ٿي سگهي. هيڙيءَ اونداهيءَ ۾ لاٽ هر هنڌ ٻرڻ گهرجي. انهيءَ ۾ ئي اسان جو جياپو آهي.

# وتايو وير

مريم مجيدي

جي مونِ مُوڙهي مَتِ، تہ تون پاڻ سڃاڻج سپرين،
اصل آواين جا، عيب ڏِکين تون اُتِ،
اِيَ پرين تنهنجي پَتِ، جيئن ولهيون ڏِکين وَلها.

----

الا ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏُک ڏسن،
مون سان مون پرين، پورائي ۾ پال ڪيا.

(شاهہ)

ڪلهوڙا شاهہ عنايت سان ڪيل آنياءَ جي عيوض، پنهنجو راڄ ۾ ڀاڳ وڃائي چڪا آهن.

ميرن جي صاحبيءَ جا پهريان ڪرٽا، سنڌ سونهاريءَ وسين واهڻ، ڳوٺن ڳلين، شهرن برن، پدن پوٺن ۾ گهيڙن گهٽين کي سوجهري جي نور ۾ وهنجاري رهيا آهن. سنڌ جي سوني تخت تي ٽالپر سردارن جي پهرينءَ چوياريءَ جي چانڊاڻ آهي.

1781ع واري هالاڻي جي ويڙهہ ۾ سنڌ امڙ جي سيني تي پنهنجي وياءَ جي ڪوس جا گهاءَ اڃا چِڪي رهيا آهن ۽ ماءُ مُٺيءَ کي پنهنجي باقي بچيل ٻچڙن جي آئيندي جي بہ اون آهي. مطلب تہ سنڌ جي ساري وايو منڊل تي هڪ ڳجهو ۽ اڻ چٽو ڀپ ۽ هراس ڇانيل آهي. ڇا ٿيندو ۽ ڇا نہ ٿيندو جا الڪا ۽ ادڪا سنڌ جي فضائن ۾ الجهيل آهن.

انهيءَ سمي سنڌ جي تخت گاهہ کان اٽڪل ويهارو ميل پري هڪ ننڍڙي ڳوٺ تاج پور ۾ هڪ پورهيت هندو کتري جي گهر ۾ جنم ٿئي ٿو پنهنجي وقت جي تمام وڏي ڏاهي، سچار ۽ سگهاري سگهڙ "وتائي وير" جو.

اتهاس جا ڄاڻو وتائي کي سندس جوين وارن ڏينهن ۾ تاج پور مان لڏائي، نصرپور ۾ آڻي، ڪلمو پڙهائي، کيس وتائي مان "شيخ طاهر" بنائين ٿا ۽ ان جو ڪارڻ وتائي جو دين ڏانهن روحاني لاڙو ٻڌائين ٿا. پر سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته اتهاس رچيندڙن جي مت مان اها ڳالهه کسڪي ويئي آهي ته وتايو جيڪو سياڻپ جو سرموڙ آهي، جيڪو پنهنجن گفتن ۽ نُڪتن کي رومال ۾ ويڙهڻ جو ڪاريگر ۽ ٻين کي ته ڇڏيو پر الله پاڪ کان به ڪل ئي ڪل ۾ بازيون ڪٽي وڃڻ وارو سو ڪانئن ته سموري موڙي ميڙيندي مهل ئي ڪين ڪندو.

منهنجي خيال ۾ ته وتائي وير جي ان ماهبي متاءَ ۾ به هڪ ڳوڙهو ڳجهه سمايل آهي. هو پاڻ ڄاڻي ٿو ته جت ۽ جنهن راڄ ۾ واٽئي جو رڳو گهوڙي تي چڙهڻ به ٽر کي ٽيلهو آهي، اتي ان راڄ ۾ هڪ هندوءَ جي الله سائينءَ سان حجت ڪرڻ جي سهپ ڪٿان ايندي! تنهن ڪري خيال ٿو ڪري ته ونجي آڙ اسلام جي، جو ڪيل به رچي ۽ ڪَل به بچي، ان لاءِ ته سياڻپ جا اهي سبق ڏيئي وڃج جو هنن جون پيڙهيون به پيڙهيون ياد ڪن!"

جن تاريخدانن ۽ اتهاس جي ڄاڻن موجب وتائي ورِيام ڌرم کي تياڳي دين جي دولت مان جهولي ان ڪري ڀري آهي ته آخرت ۾ اهي دولت جا داڻا آجپو ڏياريندا يا جنت ۾ وڃي ڪو رتول جوڙائيندا، ائين سمجهڻ وارا اتهاسڪ ان ڄاڻائي جي اوندهه ۾ هٿوراڙيون ٿا هڻن.

حقيقت ۾ وتائي وير جو اهو ويس رڳو ارڏن ۽ اٽانگن اکرن کي آسانيءَ سان آلائڻ لاءِ ئي اوڍيل آهي.

وتايو سگهڙائپ ۽ سياڻپ ۾ سمورن سگهڙن ۽ سياڻن جو سرهيال آهي ۽ اها ڄاڻ اسان کي سندس دانائيءَ جي گفتن ۽ نُڪتن مان ملي ٿي. اسان وٽ عام چوڻي آهي:

سون پرکي ڪسوٽي، چاندي پرکي باهه.
ماڻهو تڏهن پرکجي، جڏهن ڪجهه ڳالهاءِ

جڏهن وتايو ڳالهائي ٿو، تڏهن سندس فڪر ۽ فهم کي ماپڻ ۽ ڪٽڻ لاءِ ڏاهپ ۽ دانش جون جوڙيل سموريون ڪسوٽيون ڪوڙيون ۽ ڪوٽيون ثابت ٿيو پون.

وتايو پاڻ کي چريو ڪريو ٿو چوائي ته پلي پيو چوائي ۽ ٻيا تاريخدان ۽ اتهاس جا استاد کيس مست ۽ مجذوب ڪوٺين ته سندن مرضي، پر انهن

ڳالهين جي ميچتا لاءِ مون ۾ اهڙي سگهه نه آهي. جنهن جي سڃاڻپ ۽ سڃاڻپائي جون پيرون هن پلاريءَ پونءِ جي هر پت ۽ چت هيٺ پيئون وڃن. تنهن کي چرئي سمجهڻ جي چريائي ٻيو ڪو ڪري ته پلي ڪري، پر پاڻان نه پڄي.

وتائي پاڻ تي جيڪي فقيري ۽ ابوجهائي جا اوڇڻ اوڍيا آهن. انهن ۾ به ڏاهپ ۽ ڏانءُ لڪيل آهي. وتايو فقير جيڪڏهن ائين نه ٿو ڪري ته سندس حشر به شاهه عنايت صوفيءَ جهڙو ٿو ٿئي. نه ڪفر جي فتوائن کان ٿو بچي ۽ نه وري مذهبي ماڻهن جي جٺ ڦٽ مان ئي جان ڇڏائي ٿو سگهي. جي وري انهن ڏچن ۾ ٿو پوي ته سندس مقصد ۽ مشن اڌورو ۽ اڻ پورو رهجي ٿو وڃي.

وتايو اهو وينجهار آهي، جيڪو عقل هوش ۽ سُڌ ٻُڌ جا موتي ونڊي ٿو ۽ سموري سنسار کي سياڻپ جون سُتيون ڏيندي ڪيترن ڳوڙهن ڳجهن جون چٽايون ڪري ٿو. سندس چوڻ آهي ته، دوزخ جا ٻارڻ به هتان ئي انسان پاڻ سان کنيو ٿو وڃي ۽ عذابن جو گهڙيندڙ الله پاڪ نه. پر انسان پاڻ آهي. رب پاڪ پنهنجي مرضيءَ سان ڪنهن کي به ڏک ۽ ڏهاڳ نه ٿو ڏئي، پر انسان پنهنجي اڃا ۽ اعمال پٽاندڙ انهن ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو.

وتايو وينجهار رڳو تاج پور، نصرپور يا ولهار پرڳڻي جي رهاڪن کي ڪلائڻ ۽ وندرائڻ ڪونه آيو آهي، پر انهن ٽڪلن ۽ عملن وسيلي سموري سنڌ جي ماڻهن کي مُرڪي ۽ مشڪي ڏکين ۽ اڻانگين حالتن کي ٽارڻ ۽ گهارڻ جون اڻ ملهائتيون پٽيون پڙهائڻ پڻ آيو آهي، جيئن اُهي دنيا جي مڙني ڏکاين کي مڙس ٿي منهن ڏين ۽ سيئي سنڌ واسي حياتيءَ جي هيبتناڪ حالتن مان ڪلندي ڪُڏندي، ٺهڪ ڏيندي سورهيه انسان جيان اُڪري وڃن. ڇو ته سخت حالتن ۾ رئندڙ ۽ پٽيندڙ ماڻهو پنهنجو ماڳ ته ماڳ، پر پنهنجو پاڻُ به وڃائي ويهندا آهن.

وتائي انسان کي پنهنجي پاڻ تي ڀاڙڻ جو جيڪو ڏس ڏنو آهي، ان ۾ به ڪيڏي نه دانائي سمايل آهي. گڏهه جيڪو سندس ڳئونءُ چوگاهه کائي وڃي ٿو ان کي پاڻ هٽيڪو ڪرڻ يا سندس مالڪ کي چئي روڪائڻ جي بدران الله سائين کي ٻاڏائي ٿو: "مئي گڏهه کي مار!" پر سندس پٽ ۽ پاراتو سندس ئي ڳئونءُ متي وڃي ڪري ٿو. تڏهن وتايو ڪنن ۾ هٿ وجهي سڄي جهان ۾ هوڪو بيهو ڏئي: "الله ٻڌي برابر ٿو پر سمجهي ڪونه ٿو." تنهنڪري هر ڪو پنهنجي سمجهه کان پاڻ ڪم وٺي ۽ نقصان کان

بچڻ جو اُپاءُ پاڻ ڪري. اڪين ڏنو نقصان ٿيندو ڏسي الله تي ڀاڙي ويهي رهڻ به ڀورڙائي آهي.

ضروري ڪونهي ته الله جا فيصلا ماڻهوءَ جي منشا مطابق ٿين. هو مرضيءَ جو مالڪ آهي ۽ سندس ڪرتي ڪنهن به انسان جي مرضيءَ سان بدل ڪانهي. موت ۽ حياتي انسان جي اختيار ۾ نه آهي، پر زندگي ڪهڙيءَ ريت گهارجي، اهو البت انسان جي هٿ وس آهي: وڻيس ته ماني پچائي، وڻيس ته پٽ رڙي. باقي موت يا زندگيءَ جي معاملي ۾ انسان کي هر حال ۾ رب جي رضا تي راضي رهڻ گهرجي.

سندس ڪرتيءَ تي احتجاج يا واويلا ڪرڻ جو وتائي وٽ ڪو ويچار ئي ڪونهي.

جڏهن سندس پياريءَ ڏڳيءَ جي مرڻ تي ماڻس روڄ رارو تي ڪري ته وتايو سندس وات تي هٿ رکندي چويس ٿو: امان! چپ ڪر. متان وري الله سائين ڪاوڙجي ڏوڌ به نه وصول ڪري.

وري وتائي جا پارَ ته ڏسو! سندس دوستي جو دم ته پروڙيو حجت جي به ڪا حد ٿيندي آهي. بندي ۽ باري تعاليٰ ۾ به ڪو سنڌو سيڙهو ٿيندو آهي. هو پاڻ کي خدا جو ماڻهو ٿو چوائي. خدا کي جڻ پنهنجي گهر جو سرهيال ٿو سمجهي. ننڍين ٻارن جيان ڪيٽا ٿو ڪري. گويا خدا به ڏنو اٿس ته خدا جي گهر جو به پتو اٿس ۽ خدا جي سخا ڪان به وقف آهي. وتس گهر ۾ ان ڪٽي ويو آهي ته پنو ۽ قلم کڻي، مسجد ۾ گهڙي، منبر تي چڙهي، الله سائين کي چوي پيو ته: "جي ڪتو هجين ته هٽ صحي ڏي، نه ته اَنُ ڏي!"

ڏسو ته رونشي رونشي ۾ وتايو ڪيئن نه سچي جڳ کي خدا جي هر هنڌ حاضر ۽ پالڻهار هجڻ جي ساڄاهه پيو ڏي! وتايو وريام نه رڳو پنهنجي وقت جي مذهبي دڪاندارن، جڙتو ملن ۽ پاڻ هرتو پيرن جي سڃاڻپ پيو ڪرائي، پر جڳن جي سموري جيون کي انهن جي افعالن ۽ اعمالن جي ڄاڻ پيو ڏئي ته جيڪي ماڻهو عبادت ۾ الله کي پاسيرو رکي دنيوي مفادن. يعني ڏڳي جا ڳولائو آهن. تن جي پويان نماز به نه پڙهجي.

وتائي جو سمورو جيون توڪل جي ترهي تي گذري ٿو. نه ڪيس اڄ جي اون آهي ۽ نه سڀاڻي جو اُلڪو. اڄ به الله ڏنو آهي، سڀاڻي به اهو ئي ڏيندو. هلندي جيڪڏهن هڪ ربيو جڙيس ٿو ته ان کي به پاڻ تي بوجهه سمجهي ڦٽو ڪري ڇڏي ٿو.

هو هوند ڪان پري ۽ اڻ هوند ڪي ويجهو آهي. سندس ويساهه آهي ته جنهن ساهه ڏنو آهي، سو گراهه به ڏيندو. ان ڳالهه جي پرک به ڪيترائي پيرا ماڻهن ڪي وٺي ڏيکاري ٿو ته، ڪيئن نه ٿوري چرپر ڪرڻ. يعني ڪنگهڻ تي سندس لاءِ خومچا پرجي ٿا اچن.

وتايو وير سادگيءَ ڪي نعمت ۽ سچائيءَ ڪي برڪت ٿو ڀانئي. پنهنجيءَ ۾ ئي پورو نه ڪنهن جي پنجن ۾ نه ڪنهن جي پندرهن ۾. نه ڪنهن جي جهيڙي ۾ نه نبيري ۾. رڳو پنهنجي ئي ڌن ۾ مست. جيڏانهن ڪنڌ تيڏانهن پنڌ. اڄ هتي سياڻي هُتي. ڪڏهن گهر ۾ ته ڪڏهن مسجد ۾. مطلب ته هي بنهه سادگيءَ ۽ سچائيءَ سان. سياڻپ ۽ ڏاهپ جو وکر ڪل جڳ ۾ ونڊيندو ۽ ورهائيندو رهي ٿو ۽ مڙني سنساري ڳجهن بابت ساجاهه ۽ سرت ڏيندو رهندو ٿو وتي.

وتايو انسانن ۾ مڙني چڱاين ۽ براين جي سببن ۽ جراثيمن کي چرچي ۽ مزاح جي مائيڪرو اسڪوپ تي تمام چٽائيءَ سان ڏسڻ ۽ ڏيکارڻ جي ڏانءَ سان مالا مال آهي.

مايا جي موهه ۽ پئسي جي پيار کي جتي دنيا جي سمورن مذهبن جي پيغمبرن ۽ ڏاهن، انسانن جي چڱاين لاءِ هاڃيڪار ڄاڻايو آهي، اتي سدوريءَ سنڌ جي پيار ۽ سچائيءَ جي پيغمبر، سنڌ جي سادن ۽ سباجهن ماڻهن کي پڻ تمام سادگيءَ ۽ سباجهائيءَ سان مايا موهه کان پري رهڻ جا سون ورنا سبق ڏنا آهن. سندس مشاهدي ۾ دنيا جي مايا موهي ماڻهن وٽ الله پاڪ جو مانُ هڪ ريٽي يا ڦتل گدري جيترو مس آهي. مايا موهي انسانن کي سڌاري جو اهڙو زورائتو چهبڪ وتائي کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي هڻڻ جي اٽڪل ئي ڪانهي. وتايو تمام اڪابرن جو اڳواڻ ۽ امام آهي. سندس هر رمز ۾ هڪ وڏو راز لڪيل آهي، پر ان کي ڪير پرکي ۽ پروڙي به ته سگهي.

وتايو وريام اڄ به وقت جي گهڻ ڄاڻ ماڻهن کي نيڻ ٿو ڏئي ته مون کي چريو ۽ مست سمجهڻ وارا دانش وارو! ڪجهه سياڻپ جون اکيون به ڏاريو! نه ته ماڻهن کي متين ڏيڻ لاءِ مرڻ يا ڪشٽ ڪاٽڻ مان ڪهڙو فائدو؟ اتي مرجي ئي چو جتي سياڻپ نه هجي! يا وري جن لاءِ مرجي اُهي ڪانڌي ئي نه ٿين. پيٽو ڏچو پيدا ڪري ميت جي مٽي به رلائي ڇڏين.

وتائي جي اها نيڻ اڄوڪن ساهت جي سرواڻن، محققن، عالمن ۽

اتهاس جي جاکوڙين لاءِ کوٽ آهي تہ وتائي سان لاڳاپيل مڙني ڳالهين جي سچيتي ۽ سيبتي کوجنا پتاندر، وتائي وريام جي ماڳ مڪانن، گسن پنڌن، ٻولن قولن، نقلن ۽ نظرين ٻنا انگ اکر چٽا ڪري پاڻ تان ۽ پنهنجن پيڙهين تان وتائي جي لهڻي جو بار هلڪو ڪن.

آخر ۾ وري بہ ورجائجي ٿو تہ وتايو سنڌ جي سياڻپ، ڪ سچائتائيءَ، سچائيءَ ۽ سگهڙپائيءَ جو نہ رڳو سچ جهڙو اڇو اُجرو ۽ اڻ مٽ نشان آهي، پر سنڌ جي سيپتا ۽ ساهت جي سدا سهاڳڻ ڪنوار جي لاليءَ هاڻن لبن جي اها مرڪ ۽ مشڪ بہ آهي، جنهن ۾ صدين جي سک شانتي، وندر ۽ ورونهن جي سڳنڌ سمايل آهي.

سير سراڙي سان جي اُڪرن، تن ڪي ٻوڙيندي ڇا ڪڏ،
گوءِ ڪڍن تا ميدانن ۾، ڪٽ ڪٽ ڏاهن ڪان پڻ ڏڏ.

(م - م)

# اڄ جي رينو ٽيا

محمد حسين ڪاشف

شعر ۽ سخن، سچائي ۽ ڏاهپ ۾ سنڌ ڌرتي جيڪي هيرا ۽ املهه ماڻڪ پيدا ڪيا آهن، انهن ۾ لطيفؒ ۽ وتائي فقير جو نالو ۽ مقام متانهون آهي. ڇاڪاڻ ته ٻئي سيلاني رهيا ۽ ٻنهي جو تعلق سماج ۽ سماج جي ماڻهوءَ سان نهايت سهاجهو ۽ پيار ڀريو رهيو. ٻنهي جي سماجي مطالعي جا رخ الڳ هوندي به انسان جو ڀنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ ۽ انسان کي سماجي آلودگيءَ مان ڪڍي، ڪيس حقيقت سان ۽ حقائق سان روشناس ڪرائڻ سندن مقصد رهيو. اهو ئي سبب آهي جو انهن ٻنهي بزرگن کي سنڌ جو "مزاج" چئي سگهجي ٿو.

هت منهنجو مقصد لطيف ۽ وتائي جي ڀيٽ نه آهي، پر مون ان جو اشارتاً ذڪر محض انهيءَ ڪري ڪيو آهي ته جيئن اسان کي وتائي جي تشخص ۽ هن جي سماجي اهميت کي سمجهڻ ۾ آساني ٿئي. ڇاڪاڻ ته اڪثر ڪري وتائي فقير جي گفتن ۽ نُڪتن کي خالي هڪ ٻهاڪي ۽ مثال جي صورت ۾ بيان ڪري، جنهن طريقي سان نظرانداز ڪيو ويجي ٿو اهو غلط آهي. وتائي فقير جي ڏاهپ ڀرين ڳالهين ۾ جيڪو سماجي عنصر سمايل آهي، اهو ادب جي دنيا ۾ هڪ مستقل قدر ۽ فڪر جي حيثيت رکي ٿو. جنهن کي تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ نظر انداز ڪري نٿو سگهجي. ڇاڪاڻ ته هن ماڻهوءَ کي روح ۾ ليئو پائي، ان جي ذهني ۽ سماجي گهُٽ ۽ ٻوسٽ کي محسوس ڪري ان کي گفتي جي اوٽ ۾ نهايت نزاڪت سان پيش ڪيو آهي. جيڪو ادب ۽ احساس جي قدر کي متعين ڪري ٿو ۽ ادب جي اها حد جيڪا عبوديت جي دائري ۾ اچي ٿي، ان کي اورانگهي انسان ۽ ان جي رشتي ۾ ٻاڏڻي جو احساس پيدا ڪري ٿو. وتايو فقير نه صرف سنڌ پر دنيا جي ڏاهپ جو اڳواڻ آهي.

اهو بجا آهي تہ هن وٽ سقراط ۽ افلاطون جيان، ارسطو ۽ فيثا غورث جيان فلسفي جا ڪليات ۽ مسلمات نہ آهن، پر هن جو ذهن زندگيءَ جي مطالعي، ان جي حقيقتن ۽ انهن جي اپٽار ۾ هڪ نرالو طريقو رکي ٿو جيڪو فلسفي کان وڌيڪ آسان ۽ حقيقت کي سمجهڻ ۾ نهايت وڏو ڪم ڏئي ٿو سندس گفتن ۾ سوچ ۽ سمجهہ جو عقل ۽ ڏاهپ جو اهو وکر ونڊيل آهي، جيڪو اڄ بہ اهڙو ئي املهہ ۽ ماڻ وارو آهي، جيترو ان وقت هو ۽ آئينده بہ رهندو.

وتايو فقير زندگيءَ جي هر طبقي ۾ مقبول هو ۽ آهي. اهو انهيءَ ڪري جو وٽس ماڻهوءَ جي حقيقت جي اظهار جي زبان آهي. هو هڪ صوفي منش انسان هو. هن پنهنجي ذات کي نہ ورتو تہ آءٌ هندو آهيان يا مسلمان، پر هن جي آڏو صرف انسان ۽ ان جي مشڪلات ۽ ان جو حل هو. تہ اهو ٿيڻ گهرجي ۽ ان جي هن شدت سان ضرورت محسوس ٿي ڪئي تہ ماڻهوءَ کي ماڻهپي جي ضرورت آهي ۽ ڪيس پنهنجو اهو حق ملڻ گهرجي. اهو سماج جي اندر هجي يا خالق ڪائنات آڏو هجي. سندس حجت جو انداز بہ محض انهيءَ ڪري رهيو جنهن جي بنياد تي هن اهو واضح ڪرڻ ٿي گهريو تہ انسان پنهنجي حيثيت ۽ حقيقت کي سمجهي، جيڪا هو سماج جي اندر آلودگيءَ ۾ اچي وڃائي ويٺو آهي ۽ انهيءَ تعلق کي خيرباد ڪري ويٺو آهي، جيڪو ازل کان هن جو پنهنجي پالڻهار سان آهي. وتايو فقير علم ۽ تصوف جي گهواري اگهم ڪوٽ ۾ اک پٽيندي اتي صحبتون ڪندي بہ ڪنهن علمي يا صوفيانہ مقام تي فائز نہ ٿيو؟ اهو هڪ سوال آهي. جڏهن تہ وتائي فقير جي انهن صحبتن ۽ سلوڪ جي مجلسن ۾ شرڪت جو ذڪر اسان کي ڪتابن ۽ روايتن ۾ ملي ٿو.

انسان جي اصلاح لاءِ قدرت مختلف طريقا مقرر ڪيا آهن. وتائي بجاءِ منبر ۽ مسجد جي استعمال جي خانقاهہ ۽ خرقہ پوشي اختيار ڪرڻ جو هڪ مخصوص طريقو استعمال ڪيو جنهن ۾ هن حقيقت شناسي، انسان شناسي ۽ پنهجو پاڻ کي ڄاڻڻ لاءِ "مزاح جي زبان ۽ ان جو طريقو استعمال ڪيو جنهن م نہ تہ سڌي سنئين هجو آهي ۽ نہ وري نشتر زني، پر سندس هڪ عام گفتگو جو انداز آهي. جيڪو سچو چتر زبانيءَ تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ هي چار نُڪتا بکندا نظر اچن ٿا تہ: صلاحيت صالحيت کان سواءِ، عقل معقوليت کان سواءِ، بصارت بصيرت کان سواءِ ۽ علم عرفان کان سواءِ ڪا حيثيت ۽ حقيقت نٿا رکن.

اهي قدر جيڪڏهن پنهجي انهيءَ ذاتي وصف يا ڪيفيت کان خالي آهن تہ انهن جي حيثيت سلبي آهي نہ ايجابي. اهي قدر مثبت روين جي روپ ۾ انسان لاءِ تڏهن ڪم جهڙا ٿي سگهن ٿا، جڏهن اهي پنهنجي انهن صفتن سان متصف هجن. اهو ئي سبب آهي جو وتايو فقير زندگيءَ جي واردات ۽ عملي ڪيفيت مان گذرنديءَ پوءِ ان جو اظهار ڪري ٿو. پنهنجي ان اظهار لاءِ هن ڪي بہ ڪليہ يا ٿپ استعمال نہ ڪيا آهن. پر سڌو سنئون حقيقت جو اظهار ڪري ٿو ۽ ان کي اهڙيءَ منزل تي وٺي وڃي ٿو جو ان ۾ ذات باري تعاليٰ سان پنهنجائپ جي جهلڪ نظر اچي ٿي ۽ هو ان کي پنهنجو حق سمجهي استعمال ڪري ٿو. اها نهايت وڏي ڳالهہ آهي.

منصور "اناالحق" جو نعرو هڻي ٿو تہ ڪفر جي فتويٰ اچي ٿي. بايزيد بسطامي "سبحاني ما اعظم شاني" چوي ٿو تہ ترٿلو مچي وڃي ٿو. ليڪن وتايو تہ ان کان بہ اڳتي وڏي حجت ڪري ٿو جا هڪ ڪمال جي ڳالهہ آهي. وتائي انسان جي تعلق بالله واري عنصر کي اتصال جي ڪيفيت ۽ غلو جي حد کان پري ڪري، عام سهپ واري اظهار جي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. جيڪو سندس فڪري ڪمال آهي. هو انسان جي قلبي بصيرت جو قائل آهي. جاڪاڻ تہ ڪائنات ۾ هدايت جو عمل نفوس انساني جي اصلاح تي مدار رکي ٿو. دنيا جي هر ريفارمر ۽ ڏاهي وٽ اها ڳالهہ آهي. وتايو ماڻهوءَ کي جسماني طور زنده رهڻ سان گڏ قلبي طور زنده ڏسڻ گهري ٿو. جنهن ڪري هن ٻين راهن کان هٽي ڪري اهو طريقو استعمال ڪيو. وٽس شعور انساني مختلف التباسات جي صورت ۾ اظهار پذير آهي.

انساني شعور کي عموماً وهبي تصور ڪيو وڃي ٿو. ليڪن سماجي ارتقا جي نظرئي مطابق، انسان جي ان حاصلات لاءِ سندس تجربي ۽ مشاهدي کي ڪنهن بہ صورت ۾ نظر انداز ڪري نٿو سگهجي. جيڪو سندس زندگي ۾ اول کان وٺي آخر تائين پٽ رهي ٿو. انسان پنهنجي شعور کي زندگي جي طويل تجربي بعد حاصل ڪيو آهي. هن وقت اها ڳالهہ خارج از بحث آهي. هت وتائي جي انهيءَ شعوري بلنديءَ جي سلسلي ۾ ذڪر ڪرڻ مناسب ٿيندو، جاڪاڻ تہ هن درويش ڳالهہ مان ڳالهہ ڪنديہ جيڪي گفتا ۽ نُڪتا بيان ڪيا آهن، اهي لک لهن. جن کي هن پنهنجي شديد احساس ۽ سوچ بعد بيان ڪيو آهي. جن ۾ سندس مخصوص مزاج جهلڪندو ۽ جرڪندو نظر اچي ٿو. جنهن ۾ نہ هو پنهنجي ذات کي بخشي

ٿو ۽ نہ سماج ڪي ۽ نہ وري ذات واجب الوجود ڪي. وتائي جي انهيءَ ڪيفيت ڪي محسوس ڪنديءَ ڪيس مجذوب ڪوٺيو ويجي ٿو. حالانڪ منهنجي خيال ۾ اهو صحيح نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ روحانيت ۽ ولايت ۾ مجذوبي ڪيفيت ٻن حصن ۾ تقسيم آهي:

**(الف)**

مجذوبيءَ جي اها ڪيفيت جنهن ۾ صاحب جذب پنهنجو پاڻ ڪان ۽ دنيا و مافيها ڪان بي خبر هوندو آهي. نڪا جهوري جهنگ جي نڪا ثمر سندس تات. لهي تہ ڇا آيري تہ ڇا! هن جو ڪنهن بہ ڪائناتي يا سماجي عمل سان ۽ تنزلات جي ان سلسلي سان ڪو واسطو نہ هوندو آهي. جيڪي مدبراة الامر يا مقام احديت مان نزول ٿيندا رهندا آهن.

**(ب)**

صاحب جذب جو ٻيو اهو مقام آهي. جنهن ۾ هو ڪائنات جي اندر پنهنجي عقلي توڙي روحاني اختيار جي دائري. انهن جي مرجعات ۽ مقتضيات ڪي پاڻ ۾ حلول ڪري ڇڏي ٿو ۽ انهن جي واردات ڪي پنهنجي ذات تان گذاري. ان بعد ئي ان جو اظهار ڪري ٿو جت تصوف ۽ حجت روا آهي. وتايو فقير مجذوبيت جي انهيءَ مقام جو سيهوڳي هو. اهو ئي سبب آهي جو سندس گفتن ۽ نُڪتن ۾ جامعيت جو پهلو آهي. جيڪو انسان ڪي اڳتي وڌي زندگيءَ جي مختلف زاوين بابت سوچڻ ۾ مدد ڏئي ٿو ۽ اسان ڪي سندس مزاج ۾ ان شعوري مزاج جو عنصر نظر اچي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو سندس گفتن ۽ نُڪتن ۾ حقيقت پسنديءَ جي جهلڪ ۽ پرتوو آهي.

وتايو اسان جي سماجي زندگيءَ جي هڪ علامت ۽ روح آهي. هي اها علامت آهي. جيڪا زندگيءَ جي هر نُڪتي جي بهتر ڪان بهتر ترجماني ڪري ٿي. جنهن ۾ هُن هِن سماج جي پڙڪندڙ ۽ هيسائيل اُجايل ۽ تڙپندڙ روح جي ترجماني ڪئي آهي. جيڪو اڳ بہ ائين هو ۽ هاڻي بہ محتاج وقت آهي. وتائي جو اهو ورثو اسان لاءِ فڪري توڙي عملي طور عظيم آهي. جنهن تي اسين جيترو ناز ڪريون اوترو گهٽ آهي.

پنيءَ پڙڪا ڪن، باهيون بيراڳين جون،
هلو تہ سيکيون هتڙا، مٿي تن مچن،
ملا سنساسين، جڙ لڳي جان ۾.

(شاهہ)

# وتائي فقير جي صحيح سڃاڻپ

عبدالله ورياه

وتايو فقير ورهين کان سنڌ جي ماڻهن ۾ مشهور رهيو آهي. سندس شخصيت ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي، پر هن قسم جو هي پهريون سيمينار آهي، جيڪو وتائي فقير جهڙي هڪ وساريل شخصيت بابت ٿي رهيو آهي. مون کي به هن موقعي تي ڪجهه لکڻ لاءِ چيو ويو هو. منهنجي لاءِ اهو مرحلو تمام ڏکيو هو. سوچيم پئي ته سندس ڪهڙي پهلوءَ بابت لکان، ڇاڪاڻ ته مون هميشه سنڌ جي تاريخ ۽ سڪن بابت تحقيقي مقالا لکيا آهن، پر وتايو فقير نڪي ڪنهن پرڳڻي جو حاڪم هو نه ئي هن ڪي سِڪا جاري ڪيا هئا، جن تي ڪو بحث ڪجي. ويچارو وتايو ته هڪ الله وارو سادو ۽ سڀاجهڙو فقير منش هو جنهن پنهنجي سڄي زندگي انتهائي سادگيءَ ۽ سچائيءَ سان گذاري، عام ماڻهن لاءِ هڪ مثال پيدا ڪيو آهي.

سندس سڄيءَ زندگيءَ ۾ هڪ دفعو سڪي جو ذڪر اچي ٿو پر اهو سڪو (رپيو) به کيس واڻ هلندي لڌو هو پر قورن جي ڊپ کان وڻ جي پاڙ ۾ پوري ڇڏيائين. موٽندي ان وڻ جي حالت ڏسي وري ڪڍهن به رپيو هٿ ڪرڻ جي خواهش پيدا نه ٿيس، ته متان سندس حالت به ان وڻ جهڙي نه ٿئي.جنهن جون پاڙون ئي پٽيل هيون. وتايو فقير ڌڻيءَ تي توڪل رکندڙ هڪ لاطمع انسان هو جنهن کي ڌن دولت سان ڪابه محبت ڪانه هئي. ڪوٽ ٿوٽ ۾ به بندن تي بار ٿيڻ بدران مسجد جي منبر تي چڙهي، پنهنجي پالڻهار کان گهرندي ڏٺو ويو. جنهن کيس ڪڏهن به نه ڇڏيو ۽ سدائين سندس مدد ڪئي.

وتايو فقير عام طرح سنڌ واسين ۾ هڪ چرچائي ۽ مسخري جي حيثيت ۾ مشهور ڪيو ويو آهي، پر اصل ۾ هو هڪ سادو، سڀاجهڙو، الله وارو فقير ۽ مجذوب هو جنهن پنهجي قول ۽ فعل سان عام ماڻهن کي

اھڙيون تہ اڄ ملھ ۾ بي بھا ڳالھيون سمجھائڻ جي ڪوشش ڪئي آھي، جن کي عام طرح ضخيم ڪتابن لکڻ يا ڊگھيون تقريرون ڪرڻ سان عام ماڻھن جي ذھن ۾ ويھارڻ انتھائي ڏکيو آھي.

سنڌ جي ماڻھن ۾ سندس سچائپ سمجھو ۽ مشھور ٿيڻ بعد ٿي. ان جو اھم ثبوت آھي تہ وتايو فقير عام طرح پوڳ ڪندڙ رواجي ماڻھو نہ ھو جنھن جي ٽوٽڪن کي ھڏي ٿھڪڙا ڏيئي تاري ڇڏجي، بلڪ ضرورت ان ڳالھ جي آھي، تہ انھن نصيحت جي نُڪتن کي سمجھي، انھن تي عُمل ڪجي ۽ عام ماڻھن تائين سندس پيغام پھچائجي. جيڪر سندس ٽوٽڪن ۽ نُڪتن تي نظر ڪبي تہ معلوم ٿيندو تہ پاڻ معاشري ۾ موجود براين ۽ بدعتن جي خلاف آواز اٿاريائين ۽ عام ماڻھن کي انھن کان آگاھ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. ائين چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ جھڙي طرح سنڌ واسين ۾ لطيف سائين جو مانُ ۽ مرتبو پنھنجو مٽ پاڻ آھي ۽ ڪو بہ سنڌي اھڙو نہ ھوندو جنھن کي شاھ سائين جو بيت يا وائي ياد نہ ھجي. ساڳئي نموني سنڌ ۾ رھندڙ ڪوبہ اھڙو ماڻھو نہ ھوندو جنھن وتائي فقير جو نالو نہ ٻڌو ھجي يا ڪيس ان بابت ڪو ٽوٽڪو ياد نہ ھجي، پر اڳتي ھلي ائين ٿيو تہ ھند سنڌ ۽ ايران افغانستان جي ڪن ٻين ماڻھن سان منسوب واقعا ۽ ٽوٽڪا بہ سندس نالي ۾ لکيا ويا. مختلف ماڻھن وتائي فقير جي ٽوٽڪن کي ھٿ ڪري ڇپايو پڻ آھي، پر انھن بہ وڏ ۾ وڏ ڪلاٺيندڙ نقل ڏنل آھن تہ جيئن ڪتاب وڏيڪ وڪامي. ان سلسلي ۾ وڏيڪ ڪا بہ ڇنڊڇاڻ ٿيل نظر نہ آئي آھي.

سنڌ ۾ وتائي فقير جو نالو تہ ورھين کان ورجايو پيو وڃي، پر سندس ڏاھپ ۽ سچائيءَ واري شخصيت تي اھڙا تہ پردا پيل ھئا، جن کي لکڻ جي خواھش جو ڪتان بہ اظھار نہ ٿيو. اسين صرف اھو بحث ڪندا رھياسين تہ وتايو 'ت' سان لکبو يا 'ط' سان لکبو ٺٽي يا نصرپور جو رھندڙ ھو يا اگھم ڪوٽ ۽ اڏيري لعل جو. ھندو ھو يا مسلمان ھو. ڪلھوڙن جي دور ۾ ٿي گذريو يا ٽالپرن جي دور ۾، پر اڄ تائين انھن سڀني سوالن جو اڃا تائين ڪو پڪ وارو جواب ھٿ ٿي نہ سگھيو آھي. بيشڪ اھي سڀ ڳالھيون تحقيق طلب آھن ۽ انھن بابت ڪم ڪرڻ ۽ سندس نقلن ۾ موجود فلسفي ۽ پيغام کي عام ڪرڻ اسان سڀني جو اولين فرض آھي، جنھن تي اسان سان ڪنھن کي بہ ڪو اختلاف نہ ھئڻ گھرجي ۽ ان طريقي سان ئي سنڌ

جي هن اهم شخصيت جي صحيح سڃاڻپ ٿي سگھنديءَ جنهن کي هن کان اڳ هميشه نظر انداز ڪيو ويو ۽ صرف سندس ٽوٽڪن کي کلائڻ جو ذريعو بڻايو ويو هو.

مون کي اميد آهي تہ اڄوڪي هن سيمينار کان پوءِ سنڌ جي ماڻهن ۾ اهو وتايو عام طرح ڄاتو سڃاتو ويندو جيڪو عقل ۽ ڏاهپ جي نشاني آهي ۽ هن طرف توجهہ ڇڪائڻ لاءِ سنڌ جا عالم اديب ۽ عام ماڻهو اسان جي پياري دوست عبدالقادر منگيءَ کي بہ هميشه ياد رکندا، جنهن جي ڪوشش سان هيءَ محفل مٿي ۽ اسان کي سنڌ جي هڪ سڄاڻ جي صحيح سڃاڻپ حاصل ٿي سگھي.

# وتايو فقير روشن ضمير

## الحاج رحيم بخش "قمر"

انهيءَ محبوب مدني گهوٽ صلي الله عليه وسلم جن جي محب ۽ اطاعت جي ڪري ولين کي ولايت، غوثن کي غوثيت، امامن کي امامت، حڪيمن کي حڪمت ۽ متقين کي پرهيزگاري ۽ عارفن کي معرفت مهيا ٿئي ٿي. انهيءَ معبود جي محبوب، مجذوب ۽ مقبول ٻانهن مان وتايو فقير، روشن ضمير رحمتہ الله عليه بہ هڪ هو جنهن جي ڪلام مان سچائي ۽ سلوڪ جا سبق، معرفت جا موتي ۽ حقيقت جا هيرا حاصل ٿيندا رهندا آهن. حقيقت ۾ وتائي فقير جو جملو جملو جواهر ۽ گفتو گفتو گوهر آهي، جنهن جي جلوي ۽ جمال جهانگيئڙن جي جيئن ۽ جهوپڙن کي جرڪائي ڇڏيو آهي. سانگيئڙن کي سندس ڏهپ سرس سوجهرو ڏنو ۽ ماروئڙن کي مرڪائي ڇڏيو آهي. حضرت وتائي فقير کي، ڪريم ڪارساز ڏيهہ ڌڻي ڏاتار، ڏاهپ جي ڏات ۽ سياڻپ جي سوغات عطا فرمائي هئي. اهو ئي سبب آهي، جو سندس هر هڪ گفتي ۾ خوشيءَ جا خزانا حقيقت جا هزارين هيرا ۽ لکين لعل لڪل آهن. مولانا رومؒ سراسر سچ فرمايو آهي:

"انهن جو ڪلام ڄڻ انهيءَ آواز جو آلاپ آهي."

گفت اي او گفت الله بود،<br>
گرچ از حلقوم عبدالله بود!

حاصل هيءَ آهي تہ حضرت وتايو فقير روشن ضمير انهن الله تعاليٰ جي محبوب ۽ مقبول ٻانهن مان آهي، جن جي شان ۾ الله جو ارشاد آهي تہ:

" فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ "

(يعني: انهن کي ڪوبہ ڊپ نہ آهي ۽ نڪي اهي غمگين ٿيندا.)

لجادار لطيف رحمه الله عليه جو فرمان آهي:

ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه، اڃي بوءِ بهار جي.

فقير سائين جي ماڻڪ موتين ۽ حقيقت جي هيرن مان ڪجهه سچا موتي مختصر ۽ اشارن طور هن ريت آهن، ملاحظہ فرمائيندا:

1. "سڄين ٿو پر سمجهين ڪِين ٿو."
2. "ڪڏهن ڪڏهن سچائي به ڪم اچيو وڃي."
3. "پل ته هاڻي ملائڪ سڳورا، هيءُ سمورو جبل ميزان ۾ تورين."
4. "چريا ڪريا آهيون، پر سچاڻون سڀ ڪنهن کي ٿا."
5. "بلاشڪ سڀ ڪجهه الله تعاليٰ جي وس آهي، پر هڪڙي ڳالهه امڙ جي وس به آهي."
6. "امان! دوزخ ۾ تانبو آهي ئي ڪونه، هر ڪو هتان ئي چوچڙي ڪنيو ٿو هلي."
7. "چڱو جو ريئي کي اچلائي ڇڏيم، نه ته منهنجا به لاهه نڪري وڃن ها."
8. "اڳ ٿو وٺانس، اڳي پوءِ اهو چور هن قبرستان ۾ ضرور ايندو."
9. "پٺهين جو گهر هيءُ اٿئي."
10. "گڏهه ته اڳيئي آهين، پيو تو کي ڇا چوان."
11. "چڱو ٿيو جو فلاڻو مري ويو، سمهڻيءَ نماز کان ته ڇٽي پيو."
12. "اهو تو وارو سمورو حلوو آءٌ ٿو کاوان، پلي ته منهنجو جهڳو جهڻ ٿئي."
13. "اها الله تعاليٰ واري ونڊ ورهائي اٿم، ان به ڪنهن کي گهٽو ۽ ڪنهن کي تورو ڏنو آهي."
14. "مالڪ سائين، جيڪو تنهنجي نالي گدرو مليو اٿم، اهو به ڏس ۽ جيڪو تڪي مليو آهي، اهو به ڏس!"
15. "بيشڪ الله تعاليٰ ڏئي ٿو پر کنگهائي ڏئي ٿو."
16. "امان صبر ڪر، ڏٺي سڳوري کي ريڇڪ آيو ته هو پاڻ کان ڳڻونءَ جي ڏوڙ به وٺي ڇڏيندو."

فقير سائينءَ جي بيان ڪيل سچائيءَ جي سوڪڙين مان روشن ٿيو ته هو واقعي الله لوڪ ۽ ولي الله هو. سندس هر گفتي ۾ گران قدر گوهر ۽ گلشن آهي، جنهن جي سوجهري سنڌ کي سونهن ۽ سرهاڻ سان سرفراز ڪيو آهي. سندس نالو مبارڪ تاريخ جي ڪتابن ۾ "ط" سان، يعني وطايو لکيو ويو

آهي. حضرت بهلول دانا، مصلح الدين، حضرت شيخ سعدي، حضرت پيراڻي پنيري ۽ شيخ چلي رحمت الله عليه جن جا ڪارناما گفتار ۽ ڪردار لڳ ڀڳ ساڳيا آهن. ان سلسلي ۾ سندن روايتون ۽ حڪايتون به ساڳيون آهن. سمورا سنئين راهہ سونهائيندا رهيا آهن ۽ سندن سينن ۾ جيڪي دليون هيون، سي محبت سان مهراڻ وانگر موجزن هيون.

بهرحال وتايو فقير، ڪٿي، ڪهڙي سن ۽ ڪنهن جي دور ۾ پيدا ٿيو آهي، اها ڳالهہ تحقيق طلب آهي. مير علي شير قانع، جيڪو وتائي فقير بابت لکيو آهي، انهيءَ مطابق فقير صاحب پٺائي گهوٽ رحمتہ الله عليه کان گهڻو اڳ جو آهي. تحفه الڪرام (626 صفحي) ۾ هن ريت آهي:

"وطايو مجذوب، سالڪ، ڪامل پنهنجي وقت جي مجذوبن ۾ وڏي معرفت وارو ٿي گذريو آهي."

## وتائي فقير جي ولايت ۽ بصيرت

تحفه الڪرام جي صفحي 549 ۽ 550 تي آهي تہ:

"هڪ ڏينهن صبح جو سوير هڪ ماڻهو مڪليءَ جي زيارت ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو ہئي طرف وتايو مجذوب ٽڪريءَ کان موٽيو ٿي آيو ۽ هڪڙو بيو مجذوب ٽڪريءَ ڏانهن وڃي رهيو هو. وتائي فقير انهيءَ ٻئي مجذوب کي چيو تہ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ اڄ مخدوم حمزو گذاري ويو آهي، جنهن جي جنازي نماز جي امامت لاءِ خاتم النبياء والمرسلين صلي الله عليه وسلم جن پاڻ تشريف فرمائي رهيا آهن. اڄ تہ پاڻ بہ ان ۾ هلي پاڳي پائيوار ٿيون. هي ويندڙ ماڻهو پڻ انهن مجذوبن جي پويان شهر ۾ پهتو ۽ ڏٺائين تہ برابر مخدوم حمزو وصال ڪري ويو آهي. هو سندس جنازي ۾ ان وقت شريڪ ٿيو جنهن وقت جنازي جون صفون سڌيون ٿي رهيون اهيون ۽ هو پهرين صف ۾ بيٺو. امام جي تڪبير چوڻ وقت، پهريائين غيب مان تڪبير جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو.

"آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي هوتچند مولچند جي لکٽيءَ موجب، سلطان العارفين خواجہ محمد زمان لواري واري جي ڄمڻ جي بشارت وتائي فقير رحمتہ الله عليه خواجہ صاحب جن جي والد حاجي عبداللطيف کي، سندس پنيءَ تي چميون ڏيندي ڏني هئي، نيٺ وتائي فقير جي بشارت موجب کيس الله تعاليٰ خواجہ محمد زمان رحمة الله عليه جهڙو صالح ۽ سعيد، عارف

۽ اڪمل فرزند عطا فرمايو جنهن جي روح پرور روشنيءَ جي جرڪي ۽ سوجهري پسڻ لاءِ سيدنا شاهه عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ رحمته الله عليه سندن حضور پرنور ۾ حاضر ٿيو هو.

بيان ڪيل بشارت "لواريءَ جا لال" ڪتاب (39 ۽ 40 ۾ ڇاپو ٻيو) ۾ تفصيل سان موجود آهي. مٿئين عبارت مان روشن ٿيو ته وتايو فقير، مخدوم محمد زمان صاحب ۽ ڀٽائي گهوٽ رحمة الله عليه کان اڳ ۾ ٿي گذريو آهي ۽ هيءَ به معلوم ٿيو ته فقير صاحب ڪرامت، ڪشف ۽ ولايت جو صاحب پڻ ٿي گذريو آهي. پڇاڙيءَ ۾ مان هن پنهنجي مقالي جي پڇاڙي پنهنجي هيٺين نظم سان ڪريان ٿو.

خدا جو پيارو وتايو فقير،
بلاشڪ ڀلارو وايو فقير،
سو مجذوب، محبوب، مقبول هو
۽ نرمل نيارو وتايو فقير.
سندس گفتي گفتي ۾ گوهر گهڻا ئي،
ميان نت مٺيارو وتايو فقير.
حقيقت جا هيرا هزارين ڏنا جنهن،
سو روشن ستارو وتايو فقير،
'قمر' سج ستارن کان سهڻو سڄڻ،
سچي وڻج وارو وتايو فقير.

# وتايو فقير هڪ سالڪ

انيس انصاري

سلوڪ جا سوين رستا جدا جدا مرحلن ۽ منزلن مان گذري آخر هڪ ماڳ تي وڃي ٿا پهچن. هر صوفي صافي جي مراد ئي اها ماڳ ماڻڻ آهي. سلوڪ جي رستي جا پانڌيئڙا هلندي هلندي ڪنهن اهڙي اوکي منزل تي پهچن ٿا. جتي سندن رهنمائي تي نٿي سگهي ته اهي اتي ئي رهجي وڃن ٿا ۽ پنهنجي سفر جي انتها اهو هنڌ ئي تسليم ڪن ٿا. اهڙو هڪ مقام جذب پڻ آهي. تصوف جي اصطلاح ۾ اهڙي سالڪ کي جنهن جو هوش ۽ حواس قائم رهي ۽ مٿس مستي طاري نه ٿئي، "سالڪ مجرد" سڏيو ويندو آهي. مجذوب مجرد وري اهو آهي، جو هميشه جذب ۽ مستيءَ جي حالت ۾ رهي ۽ هوش ۾ نه اچي. ان طرح "سالڪ مجذوب" اهو آهي، جنهن کي بعد ۾ جذب جي حالت حاصل ٿئي ٿي. "مجذوب سالڪ" وري ان کي چئجي، جو سلوڪ جي رستي تي هلندي هوش حواس قائم رکي.

وتائي فقير بابت جي روايتون اسان تائين پهتيون آهن، انهن مان ائين معلوم ٿئي ٿو ته هو "سالڪ مجذوب" جي اعليٰ مقام تي فائز هو جتي جذب هوندي به هوش قائم رهي ٿو. دنيا ۾ اهڙن سالڪ مجذوبن جا مثال موجود آهن. بصري ۾ هڪ اهڙو مجذوب رهندو هو جنهن کي 'بهلول المجنون ڪوفي' ڪوٺيو ويندو هو. سندس جنون اهڙو هو جنهن تان سوين دانايون قربان ڪجن. بهلول کي عرف عام ۾ 'بهلول دانا' سڏيو ويندو هو. هن بابت ذڪر اسان کي پهريائين الجاحظ جي ڪتاب 'البيان' ۾ ملي ٿو جنهن ڪيس سادي طبيعت وارو 'الهه لوڪ' لکيو آهي، جنهن سان دڳ ويندڙ ماڻهو چرچا گهڻا ڪندا هئا. ابن جوزي 'الاذڪيا' ۾ بهلول جي هارون الرشيد خليفي سان ملڻ جو ذڪر ڪيو آهي. الشعراني موجب ان هارون الرشيد کي ڪي

نصيحتون پڻ ڪيون هيون. ڪن روايتن ۾ آيو آهي ته بهلول ڪي حديثون به بيان ڪيون آهن.

بهلول کي مجذوبن جو سلطان چيو وڃي ٿو. ان ڏانهن ڪي نصيحت ڀريل ٽوٽڪا، ڪهاڻيون ۽ شعر منسوب ٿيل آهن. هي ئي اهو مجذوب آهي، جنهن لاءِ روايتن ۾ آيو آهي ته سندس بنايل مٽيءَ جي ڍڳڙين خريد ڪرڻ جي بدلي ۾ هن بيبي زبيده کي بهشت ۾ محل عطا ٿيڻ جي خوشخبري ڏني هئي.

اهڙو ٻيو مجذوب سالڪ ترڪيءَ جو 'ملا نصير الدين خجا' هو جو تيرهين صديءَ عيسويءَ ۾ پيدا ٿيو هو. پنهنجي علم ۽ ڪمال سبب 'ملا' جو لقب حال ڪيو هئائين. هو پنهنجي ڳوٺ جو قاضي پڻ هو. ملا نصير الدين شاعر ۽ فيلسوف هو. هن ڏانهن به ڪافي ٽوٽڪا ۽ حڪايتون منسوب آهن. جن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو پاڻ کي عوام ۾ سادو سڏائي، علم ۽ حڪمت جا راز چرچي ڀرچي ۾ ماڻهن کي سمجهائيندو هو.

وتايو فقير جنهن کي علامه آءِ آءِ قاضيءَ دنيا جي عظيم مفڪرن مان هڪ مڃيو آهي، سو پڻ پنهنجي ساده دلي قائم رکندي، وڏن وڏن رازن کي اشارن، ڪناين، ڪهاڻين ۽ ٽوٽڪن ذريعي ماڻهن کي ذهن نشين ڪرائيندو هو. وتايو فقير جنهن به مذهب ۽ مسلڪ تي رهيو اتي پنهنجي فطري جذب رستي سلوڪ جون منزلون طئي ڪندو رهيو.

هي مجذوب ۽ سالڪ اڃا تحقيق جي روشني ۾ پوري طرح اجاگر ڪين ٿيو آهي، پر اهو وقت پري ناهي جڏهن چاڻو ماڻهو ڪڙين سان ڪڙيون ملائي، هن 'داناءَ ديوانيءَ' کي دنيا جي وڏن مفڪرن ۽ مصلحن مان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. آخر ۾ هن درويش جون ڪي ڪهاڻيون پيش ڪريان ٿو جن ۾ پاڻ کي دنيا اڳيان سادو ثابت ڪندي، دانائيءَ جا نڪتا پيش ڪيا اٿس.

(1) هڪ دفعي ڪي چور وتائي فقير جي هر ۾ داخل ٿي، سندس اگر تگر ٻهاري ويا. فقير صاحب به نه ڪئي هم نه تم. ڏنڊو ڪڍي ڳوٺ جي قبرستان جي در وٽ وڃي ديرو دمايو. ماڻهن چيس ته. هتي ڇا ٿو ڪرين. ڳوٺ ۾ وڃي چورن جا پيرا ڪڍ! فقير ورائيو:

"بابا! اوير سوير چورن کي هتي ئي اچڻو آهي. ان ڪري اڳ ورتو اٿمان."

ان ڪهاڻيءَ ۾ وڏي رمز سمايل آهي. ان ۾ انهن ماڻهن ڏانهن بليغ اشارو آهي جي عاقبت کي وساري ڪڏا ڪم ڪندا رهن ٿا.

(2) وتائي جي اها ٻي ڪهاڻي، جنهن ۾ هڪ سپاهيءَ پنهنجي گهوڙيءَ جو تازو ڇاول ڦر وتائي فقير کان کڻايو هو ۽ فقير ٻئي هٿ کڻي خدا جي حضور ۾ ٻاڏايو هو:

"اي منهنجا مولا، مان گهوڙي لاءِ دعا گهري هئي ته مان ان تي سواري ڪريان ۽ نه ان لاءِ ته هو مون تي سواري ڪري."

انهن لفظن چوڻ سان هن ان ظالم سپاهيءَ کي سندس ڪيل ظلم ڏانهن اشارو ڪيو آهي، جنهن بابت فقير صاحب شايد ڪيس سنئون سڌو چئي نه سگهي ها، يا جي چوي ها ته ايڏو اثر نه ڪري ها.

(3) وتائي فقير دعا گهري هئي ته گڏهه جيڪو روز اچي ڳئون جو گاهه کائي ويندو هو سو مري وڃي ته جيئن ڳئون پيٽ ڀري گاهه کائي. ٻئي ڏينهن فقير واڙي ۾ وڃي ڏسي ته سندس ڳئون مئي پئي آهي. سو ٻاهر نه ڪري ويو ۽ دڳ لنگهندڙ هڪ انڌي کي وٺي اچي ڳئونءَ جي مٿان ٻه پهاري چيائين، "حافظ صاحب! ٻڌاءِ ته هي جيڪو جانور مئو پيو آهي، سو گڏهه آهي يا ڳئون!" حافظ هٿوراڙيون ڏيئي فيصلو صادر ڪيو ته اها ڳئون هئي. تڏهن وتائي فقير ٻئي هٿ مٿي کڻي چيو:

"يا الله، انڌي کي به گڏهه ۽ ڳئونءَ جو پتو پوي ٿو مان تو کان گڏهه مارڻ لاءِ دعا گهري هئي ۽ نه ڳئون کي."

مجذوب کي ئي مجال آهي جو اهڙا گفتا ڪڍي. هن توڪ ۾ ان ڳالهه ڏانهن اشارو آهي ته ڪي ظالم ٻين جو حق ماري متارا ٿين ٿا. مظلوم جو انهن سان پڇي نه ٿو سگهي. تنهن لاءِ رڳو دعا جو سهارو ئي آهي. سي جڏهن دعا جو اثر به الٽو ڏسن ٿا ته پنهجي قسمت تي شاڪر رهي دل کي تسڪين ڏين ٿا ته الله تعاليٰ جي رسي دراز آهي. وٽس دير آهي پر انڌير نه آهي، ظالم آخر پنهنجي ڪئي جو ڪيتو لوڙيندو.

وتائي فقير جي هڪ حڪايت هڪ هڪ توڪ، هڪ هڪ گفتي، هڪ هڪ جملي، هڪ هڪ لفظ ۾ معنيٰ جا سمنڊ سمايل آهن. جن جي تهه تائين پهچڻ لاءِ ڪنهن مانجهي مڙس جي ضرورت آهي.

# وتايو[1] وليءُ آهي

ولي محمد طاهر زادو

عمرڪوٽ ڪان اٽڪل ميل ڏيڍ مفاصلي تي مهراڻو درياهہ مستيءَ سان موجون هڻندڙ هو. ان ڪري ڪنڌيءَ تي ڪن هندو ڪترين (ڪٽين) جا گهر ۽ واپار جون ڪوٺيون هيون. انهن ۾ ميلهو رام ۽ ساڌو رام ٻئي ڀائر، ستاويهو گهر، سکيا ستابا هئا. پنهنجا ڇُر ۽ رڳاوت جا اتي ڪارخانا هئن. وٽن ڪيترا ئي ڪاريگر ۽ ڪمي، ڪمن ۾ رڌل هئا. هنن جو رڳاوت جي مال کپائڻ جو رستو راڄواڙن سان هلندڙ هو.

اوچتو مهراڻو ريٽجي ويو ۽ هنن جو واپار هٽجي ويو. انهيءَ سمي، سمن جي صاحبيءَ جو پويون پهر هو. ميلهو رام کي هڪ نينگر ڄائو. جنهن جو نالو 'وطن مل' رکيائون. جنهن کي ماءُ لاڏ ڪوڏ مان 'وطو وطو' ڪري ڪوٺيندي هئي. هن نينگر جي ننڍپڻ ۾ ئي عمرڪوٽ منجهہ هڪ ڏنپتي ڏر ڪان واڌائي وٺي چڙي هئائون.

ڏنڊو جو ڏيي ويو تہ ٻئي ڀائر ڪو وقت اتي رس ڪس تي ريجهي رهيا پيا هئا. نڌان تر کي تياڳ ڪرڻو پيو. ويهي ويچار ڪيائون تہ هي اڏيون مڏيون ۽ ڇپر ڇاجا ڇڏي ڪٽي ٻئي هنڌ هلي پيٽ پرندي ڪجي. نيٺ اگهاماٽي ڏي اچڻ ڪاڻ آماده ٿيا. لوڪ لڪا نہ پوي، سو لاڳاپيدارن سان ليڪا چوڪا لاهي، ٻار ٻچا سنيرائي، لڏو ڪاهي اگهاماٽي آيا. انهن ايامن ۾ اگهاماٽو اڄ تي هو ۽ وسندڙ شهرن ۾ شمار ٿيندو هو. آدمشماري بہ اٺ ڏهہ هزار هيس. شهر ۾ مخدوم مولانا محمد اسماعيلؒ سومري جي ديني درسگاهہ هئي، جنهن ۾ پرڏيهي دين جا ڏڍياٽيل ۽ علم جا اُساٽيل طالب علم اندر جي اساٽ اجهائي رهيا هئا.

---

[1] هن مقالي جي ليکڪ: وتايو کي ط سان لکيو آهي، جيئن تہ عام مروج ت سان آهي. ان ڪري اسان ت سان لکيو آهي.

اتي اچي ساگري درياهہ جي ڏير تي سهوليت سان جايون جوڙائي ڪرت قائم ڪري ويهي رهيا.

اڳهاڻي ۾ اچڻ کان پوءِ هنن جو ڪار وهنوار ريت رواج مسلمانن سان رلي ملي ويو. هڪ رات رهاڻ ڪندي راضپو ٿين تہ مسلمان ٿجي ۽ هت اٿيهہ لاءِ عزت آبروءَ سان سک ۾ گذارجي. اهو پهہ پڪو ڪري سومري صاحب جي هٿ تي بيعت ڪري ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيا. سندن نوان نالا 'عبدالحليم' بجاءِ ميلهو رام ۽ 'عبدالعليم'، بجاءِ ساڌو رام رکيا ويا. پر پوءِ رڳو 'شيخ' تي سڏجڻ لڳا. شيخ عبدالعليم کي پٽ ڄائو جنهن جو نالو شيخ عالي رکيو ويو.

وتائي جي ننڍي لاڪر ئي اک آسمان ۾ اٽڪيل هوندي هئي. اُيو ٿي اُپ ڏي ڏسي، ميڇون ميڙيون، ڦهلاڙا ٿهڪ پيو ڏيندو هو. ڪڏهن ويلا پيو واريندو هو. مٺي ماءُ سڪيلڏي سپوت تان اور گهور پئي ٿيندي هئي. مامتا جي مهميز منجهائي رکندي هيس. هن پٽ جا پار پرڪار پسي، ڏِڪون ڏِٺون ڏسي، سؤنڪجي ۽ سراپجي ويندي هئي. سدا سنڪلپ ساهہ تي هوس تہ لاشڪ منهنجي لاڏلي کي لڳت جو حساب يا پرين جو پاڇو پيل آهي. پر چوندا آهن تہ "راڻن کي راڻا مٺا تہ ڪاڻن کي ڪاڻا مٺا." ماءُ کي بس اهو ئي هڪڙو اکين جو ٺار ۽ سکن سورن جو سينگار هو. وهيءَ چڙهيو تہ سومري صاحب جي درسگاهہ ۾ داخل ڪرايائونس. هن جي ٻالائي پولائي، حيران ڪندڙ حرڪتن ۽ حالتن هڙني ختابين کي خفي ۾ وجهي ڇڏيو.

وتايو سومري صاحب کي صفا ڪين وڻندو هو. ڇڪاڻ تہ هڪڙو تہ يڪي الفي اوڙي ايندو هو. ٻيو تہ سندس طهر پڻ ويئل ڪين هو. عرش ڏي اشارا اهڃون پيو ڏيندو هو. پنهنجي پڙهڻ سان پرت ڪانہ هيس، ٻين شاگردن جا سبق سچيتائي سان سيني ۾ سانڍيءِ انهن کي پيو سٽائيندو هو. لکڻ پڙهڻ کان لنوائڻ لڳو. لدني علم تي ڪٺي اڪتفا ڪئي هئائين. هن ويهہ ورهيہ ان مدرسي ۾ وتيت ڪيا، ساٿس گڏ سندس سؤٽ عالي بہ اُت پڙهيو ۽ سومري صاحب کان سند ورتيائين. عالي قرآن شريف جي قرائت تمام مٺي سريلي آواز سان ڪندو هو. سيئي شاگرد شيخ عاليءَ کي شيخ 'لحن وارو' ڪي ڪوئيندا هئا. جنهن کي ڪن ماڻهن پل کان 'شيخ لوهہ نڙو' يا 'شيخ لهندڙو' سمجهيو آهي. وتائي کي وري 'شيخ الله

وارو' سڏيندا هئا. پر ماءُ جي 'وتو وتو' سڏڻ ڪري 'وتايو' ٿي ويو. سندس استاد مخدوم سومري 998هجريءَ ۾ رحلت ڪئي.

وتائي ڪي والد جي وفات ڪان پوءِ ماءُ اتي جي هڪ پاڻٺي مهاٺي جي حوالي ڪيو تہ ساڳري درياه تي پتڻ ڊوئي ڪري پنهنجو ۽ ماءُ جو پيٽ پاري. ٿيو ڇا هو جو ترخان گهراڻي وارن جي جڏهن سنڌ جي هيٺئين حصي تي حڪومت هئي تہ انهن شيخ عاليءَ کي نصرپور ۾ قاضي مقرر ڪيو. نصرپور ان زماني ۾ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. شيخ عاليءَ کي ملازمت ملي تہ پٽس بہ ساڳهر وٺي وجي اوڏانهن جايون جوڙائي ويٺو. اهي جايون اتي هيون جتي هاڻ بقا هالپوٽي جو ڳوٺ آهي. پنيان وتائي جي ماءُ اڪيلي ٿي پئي، سو پٽ کي پورهئي ڪاڻ پاڻٺيءَ وٽ ڇڏيائين. پاڻٺيءَ هن کي ٻيڙي هاڪارڻ، پار اڪارڻ، پتڻ اڳاڙڻ ۽ ٻيا وجھ سجھ سمجهايا. پوءِ وجي پتڻ جا پور پار ڪرڻ لڳو.

وتايو ڏينهن گذاري، پئسا ٻهاري، پاڻٺيءَ وٽ پهتو. پاڻٺيءَ روزاني ڪمائيءَ ۾ ڪمي ڏسي ڪانئس پڇيو. "پئسا پورا ڪينهن؟". ٻڌايائينس تہ: "اڌ ٽڪا تنهنجا آندا اٿم. باقي اڌ رقم اڇليم درياه ۾"، هن هڪو ٻڪو ٿي چيس: "ڇا جي ڪاڻ ڏن درياه ۾ اڇليئي؟". چيائين: "درياه ۾ چونہ اڇليان! پتڻ ڪو پٺهين جي پٺيءَ تي ٿي تريو ڇا؟ درياءَ ڪهڙو ڏوهہ ڪيو. هن جو حصو هن کي ڏنم." واه جي ورندي ڏنائين. ماڳهين ويهون واري ڇڏيائين! رقم جي رولي پاڻٺيءَ جا ٽين ڪڙڪائي ڇڏيا. سو ٽڏي تي ترت تدارڪ ڪيائين. مهاڻو ڪيس ماڻس وٽ وٺي آيو. چيائينس: "مائي. هيءَ عدلي انصافي، هڙٻوڙ حسابي پنهنجو پٽ قابو ڪر. مون هن ڪان هٿ ٻڌا."

ويچاري وتائي جا ججهائي ٻيا ٻول قول، ٽوپا ٽوٽڪا ۽ لٽڪا چٽڪا پيل آهن. پر هي ڀهريون پرتوو هوس جو پتڻ ۾ پڪڙجي ويو جيڪو ٻڌي سٽي ڪن چريو چيس، ڪن فائق فقير سڏيس، تہ ڪن وري داناءُ درويش ڀانيس. هن درويش جو هڪ هنڌ تي ديرو دمائي ويهڻ جو شيوو ڪونہ هو. رلي ڪلهن تي ماني راڄن تي. ڪڏهن ڪٿ تہ ڪڏهن ڪٿ. ان ڪري ئي ساري سنڌ وارن وتائي کي پنهنجو وطني وليءَ ڪري ٿي ڄاتو. هن سڄو سنڌ علائقو آهوڙيو هو ۽ وجھ لڳي ولايتون پڻ وجي وڙڪيندو هو. نہ ڏس مڪليءَ کان منڇر. نہ ڏسوس بدين کان بکر، وري نہ ڏسوس سيوهڻ کان

ساموئي، يا تہ نصرپور کان نورائي، يا وري ڪينجهر کان ڪوٽ ڏيجي، تہ عمرڪوٽ کان اگهاماٽو. ڪڏهن ننو تہ ڪڏهن پنو، صبح لواري تہ شام ولهاريءَ ڪڏهن ڏيهان ڏور ۽ ملڪان پري پيو ڏسائبو هو. هن کي قدرت اهڙي قوت عطا ڪئي هئي، جو ڌرتيءَ کي ڏارون ڪريءَ منجهان ئي منجهان مهاڙ ڪري وچي ولايتون واسيندو هو.

آءٌ هت وتائي جا اهي گفتا لکان ٿو جن مان سندس منزل جي ماهيت معلوم ٿئي. ڪي ان جي ٽوٽڪن کي درويش جا اونڌا ٿوپا ٿا ڪوٺين، پر آءٌ چوندس تہ سندس هڙئي نُڪتا ۽ گفتا ناصحانہ آهن. نياريون نصيحتون ۽ هدايت واريون حڪايتون آهن؛ جنهن گفتي ۾ نصيحت ناهي، سو وتائي جي نالي تي ٻئي ڪنهن نبريل جو نروار ڪيل نوالو آهي.

## لٽڪا، چٽڪا ۽ نُڪتا

### 1. لٽڪو

وتايو پڳڙن جي ڦانڊ پريو ان مان لپون ڦڪيندو ٿي وتيو. ڪنهن ملان چيس: "چريا! اڄ جمعي جو ڏينهن آهي، نماز پئي پڙهجي، هل تہ هلي نماز پڙهون!" مُڪريو ڪونہ. هن کي هائو چئي، مسيت ۾ آيو. نماز شروع هئي. هيءُ بہ جهولي سوڙهي جهلي، چاتيءَ سان پيچي پڪوڙي صف ۾ سنئون ٿي بيٺو. رکي رکي هيڏانهن هوڏانهن نهاريءَ ڦانڊ مان ڦڪ هٽي، چپي چپاڙي وري چپ ٿي ٿي ويو. هي حال ڏسي هڙئي نمازي هري هري مشڪندا رهيا. نماز پوري ٿيڻ تي پڇيائونس تہ: "چريا! تو هي ڇا ٿي ڪيو؟ تنهنجي نماز تہ نہ ٿي! وسوڙجي ورندي ڏنائيني هان! پر مون پڳڙا ائين ٿورو ئي ٿي ڪاڏا. جڏهن ڏٺم تي تہ پيش امام ڳئونءَ جي ڳولا ۾ ۽ گاهہ جي گڏ ڪرڻ ۾ گم آهي، تڏهن بہ ٿي لپون رڙڪي ٿي ورتم. ماٺهو سوال جو جواب سٺي سڪتي ۾ پئجي ويا. پيش امام کان پڇيائون، جنهن چيو: "سچ ٿو چوي، مون کي ڍڳيءَ ڏاپڻ ۽ گاهہ گڏ ڪرڻ جو گهُوچو وچ ۾ اچي ٿي ويو جنهن ڪري نماز ۾ ناغو پيو ٿي."

### 2. لٽڪو

هڪڙي ڏينهن لوهاٽي درياهہ جي پتڻ تي آيو. ڪانئس اڳ پتڻ پار پهچي ويو هو. پتڻ ڏيهن ۾ بہ لڳا ويندو هو. سو پتڻ نہ ڏسي ڏپي ويو. اتي بہ

چٽا ٻيا ٻه اويل آيل ويٺا هئا، تن چيس: "درويش، هاڻ سانجهيءَ جا سنڌا، وري جڏهن پتڻ وريا هت سچو ڏينهن ڏجاري ٽيندا سون!" وتائي چيو ته، هڪڙي همٿ آهي. جي راضي ٿيو ته هلي پار پونداسون." چيائونس ته. "چؤ چؤ!" تڏهن ٻڌايائين ته: "آءُ اوهان کي ڪنيڙاٽين کان ڪنيي ڪٽان ٿو. اوهين چئجو 'وتايو وتايو' ۽ آءُ چوندس 'الله الله' پوءِ پڪ درياهه مٿان ڏڳ ٿاهي هلنداسون. هنن قبول ڪيو. هن ڪٽي ڪنيين. جڏهن درياهه جي آر وٽ آيا ته هنن ٻنهي دل ۾ ڏيان ڏاريو ته. وتايو ڪري 'الله الله' ۽ اسين چئون 'وتايو تايو'. سو ڇو نه اسين به 'الله الله' ڪريون. هنن جو الله جو نالو ورڻ ته ٻئي پاڻيءَ کان ڳرا ٿي پيا ۽ وتائي به منجهانئن ڪٽي هٿ ڪڍيا. هو اڇي ٻڏڻ لڳا. تڏهن وتائي چين: اڃا وتائي وارو ورد پورو نه وسهيو اٿوَ. ته ٿيو ٿا الله کي اوڏڙا اهو پنڌ پرانهون آهي، پوءِ پاڻ پاڻي مٿان پيچرو وٺي وات ٿيو.

## 3. چٽڪو

مرزا شاهه بيگ جي سپاهين مان ڪو بيمار ٿي سنڌ ۾ رهي پيو. سپاهي ڦٽ چيٺي اُٿيو ته وطن جي اُڪير وائڙو ڪيس. اگهائيءَ واري عرصي ۾ جيڪو ڪجهه هئس سو علاج ۾ ڪم اچي ويس. پر گهوڙو به بک ۾ گاپاٽا ڪائي ختم ٿي ويس. نه ان وٽيس نه پاڻي، پريشان ٿي لوءِ لاءِ لوهون ڏيڻ لڳو. تڏان ته قلندر شهباز مهندان ڏرٽو ماري ويهي رهيو. چئي: طاقت ڪانهي. انهيءَ ڪم ڪاڻ تنهنجو وسيلو وتايو ٿيندو. وڃي نصرپور طرف نهارينس. سپاهي سرڙيندو سٽون ڏيندو اچي وتائي جي تڪيي تي ترسيو. درويش سان ساري سڌ ڪيائين. وتائي ورجايس ته: قلندر پاڻ ڪترائي تو کي تڪليف ۾ وڌو آهي. آءُ اڃا ايڏي مانيءَ ڪونه رسيو آهيان. پر سپاهي به مڇڏو ٿي ڪانپ ڪڍي ويهي رهيو ۽ پيو ستائيندو هوس. هڪڙي ڏينهن وتائي کي حال اچي ويو. سو هڪل ڪري سپاهيءَ کي سڌ ڪيائين: سگهو اچ، منهنجن پيرن مٿان پير رکي اکيون پورا پوءِ پري وڌائينس پاڪر. بيٺي بيٺي دونهون ڊريو. غبار چڙهيو. واچوڙو وريو. فقير ۽ سپاهي کن پل ۾ وينلن جي ٽيٽ کان ترِيا. سج لڙيو ته درويش ساڳين سنڌن تي پڌرو ٿي ڪلمو پڙيو. رڳو سپاهي ساٿس نه هو. پڇيائونس ته، "ڪيستائين قصد

ڪيو هيوؤ؟" چيائين: "چٽي لال شهباز تي، چٽي، پر وتايا تون." چا سٽايانوَ ڏيساور ڏوري آيو آهيان.

## 4. نڪتو

چون ٿا ته، هڪ لڱا لواريءَ ۾ وچي وارد ٿيو. اتي مسيت وٽان مٽيو ته ميان محمد زمان قدس الله سره جي والد پنا اگهاڙا ڪيو. ويٺي واحد واڪاٽيو. هن اوچتو اندر گهڙي هن جي پٺن تي هٿ ڦيرائي چيو: "هن پٺيءَ مان پرمل پيدا ٿيندو سندس سڳنڌ سنڌ جي وڻ وڻ کي واسي ڇڏيندي". ٿيو به ائين. ميان محمد زمان ساماٽو ته ڪانئس سوين سٽڙ ۽ سيراب ٿيا. لطيف سائين به لاڪس لات لنوي آهي:

مون سي ڏٺا ماءِ، جن ڏٺو پرين کي،
تني سندي ڪاءِ، ڪري سگهان نه ڳالهڙي

## تحفة الڪرام مان اقتباسات

وتايو، مجذوب، سالڪ ڪامل آهي.

هڪ حالو چالو عالم وٽ ينڍي پڇيو ته، فقير! شريعت ۽ طريقت جي وچ ۾ ڪيڏو ويڇو آهي؟ چتائي چيائينس ته، شريعت جي پابندي سالڪ کي طريقت جي راهه تي هلڻ واسطي اهل بنائي ٿي.

ملان محمد جهانگيريءَ جڏهن شاهجهان جي سڏ تي آگري ٿي اُسهيو ته، وٽ ۾ وتايو مليس، جنهن کان دعا گهرايائين. هن جي دعا سان مدعا ماٽيائين ۽ اتي وڃي نورجهان جو استاد مقرر ٿيو.

هڪ شخص روزانو مڪلي ٽڪريءَ تي مزارن جي زيارت ڪاڻ ويندو هو. هڪ ڏينهن هن وتائي کي مڪليءَ کان ايندو ڏٺو ۽ ٻئي هڪڙي مجذوب کي مڪليءَ ڏانهن ويندڙ ڏٺائين. ٻئي پاڻ ۾ مليا. وتائي چيو ته، اڄ مخدوم حمزي واعظ وفات ڪئي آهي، جناب سيد المرسلين ان جي جنازي نماز پڙهائڻ واسطي تشريف فرما ٿي رهيا آهن. هل ته پاڻ پهچون. سندس امامت ۾ مقتدي ٿي بيهون. زيارتي شخص چوي ٿو ته، انهن جي پوئتان لڳس، شهر ۾ آيس ته برابر مخدوم جي جنازي نماز لاءِ ماڻهو صفون ٻڌي بيٺا هئا. هو ٻئي اڳينءَ صف ڏي وڌي ويا. آءٌ پويان بيٺس. پهرين پهرين غيب مان تڪبير جو آواز ٻڌم. (تحفه الڪرام: ص 547، 550 ۽ 626)

**روايتون**

وتائي واسطي چون ٿا تہ نصرپور شهر جي بازار ۾ هڪڙي هٽ جي ٿلهي تي اوچڻ اوڍي ستو پيو هو. صبح جي ستل کي سارو ڏينهن گذري ويو. ماڻهن منهن تان ڪپڙو پري ڪري ڏٺس تہ ماڳهين مئو پيو هو. پوءِ هندن ۽ مسلمانن جا مٽس ميڙ موجود ٿي ويا. مسلمان چون تہ 'قبر حوالي ڪنداسون'. هندو چون تہ 'چتا تي چاڙهينداسينس'. اچي ممڻ متو. مارا ماري ٿيڻ واري هئي جو فقير گندي چنبڙي اُٿيو ۽ چوندو ويو تہ "هٽ ٻہ نہ مئاسون."

ماءُ جي محبت جي موهہ ۾ ولايتن تان ورندي ويرم ڪونہ ڪندو هو.

نوَ نيئر، ڏهہ ڏاوڻ، پندرهن پئيند پياس،
سپرين سارياس، تان چيڪ چنائين هيڪڙي

ڪهي اچي ماءُ جي قدمن تي ڪرندو هو. هن کي دلدارين ۽ دلبرين ڏيندو هو. جان ڪي تان ماءُ جيئري هيس، تان ڪي تان منهن نہ مٽيائين، بلڪ انهيءَ پيٽيءَ تان پيرو نہ پڳائين. ماتا جي مرڻ کان پوءِ ماڳهين ملول رهندو هو. هيڪاري شيخ عاليءَ جي انتقال کان پوءِ سنسار جا سڀ تال تماش ترڪ ٿي ويس. الاهي امر ڪاڻ آتو ٿي، اتي ئي آنئني ۾ اجل جي اوسيئڙي ۾ اوتارو اڏيءِ الله سان آوايون اندر جون ايلاهون اورڻ وينو. اجل آيو تہ لبيڪ چئي وڃي لعلڻ جي لڙهہ لڳو.

اجهو هو شيخ عاليءَ جي قبي سامهون ستل آهي. هن کان اڳ ڪي اعتقادي "ساگري جا سلام". يعني: ساگري درياهہ جي تري مان ٿي پتر ڪٽي سندس ٻئي تي رکي، چار قل پڙهي، پنهنجون من جون مرادون ماڻيندا هئا. اڄ ڪيترن ئي قلمڪارن ۽ اديبن جو مٽانئس ميڙ موجود آهي.

# وتايو فقير

پروفيسر ميمڻ عبدالغفور سنڌي

وتايو فقير، اصل هندو نسل مان هو. سندس پتا امرسنگ اجواڻي هو، جيڪو تاجپور (پنجاب) جو رهاڪو هو. سندس ماتا جو نالو رڪمڻي ٻائي هو. ڪيس ٽي پٽ: ورايو وسايو وتايو ۽ ورائي ٻائيءَ نالي هڪ نياڻي هئي. وتايو سڀني کان ننڍو هو، انهيءَ ڪري مائٽ ڪيس پيار وچان "وتو" ڪري ڪوٺيندا هئا. سندس جنم وسپت ڏينهن، ته سياري ۾، تاريخ 12 جنوري 1768ع ۾ ٿيو. ڪن سببن ڪري سنڌ ۾ لڏي آيا ۽ نصرپور ۾ ٺڪاڻو ٺاهي ويٺا.

ظاهر ۾ ته وتائي ڪابه تعليم ڪانه ورتي، مگر ڏاڍي سگهوري سندس ذهن ۽ ذڪاءُ اهڙو ته تيز ڪيو هو جو وڏن عالمن کي به شهه ڏيئي ٿي ڇڏيائين. هو طنز جي اوٽ ۾ اهڙا ته عالمانه گفتا بيان ڪندو هو جو ٻڌندڙ دنگ رهجي ويندا هئا. سندس سادگيءَ مان ماڻهو اڪثر چريائپ جو اندازو لڳائي، هميشه ٺوڪ طور ساڻس ڳالهائيندا هئا، مگر پاڻ انهن کي اهڙو ته منهن ٽي جواب ڏيندو هو جو ڏندين آڱريون ڏئي هليا ويندا هئا.

چون ٿا ته، سندس مڱ عمرڪوٽ ۾ رهندي هئي. هڪ ڏينهن جيئن ئي پاڻ عمرڪوٽ کان وچي نڪتو ته پريان ڪجهه عورتون کوه تان پاڻيءَ جا گهڙا ڀري رهيون هيون. مجاڻ ڪا انهن ۾ سندس مڱ به موجود هئي. عورتن کيس چريو ڄاڻي، مڱ کي منهن ۾ ڏئي کيکر ڪرائي. جنهن جي جواب ۾ پاڻ مشڪي چيائين: "چريا ڪريا ضرور آهيون، مگر سڄاڻون سين کي ٿا!" اهو جوب ٻڌي عورتون وٺي ڀڳيون.

سندس طبيعت ننڍپڻ کان ئي فقيراڻي هئي، جنهن ڪري اسلام لاءِ کيس وڏي عزت هئي. ستت ئي عمرڪوٽ مان سندس شادي به ٿي. ٿورن ڏينهن بعد سندس پتا پرلوڪ پڌرايو. پوءِ پاڻ، ماءُ ۽ زال سميت مسلمان ٿيو جيئن ته پاڻ اصل نالي "وتو" سان مشهور هو، ان ڪري پاڻ کي "وتايو فقير"

سڏائڻ لڳو. ان وقت سندس عمر 37 سال هئي ۽ سندس اسلامي نالو "طاهر" رکيو ويو.

سندس جيون ساٿي گهڻو وقت جٽاءُ نہ ڪيو پوءِ پاڻ کي اڪيلو پئي ڀانيائين. البت پوڙهيءَ والده جي خدمت کي افضل عبادت ڪري ڄاتائين. زندگيءَ جا 63 ورهيہ دم ڪٽي، والده کي وڇوڙو ڏئي، اربع جي ڏينهن، تاريخ 22 ذوالحج 1247هہ مطابق 19 جون 1831ع تي، ٽنڊي الهيار (حيدرآباد) ۾ وفات ڪيائين. ڪيس شهر کان ٻاهر ٽن ميلن (5 ڪلوميٽرن) جي مفاصلي تي ابدي ننڊ ۾ آرامي ڪيو ويو.

وتايو، سچ پچ هڪ لاطمع انسان هو. پئسي سان سندس ڪانہ پئي. سندس تعليم جو طريقو بہ بلڪل نرالو هو. ڪلندي ڪلندي عام انسانن کي اهڙا تہ دانائيءَ جا سبق سيکاريندو هو جو سچي حياتي سندن دل مان ميسارجي نہ سگهيا. وتايو فقير، حالانڪ اڄ اسان وٽ موجود نہ آهي، مگر سندس ياد اسان وٽ سينہ بہ سينہ قائم رهندي اچي ٿي ۽ طنز و مزاح جي اوٽ ۾ ڪافي نقل ياد آهن، جن کي جيڪڏهن يڪجاءِ ڪجي تہ هوند هڪ ضخيم ڪتاب تيار ٿي وڃي. نموني طور هڪ مثال هيٺ ڏجي ٿو:

پاڻ هڪ پيري گڏه تي چڙهي ڀر واري ڳوٺ ڏانهن پئي ويو. وات تي گڏه گوهي ڪري، ڦيرائي پٽ تي ڪٽي اڇلايس. پاڻ هڪدم ٽپ ڏئي اُٿيو ۽ پنهنجا ڪپڙا ڇنڊي گڏه ڏانهن گهوري چيائين: "بس! وڌيڪ تو کي چوڻ مناسب ناهي، ڇاڪاڻ جو جيڪو تو لاءِ منهنجي زبان تي لفظ تري آيو هو سو تون تہ اُڳ ئي آهين. ڇا چئي ٻڌايانءِ "

(هن نقل مان وڏي نصيحت ملي ٿي. مطلب آهي تہ ارڏي جي ارڏائي ظاهر ڪرڻ مان ڪوبہ سود نہ ٿو سري، ڇاڪاڻ جو ڏنگيءَ هلت واري مان ڪڏهن بہ چڱائيءَ جي توقع ڪري نہ ٿي سگهجي.)

# وتايو فقير

سيد گل محمد شاهہ رضوي

ڏڪڻ سنڌ ۾ ڪنهن زماني ۾ نصرپور، ابل جو ڪوٽ، جو هينئر دڙي جي شڪل ۾ آهي، ڪنڊي جو ڪوٽ (هن وقت اتي ٽنڊي الهيار جو شهر آباد آهي)، اگهم ڪوٽ (جو هن وقت دڙي جي صورت ۾ آهي) آباد شهر هئا. نصرپور شهر درياءَ سنڌ تي آباد هو ۽ ٻيا شهر سنڌوندي جي شاخن تي آباد هئا.

ٿر، مارواڙ يا ڪڇ ۾ ڏڪار پوندو هو تہ اتي جا ماڻهو مذڪوره شهرن ۾ اچي پورهيو ڪري گذر ڪندا هئا. جڏهن وسڪاري جا ڏينهن ايندا هئا تہ پنهنجي ماڳ ورندا هئا. جڏهن برساتون سٺيون پيون تہ اهي ويهي رهندا هئا ۽ کيتي ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي ٻچن جو پيٽ پاليندا هئا. وري جڏهن برسات نہ پئي تہ وري پنهنجو وطن ڇڏيندا هئا ۽ پراوا پٽ وسائيندا هئا. انهن مان هڪ درويش 'کيتو'، پنهنجي ماءُ سان گڏ اگهم ڪوٽ (اگهاماڻي) ۾ آيو ۽ پورهيو ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي ماءُ جو پيٽ پرڻ لڳو. جڏهن ڪڇ ۾ ڳچ سال برسات نہ پئي تہ کيتو پنهنجي ماءُ سميت اتي رهي پيو ۽ انهيءَ جو رهواسي ٿي ويو. مسلمان درويشن جي صحبت ۾ رهڻ ڪري اسلام جو عاشق ٿي پيو ۽ ماءُ سميت مسلمان ٿي ويو ۽ سندس نالو 'وتايو' رکيو ويو.

ڪڏهن ڪڏهن وتائي کي ماءُ چوندي هئي تہ پٽڙا پنهنجي تنگدستي ڪڏهن دور ٿيندي ۽ ٻاڻ ٻين وانگر گذر بسر ڪري سگهنداسون! وتايو ماءُ کي سمجهائيندو هو تہ: امڙ!، ڪڏهن غريبي بہ ڪم ايندي آهي.

اگهم ڪوٽ جا ماڻهو واپاري هئا. پري پري ملڪن جا ماڻهو واپار لاءِ ايندا هئا. انهيءَ ڪري اتي جا رهاڪو ڏينهن عيدالاضحيٰ ۽ رات شب برات وانگر گذاريندا هئا. هر شاهوڪار جي گهر ۾ نوڪر چاڪر ۽ گولا

گوليون گهٽيون هونديون هيون، سڀ ڪم انهن کان ڪرائيندا هئا. زالون سست ٿي ويون هيون. ڪک چني پيٽو ڪونه ڪنديون هيون. رزق وارين شين جي به وٽن ڪا حرمت يا خيال ڪونه هوندو هو ۽ ائين ئي گهٽين گهٽين ۾ ڦٽي ڪري ڇڏينديون هيون. وتايو فقير جڏهن انهن کاڌي جي شين کي اهڙيءَ حالت ۾ ڏسندو هو ته، چوندو هو ته، جا شيءِ انسان جو پيٽ ڀري ۽ ان کي زنده رکي ته جيئن هو الله جي عبادت ڪري، ان جي هيڏي بي حرمتي! ڇا انهن ماڻهن مان الله جو خوف ۽ رزق يا پاڪيزگي نڪري ويئي آهي! ۽ پوءِ خدا کي مخاطب ٿي چوندو هو: خداوند ڪريم! اهي ظلم اگهم ڪوٽ جون سيٺياڻيون ڪن ٿيون ۽ حساب وٺندين اسان جهڙن غريبن کان!

وتائي فقير جي وائي اگهامي ويئي، ۽ مدد خان پٺاڻ خدائي قهر جي صورت ۾ نازل ٿيو. شاهوڪارن کي ڦريندو ۽ ڪين قتل ڪندو پئي ويو. ڪيترن ماڻهن هٿين خالي پيچي جند ڇڏائي. وتايو گڏهه تي رليون رکي ماءُ سميت روانو ٿي ويو ۽ ماءُ کي چيائين: امڙ! ڪتي غريبي به ڪم ايندي آهي. هنيئر ڪيترا سيٺيون ڏن مٿان قربان ٿي ويا ۽ ڪيترا پاڻ جهڙا ئي ڪنگال ٿي ويا آهن.

هن زماني وانگر اڳاٽي وقت ۾ باهه ٻارڻ جون سهولتون ميسر نه هيون. سڀ ڪو ماڻهو ٽانڊو محفوظ رکيو ويٺو هوندو هو. هڪ ڏينهن وتائي جي ماءُ وتائي کي چيو: پٽ! پاڻ وٽان ٽانڊو وسامي ويو آهي، ڪٿان ٽانڊو ڪٺي اچ! وتايو ٽانڊو وٺڻ ويو ۽ ڳچ مهل کان پوءِ هٿين خالي آيو. ماڻس چيو ته: پٽ! ٽانڊو ڪونه آندئي؟ وتائي چيو: امان ڪٿان به ٽانڊوڪونه مليو. ماڻس چيس ته: ابا! دوزخ ۾ وڃي ٽانڊو ڪٺي اچين ها! وتائي جواب ڏنو: امان! اتي به ٽانڊو ڪونه هو سڀ ڪو پاڻ سان ٽانڊو اٽيندو آهي.

اهو سمجهه وارن لاءِ حقيقت جو هڪ نقطو آهي. سمجهه وارا سمجهن.

وتايو فقير ڳوٺ ڳوٺ جو سير ڪندو اچي ٽنڊي الهيار ۾ نڪتو ۽ هتي رهي پيو. هتي سندس ماءُ وفات ڪري وئي. جڏهن وتايو فقير اڪيلو ٿيو ته نصرپور ۽ ٻين ڳوٺن ۾ به وڃڻ لڳو. هڪ دفعي نصرپور ۾ وتايو فقير بيمار ٿي گذاري ويو. ماڻهن ۾ جهڳڙو مچي ويو مسلمان چون ته هي مسلمان

آهي، اسين هن کي پوريندا سون. هندو چوڻ لڳا تہ، هي هندو آهي، اسين ساڙينداسون. ائين جهيڙو وڌي ويو. وتايو رلي ڪڍي اٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو: توهين هٿ بہ مرڻ ڪونہ ڏيندؤ! اتان پنڌ ڪندو شيخ لهندڙي تي اچي پهتو ۽ آسپاس جي ماڻهن کي گڏ ڪري چيائين: "آءٌ مران ته مون کي هٿ پوري ڇڏجو. ائين چئي ليٽي پيو ۽ ڪلمو پڙهي دم ڏنائين. ڪيس اتي ئي غسل ڏئي دفن ڪري ڇڏيائون.

# وتائي فقير جي روحاني منزل

سعد الله سپاهي

سنڌ جي مردم خيز زمين ڪئين گل پيدا ڪيا. جن مان ڪي اولياءَ، عالم، حافظ، شاعر، اديب، سگهڙ ۽ ماهر مفڪر مشهور ٿيا: پر ڪئين اهڙا به هئا، جي بلڪل خاموش زندگي گذاري، وڃي ڌرتيءَ جي هنج ۾ داخل ٿيا. سندن مرڻ بعد معلوم ٿيو ته هي به ڪي پهتل درويش هئا. ٻيا ڪئين اهڙا هئا جن جي نُڪتن، ٽوٽڪن، لطيفن ۽ نظرين مان جيئري ته عوام فائدو پرايو پر سندن مئي به نصيحت ۽ هدايت حاصل ڪندا رهن ٿا.

هونئن ته سنڌ جي گهڻن شاعرن مزاحيه ڪردار ۾ حصو ورتو آهي، جيئن ته رئيس شمس الدين بلبل، محمد هاشم مخلص، نور محمد نظاماڻي وغيره ۽ ٻيا ڪيترا درويش ٿي گذريا آهن. جن جي لطيفن، ٽوٽڪن، نُڪتن ۽ مزاحيه شعر مان عوام جي دلچسپيءَ جو سامان هڪ طرف پيدا ٿيو ته سندس زندگيءَ جو سڌارو ٻئي طرف ٿيو. خود شاهه لطيف به پنهنجي پياري ٻالڪي، "وڳنڌ" سان مذاق ۽ چرچا ڪندو هو جيئن:

آسر سندو آسرو، وڳنڌ ڪي وڏو،
ڄِسي ۾ جڏو پر ڪائڻ لاءِ ڪُرا ڪٽي.

سنڌ جي مزاحيه ڪردارن مان اسان وٽ عام طرح بيربل ۽ ملا دوپيازي جا مزاحيه ٽوٽڪا. پيراڻي ڀنيري جا معنيٰ خيز مزاحيه بيت ۽ ملان لٽر جا ڪجهه لطيفا ۽ وتائي فقير جا ٽوٽڪا مشهور آهن.

پراڻي ڀنيري جا عجيب بيت به پاڻ اندر وڏا روحاني راز رکن ٿا. جيئن:

اُٺ مٺي به ڄڻا، چڙهيا جت وڃن،
ٿلا منهنجي جهول ۾، صلاح هو نه هڻن.
ڏِتِ ڀِراڻو ڀنيرو چوي، وڏا بخيل ٿا ڏسجن.

هن بيت ۾ ڪراماً ڪاتبين ۽ انسان جي عملن بابت احوال آندل آهي.

سڀني مزاحيه ڪردارن مان هن وقت اسان ڪي فقط وتائي فقير جي مزاحيه ڪردار ۽ سندس روحاني رازن بابت ڳالهائڻو آهي. هن مجذوب درويش بابت ماڻهن ۾ اهو عقيدو ويٺل هو تہ جيڪو بہ مراد وند ساگري تان ست پتر ڪٺي، بنا ڪتي ترسڻ جي پنڌ ڪري اچي وتائي فقير جي قبر تي چڙهيندو تہ ان جون من جون مرادون پوريون ٿينديون. ان ڪري اڄ تائين لکها مرادوندن اتي پتر چڙهي قبر کي هڪ ٽڪر جو ڏيک ڏيئي ڇڏيو آهي.

وتائي فقير جي مڪمل سوانح ۽ سندس روحاني منزل بابت ڪا بہ لکت ڪانهي. البتہ تازو ڇپيل ڪتاب "ڄام، ڄاموٽ ۽ ڄامڙا" ۾ سندس فرضي جنم جو سال 1668ع ۽ سندس والد جو نالو ميلا رام لکيل آهي. خبر نہ آهي تہ بروهي صاحب اهي ڳالهيون ڪٿان هٿ ڪيون. ان کان سواءِ وتائي فقير بابت صداقت بوڪ ڊيپو حيدرآباد جي ڇپايل ڪتاب ۾ سندس جنم جو هنڌ تاجپور پنجاب واري لکيل آهي، جو بلڪل غلط آهي. حقيقتاً سندس ڄم تاجپور سنڌ لڳ نصرپور ۾ ٿيو. نصرپور ۾ سندس پيڻ پرڏيل هئي ۽ سندس ساهرا عمرڪوٽ ۾ هئا. اسان جو استاد ماستر ڏالومل ڪتري نصرپوري ڳالهہ ڪندو هو تہ وتايو فقير اسان جو مائٽ هو ۽ مائي موٽل ڪتياڻي عرف منگهي ماءُ. نيٺومل ڪتيءَ جي سندس پيڻ جي ڏوهٽيءَ جو اولاد آهن. اهي مون بہ ڏٺا هئا. وتائي فقير جي تعليم ۽ روحاني منزل بابت بہ ڪا لکت يا ڏند ڪٿا موجود نہ آهي، البتہ سندس ٽوٽڪن مان سندس روحاني منزل جا واضح دليل ملن ٿا.

مسلمان ٿيڻ بعد مائٽن جي مخالفت سبب وتايو فقير ڳوٺ ڇڏي گهمندو رهندو هو. اول اگهاماڻي ۾ مخدوم اسماعيل جي مدرسي ۾ اسلامي تعليم حاصل ڪري رچي ريٽو ٿيو. ان بعد کيس مرشد وٺڻ جي ضرورت محسوس ٿي. جيئن تہ سندن خاندان اصل نصرپور جي رضوي خاندان جو مراد وند هو. ان ڪري پاڻ بہ ان وقت جي رضوي بزرگ شاهہ عنايت شاعر جي خدمت ۾ حاضر ٿي مريد بڻيو. اتان ذڪر فڪر حاصل ڪري وري بہ سياحت تي روانو ٿي ويو پر جيئن تہ سندس والده زنده هئي، ان ڪري سندس خدمت لاءِ تڪڙو تڪڙو نصرپور ايندو هو.

(ياد رهي تہ سندس والده پنهنجي پرڏيل نياڻيءَ وٽ نصرپور ۾ رهندي هئي.)

هڪ دفعي ماڻس چيس: "ابا وتايا! ٻاڙي مان ٽانڊو ڪڻي اچ ته باهه ٻاري ماني پچايان." ماءُ جو حڪم ٻڌي وتايو سڄو ٻاڙو رلي آيو. پر ڪٿان به ٽانڊو نه مليس. تنهن تي ماڻس چيو: وڃي دوزخ مان ئي ٽانڊو ڪڻي اچ! وتايو ويو پر جلد موٽي اچي ماءُ کي چيائين: "امان! دوزخ ۾ ٽانڊو ڪونه آهي ۽ چيائون سڀ ڪو پاڻ سان ٽانڊو اتان (دنيا مان) ڪنيو ايندو آهي.

مٿئين ٽوٽڪي مان معلوم ٿو ٿئي ته. وتائي فقير جي توڙي سندس والده جي وڏي روحاني منزل هئي. تي سگهي ٿو ته هو پنهنجي والده جي محبت ۾ ئي اسلام جي گس تي چڙهيو هجي. تصوف ۾ سندس منزل ڪيتري هئي، سا هيٺين ٽوٽڪن مان ملاحظه فرمايو:

(1) هڪ دفعي وتائي فقير کي درياءَ اڪرڻو هو ڪاٻه ٻيڙي پتڻ تي ڪانه هئي. اتي ٻيا به ڪي مسافر اچي مڙهيا. تڏهن وتائي فقير ٻين مسافرن کي چيو ته. اوهان مان هڪڙو منهنجي دامن پڪڙي ۽ ٻئي وري هڪ ٻئي جي دامن پڪڙين ۽ مون پٺيان پاڻي ۾ گهڙي 'وتايو وتايو' چوندا هلو ته. اوهان کي پار اُڪاريان. هنن ائين ڪيو ۽ "وتايو وتايو" چوندا پاڻي مان هلندا ويا. وچ سير ۾ پهچي ڪن ڏنائون ته وتايو ته "الله الله" جو ورد پيو ڪري، ان ڪري پاڻ ۾ صلاح ڪري سيني "الله الله" جو ورد شروع ڪيو ته اچي لڳا ٻڏڻ ۽ غوطا کائڻ. تڏهن وتائي فقير کين چماٽون هڻي چيو: "اجا پهتا وتائي تائين ڪونه آهيو تڪڙا ٿا الله کي پهچو!"

مذڪوره ٽوٽڪي مان وتائي فقير جي روحاني منزل فنا في الله معلوم ٿئي ٿي. روحانيت جون چار منزلون آهن:

1. فنا في النفس. يعني، پاڻ ۾ فنا ٿيڻ يا پاڻ کي سڃاڻڻ. جنهن لاءِ ڀٽائي صاحب فرمايو آهي: "پهرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي هوءَ لهه."
2. فنا في الشيخ. يعني، مرشد ۾ فنا ٿي وڃڻ. هن منزل تي طالب کي هر هنڌ مرشد ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ هر ڪم ڪيس مرشد طرفان ٿيل ڏسڻ ۾ ايندو آهي. مرشد جي تصور جو مراقب ڪيو ويندو آهي.
3. فنا في الرسول. يعني، رسول ۾ فنا ٿي وڃڻ.
4. فنا في الله. يعني، الله ۾ فنا ٿي وڃڻ ۽ سڀ ڪجهه الله کان ڪري سمجهڻ، بلڪ پاڻ کي الله سمجهڻ. سچل سائين چيو آهي:

"آهيان پاڻ الله، عشق ڪنان ٿو عبد سڏايان."

منصور ۽ سرمد بہ هن منزل تي پهتا هئا. ان ڪري "اناالحق" جو نعرو هنيائون. هن کي همہ اوست بہ چون. جيئن تہ وتايو فقير 'فنا في الله' جي منزل تي رسيل هو ان ڪري "الله الله" جو نعرو هڻندو هليو. پر پيا اچا 'فنا في الشيخ' جي منزل تي هئا. ان وقت سندس مرشد ۽ رهبر وتايو فقير هو ان ڪري ڪين وتايو وتايو ورد ڪرڻ جو حڪم مليو. اهو ڇڏي جڏهن "الله الله" جو ورد ڪرڻ لڳا تہ ٻڏڻ لڳا. ڇو تہ ان منزل تي اچا ڪونہ رسيا هئا.

(2) هڪ دفعي وتايو فقير ٻيڙيءَ تي چڙهي پار وڃڻو هو. ٻيڙي هاڪارڻ مهل ميربحر نعرو هنيو "الله توهار!" تہ وتائي فقير چيس: ترس تہ آءٌ لهان. تو ٿهار جو نالو ورتو آهي. هاڻي ضرور هيءَ ٻيڙي ٻڏندي. وتايو لهي پيو ۽ ٻين بہ جن کي يقين آيو سي لهي پيا. ٻيڙي رواني ٿي. پر سچ پچ اڳتي وڃي ٻڏي ۽ سڀ مسافر ختم ٿي ويا.

هن ٽوٽڪي مان بہ وتائي فقير جي 'فنا في الله' منزل جو پتو پوي ٿو. ڇو تہ وتائي فقير ڏٺو تہ مهاڻي جي منزل ايتري نہ آهي جو الله جو نالو وٺي. ٻيڙيءَ کي پار رسائي. ان ڪري ضرور ٻڏندي. سچ چيو اٿن تہ "هستيءَ سارو هوڪو ڏج." پڇت ڪان مٿي ڪم ڪندو تہ ضرور ڏوڪو کائيندو.

(3) گدري وارو نقل جنهن ۾ آسمان ڏي نهاري چوي ٿو: "الله سائين. تنهنجي نالي مليل ڦٽل گدرو بہ ڏس ۽ تڪي ۾ ورتل گدرو بہ ڏس! ماڻهو تنهنجو قدر تڪي جيترو بہ ڪونہ ٿا ڪن.

(4) ڍڳيءَ ۽ گڏهہ وارو نقل. جنهن ۾ چيائين تہ: "الله سائين! تون هن انڌي جيترو بہ نٿو سمجهين. تون ٻڌين تہ ٿو پر سمجهين ڪونہ ٿو.

(5) مسجد ۾ قلم ڪاغذ کڻي وڃي چوڻ تہ: جي ڪُتو هجين تہ صحيح ڏي. نہ تہ رزق موڪل ۽ پوءِ ڪيس رزق جو ملڻ.

(6) ائين چوڻ تہ: ڏئي ٿو پر ڪنگهائي ٿو ڏئي.

(7) قبرستان ۾ وڃي ويهي رهڻ تہ قرضيءَ جو اڳ ورتو اٿم. هتي تہ ضرور ايندو!

(8) ورهاست ڪرڻ وقت چوڻ تہ: خدائي ورهاست ڪريان يا ماڻهن واري؟

اهي سڀ نقل ظاهر ٿا ڪن تہ. وتايو فقير وڏيءَ منزل وارو هو. ايڏي ساري حجت منزل رسيءَ ٻيو ڪير ڪري؟

مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب "قديم سنڌ جا ستارا" ۾ وتائي فقير بابت ٿورو احوال هن ريت ڏنو آهي:

"وتايو فقير مجذوب، عارف ۽ ڪامل شخص هو. هڪ ڏينهن ڪو ماڻهو مڪليءَ ڏي زيارت لاءِ وڃي رهيو هو ان جي اڳيان ڪو مجذوب فقير به مڪليءَ ڏي زيارت لاءِ پئي ويو ۽ ٻئي طرف وري وتايو فقير مڪليءَ کان واپس اچي رهيو هو تنهن هن ويندڙ مجذوب کي چيو: اڄ ايڏانهن ڇو ٿو وڃين؟ هو ته سڀ هيڏانهن پيا اچن. ڇو ته مخدوم حمزي وفات ڪئي آهي، ان جي جنازي نماز پڙهائڻ لاءِ خود رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اچن ٿا. اڄ ته هلي انهن سان جنازي نماز ۾ شامل ٿيون. هي ٻئي واپس ٺٽي ڏي روانا ٿي ويا ۽ هو ٻيو شخص مڪليءَ تان زيارت ڪري واپس ٺٽي آيو. معلوم ٿيس ته برابر مخدوم حمزيؒ وفات ڪئي آهي. پوءِ پاڻ به جنازي نماز ۾ شريڪ ٿيو. پهرين تڪبير جو آواز غيب مان ٻڌي پوءِ ظاهري امام تڪبير هنئي. اهڙيءَ طرح چار ئي تڪبيرون چوڻ وقت ايئن ڪيائين.

هن مان به معلوم ٿيو ته وتايو فقير هڪ درويش، عارف، اولياءَ ۽ مجذوب هو ۽ سندس روحاني منزل وڏي هئي.

مذڪوره ڪتاب "قديم سنڌ جا ستارا" ۾ مرزا صاحب "وطايه"، ڪري لکيو آهي، حالانڪ اهو صحيح نٿو ڏسجي. جيئن ته وتايو فقير سدائين هلندو گهمندو وتندو هو ان ڪري ڪيس "وتو وتو" چوندا هئا. يعني، هلندڙ وتندڙ ان ڪان پوءِ "وتايه" ٿيو آهي، نه ته اصل مسلمان ٿيڻ وقت سندس نالو "شيخ احمد" رکيو ويو هو.

_والله اعلم بالثواب

# وتائي فقير جون ڪشف ۽ ڪرامتون

'عاصي' عبدالواحد هڪڙو

سنڌ جي سر زمين اها سدوري سرزمين آهي، جنهن جي سيني ۾ هزارين ولين بزرگن ۽ الهه لوڪ انسانن جا آستانا، ماڳ ۽ مڪان موجود آهن. سنڌ جو اهڙو ڪوبه ڳوٺ، واهڙ يا وستي رهيل نه آهي، جنهن ۾ ڪونه ڪو بزرگ يا الله وارو آرامي نه هجي. مطلب ته سنڌ جي چپي چپي ۽ ٻاري ٻاريءَ تي بزرگن ۽ درويشن جون درگاهون، مقبرا ۽ قبرون ملن ٿيون. جتي هزارين عقيدتمندن جون مرادون ماڻڻ لاءِ هر وقت ايندا رهندا آهن. انهن بزرگن دنيا وارن کي پنهنجي فيض جي پالوٽ سان پئي نوازيو آهي.

آءٌ اج توهان آڏو هڪ اهڙي انسان جو تعارف ٿو پيش ڪريان، جيڪو ديوانگيءَ جي روپ ۾ اسان جو رهبر بڻجي آيو جنهن دنيا وارن کي پنهنجي نقلن ۽ نُڪتن جي آڙ ۾ اهو ڪجهه سيکاريو جيڪو حقيقي الله وارن جو پيغام يا صحيح دين اسلام جو رستو چئجي. اها عظيم هستي آهي " حضرت وتايو فقيرؒ ".

وتايو فقير اها شخصيت آهي، جنهن جي جيڪڏهن باريڪ بينيءَ سان ويهي اڀٽار ڪجي ته اسان کي منجهس اهي جوهر ڏسڻ ۾ ايندا، جي شايد ڪنهن هستيءَ ۾ هجن. هي اهو بزرگ آهي، جنهن جا ڪپڙا ليڙون، جُتي چنل، اڀرو گهر، اوڍڻ لاءِ ڪپڙو ۽ کائڻ لاءِ ڪاڏو به پورو نه....!

ولهون ويلا واق جوڳين جهليا جان ۾،
اَجهو ريءَ الله، ڪونهي ڪاپڙين جو.

ليڪن سندس زندگيءَ سان وابسته نقلن ۽ نُڪتن ۾ اها حقيقت ملي ٿي، جنهن ڪيترن ئي ڀليل ۽ ڀٽڪيل انسانن کي راه راست تي آندو.

آءٌ پنهنجي مقالي ۾ چند ڪتابن ۽ معتبر روايتن جي روشنيءَ ۾ وتائي فقير جي ڪشف ۽ ڪرامات جو مختصر طور ذڪر ڪندس. سڀ

ڪان پهريائين وتائي فقير ۽ ساگري جي مٽي يا پٽر جي عنوان سان فقير صاحب جي ڪرامت بيان ڪريان ٿو:

## ساگرو ۽ وتايو

مشهور روايت آهي تہ، وتائي فقير جو چوڻ هو تہ منهنجي مرڻ ڪان پوءِ جيڪو بہ ماڻهو دل ۾ ڪنهن ڪم جي اميد رکي ساگري جي ڪنڌي يا سير جو پٽر ڪٽي، پيرين پيادو بنا ساهي پٽڻ جي، منهنجي قبر تي پهچندو تہ ان جي اها دل واري مراد پوري ٿيندي.

اهو ڪهڙو سبب هو جو وتائي فقير کي ساگري جي ڪنڌيءَ جي پٽر سان ايڏي محبت هئي!

روايت آهي تہ، وتائي فقير کي اوائل جوانيءَ ۾ ڪنهن عورت سان عشق ٿي پيو. اها عورت ۽ سندس خاندان سلطان آباد واري ساگري جي ڪپ تي رهندا هئا ۽ وتايو فقير پنهنجي محبوبہ کي ڏسڻ لاءِ وقت بوقت اتي پيو ايندو هو. جيڪا ڳالهہ ان عورت جي مائٽن کي نہ آئڙي ۽ هو اتان لڏو ڪٽي ڪنهن نامعلوم هنڌ ڏانهن هليا ويا. وتايو فقير جڏهن پنهنجي محبوب جي ماڳن تي پهتو تہ اهي هنڌ ۽ پيٽيون خالي نظر آيس. ڪافي وقت تلاش جاري رکيائين، پر ويڇڻ وارن جو ڪوبہ ڏس پتو نہ پيو. جنهن ڪان پوءِ موٽي انهن ماڳن تي آيو ۽ اتان مٽي ڪٽي پنهنجي پلوَ ۾ ٻڌائين، جيڪا سدائين ساڻس گڏ رهندي هئي. وصيت ڪئي هئائين تہ، منهنجي مرڻ ڪان پوءِ اها مٽي، منهنجي قبر تي رکي وڃي. اها ڳالهہ اڳتي هلي هڪ زنده ڪرامت بڻجي ويئي، جنهن جي ذريعي سوين ماڻهن جون اميدون پوريون ٿيون. هن ڳالهہ جو وڏيڪ ثبوت اهو آهي تہ، چند سال اڳ فقير صاحب جي قبر تي پٽرن جا وڏا ڍير لڳا پيا هوندا هئا.[1]

وتائي فقير جي عشق بابت ڪن ڪتابن ۾ ڄاڻايل آهي تہ، فقير صاحب ڪان ڪنهن پڇيو: "وتايا! ڪڏهن ڪنهن عورت سان عشق ڪيو اٿئي؟" وتائي ورندي ڏني: "جوانيءَ ۾ هڪ عورت سان عشق ٿيو هو پر اهو حقيقي عشق ۾ بدلجي ويو."[2] روايت آهي تہ، وتائي فقير جي فقيريءَ جي شروعات بہ انهيءَ عشق ڪان ٿي. جيئن ئي هن کي مجازي محبوبہ جو وڇوڙو نصيب ٿيو تہ هي ان جي صدمي ڪان بيحال ٿي، آخرڪار پنهنجي حقيقي

مالڪ ڏانهن موٽيو ۽ ان جي ئي عشق ۾ محو ٿي ويو ۽ ان کان پوءِ هن وٽان ڪشف ۽ ڪرامات جون ڳالهيون ظاهر ٿيڻ لڳيون.[3]

وتائي فقير جي ڪشف بابت سڀ کان پهريائين "تحفه الڪرام" جي لائق مصنف. مير علي شير قانع هيٺن لکيو آهي تہ:

"هڪڙو شخص مڪليءَ ڏانهن پئي ويو. وتائي فقير ان کي روڪي چيو تہ. ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ هل پوئتي جو مخدوم حمزو واعظ گذاري ويو آهي ۽ ان جي جنازي نماز جي تياري ٿي رهي آهي، جنهن ۾ امامت لاءِ آقا نامدار صلي الله عليه وسلم جن شريڪ ٿي رهيا آهن. اها ڳالهہ ٻڌي هو فقير بہ پوئتي موٽيو ۽ اهو ماڻهو جنهن اها ڳالهہ ٻڌي، سو بہ فقير جي پوئيان نئي ۾ آيو ۽ ڏنائين تہ. واقعي مخدوم حمزو انتقال ڪري ويو آهي ۽ ان جي جنازي نماز جي تياري ٿي رهي آهي. پوءِ اهو شخص اڳتي وڌي پهرين صف ۾ وڃي بيٺو ۽ جڏهن جنازي نماز شروع ٿي تہ هن امام جي تڪبير کان پهرين غيب مان تڪبيرن جا آواز ٻڌا."[4]

ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي معتبر ڪتابن جي حوالن سان پنهنجي تصنيف "لواريءَ جا لال" ۾ لکيو آهي تہ:

وتايو فقير هميشه مخدوم فيض الله جي مريدن کي گاريون ڏيندو ۽ لتون هڻندو هو پر هڪ دفعي شيخ عبداللطيف کي ڏسي گارين ڏيڻ جي بجاءِ ان جي پٺي وڃي چميائين. جنهن تي ڪنهن شخص پڇيس: اڳي تہ ماڻهن کي گاريون ڏيندا آهيو پر اڄ هي ڇا پيا ڪريو؟ جنهن تي وراڻيائين تہ. آءُ شيخ عبداللطيف جي پٺيءَ ۾ هڪ لائق فرزند پيو ڏسان. جيڪو نور سان پريو پيو آهي. در حقيقت چميون بہ انهيءَ نور کي ٿو ڏيان. ان کان پوءِ جلد ئي شيخ عبداللطيف کي خواجہ محمد زمانؒ جهڙو لائق فرزند عطا ٿيو. جنهن جي بزرگيءَ. فيض ۽ ڪرامات کان سڄي سنڌ واقف آهي.[5]

فقير صاحب جي ڪشف جو ٽيون واقعو ڏانهس منسوب نقلن مان ملي ٿو جنهن ۾ هڪ نقل آهي تہ. وتايو فقير هڪڙي ڏينهن ڳوٺ جي

مسجد شريف ۾ نماز پڙهڻ ويو اچا پهرين رڪعت ختم نہ ٿي هئي تہ وتايو فقير جماعت کان نڪري جدا وڃي نماز پڙهڻ لڳو. جڏهن نماز کان فارغ ٿيو تہ ماڻهن پڇيس تہ. فقير صاحب هيئن ڇو ڪيئي؟ جنهن تي وتائي فقير ورندي ڏني: ڪنهن جي پٺيان نماز پڙهان. ملان تہ پٺي ڍڳي نهاري. مون ٿورو وقت انتظار ڪيو تہ. متان ملان موٽي. پر هو ڍڳيءَ جي پويان اهڙو ويو جو ورڻ جي نہ ڪري. لاچار سندس پٺ ڇڏي، وڃي پنهنجي پاريم.[۵]

وتائي فقير جي ڪشف بابت اهڃاڻ سندس هن نقل مان بہ ملي ٿو جنهن ۾ ٻڌايل آهي تہ وتايو فقير گهمندي گهمندي سندس ساهرن واري شهر عمرڪوٽ ۾ ويو ۽ اتي ڪوهہ تي وڃي پهتو. اتفاق سان اُتي جيڪي پاڻياريون هيون. انهن ۾ فقير جي مڱ بہ هئي. جيڪا سندس ڏٺل ڪانہ هئي، پر ڪشف جي ذريعي پروڙي ويو تہ فلاڻي عورت منهنجي مڱ آهي. پوءِ جڏهن اتي بيٺل عورتن شرارت جي خيال کان فقير صاحب کي چيو تہ اسان کي تہ هٿ ڏنئي، پر هن عورت کي بہ وڃي ڪيڪار، تڏهن فقير کين ورندي ڏني: "چريا ڪريا آهيون، پر پنهنجن کي سڃاڻون ٿا."[۶]

فقير صاحب جي ڪرامات جون ڪئين ڳالهيون مشهور آهن. هتي آءٌ انهن مان چند ڪرامتن جو ذڪر ڪري، پنهنجي مقالي جي پڄاڻي ڪندس.

"ملان محمد جهانگيريءَ" کي فقير صاحب جي دعا جي ڪري جهانگير بادشاهہ جي دربار ۾ وڏي عزت ملي، ايتري قدر جو شهنشاهہ جهانگير جي پياري ملڪہ "نورجهان" جو استاد ٿي رهيو.[۸]

وتائي فقير لاءِ مشهور آهي تہ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي والد کي اولاد ڪونہ ٿيندو هو. ان ڪري دعا واسطي وتائي فقير جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ "دعا ڪريو تہ اولاد عطا ٿئي." وتائي فقير شاهہ صاحب کي دعا ڪندي فرمايو: "توکي ڪي پٽ ڄمندو. جنهن جو نالو عبداللطيف رکجانءِ!" چون ٿا تہ شاهہ حبيب کي هڪ پٽ ڄائو جنهن جو نالو عبداللطيف رکيائين ۽ ان کي دعا لاءِ وتائي فقير جي خدمت ۾ کڻي آيو. وتائي فقير ان کي هنج ۾ کڻي شاهہ حبيب کي چيو تہ. هي نہ. ٻيو! چون ٿا تہ اهو عبداللطيف ستت ئي گذاري ويو. بعد ۾ شاهہ حبيب کي ٻيو پٽ ڄائو. جنهن جو نالو عبداللطيف رکيو ويو ۽ ان کي پوءِ وتائي فقير جي خدمت ۾ دعا واسطي آندو ويو. ليڪن وتائي فقير ان کي بہ ڏسي چيو: هي

نہ پيو! اهو عبداللطيف بہ جلد گذاري ويو. ان بعد شاهہ حبيب کي ٽيون پٽ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ؒ پيدا ٿي.

جڏهن شاهہ حبيب ان کي وتائي وٽ کڻي آيو تہ فقير صاحب ڀٽائي گهوٽ کي گود ۾ کڻي جهنگ ۾ ڪنهن پاسي گم ٿيو. اندازاً ڇئن يا اٺن پهرن تائين گم هو. شاهہ حبيب، وتائي فقير کي تمام گهڻو ڳوليو ليڪن فقير هٿ نہ آيو. آخرڪار ڌنارن جي هڪ ٽوليءَ کان پتو پيو تہ هنن جهنگ ۾ هڪ درويش کي ڦرندي ڏٺو آهي ۽ سندس هنج ۾ هڪڙو ننڍڙو ٻارڙو پڻ آهي. انهيءَ ڏس ملڻ کان ٿوري دير پوءِ وتايو فقير، حضرت شاهہ عبداللطيف کي کڻي آيو ۽ شاهہ حبيب کي مخاطب ٿي چيائين: "روئڻا، رو نہ هي وٽ پنهنجي امانت، مون جيڪو چيو ٿي، اُهو هي آهي."[9]

هڪ دفعي وتائي فقير جي گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهہ ڪونہ هو. ماڻس کيس چيو تہ وڃي خدا کي سوال ڪر تہ ڪجهہ کائڻ لاءِ موڪلي. اها ڳالهہ ٻڌي وتايو فقير سڌو مسجد ۾ ويو ۽ ممبر تي ويهي الله سائين کي عرض ڪيائين: يا الله! تون رزاق آهين ۽ سڀني کي رزق رسائين ٿو پوءِ مون وٽ ڪجهہ ڪونہ آهي، هاڻي جيڪڏهن رازق آهين تہ رزق موڪل ۽ جي ڪٿو هجين تہ اها ڳالهہ ڪر! فقير صاحب اهي لفظ چئي مسجد مان نڪري گهر پهتو تہ پويان سڏ ٿيو. فقير صاحب ٻاهر نڪتو ڏسي تہ هڪ ماڻهو ان جي ٻوري گڏهہ تي ڪنيو بيٺو آهي ۽ فقير صاحب کي چيائين تہ هي اوهان لاءِ آندو اٿم. فقير صاحب ٻوري ڪٽائي گهر آيو ۽ الله جو شڪر ادا ڪيائين.[10]

وتايو فقير گهمندي ڦرندي جڏهن اگهاماٽي شهر ۾ ايندو هو تہ هڪ ڇاتل سڇاتل مسجد ۾ نماز پڙهڻ جي ڪوشش ڪندو هو پر مسجد جو ملان فقير صاحب کي چريو سمجهي لوڏي ڪڍندو ۽ وتايو فقير بہ اها جٺ پيو سهندو هو پر هڪ دفعي کيس الاءِ جي ڪهڙو خيال آيو جو ملان ڏي منهن ڪري چيائين تہ "مسجد سڳوري! مون کي تہ تڙايو اٿئي، پر ڪنديءَ تون بہ ياد، تو ۾ بہ چٻرا ويهندا. اهو اشارو ملان ڏانهن ئي هو.[11]

آخر ۾ وتائي فقير جي هڪ مشهور ڪرامت جو ذڪر ڪندس، جيڪا هن طرح آهي تہ: وتايو فقير هڪ دفعي درياءَ جي پرئين پر تي ويو ان لاءِ ٻيڙيءَ تي چڙهي بيٺو. جڏهن ٻيڙي هلڻ جو وقت ٿيو تہ ملاح الله توهار ڪري ٻيڙيءَ جا ونجهہ سنوان ڪيا. وتايو فقير هڪدم ٻيڙيءَ تان لهي پيو ۽ مهاڻي کي چيائين تہ ڪهڙي ڦهار جو نالو ورتو اٿئي! انهيءَ ڳالهہ تان

ٻيڙيءَ ۾ ويٺل به پيا ماڻهو به لهي پيا. ٻيڙي جڏهن وچ سير ۾ پهتي، تڏهن اٿلي پئي ۽ ٻڏي ويئي. وتايو فقير ٻيڙيءَ کي ڏسندو رهيو. جڏهن ٻيڙي غرق ٿي ويئي، تڏهن وتايو فقير سڌو ڪنجي درياءَ ۾ گهڙي پيو. وتائي فقير سان جيڪي به ماڻهو ٻيڙيءَ مان لهي پيا هئا، تن جو فقير کي ويندي ڏٺو تڏهن فقير کي عرض ڪيائون ته اسان کي به وٺيون هل! فقير هڪڙو هٿ هڪڙي جي ڪن ۾ ۽ ٻيو هٿ ٻئي جي ڪن ۾ وڌو ۽ ٻنهي کي چيائين ته اوهين 'وتايو وتايو' ڪندا رهو. جڏهن وچ سير ۾ پهتا ته ڏٺائون ته وتايو فقير 'الله الله' ڪندو پيو هلي. تڏهن هنن به 'وتايو وتايو' ڇڏي 'الله الله' ڪرڻ شروع ڪيو ته ٻڏڻ لڳا. فقير ٻنهي کي هڪڙي چماٽ هڻي چيو ته، اچا پهتا وتائي تي ڪونه آهيو يڪدم 'الله الله' ٿا ڪريو! [12]

هن ڳالهه مان وتائي جي درياهه ۾ گهڙڻ واري ڪرامت ۽ پار پهچڻ کان علاوه اسان کي اهو سبق ٿو ملي ته الله سائين تائين پهچڻ لاءِ الله جي پيارن جو وسيلو وٺڻ لازمي آهي.

## حوالا ۽ واڌارا

(1) 'عاصي' عبدالوحيد هڪڙو. "ٽنڊوالهيار سب ڊويزن جون لوڪ ڪهاڻيون" (اڻ ڇپيل ڪتاب). راقم کي سنڌ جي سڄاڻ ماڻهن سان ملاقات دوران مختلف روايتون مليون، جنهن ۾ وتائي جي محبوبه جا نالا به مختلف مليا. جيئن: وسائي، وسنديءَ هوا، هدايت ۽ ساران وغيره. جيڪي هتان لڏڻ کان پوءِ لاڙ ڏانهن روانا ٿيا.

(2) نذير حسين پٽني، "وتايو فقير". صداقت بوڪ ڊپو، بڪسيلر شاهي بازار، حيدرآباد، ص 29_30.

(3) راقم جو ڪتاب، "ٽنڊوالهيار سب ڊويزن جون لوڪ ڪهاڻيون" (اڻ ڇپيل).

(4) مير علي شير قانع، "تحفه الڪرام" (سنڌي ترجمو). مخدوم امير احمد، ص 550.

(5) ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، "لواريءَ جا لال". ڪراچي ايڊيوڪيشن پبلشنگ ڪمپني، ص 46، 47. شيخ حاجي عبداللطيف تي خواجه محمد زمانؒ 21 رمضان 1125 هجري مطابق 1713ع ۾ تولد ٿيو. ممڪن آهي ته وتائي فقير خواجه محمد زمانؒ جي جنم کان به ٿي سال پوءِ انتقال ڪيو هجي. انهيءَ لحاظ سان وتائي فقير اٽڪل روءِ 1126 هجري يا 1128 هجري مطابق 1713ع ۽ 1715ع جي وچ ڌاري وفات ڪئي هوندي.

(6) محمد اسماعيل عرساڻي ۽ الهه بخش ٽالپر، "وتايو فقير"، آر ايچ احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد، ص 11.

(7) ايضاً: ص 3.

وتائي فقير وارو کوهه عمرڪوٽ شهر ۾ اڃا بہ مشهور آهي. جيڪو بس اسٽاپ جي پرسان آهي. ليڪن انهيءَ کوهه جو قدر اهڙو ڪيو ويو آهي. جو شهر جو گند انهيءَ ۾ ڦٽو ڪيو ويندو آهي. راقم اهو کوهه ڪن دوستن سان ڏٺو آهي. کوهه ۾ اندر مورتيون بہ آهن.

(8) مير علي شير قانع. "تحفه الڪرام" (سنڌي ترجمو). مخدوم امير احمد. ص 457.
جهانگير "نورجهان" کي 25 ربيع الاول 1025 هجري، مطابق 1616ع ۾ اجمير ۾ نورجهان جو خطاب ڏنو. مظهر شاهجهاني، ص 3. مقدمہ جو حاشيو نمبر 11.

(9) مير عبدالحسين سانگي. "لطائف لطيفي" ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز. حيدرآباد. ص 91.

(10) نذير حسين پٽي. "وتايو فقير". صداقت بوڪ ڊپو حيدرآباد. ص. 24.

(11) محمد سومار شيخ "بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ". لاڙ ادبي سوسائٽي. بدين. ص 165-166.

مياں عبدالغني ڪلهوڙو مدد خان پٺاڻ کي سنہ 81-1780ع ڌاري سنڌ تي چاڙهي آيو. جنهن اچڻ سان سنڌ جا وسندڙ شهر ويران ڪيا. جنهن ۾ نصرپور. فتح باغ. اگهم ڪوٽ يا اگهاماڻو بدين وغيره قابل ذڪر آهن. وتائي فقير اگهم ڪوٽ جي عظيم عالم مخدوم اسماعيل سومري وٽ تعليم ورتي. مخدوم صاحب 998 هجري ڌاري وفات ڪئي. چون ٿا تہ وتائي فقير کي مدرسي پڙهڻ دوران سنڌس سبق ياد نہ ٿيندو هو پر هو ٻين جا سبق برزبان ياد پڙهي ٻڌائيندو هو. وتائي فقير جو مرشد يا جنهن کان وتائي کي ونڊ يا فيض مليو اهو آهي حضرت ميون ڀهيون چانيهو. جنهن جي وفات جو سن 1001هجري آهي. انهيءَ مان واضح آهي تہ وتائي فقير جي عمر ان وقت 20-25 سال کن هوندي. جو هن ميين وهيين کان ونڊ ورتي. چون ٿا تہ ميون جڏهن بہ نصرپور ۾ ايندو هو تہ اوائل ۾ وتائي فقير کي گهرائيندو هو ۽ ساڻس رس رهاڻيون ڪندو هو. انهن روايتن جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو تہ وتائي فقير جو جنم 975 هجري ۽ 980 هجريءَ جي وچ ڌاري ٿيو هوندو. چون ٿا تہ وتائي فقير جي جنم جو هنڌ نصرپور ئي آهي.

(12) محمد اسماعيل عرسائي ۽ الهہ بخش ٽالپر. "وتايو فقير". آر ايچ احمد اينڊ برادري. حيدرآباد. ص 11، 12.

## راوي

(1) محمد حسن ٻگهيو صاحب. ڳوٺ رتن آباد. تعلقو ميرپورخاص. حال حيات.

(2) جان محمد شاهہ جيلاني. ڳوٺ پير وسڻ تعلقو ٽنڊوالهيار. وفات ڪيل.

(3) حاجي خان هڪڙو. ڳوٺ حاجي محمد جعفر هڪڙو تعلقو ٽنڊوالهيار. حال حيات.

(4) ماستر ڀڏو ڀگهيو ڳوٺ حاجي منو ڀگهيو تعلقو ميرپورخاص. وفات ڪيل.
(5) محمد ابراهيم ڀلائي. ڳوٺ حاجي محمد جعفر هڪڙو تعلقو ٽنڊوالهيار. حال حيات.
(6) سگھڙ مرحوم حاصل هڪڙو ڳوٺ حاجي محمد جعفر هڪڙو تعلقو ٽنڊوالهيار. وفات ڪيل.

ٿورائتو آهيان ٻين ڪيترن ئي سڄڻن، عالمن ۽ اديبن جو جن کان به ڪافي روايتون مليون آهن.

## مدد ڪتاب


(1) مير عبدالحسين 'سانگي'. "لطائف لطيفي" (فارسي). انجمن مرڪز ثقافت شاه عبداللطيف ڀٽ شاه ضلعو حيدرآباد 1967ع
(2) مير علي شير 'قانع'. "تحفه الڪرام" (سنڌي ترجمو) مخدوم امير احمد. سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. 1934ع
(3) ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي. "لواريءَ جا لال". ڪراچي ايجوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني. 1934ع
(4) محمد موسيٰ ڪمال خان ابڙو "تحفن جي مٺ". ڇپائيندڙ ڪمال خان ولد محمد اسماعيل انڙ ميرپورخاص.
(5) محمد حنيف مهر ڪاڇيلوي. "جنوبي سنڌ کي چند قلعي". محمد حفيظ مهر. پاڪ مجاهد انجمن. محله اورنگ آباد. ميرپورخاص.
(6) ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو. "وينجهار". (ڇاپو ٻيو). شاه محمد عباسي. لاڙڪاڻو 1964ع
(7) محمد سومار شيخ. "بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ". لاڙ ادبي سوسائٽي. بدين. 1984ع
(8) علي احمد بروهي. "ڄام. ڄاموٽ ۽ ڄامڙا". ناشر عزيز سنڌي 1984ع
(9) نذير حسين ڀٽي. "وتايو فقير" (ڇاپو ٽيون). صداقت بڪ ڊپو شاهي بازار. حيدرآباد. 1981ع
(10) محمد اسماعيل عرسائي ۽ الهه بخش ٽالپر. "وتايو فقير". آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس حيدرآباد. 1977ع
(11) حافظ بدرالدين. "وتايو فقير". آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس. حيدرآباد. 1977ع
(12) 'عاصي' عبدالواحد هڪڙو "ٽنڊوالهيار سب ڊويزن جون لوڪ ڪهاڻيون". اڻ ڇپيل.
(13) صوفي غلام مصطفيٰ. "وتايو فقير". روزنامه 'عبرت'. حيدرآباد. 19 سيپٽمبر 1984ع
(14) محمد پناهه ڦرڙو خط رونامه 'عبرت' حيدرآباد 28 سيپٽمبر 1984ع
(15) يوسف ميرڪ. "مظهر شاهجهاني". مترجم. نياز همايوني. سنڌي ادبي بورڊ. حيدرآباد. 1979ع

# وتايو فقير

دوست محمد فدا ٽيپو

جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن آخرت جي سفر تي اُسهيا تہ دنيا ۾ پيغمبرن جي اچڻ جو سلسلو ختم ٿي ويو. دنيا وارا رهبريءَ لاءِ محتاج ٿيڻ جي ويا ۽ ڏٽيءَ جي در ٻاڏائڻ لڳا. آخر الله پاڪ ٻانهن جي انهيءَ بيڪسيءَ ۽ بيوسيءَ واري حالت تي رحم فرمائي، سندن رهبريءَ جو بندوبست ڪيو ۽ انهن منجهان ئي ڪي ٻانها رهبر ڪري موڪليا. جن کي اسين عالم، فاضل، درويش ۽ فقير وغيره ڪوٺيون ٿا. انهن جو ڪم آهي اوجهڙ ۾ آيل ۽ اوتڙ ويل انسانن کي راهہ ڏانهن موٽائڻ، يا سنڌ ڪرڻ. جن جي وصف حضرت پٽ ڌڻيءَ جي لفظن ۾ هن طرح آهي:

اوتڙ ڪنهن نہ اوليا، سنڌ ويا سالم،
هيڪائي ۾ هيڪ ٿيا، احد سين عالم،
بي بها بالم، آگي ڪيا اگهين.

فقيرن جي طبقي ۾ هوندئن تہ ڪيترائي قسم آهن، پر اهي سيئي ٻن قسمن ۾ ورهائجي وڃن ٿا، 'سالڪ' ۽ 'مجذوب'. سالڪ اهي آهن، جيڪي ظاهري طرح انسان جي رهبري ڪندي ڏسبا آهن ۽ مجذوب وري ڪن انوکن ۽ نرالن طريقن سان خدمت خلق مشغول آهن. انهن جو هڪ اهڙو تولو آهي، جنهن ۾ ٻئي رنگ موجود آهن. يعني، سالڪ بہ آهن تہ مجذوب بہ. اها حقيقت اصل ۾ هيئن آهي تہ ڪي سالڪ فقير اهڙا هوندا آهن، جيڪي پاڻ کي مجذوبيت جي روپ ۾ لڪائي هلندا آهن، تہ جيئن دنيا وارن جي گرفت کان آزاد رهي، پنهنجو ڪم ڪري سگهن. انهن فقيرن جو اصلاحي طريقو اهو هوندو آهي تہ اُهي عالمانہ واعظ ۽ فقيرانہ نصيحتن کان هٽي ڪري، اڻ سڌن ۽ اشارتي يقين سان انسان جي رهبري ڪن ٿا.

نکي نمن ناٽ کي، ناٽ نہ نمائين،
جاتا ڪن نہ جوڳ جي، جوڳ نہ جهارين،
آديسي آئين، اهڃاڻون الماس جون.

اسان جي هن سيمينار جو هيرو 'وتايو فقير' بہ انهن آديسن مان هڪ هو جنهن کي عام طرح ماڻهو چريو ۽ 'ٻالو ٻولو' سمجهندا هئا، پر اصل ۾ هو فقيرن جي انهي عظيم گروهہ مان هو جن لاءِ لطيف سائين اجهو هيئن فرمايو آهي:

نہ گندا، نہ گبري، نہ لانگوٽي لڪ،
جيڏانهن پرين وک، تيڏان صاحب سامهون.

وتايو فقير، جنهن جو ذڪر ڪيترن معتبر ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن ۾ آيل آهي، سو اهڙو الله لوڪ ۽ تارڪ فقير هو. جنهن پنهنجي زندگي پيغمبرانہ سنت موجب گذاري، ابوجهن ۽ اياڻن انسانن جي رهبري پئي ڪئي. سندن قولن ۾ اهڙا ڪئين گفتا ملن ٿا، جن کي افاديت ۽ رهبري جي لحاظ کان دائمي ۽ ابدي حيثيت حاصل آهي. جيئن:

- خدا ڏئي ٿو پر ڪنگهائي ڪنگهائي پوءِ ڏئي ٿو.
- خدا جونالو هيٺ ۽ رهڻي جو ماڻ مٿي.
- خدا جي نالي مليل گدرو ڦٽل ۽ تڪي ۾ مليل گدرو سٺو.
- ڪتي ڪتي اڻ هوند بہ وڏي ڪم اچي ٿي.
- چڱو جو رهيو اڇلي چڏيم، نہ تہ ڪرڙ وانگر لاهہ نڪري وڃن ها.
وغيره. وغيره

فقير صاحب جي چيل گفتن ۾ سڀ کان وڌيڪ ۽ اهم اُهي آهن، جن ۾ سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح موت جو تصور ملي ٿو. اهو ان ڪري ٿو چوان تہ موت اهڙو وار آهي، جنهن کان ڪوبہ بچي نٿو سگهي ۽ موت ئي اها منزل آهي، جيڪا سوچن جو رخ بدلايو ٿي ڇڏي ڪنهن فيلسوف جو چوڻ آهي تہ "دنيا جا سڀ فلسفا موت وٽ اچي ختم ٿي ٿا." ان لاءِ رڳو چند لمحن جي خاطر پاڻ کي جيڪڏهن موت جي بستري تي تصور ڪري سوچ ڪبي تہ دنيا جن سڀ رنگينيون ۽ رعنايون خاڪ نظر ايندي‌ون. "جيڪي ڪُنيءَ ۾ هوندو اُهو پاٽ ۾ پوندو." يا "جوَ پوکي، ڪڻڪ ڪوبہ نہ لڻندو." يعني، جهڙا عمل هوندا، اهڙو ئي نتيجو حاصل ٿيندو. هن ڏس ۾

وتائي فقير کھڙو نہ لاجواب ڇيو آهي تہ: "دوزخ ۾ ٽانڊو ٽئي ڪونہ. سڀ ڪو وڃڻ وارو پنهنجا ٽانڊا پاڻ سان کڻي ويندو آهي."

هتي سوال ٿو اُٿي تہ ٽانڊن کان ڪيئن بچجي؟ جواب آهي تہ "موت کي ياد ڪجي." موت ياد رهيو تہ ٻيون سيئي ڳالهيون وسريل رهنديون ۽ بندو هر وقت پنهنجي مالڪ ڏانهن رجوع رهي. "الدنيا مزرعه الآخرة" جي فلسفي کي سمجهي، پنهجي زندگي سجائي بنائي سگهندو. انهيءَ حڪمت جي خيال کان ئي وتائي فقير، دنيا جي دام ۾ ڦاٿل انسان کي موت جي يادگيري ڏيارڻ خاطر، چورن جا پيرا کڻي، واهر سان گڏ هلڻ بدران قبرستان جو رخ ڪيو هو ۽ عليٰ الاعلان اهو چيو هٿائين: "آخر ڪيڏانهن ويندا. ڦري ڦري نيٺ تہ هتي ايندا." اها ئي منزل آهي جنهن تي عارضي دنيا جو خاتمو ٿي وڃي ٿو ۽ اڳتي اهڙي دنيا جي شروعات ٿئي ٿي، جنهن لاءِ لطيف سائينءَ جي لفظن ۾ هيئن درست ٿيندو:

نڪا خبر خواب، نڪو اوڻي آئيو،
هُتي جو هِتِ ڪنهن ڏنو ڪونہ جواب،
حميرن حساب، ڪوه ڇاٽان ڪھڙو ٿيو؟

# حق موجود

## سيد يار محمد شاھ لکياري

سنڌ ملڪ ۾ فقيرن، درويشن ۽ اوليائن پنهنجي سُخنن، قولن ۽ شعرن ذريعي سنڌ جي سانگيئڙن، ماروئڙن، جهانگيئڙن، عام خاص خلق کي حق جي راھ تي هلڻ جي تلقين پئي ڪئي آهي. حضرت وتايو فقير عليه رحمه بہ انهن برگزيده عظيم انسانن منجهان هڪ هو. سندس اصل نالو وتو مل ولد سڳڻو مل هو. ٻارهين صدي هجريءَ جي وچ ڌاري نصرپور شهر ۾ ڄائو هو. هيءُ ننڍي هوندي کان ئي نهايت سلڇڻو ۽ نياز نوڙت وارو، رحمدل ۽ سخي طبيعت وارو هو.

سڳڻو مل نصرپور ۾ سيڌي جو دڪان هلائيندو هو. سندس وفات کان پوءِ اهو دڪان وتو مل هلائيندو هو. ان سمي ملڪ ۾ اڃي ڏڪار پيو ۽ غريب مسڪين ماڻهو بک ۾ پاھ ٿي رهيا هئا. وتومل انساني همدرديءَ جي لحاظ کان انهن بکايلن کي اٽو چانور ۽ ٻيون کاڌي جون شيون مفت ڏيندو هو. اها ڳالھ آسپاس ۾ مشهور ٿي ويئي ۽ غريبن، مسڪينن، يتيمن، بيوهُن، محتاجن، بکايلن جون ڀيڙون سندس دڪان تي اچڻ شروع ٿي ويون. هن سخي مرد ڪنهن کي بہ خالي هٿين نہ موٽايو. مٿن ماڻھن گھڻو ئي سمجھايس تہ تو جيڪو هٽ هلايو آهي، تنهن ۾ ڪٿي ڪنگال ٿي ويندين، پوءِ اهي ماڻھو پڇندئي ڪونہ ۽ دنيا ۾ ڏاڍو دکي ٿيندين. پر هن سخي مرد انهن جي هڪ بہ نہ ٻڌي ۽ خيرات ڪندو رهيو. آخرڪا دڪان صفا خالي ٿي ويو. پوءِ جيڪا نقدي ۽ سون چاندي هئس، ان جو سيڌو سامان وٺي ورهايائين. آخرڪار گھر جي جاءِ ۽ دڪان بہ وڪرو ڪري، ان جو سيڌو سامان وٺي ورهايائين. پوءِ انهن سيٺين کان قرض تي سيڌو وٺڻ لاءِ ويو جيڪي اڳي ڪيس اوڌر تي سامان ڏيڻ لاءِ آڇون ڪندا هئا. پرهاڻي ضرورت وقت انهن ڪيس اوڌر ڏيڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو.

چي: "اڳي تون عزت آبروءَ وارو ماڻهو هئين. تڏهن اسان تو کي اوڌر تي سامان ڏيڻ جون آڇون ٿي ڪيون. هاڻي تون ڪٽي ڪنگال ٿي ويو آهين. سو اسين تو کي اوڌر ڏيئي پنهنجا پئسا ضايع ڪرڻ لاءِ تيار ناهيون." بلڪ مٿانئس کلون ٺٺوليون ۽ چٽرون ڪري طعنا مهڻا به ڏنائون.

وتومل جنهن شهر ۾ عزت آبروءَ سان رهيو هو، اُتي ماڻهن جي منهن ڦيرائڻ سبب پنهنجي بي عزتي ڏسي شهر کي ڇڏي هليو ويو. دنيا جي تلخ تجربن ۽ ماڻهن جي نامناسب روين سبب هن کي دلي صدمو پهتو ۽ هن جي زندگيءَ ۾ وڏي تبديلي اچي ويئي. هن جي دل طلسمي دنيٰ جي بي بقا ۽ بي وفا شين تان کڄي ويئي ۽ بقادار ۽ وفادار حقيقي شين جو طلبگار ٿيو ۽ انهن جي حاصلت لاءِ غور فڪر، سوچ سمجهه سان متلاشي ٿيو. هن جي دل ۾ خيال اُتپن ٿيندا هئا ته آءٌ ڪٿان آيو آهيان، وري ڪيڏانهن ويندس، ڪهڙي ڪم لاءِ موڪليو ويو آهيان ۽ ڪري ڇا رهيو آهيان ۽ جيڪي ڪي ڏسي سگهجي ٿو، ٻڌي سگهجي ٿو يا سمجهي سگهجي ٿو، بس اُهو ئي آهي يا ان کان سواءِ اُهو ڪي به آهي، جيڪي نڪي ڏسي سگهجي ٿو، نڪي ٻڌي سگهجي ٿو پر يقين آهي ته اُهو آهي! اهڙن سوين خيالن جو طلاطم سمنڊ جي لهرين وانگر هن جي دل تي چڙهندو لهندو رهيو.

اهڙيءَ طرح هيءَ حق جي راهه جو ڳولائو ٿيو. جنهن لاءِ هن جي دل ۾ فقيرن، درويشن، اوليائن ۽ ساڌن سنتن جي صحبت پيدا ٿي ۽ جتي جتي ڪنهن درويش جو ڏس پتو ملندو هوس ته پيرين پنڌ وڃي. هن جي صحبت حاصل ڪندو هو. اهڙيءَ طرح سلوڪ جي راهه جون منزلون طئي ڪري مرشد جي عنايت سان هن کي روحاني قوت جيڪا خدائي ذات آهي سا نصيب ٿي، جيڪا فقط سچين دلين ۾ واسو ٿي ڪري، جنهن جي ذريعي هن کي سچ پلئه پيو. جنهن لاءِ لطيف سائين فرمائي ٿو:

جني سودي سچ جو وکر وهايو
يخر و لهم بشري، جو انين لئي آيو
تن کي لالڻ لنگهايو، ساندارو سمونڊ جو.

سامي چوي ٿو:

سچ سچاتو جن، کوه ڪريندا ڪوڙ کي،
مرگهه ترشنا جي جل ڏيءِ سالڪ ڪين ٻڪن،
رتا رنگ رهن، ائٿي پهر الک سين.

اهڙيءَ طرح حق جي راهه تي هلنديءَ مرشد جي رهبري ساڻ حقيقت محمديءَ جي ڄاڻ حاصل ٿيس ۽ سچي دل سان دين محمد (صلي الله عليه وسلم) اختيار ڪيائين. جيڪو دين اسلام، دين فطرت، دين الاهي، صلح ڪل، مذهب انسانيت آهي، جنهن جو مقصد اتحاد انساني، امن عالم، ترقي بني آدم آهي؛ جنهن جي حوصلي لاءِ محبت، مروت، صداقت ۽ رحمدلي جي ضرورت آهي. جنهن ۾ رڳو سچ آهي، ڪوڙ هرگز ناهي. جنهن ۾ انصاف آهي، بي انصافي هرگز ناهي. جنهن ۾ ايمانداري آهي، بي ايمان هرگز ناهي. جنهن ۾ نيڪ نيتي آهي، بدنيتي هرگز ناهي. جنهن ۾ خير خواهي آهي، بدخواهي هرگز ناهي. جنهن ۾ پر اُپڪاري آهي، خلق آزاري هرگز ناهي. جنهن ۾ بلند اخلاقي آهي، بداخلاقي هرگز ناهي.

اهو سچو دين اسلام اختيار ڪري هيءَ وتومل مان وتايو فقير ٿيو. هن جا مٽ مائٽ هندو ناراض ٿيا ۽ هن سان تعلق توڙي سوشل بائڪاٽ ڪري، الزام، تهمتون ۽ بهتان مڙهي ڪيس چريو ڪريو ٺڙيل، ديوانو، نادان چئي، هن کي خوار بدنام ڪرڻ لڳا ۽ مسلمانن هن جي ڪا قدرداني ڪانه ڪئي، جنهن ڪري هي مسڪينيءَ، مفلسيءَ ۽ ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ فاقه ڪشيءَ واري زندگي گذاريندو رهيو.

حضرت وتايو فقير هاڻي سچ جي خزاني سان مالا مال هو. هو خلق جي اهڙي بدليل رويي کان رنجيده نه ٿيندو هو ڇو ته کيس معلوم ٿي ويو هو ته، حق جي راهه اوکي آهي. انهيءَ راهه ۾ ڪئين رڪاوٽون ۽ ڪنڊا پکڙيل آهن. لاهيون چاڙهيون آهن. لطيف سائين فرمائي ٿو:

اوکي راهه الله جي، اوکيءَ پيت،
جي ڏيهائي ڏيهه جا، تن پڻ موڙهي مُت،
آچاران اُبت گهڙ، گهاٽي نينهن سين.

حضرت وتائي فقير عليه رحمت سوچي سمجهي مرشد جي رهبريءَ سان، سچيءَ دل سان، دين اسلام قبول ڪيو هو ۽ سچي زندگي ديني احڪامن جو پيروڪار رهيو، پر جيڪي رڳو جزبي ۽ دل کان ڇوٽڪاري لاءِ مسلمان ٿيا هئا، تن لاءِ لطيف سائين فرمائي ٿو:

ان پر نہ ايمان، جئن ڪلمہ گو ڪوئائين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهئين.

عام چوڻ آهي تہ سنڌ ملڪ ۾ سوا لک اولياءَ ٿي گذريا آهن. پر انهن مان تمام ڪن ٿورن جي پوري حقيقت معلوم ٿي سگهي آهي، باقي ٻين جي حقيقت جو اجا تائين پورو پتو پئجي نہ سگهيو آهي. حضرت وتايو فقير عليہ رحمت بہ ٻہ صديون ساندہ ڪٻڙن جي ويڙهيءَ ۾ مٽيءَ جي ڍير هيٺان لڪل رهيو. جنهن کي هاڻي ڪڍي نروار ڪيو ويو آهي.

# وتايو فقير، نصيرالدين هوجا ۽ سي ـ ڪبايان

**الطاف شيخ**

ملائيشا ۾ هن پاسي ’سي ڪبايان‘ جا قصا ائين مشهور آهن، جيئن پاڻ وٽ سنڌ ۾ وتائي فقير جا يا ترڪيءَ پاسي نصيرالدين هوجه جا. فرق فقط اهو آهي ته وتائي فقير کي هر وقت پنهنجي رب سان شڪايت هئي، جڏهن ته نصيرالدين هوجه کي پنهنجي سس سان. پر سي ڪبايان کي وري پنهنجي سهري سان ـ جيڪو پاڻ وري پنهنجي نائي (سي ڪبايان) مان بيزار هو.

اسان جي سنڌ ۾ مثال مشهور آهي ته وتايو فقير پنڌ ڪري جڏهن ٿڪجي پيو ته پنهنجي اپائٽهار کي ٻاڏايائين ته منهنجا مولا پنڌ ڪري ڪري ٿڪجي پيو آهيان. هن جهنگل ۾ ڪا سواري ڏيار ته ان تي چڙهي ڳوٺ تائين پهچان.

ٿوري دير اڳتي هليو ته ڏٺائين ته هڪ پوليس واري جي گهوڙي وچ رستي تي ڦر ڄڻيو ٻيٺي هئي ۽ پوليس وارو ڪنهن واٽهڙوءَ جي ڳولا ۾ هو جيڪو سندس مدد ڪري. وتائي کي ڏسي هڪل ڪيائين: ”اڙي هيڏانهن اچ. هي ڦر ته ٽاٽي تائين کڻائي هل.“

وتايو ڦر ڪلهي تي رکي چپن ۾ ٻڙڪيو: ”منهنجا مولا سڻين ٿو پر سمجهين نٿو. مون چيومانءِ ته مون کي پنهنجي چڙهيءَ لاءِ سواري کپي، جنهن تي آئون چڙهي ڳوٺ پيڙو ٿيان يا سواري منهنجي مٿان چڙهي هلي.“

اهڙيءَ طرح گاهي ٻه گاهي وتايو رب سان پيو شڪوه شڪايت ڪندو هو. ڪڏهن سندس دعا سان گڏهن بجاءِ ڳئون مرڻ تي، ته ڪڏهن گهر ۾ اُن کٽڻ تي. بهرحال وتائي فقير جي رب سان شڪايت هلندي رهندي هئي، پر وري ڏسبو ته خلق ۾ رب جي نانءَ جي ٻي قدريءَ تي سندس اندر به سڙيو ٿي، جڏهن گدري وڪڻندڙ کي ٽڪي عيوض پلو گدرو ڏيندي

ڏنائين ۽ رب جي نانءُ ڦتل ستل گدرو ڏيندي ڏنائين ته خدا کي چيائين:
"اجهو خلق ۾ تنهنجي نانءَ جو قدر ٽڪي جيترو به ڪونهي رهيو."

وري وڏيري جي ونگار لاءِ ماڻهو ڪٺا ڪندڙ ڪمدار جي رويي تي، جنهن پاڙي جي ڪنهن تڦنگ جو ماڻهو سڏائيندڙ ڪي ته وچڻ ڏنو پر وتائي فقير جو رب جو ماڻهو سڏايو ته ڪٽي ونگار لاءِ سوگهو جهلائينس. ان تي فقير کي مڻيان لڳي ته زماني جي وڏيري جي ماڻهو جي عزت هر ڪو پيو ڪري، پر جيڪو سڄيءَ ڪائنات جو مالڪ ۽ خالق آهي ان رب جي ماڻهوءَ کي هر ڪو پيو ڌڪاري ۽ ستائي.

اهڙا انيڪ قصا آهن، جن رب پاڪ جي بي قدريءَ تي ڪيس عبرت ٿي اچي ۽ هو ان جو اظهار پنهنجي انداز ۾ ٿو ڪري.

نصيرالدين هوجا جا به وتائي فقير ۽ سي ڪبايان وانگر ٽوٽڪا مشهور آهن. پرانهن مان لڳي ٿو ته هن غريب جي سس تمام ڏنگي طبيعت جي هئي ۽ ڪيس چڱو چتو ڪيو هٺائين. ايتري قدر جو هوءَ جڏهن درياهه ۾ ٻڏي ويئي ته سندس لاش کي نصيرالدين درياهه جي وهڪ ڏي نه، پر ابتي طرف ڳولڻ لڳو. واٽ ويندڙڻ ڪيس سمجهائيندي چيو: "بابا جنهن پاسي درياهه جو لاهه آهي، لاش کي ان پاسي ڳولڻ کپي. مٿي ڪوهه پيو وڃين؟"

نصيرالدين معصوم صورت ٺاهي چيو: "يارو توهان کي منهنجي سَسُ جي خبر ناهي ته هوءَ ڪهڙي ڦريل دماغ جي عورت هئي. هوءَ هميشه الٽو سوچيندي هئي، سو پڪ ٻڏڻ بعد ابتو پاسو ورتو هونداڻين."

هڪ رات ملان نصير اوچتو آڌي رات زال کي رڙ ڪئي، پاڳن پري اٿي عينڪ ته ڪٽي ڏي ته پائي سمهان. زال وراڻيس: پلا عينڪ پائي سمهڻ ۾ وري ڪهڙي حڪمت سُجهي اٿئي. ملاڻ وراڻيو: مون خواب ۾ هڪ عورت دوزخ ڏانهن ويندي ڏٺو آرين پارين ماڻهين جهڙي هئي، پر چٽي نظر ڪانه ٿي آيم. سو سوچيان ٿو ته وري اجهو ٿي نظر اچي، سو عينڪ پائي سمهان ته جيئن چٽي نظر اچي ۽ پڪ ڪري وٺان ته پوءِ توکي ٻڌايان ته اجهو ماڻهين جي پرڪارن ڪري سندس اڳئين جهان ۾ اهو حشر ٿيڻ وارو اٿئي.

سو ملان نصيرالدين سس تي پيو سڙيون ٻوٽيون ڪائيندو هو. ڪيس لوئڻ جو ڪو موقعو هٿان ڪونه وڃڻ ڏيندو هو. جو سسڻس شايد اهڙي ڏنگي هئي.

اهڙيءَ طرح سي ڪباين جا قصا بہ مشهور آهن. پر هي همراهہ وري پنهنجي سهري مان بيزار هو جنهن کي وري پنهنجي نانيءَ کان هر وقت اها شڪايت هئي تہ هو سست آهي، ٿوٽي جو ٿوٽي آهي، ڪو ڪم نٿو پهچيس وغيره وغيره. ان ڪري سهرو ڪباين سان جنيون ڪندو وتندو هو پر ڪڏهن ڪڏهن آخر چوٽ ڪباين بدران سندس سهري کي ئي رسندي هئي، جيئن هن ڪهاڻيءَ مان لڳي ٿو.

هڪ ڏينهن ڪباين کي سندس سهري گاهہ ڪرڻ لاءِ ٻنيءَ تي موڪليو. ٿوري دير بعد جڏهن بہ وڏيون پريون گاهہ جون تي ويون تہ هو گهر ڏي موٽڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. گاهہ جون پريون چڱيون ڳريون هيون ۽ هن کي پنهنجي سهري جي گهر تائين انهن پرين سان گڏ پنڌ موٽڻو هو. بهرحال هڪ ڊگهي ڪاٺي ڪٽي هڪ هڪ پري هڪ ڪنڊ کان ٻڌي ڪنوانيءَ وانگر ڪاٺيءَ جو وچ ڪلهي تي رکي هلڻ لڳو. گاهہ جي گهڻي وزن ڪري ڪاٺي هن جي ڪلهي تي وڏ وجهي رهي هئي ۽ ڪيس رکي رکي ساهي پٽڻي ٿي پيئي.

ڪجهہ دير هلڻ بعد اوچتو هن کي پري کان هڪ گهوڙو نظر آيو. جيڪو سندس سهري جو هو ۽ اهو چرندو واپس گهر ڏي وڃي رهيو هو. سندس ڳچيءَ ۾ لغام بہ پيل هو. ڪباين گاهہ جون پريون رکي گهوڙي ڏي ويو ۽ لغام کان جهلي گاهہ وٽ وٺي آيس. پوءِ گاهہ جون ٻئي پريون متانئس رکيائين ۽ پاڻ گهوڙي پٺيان آهستي آهستي هلڻ لڳو. گهرپهچڻ کان اڳ رستي تي هڪ ٽڪري آئي ٿي، جيڪا چڱي خاصي اتاهين هئي ۽ ڪباين پنهنجو پاڻ ۾ مٿي چڙهڻ جو سَتُ نہ پئي ساريو سو گهوڙي کي بيهاري پاڻ بہ ان جي پٺيءَ تي گاهہ جي پوين تي ويٺو.

گهوڙو آهستي آهستي ٽڪريءَ تي چڙهڻ لڳو. ٿورو مٿي چڙهڻ بعد گهوڙي جي رفتار اڃا بہ گهٽجڻ لڳي. ڪباين کي خيال آيو: "گهوڙو شايد ٿڪجي پيو آهي. اهو منهنجي سهري جو گهوڙو آهي ۽ جي هو ٿڪل ٿڪل گهر پهچندو تہ سهرو مون تي ڪاوڙبو. ٿي سگهي ٿو تہ هن کي هن وقت گهوڙي تي چڙهي ڪيڏانهن ويڻو هجي ۽ غريب گهوڙي تي واقعي گهڻو بار آهي۔ گاهہ جي ٻن پرين کان سواءِ منهنجو وزن پڻ ان تي آهي."

ڪجهہ دير سوچڻ بعد ڪباين کي دماغ ۾ هڪ رٿ آئي، سو ٻئي گاهہ جون پريون گهوڙي جي پٺيءَ تان ڪٽي ڪنوانيءَ ذريعي وري پنهنجن

ڪلهن تي ڪٽي رکيائين. وزن ڪري ڪِنجهندو ڪرڪندو گهوڙو نيٺ سندس سهري جي گهر تائين پهتو. سهري گهوڙي مٿان ڪبايان ۽ ان مٿان گاهه جون پريون ڏسي تعجب مان پڇيو: اڙي ڪبايان هي ڇا تماشو ڪيو اٿئي؟ گهوڙي مٿان چڙهي گاهه وري ڀاڻ تي رکيو پيو اچين!"

ڪبايان معصوميت مان وراڻيو: "چاچا ڳالهه هيءَ آهي تہ مون کي خبر آهي تہ توهان جي گهوڙي کي گهڻو بار کڻائيندس تہ توهان جو گهوڙو ٿڪجي پوندو ۽ توهان مون تي ڪاوڙ ڪندو. ان ڪري مون سوچيو تہ گاهه آئون ٿو کڻي هلان ۽ گهوڙو فقط مون کي کڻي هلي."

بهرحال ڪبايان ۽ سندس سهري جا ڪافي قصا مليشيا طرف مشهور آهن. ۽ اهڙو ڪونہ ڪو ڪردار هر خطي جو هوندو آهي، جنهن جا ٽوٽڪا ۽ نڪتا ماڻهو لاءِ ڪل ڀوڳ سان گڏ نصيحت وارو ڪم پڻ ڏيندا آهن. ان ماهري ۾ اسان جو وتايو فقير سڀني کان سرس آهي ۽ سندس هر ٽوٽڪي ۾ ڪانہ ڪا نصيحت پري ڳالهه سمايل هوندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۾ لاڙ کان اتر تائين ڪو اهڙو ماڻهو ورلي ليي، جنهن کي وتائي فقير جو ڪونہ ڪو نقل برزبان ياد نہ هجي.

# وتائي فقير، بهلول، عبيد زاڪانيءَ ۽ ملا نصيرالدين جي ظرافت ۾ حقيقت شناسي

پروفيسر ڊاڪٽر گل حسن لغاري

وتايو فقير، جنهن جا مزاحيه ٽوٽڪا، نقل نظير سنڌ ۾ عام آهن، ان درويش صفت انسان جي زندگي، حالات ۽ ان دور متعلق سيمينار ڪوٺائڻ به حقيقت پسنديءَ جو ثبوت آهي ۽ ائين چئجي ته،

"اڃا به ڪي آهين، جوڳي هن جهان ۾."

عام طرح سان وتائي فقير جي پوڳ پريل ۽ ڪلائيندڙ ڳالهين کي محض تفريح ۽ وندر لاءِ مجلس يا محفل جو سينگار بڻايو ويندو آهي، پر اها هن درويش منش انسان جي فڪر، صدق و اخلاص، بيباڪيءَ، دانائيءَ ۽ حڪمت سان بي انصافي آهي؛ جو ته سندس ظرافت ۽ مزاحيه انداز واري گفتگو ۾ حقيقت ۽ عرفان سمايل آهي، جنهن کي پروڙڻ جي ڪوشش ته نه ڪئي ويئي، بلڪ اڪثريت سان صرف طنز و مزاح جي حد تائين "چريائپ" جي لقب سان نوازيو ويو اها هڪ وڏي ڀل آهي. هن فقير جي بيان ڪيل نُڪتن ۾ جيتوڻيڪ ڪيترين ئي ڳالهين ۾ وڌاءُ کان ڪم ورتو ويو آهي ۽ اهڙا به نقل سندس نالي سان منسوب ڪيا ويا آهن، جيڪي اهڙي قلندر صفت انسان جي زندگي ۽ خيال سان نٿا ٺهڪن. ان ڪري انهيءَ جي ڇنڊڇاڻ ضروري آهي.

جيئن ته پاڻ اصل ۾ هندو هو پوءِ مسلمان ٿيو صفا ۽ سڌو انسان هو. چٽيون ۽ نروار ڳالهيون چئي ڏيندو هو. ان ڪري هندو سرمائيدار هن کي قبول نه ڪيو ۽ بااثر مسلمان جي نزديڪ به هن کي ڪو شرف حاصل نه ٿيو. ايتري قدر جو ڪيس نصرپور مان به لڏڻو پيو. جيو وڃي ٿو ته سندس مڱڻو عمرڪوٽ جي ڪنهن خاندان مان ٿيو هو. پر سندس ساهريجن ڪيس چريو

سمجهي سگ نہ ڏنو. سندس پنڌ ۾ پيچرا عمرڪوٽ پيا ٿيندا هئا. چون ٿا تہ، جڏهن هو عمرڪوٽ ۾ لامبي[1] کوهہ وٽان اچي لنگهيو تہ اتي پاڻي پريندڙ ڪن ڇوڪرين کي، امان ادي چئي، پيار سان مٽي تي هٿ پٽي گهمايائين، تڏهن انهن مان هڪ ڇوڪريءَ چيو: وتايا، هن ڇوڪريءَ جي مٽي تي بہ هٿ گهماءِ! انهيءَ تي فقير جواب ڏنو: "ڇريا ڪريا آهيون، پر ماءُ پيٽ جي ساڃاهہ رکون ٿا. هي لچ ٿي چڪي آهي، ان ڪري هن جي مٽي تي هٿ نہ ڦيربو."

اها ڳالهہ تہ نهايت مختصر آهي ۽ تفريح طبع جو سامان بہ مهيا ڪري ٿي، پر هن درويش جي گفتي ۾ جيڪا غيرت، لڄ ۽ عزت آهي، ان جي لاءِ گهڻن ورقن ورائڻ جي ضرورت نہ آهي. اها هڪ عام فهم ۽ سادي حقيقت آهي، جنهن کي پڙهيل يا اڻ پڙهيل پروڙي سگهي ٿو ليڪن هن فقير جي اخلاقي قدرن، سچائي ۽ صدق کي نہ سمجهيو ويو ۽ ڀالو ڀولو سمجهي، سندس ساهرا بہ سگ ڏيڻ کان ڦري ويا. اهڙيءَ ريت معاشري ۾ هن جي دانائيءَ جي ڳالهين جو مذاق اڏايو ويو. سندس ظرافت ۽ مزاحيہ ڳالهين کي سهيڙڻ ۽ گڏ ڪرڻ جي بجاءِ، روايتي انداز سان هر دور ۾ بيان ڪيو پيو ويو.

سندس حسب نسب يا ڄمڻ جي تاريخ وغيره متعلق ڪا بہ مستند معلومات نہ آهي. انهيءَ جي باوجود سندس نقلن جي وسيلي عوامي تاثر مجود آهي، ڇو تہ هن فقير عام ماڻهن سان پنهنجا معاشرتي ۽ انساني تعلقات قائم رکيا ۽ ڪنڌ وني نہ ويٺو. سمجهڻ ۾ اچي ٿو تہ هن وقت جي حڪمرانن جي ڪا بہ تعريف نہ ڪئي ۽ نہ ئي حاڪمن ۽ عاملن جي نزديڪ ويو ۽ نہ ئي وڏن ماڻهن ۽ بااثر حلقي جي خوشامد ڪئي.

سندس همعصر ڪنهن بہ مؤرخ، هن جي شخصيت، سمجهہ، دانائي ۽ حڪمت واري گفتار ڏانهن ڌيان نہ ڏنو. اهو تہ سندس هردلعزيزيءَ ۽ ظرافت جو رنگ هو، جيڪو عام ماڻهن جي دلين تائين نقلن جي صورت ۾ قائم رهيو. اصل ۾ "جن پنهنجو پاڻ سڃاتو، تن پنهنجي رب کي سڃاتو." اهڙا ماڻهو ئي انساني عظمت جو احساس رکندڙ آهن ۽ رمز شناس هوندا آهن.

حضرت علي عليہ السلام فرمايئن ٿا:

1. **افضل المعرفه معرفه الانسان لنفسهٔ.**

(انسان لاءِ بهترين معرفت، پاڻ سڃاڻڻ آهي)

2. افضل العقل معرفه المرءِ نفسهٗ فمن عرف نفسهٗ عقل و من جلها ضل.
(بهترين عقل، پنهنجي پاڻ سڃاڻڻ آهي: جنهن پاڻ کي سڃاتو تنهن عقل جي روشني سان نيڪ بختي جي راهه هٿ ڪئي: جيڪو پاڻ کان بيخبر ۽ غافل رهيو سو گمراهه ٿيو.)

عرب و عجم يا جنوبي ايشيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ خودشناس شخصيتون پيدا ٿيون آهن: ڪن جو ذڪر درويشن ۾ آهي، ته ڪي بزرگ ۽ عالم ٿي گذريا آهن: ڪي شاعر ۽ نُڪته سنج شمار ٿيا آهن. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪيترائي 'مشاهير' ٿي گذريا آهن. پر وتائي فقير جو ڪو خاص ذڪر يا حوالو نه ٿو ملي: چو ته ڪيس صرف ٽوٽڪن ۽ نقلن جي حد تائين رکيو ويو.

تاريخي لحاظ کان ڏٺو وڃي ته مزاحيه قصا ۽ ڪهاڻيون، تفريح، خوشدلي، مذاق، شوخي ۽ نمڪيني جو رواج عرب و عجم ۽ جنوبي ايشيا جي اڪثر ملڪن ۾ پئي رهيو آهي. وتائي فقير وانگر ٻيون به ڪيتريون ئي شخصيتون اهل دل ۽ اهل عرفان ٿي گذريون آهن، جن کي دنيا وارن ديوانو قرار ڏيئي نظر انداز ڪيو آهي: حالانڪ انهن خودشناس انسانن جي فڪر ۽ عرفان موجب دنيا جا چاهيندڙ ديوانا آهن ۽ انهن عارفن دنيا وارن کي ديوانو سمجهي، پنهنجو منفرد رستو اختيار ڪيو. مثلاً بهلول[2] لاءِ چيو وڃي ٿو ته، هن کي ديوانو قرار ڏنو ويو هو. جيتوڻيڪ هو هڪ خودشناس ۽ حقيقت پسند انسان هو. سندس حقيقت پسندانه نقل نموني طور ڏجن ٿا:

هارون الرشيد هڪ دفعي بهلول کان پڇيو: تنهنجي نزديڪ دوست ترين شخص ڪير آهي؟ بهلول جواب ڏنو: "اهو جيڪو مون کي پيٽ ڀري کارائي." هارون چيو ته: "جيڪڏهن آءٌ تو کي ٻڌ تي پيٽ ڀري کارايان ته مون کي پنهنجو دوست سمجهندين؟" بهلول جواب ڏنو ته: "دوستي ايتري تڪڙي ۽ روڪڙي نه آهي."

بهلول ڪجهه وقت بصره ۾ رهڻ لڳو. اتي ڪيس چيائون ته، "بصره جا ديوانا شمار ڪر." جواب ڏنائين ته: "آءٌ خود انهيءَ شمار کان ٻاهر آهيان. پر جيڪڏهن چئو ته عقل وارا شمار ڪريان ته، انهن جو تعداد تمام قليل آهي."

بهلول جي انهيءَ گفتار ۾ وتائي فقير جي ٻچار مان دانائي ۽ حڪمت معلوم ٿئي ٿي. اهل علم ۽ اهل قلم، ظرافت، طنز ۽ مزاح تي مبني مختلف درويشن، عارفن، عالمن ۽ شاعرن جا ٽوٽڪا، نقل ۽ نظير قلمبند ڪيا آهن، جنهن جو عربي، فارسي، ترڪي وغيره ۾ گهڻو ذخيرو ملي ٿو. ۽ انهيءَ گفتار ۾ زندگيءَ جو ڪونه ڪو پهلو ضرور سمايل آهي. پوءِ اهو سياسي، سماجي، معاشي يا معاشرتي هجي يا علم ۽ عرفان جو حامل هجي.

سنڌ ۾ وتائي فقير جا ٽوٽڪا ۽ نقل به علم عرفان جي لحاظ کان ايراني شاعر عبيد زاڪانيءَ يا ترڪيءَ جي ملا نصير الدين کان گهٽ نه آهن. ايترو ضرور آهي ته ايراني تخيل جو اثر سنڌ تي شروع کان پئي رهيو آهي، پوءِ اهو شعر هجي، طنز و مزاح هجي يا روايتي قسم جون ڳالهيون هجن. ايراني فڪر ۽ عرفان ۾ پرده داري ۽ اشاراتي لطافت آهي. ان ۾ برهنگي ۽ درشتي نه آهي، نفاست ۽ لطافت آهي. ظرافت، ڪنهن مقصد جي آئينه دار آهي ۽ ان مقصد ڏانهن اڪثريت جو ڌيان نه هوندو آهي، جنهن ڪري گهڻي خلق اصلي فڪر ۽ عرفان کان محروم آهي. عبيد زاڪاني پنهنجي دور جو وڏو شاعر ٿي ذريو آهي ۽ سندس فارسي نثر ۾ لطيفا ۽ نقل ملن ٿا، جيڪي تمام مشهور آهن ۽ انهن ۾ به اصلاحي ۽ تنقيدي پهلو شامل آهي. مثلاً: هڪ ڏينهن هڪ شخص، هڪ ڪمزور ۽ هيٺي خچر تي سوار وڃي رهيو هو. ڪنهن شخص هن کان پڇيو: "ڪيڏانهن ٿو وڃين؟" جواب ڏنائين ته "جمعي جي نماز لاءِ جامع مسجد ڏانهن وڃي رهيو آهيان." ان شخص چيو: "ميان! اڄ ته اڱارو آهي، جمعو ڪٿي آهي؟" جواب ڏنائين: "ادا منهنجا! تو کي ڪهڙي خبر. هن خچر تي جيڪڏهن ڇنڇر تي جامع مسجد جو منهن ڏسڻ نصيب ٿيو ته پوءِ پاڻ کي خوش قسمت سمجهندس.!"

• هڪ ديواني کان پڇيائون ته، تون پنهنجي پروردگار کي سڃاڻين ٿو؟ چيائين ته: ڇو نٿو سڃاڻان؟ اهو جيڪو مون کي هميشه بکيو ۽ اگهاڙو رکي ٿو. جنهن منهنجو عقل ڦري ورتو آهي ۽ شهر جا ٻار مون تي ڇڏيا اٿس ۽ مون کي هميشه جي مصيبت ۾ مبتلا ڪيو اٿس!

اهڙي ريت ترڪيءَ جي ادب ۾ به لطائف ۽ ظرائف جو وڏو ذخيرو آهي، جنهن جو پس منظر اخلاقي ۽ اصلاحي آهي. ترڪ، ايران ۽ سنڌ جا ماڻهو لطائف ۽ ظرائف کان زياده متاثر ٿيندا آهن. ڇو ته انهن جي لطيفن، ٽوٽڪن ۽ مزاحيه گفتار ۾ معنوي ۽ لطيف رنگ سمايل آهي. وتائي فقير

جي لطيفن ۽ ٽوٽڪن ۾ بہ معنوي ۽ حقيقي رنگ ملي ٿو. انهيءَ لحاظ کان، هيءَ فقير اهل عرفان شمار ٿئي ٿو.

ترڪن وٽ وري ملا نصير الدين لطائف ۽ ظرائف جي ڪري مشهور آهي ۽ انهيءَ فن جو ترجمان آهي. ملا نصير الدين جي تاريخي يا نيم تاريخي يا فرضي شخصيت ترڪن وٽ ايتري پسنديده آهي، جيتري ايرانين وٽ عبيد زاڪانيءَ جي ۽ اسان وٽ وتايو فقير. ترڪن جي لطائف ۾ بہ اصلاح ۽ حقيقت جي اُپٽار ڪلي آهي. "چون ٿا تہ هڪ ڏينهن ملا نصير الدين وٽ ڪو مهمان آيو. ماني کائڻ کان پوءِ مهمان موڪلايو. ملا کيس دروازي تائين ڇڏڻ آيو ۽ کيس عزت احترام سان الوداع ڪيائين. موڪلائڻ وقت مهمان، ملا کي چيو: سندس پنڌ پري آهي ۽ کيس گڏھ سواري لاءِ ڏنو وڃي. ملا کيس جواب ڏنو تہ وٽس گڏھ نہ آهي. ايتري ۾ سندس گهر مان گڏھ هينگون ڏيڻ شروع ڪيون. اهو ٻڌي مهمان وراڻيو: "ملا! اجايو ڪوڙ ڇو ٿو ڳالهائين. اهو گهر ۾ ڪير ٿو هينگون ڏئي! انهيءَ تي ملا نهايت سنجيدگيءَ سان جواب ڏنو تهي "يائو! افسوس آهي، تون منهنجي ڳالهہ تي اعتبار نٿو ڪرين، پر گڏھ جي هينگن تي اعتبار ڪرين ٿو!"

ڏٺو وڃي تہ هن لطيفي ۾ انسان ۽ گڏھ جي شرف ۽ ذات جي ڀيٽ ڪيل آهي، جنهن ۾ اخلاقي پهلو بہ آهي، پر دلچسپي ۽ مزاح پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوڙ بہ شامل آهي. ساڳي طرح سان وتائي فقير جا ٽوٽڪا ۽ مزاحيہ نقل اصلي صورت ۾ بہ آهن تہ ڪن ۾ وڌاءُ ڪيل بہ آهي، تنهن هوندي بہ اخلاقي ۽ اصلاحي پهلو ضرور موجود آهي. جيئن چيو وڃي ٿو تہ. وتائي کي سندس والده چيو تہ. کائڻ لاءِ گهر ۾ اچين ٿو پر گهر ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي، ڇو تہ ڪمائين نٿو. اهو ٻڌي هي درويش گهران نڪتو ۽ مسجد شريف مان قرآن شريف کڻي وڃي وڻ تي چڙهي ويٺو ۽ خدا کي چوڻ لڳو: منهنجي روزيءَ ۾ جي ڪٽو آهين تہ رک قرآن شريف تي هٿ يا روزي ڏي!" انهيءَ دوران هڪ اُٺ وارو اتان اچي لنگهيو ۽ وتائي فقير جي گهر جو ڏس پڇيائين. اُٺ تي هڪ ان جي ٻوري بہ رکيل هئي. وتايو وڻ تان لهي آيو. هن کي وٺي گهر تائين پهتو ۽ ان جي ٻوري لهرائي رکيائين ۽ والده کي چيائين: "ڏنائين، پر کُٽڻ جو قسم نہ کنيائين."

اهڙيءَ ريت وتائي فقير پنهجي پر ۾ خدا سان راز و نياز يا شڪايت و شڪوه عارفانه نموني سان ڪيو آهي. سندس خراب گدڙي وارو نقل به انهيءَ قسم جو آهي، جنهن ۾ هو ٻڌائي ٿو ته، ماڻهن وٽ خدا تعاليٰ جي نالي جي اهميت ڪيتري آهي ۽ روڪڙ يا نقد پئسن جو قدر ڇا آهي؟ اهو انهيءَ ڪري آهي جو سماجي نظام ۾ انتظام ۾ عزت و عظمت پئسي واري کي آهي. ايتري قدر جو خدا تعاليٰ جو نالو به ماڻهن کي وسريو وڃي، حالانڪ اهو ڏاتار ۽ غني آهي؛ سندس اڳيان ئي سڀ مخلوق فقير ۽ پينو آهي.

هن درويش پاڻ کي "الله جو ماڻهو" چوايو ته بيگر ۾ قابو ٿي ويو. بيگر جو بار برداشت ڪيائين، پر پاڻ کي بااثر ۽ ڪاٽڪو ماڻهن ڏانهن منسوب نه ڪيائين. اهو معاشري جي اوچ ۽ نيچ جو نتيجو آهي، جو سچا، مخلص ۽ ايماندار ماڻهو هر دور ۾ آزمائش هيٺ پئي رهيا آهن. وتائي جو فڪر، دانائي ۽ عرفان هر دور ۾ نئون آهي. جتي به ڌن دولت ۽ دنياوي جاه و جلال آهي، اتي ضرور ڪا بي انصافي ٿيل آهي ۽ بقول وتائي فقير جي "هر ڪو ٽانڊو هتان ڪٺي وڃي ٿو."

سندس نقل، ٽوٽڪا ۽ مزاحيه فقرا عزت و ناموس، غيرت و حميت، انساني عظمت ۽ پنهنجي شناس جو شاهڪار آهن. اهي معاشري جي ناهموار حالتن جي عڪاسي ڪندڙ آهن. غريبن، ابوجهن ۽ يتيمن جا ترجمان آهن. بااثر، ڪاٽڪو پاٽاريدار ۽ بدڪردار عمال ۽ حڪام جي نشاندهي ڪندڙ آهن. صرف سوچ ۽ فڪر جي ضرورت آهي. سندس بصيرت افروز نُڪتن جي معنويت ۽ اصليت ڏي نگاه ڪرڻ جي ضرورت آهي، بس!

**اشارا:**

1. لامبي، لامبو = وڏو تلاءُ. عمرڪوٽ جي قلعي جي پاسي کان هڪ وڏو تلاءُ هوندو هو جنهن کي "لامبو" چيو ويندو هو. ان تلاءُ (لامبي) واريءَ جڳهه تي هن وقت به هڪ کوهه موجود آهي، جنهن کي وتائيءَ جو کوهه به چون ٿا. کوهه ڦٽي چڪو آهي ۽ ان کي ختم ڪيو پيو وڃي. اهو عمرڪوٽ جي اتر طرف ميرپورخاص- ڇور رستي جي لڳ آهي ۽ اتي هن وقت هاءِ سڪول ۽ ڪاليج جو گرائونڊ آهي.

2. بهلول = سندس نالو وهيب بن عمرو ڪوفي هو. پنهنجي زماني جو صوفي، عالم، ڪامل، عارف ۽ اسرار الاهيءَ جو ڪشف رکندڙ هو. سندس وفات 192هہ ۾ ٿي.
3. عليان = سندس اصل نالو علي هو ۽ بهلول جو همعصر هو. سندس نقل ۽ ٽوٽڪا عاقلانہ ۽ عارفانہ چيا وڃن ٿا.

# وتايو فقير

**مير حاجي محمد بخش ٽالپر**

جهڙيءَ طرح لوڪ گيتن جي ناهيندڙن جي خبر نہ ٿي پوي، اهڙيءَ طرح لوڪ روايتن ۾ بہ اهڙن عوامي ماڻهن جي صحيح خبر پوڻ ناممڪن نہ تہ بہ مشڪل ضرور آهي. انهن کي انگريزي ۾ (Legendin Leginc) روايتي شخصيت چئي سگهجي ٿو. هڙن ماڻهن جو نہ تاريخ سان واسطو هو. نہ وري ان وقت ههڙن ماڻهن جو تاريخ ۾ ذڪر درج ڪيو ويندو هو. هي عوام مان اڀريا، عوام ۾ ئي ختم ٿي ويا. هنن جو ذڪر پنهنجي منفرد مزاج ۽ عمومي روايتن ۾ ئي ملي ٿو پر هنن جي حڪايتن ۾ عوامي خودساختہ روايتن ڪافي اضافو ڪيو آهي. تعجب اهو آهي تہ ههڙيون شخصيتون، بنا مذهبي ڀيد ۽ ڀاءَ جي اڪثريت وٽ مقبول آهن. نہ رڳو سنڌ م بلڪ ٻين ملڪن ۾ بہ وتائي جهڙا نہ، تہ بہ هن سان ملندڙ جلندڙ شخصيتون ۽ ڪردار ضرور ٿي گذريا آهن. جيئن شيخ چلي، ملا نصير الدين ۽ ملان دوپيازه وغيره.

سنڌ ۾ بہ اهڙيون شخصيتون ٿي گذريون آهن، جن جي وتائي فقير سان تہ مڪمل طرح ڀيٽ نٿي ڪري سگهجي، بلڪ هو بہ عوامي روايتن جو مرڪز آهن ۽ ڪن سان تہ فحش ڳالهيون بہ منسوب آهن، تہ ڪي وري پنهنجي اڻڄاڻائيءَ ۽ ساده لوحي ڪان مشهور آهن. مثلاً: ملا لٽر نٿي وارو، پيراڻو پنير و ضلعي سانگهڙ جو سومر شڪاري تعلقو حيدر آباد، ننگر خان بڊاڻي مري، تعلقو ڪپرو ۽ اهڙيءَ طرح ڳولها ڪبي تہ پيا بہ ڪيترا ئي ماڻهو ملي ويندا.

پويان بہ ماڻهو انگريزن جي اوائلي دور جا ۽ ميرپورخاص جي اميرن جا ماڻهو هئا، پر سچ پچ تہ وتايو فقير سيني ۾ نرالو منفرد، سالڪ مجذوب ۽ صاحب امانت هو. موازنہ ڪرڻ لاءِ شيخ چلي جو مثال وٺو. هو هڪ سودائي

۽ اجايا خيال پچائڻ وارو شخص هو. ڪنهن شخص گيهه جي دلي کڻائڻ لاءِ هڪ روپيو مزوريءَ تي دلو کڻائي هلڻ لاءِ چيس تہ همراهہ دل ۾ خيال ڪندو آيو تہ مان هن مان ڪڪڙيون وٺندس، اُهي ڏاريندس، گهٽيون ٿيون تہ وڪڻي ٻڪريون وٺندس، ان مان ڍڳيون ڏاريندس، اهڙ وڪڻي شادي ڪندس، پوءِ ٻار ڄمندا. پوءِ زال سان ماني تان ڪاوڙجي گهر کان ٻاهر نڪرندس ۽ پٽ پرچائڻ لاءِ ايندو تہ امان ٿي سڏئي، تہ ڪنڌ ڏوٽي ناڪار ڪندس. سچ پچ جو ڪنڌ ڏوٽيائين تہ گيهہ جو دلو اچي پٽ تي ڪريو ۽ مالڪ موچڙو لاهي بيهي رهيس تہ تو منهنجو نقصان ڪري وڌو. شيخ چلي چيو: "ميان! تنهنجو فقط گيهہ جو دلو ويو آهي، منهنجو تہ گهر ٻار زال سڀ هليا ويا. وڏو نقصان تنهنجو نہ پر منهنجو ٿيو آهي، هاڻ اهو نقصان تون ڀري ڏي"يعني، هن جي شخصيت هڪ سودائي ۽ خيالي هئي.

ملا نصير الدين ترڪيءَ جو هو پڙهيل ملان هو. ان لاءِ چوندا آهن تہ هن هڪ دفعي هڪ سير گوشت وٺي گهر موڪليو تہ هن کي رڌيو تہ مان مڪتب مان ٿي اچي ماني کائيندس. مائيءَ جون ڪي ساهيڙيون آيون، سو گوشت رڌي انهن کي کارائي ڇڏيائين. ملي اچي ڏٺو تہ ميدان صاف آهي. مائيءَ چيس تہ سمورو گوشت ٻلي کائي وئي آهي. ملي کي ڪاوڙ هئي، سو ٻليءَ کي پڪڙي توريائين تہ اها هڪ سير تور ٿي. ملان رڙ ڪري چيو: "جي هيءَ ٻلي آهي تہ گوشت ڪٿي آهي؟ جي هي گوشت آهي ٻلي ڪٿي آهي؟ ملان جو مطلب هو تہ جنهن ٻلي هڪ سير گوشت کاڌو تہ ان جي تور وڌڻ کپي، پر هيءَ تہ آهي ئي هڪ سير، تہ گوشت پڪ بيگم صاحب هضم ڪيو آهي!

ملا نصير الدين کي گڏهہ وڪڻڻو هو سو دلال وٽ ڪاهي ويو تہ وڪڻائي ڏي دلدل گڏهہ جو شجرو حضرت عيسيٰؑ جي خر سان ملائي، وٺي ان جي صفتن جو ذڪر ڪيو تہ ملو خود حيران ٿي ويو ۽ دلال کي آهستي چيائين: جي سچ پچ گڏهہ اهڙو آهي تہ آءٌ نہ وڪڻان! دلال چيس: ملا! ماٺ ڪر. گڏهہ لهي ٽڪو بہ ڪونہ. هي تہ ان جي وڪڻڻ لاءِ بيان بازي ڪري رهيو آهيان. هن مان معلوم ٿيندو تہ ملا نفعي خور عقلمند هو منجهس پاڪبازي ۽ قلبي صفائي نہ هئي.

سومر شڪاري، هزهائنس مير فتح علي خان جو ماٺهو هو ڪمدار بہ هو تہ شڪار بہ ڪرائيندو هو. ان وقت ٻنين ۾ سوئر نقصان پهچائيندا هئا.

قصداً يا سهواً سومر شڪاري مير صاحب کي عرض ڪيو تہ: سائين! سوئر ٿرِ ۾ وهاري آيو آهيان، سائين جن پاڻ هلي شڪار ڪن! سو گهاٽو جهنگ، ڪاري رات، ڏٺ تي سومر پري کان ڏيکاريو تہ! سائين، اهو سوئر آهي. مير صاحب بندوق هنئي تہ وڏو ڦهڪو ٿيو. مير صاحب سومر کي چيو: سومر ڦهڪو تہ وڏو ٿيو آهي! چيائين: سائين! پاڪڙي سوڌو آهي. (يعني، اٺ آهي)!

پر وتائي فقير جون ڳالهيون، جن جا ڪتابڙا عام طرح وڪامندا آهن ۽ تازو محترم علي احمد بروهي صاحب بہ پنهنجي ڪتاب "چام چاموٺ ۽ چامڙا"، ۾ وتائي فقير تي ڪجهہ لکيو آهي. شخصيت، مزاج ۽ مقصد جي لحاظ کان انوکو ۽ بزرگي وارو ڪردار آهي. تاريخ سنڌ جي عظيم محسن مير علي شير قانع پنهنجي تاريخ "تحفہ الڪرام" ۾ هن عظيم سالڪ مجذوب کي ڪونہ وساريو آهي. انڊيڪس ۾ هن جو ذڪر ٽن جاين تي لکيل آهي، پر در حقيقت ذڪر فقط ٻن جاين تي آيل آهي تہ "ملان محمد جهانگيري، قاضي ملان احمد اڪبريءَ جي سوٽاڻ مان آهي."

چون ٿا تہ "هو جڏهن حضور ۾ ٿي ويو تہ (رستي ۾) وتائي مجذوب کيس نوازيو هو. پوءِ تہ جلد ئي مسڪيني حال هوندي بہ علمي ڪمال سببان هڪ مشهور ماڻهو ٿي پيو ۽ نورجهان بيگم جو استاد بڻيو. هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ وتايو فقير اڪثر ٺٽي ۾ رهندو هو جهانگير بادشاهہ جي وقت جو هو.

مخدوم حمزه واعظ وقت جو وڏو ڪمال عالم ۽ ڪرامتن ۾ مشهور هو جنهن جا مثال بہ مير علي شير قانع ڏنا آهن. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن صبح جو هڪ ماڻهو مڪليءَ جي زيارت ڪرڻ ٿي ويو. هوڏانهن وتايو مجذوب ٽڪري کان موٽي ٿي آيو. هڪڙو ٻيو مجذوب ٽڪريءَ ڏانهن ٿي ويو وتائي انهيءَ ٻئي مجذوب کي چيو تہ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ اڄ مخدوم حمزو گذاري ويو آهي. جناب سيد المرسلين صلي الله عليه وآله وسلم سندس امامت لاءِ تشريف فرما ٿي رهيا آهن. اچ تہ اسين بہ هلي پهچون. هيءَ ويندڙ ماڻهو پڻ انهن مجذوبن جي پويان شهر ۾ پهتو ۽ ڏٺائين تہ برابر مخدوم حمزه گذاري ويو آهي. هو سندس جنازي تي ويو ۽ صفن سڌي ٿيڻ جي وقت وچي پهرينءَ صف ۾ بيٺو. امام جي تڪبير چوڻ وقت پهريائين کيس غيب مان تڪبير ٻڌڻ ۾ آئي. هن واقعي مان بہ وتائي جي شان ۽ مرتبي جي خبر پوي ٿي.

وتايو فقير جنهن کي "وتو" بہ چوندا هئا. ان بابت فقط ڏند ڪٿائون آهن تہ هو اصل هندو هو. ڪي هن کي اصلي برهمڻ بہ چون ٿا. ڪٿان جو هو. ان بابت ڪا بہ پڪي روايت ڪانہ ٿي ملي. مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب "تقريرون ۽ تحريرون" ۾ هن کي ٺٽي جي طرف جو لکيو آهي. شايد تحفه الڪرام ۾ وتائي جو ٺٽي ۾ هجڻ مان اهو انومان ڪيو اٿس. علي احمد بروهي هن کي نصرپور جو لکيو آهي، شايد سندس مزار نصرپور جي نزديڪ مان هن صاحب اهو انومان ڪيو آهي. تازو هڪ سنڌي روزنامي ۾ هن کي پنجابَ مان آيل لکيو ويو آهي. اُچ، ملتان کي چڏيءَ جي دراصل قديم سنڌ جا حصا هئا ۽ 16، 17 صديءَ عيسويءَ ۾ سنڌ ۾ پنجاب کان فقيرن امپورٽ ٿيڻ جو ثبوت ڪونهي. هڪ روايت اها بہ آهي تہ فقير صاحب جو مگڻو ضلعي ٿرپارڪر جي نبي سر شهر مان ٿيل هو. هن مان بہ ظاهر آهي تہ فقير صاحب نج پج سنڌ جي پيدائش ۽ سنڌ جو رهاڪو هو.

فقير صاحب مجذوب هو ان کي سمجهڻ لاءِ تصوف جو گهرو مطالعو ضروري آهي. اڄ ڪلهہ تہ تصوف ۽ فقير ارزان آهن. گيڙو ڪفني ۽ ڳچيءَ ۾ ڪنٺو پيرن ۾ چيرون. يڪتارو هٿن ۾، تہ فقيري جهوليءَ ۾! تصوف اهو علم آهي جو عمل سان واسطو رکي ٿو نہ ڪي اکر پڙهڻ سان. پڙهڻ سان هي علم سمجهہ ۾ نہ ايندو. توڙي جو هزارين ڪتاب تصوف جا موجود آهن. مرزا صاحب پنهنجي ڪتاب "تحريرون ۽ تقريرون" ۾ جذب و سلوڪ تي لکيو آهي، اهو مختصر آهي، جو هڪ غير واقف کي سمجهہ ۾ نہ ايندو.

تصوف ۾ 'مجذوب' ۽ هندو گيان ۾ 'پرم هنس' ساڳي شيءِ آهي. اها هڪ ڪيفيت آهي، جو سالڪ وهب يا ڪسب سان ديدار ۾ اهڙو محو ٿي ويندو آهي، جو ان منزل کان اڳتي وڌي نہ سگهندو، جو يا تہ مرشد ڪامل نہ هوندو يا مرشد جي صحبت کان دور هوندو.

تصوف جي هڪ بهترين تصنيف ـ جيڪا گويا تصوف جي لغات آهي. "سر دلبران"، مصنف سيد محمد ذوقي اجميري چشتيءَ جي تصنيف آهي. پاڻ وڏي پايہ جو باعمل صوفي هو. پاڻ خود B.A. هو ۽ 1951ع ۾ عرفات ۾ وفات ڪيائين. شاهد الله لويناوڊ للي روڊ ڪراچي نمبر 4 ۾ امپورٽ ۽ ايڪسپورٽ جو ڌنڌو ڪندو آهي ۽ ذوقي صاحب جو خليفو آهي ۽ ان کي ۽ سندس پائرن کي مسلمان ڪيائين. ذوقي صاحب تقريباً 2000 تصوف جي لفظن ۾ اصطلاحن جي معنيٰ ڏني آهي. ان ۾ آهي تہ:

سلوڪ= خدا وٽ پهچڻ جو رستو بطريق سير ڪشفي عياني، نه ڪه بطريق استدلال. هن رستي تي هلڻ واري کي سالڪ چئجي ٿو. وقت خاص يا اوقات خاص ۾ مبتدي تي ياد باري تعاليٰ جو اهڙي درجي جو غلبو ٿيندو آهي جو ٻيا خيالات محو ٿي ويندا آهن. اها الله جي طرفان هڪ ڪشش ٿيندي آهي، جا مريد جي ترقيءَ جو باعث آهي. ان حالات کي صفائي مبتدي چوندا آهن. جا پهرين صفائي آهي. اهڙيون حالتون مبتدي تي ٿينديون رهنديون آهن. هن مرتبي جي صوفيءَ کي "سالڪ مجذوب" چوندا آهن. صوفيءَ تي جڏهن اهڙو وقت اچي ٿو جنهن ۾ هن تي تجليات وارد ٿئي ٿي ته ان حالت کي صفا ۽ متوسط چوندا آهن، ڇاڪاڻ ته اها حالت متوسطين تي طاري ٿئي ٿي. هن مرتبي جي صوفيءَ کي مجذوب چوندا آهن. جڏهن صوفي واصل ذات تي مقام تمڪين ۾ پهچي ٿو ته ان حالت جو نالو 'صفائي منتهي' آهي. هن مرتبي جي صوفي کي 'مجذوب سالڪ' چوندا آهن.

"تقريرن ۽ تحريرن" ۾ مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته. "جيڪي صوفي، اولياءَ، دنيائي ديوانا مشهور ٿي گذريا آهن، جن جون ڪشف ڪرامتون مشهور آهن، سي فقط دنيائي ڪمن جي نسبت ۾ ديوانا ۽ نادان آهن، پر روحاني ڪمن ۽ خدائي ڳالهين ۾ هو خاص طرح قابل ۽ هوشيار آهن.... اهڙن مستن جا قول ۽ فعل جهان جي عقل ۽ دستور جي برخلاف هوندا آهن، تنهن ڪري اُهي ديوانا سڏجن ٿا. پر حقيقي معنيٰ جي نظر تي سندس اهي قول ۽ فعل پُر معنيٰ هوندا آهن. انهن کي صوفي اصطلاح ۾ "شطحيات" ڪري چوندا آهن..... اها حالت ڪين سڪر ۽ استغراق جي وقت ٿيندي آهي، جنهن کي مجذوب به ان حالت ڪري ڇئبو آهي.

مرزا صاحب لکي ٿو: "انهن مجذوب يا مجذوب سالڪن ۾ شيخ پر ڪيو آچاري ڪاتيارن وارو، وتايو فقير ٺٽي وارو، مير محسن شاه سائينداد جي ٽنڊي وارو اڏيرو لعل عرف شيخ طاهر به انهن مجذوبن مان آهن."

شيخ وتايو نه مسخرو هو نه مزاحيات جو ماهر. پر مجذوب سالڪ هو ۽ سندس گفتا جيڪي ماڻهن جا وضع ڪيل نه آهن، انهن ۾ وڏي نصيحت ۽ دنيا پرستن، ظالمن ۽ سرمايه پرستن تي وڏي طنز ڪيل آهي ۽ ٻڌندڙن لاءِ درعبرت. جيئن فقير صاحب جي ڳالهه ڪندا آهن ته ڪنهن شخص گدرا پئي وڪيا ته فقير صاحب هن کان خدا جي نالي هڪڙو گدرو گهريو ته هن هڪ ڦٽل گدرو ڪيس ڏنو. وري پئسو ڏيئي گدرو ورتائين ته ڳولهي سنو

موچارو ۽ وڏو گدرو ڪٽي ڏنائينس. فقير گدرا هٿ ۾ جهلي خدا کي مخاطب ٿي چيو ته: مالڪ! تنهنجو نالو ته ماڻهن وٽ ٽڪي ڪان به گهٽ آهي. هي انهن واپارين تي ڀرپور طنز آهي، جي خدا جي نالي کي بلڪل وساري ويٺا آهن. پر جي وتايو فقير اڄ جي دور ۾ هجي ها ته ڪيس خدا ان مخاطب ٿيڻ کان اڳ دڪاندار کان مار کائڻي پوي ها، بلڪ ٽيڙ به ڀرائي ويهي ها.

ٻيو دفعو ڪنهن سرڪاري بيگر ۾ ماڻهو گهربل هئا. جو سرڪاري ملازم رستو وٺي بيٺو هو ۽ هر ماڻهوءَ کان پئي پڇا ڪيائين ته ڪير آهين، ڪنهن جو ماڻهو آهين؟ ڪنهن چيو: فلاڻي سيٺ جو ماڻهو آهيان، ڪنهن وڏيري جو نالو ورتو، ته ڪنهن نواب جو، ڪنهن پير جو ته ڪنهن جاگيردار جو نالو ورو، ته انهن کي ڇڏي ٿي ڏنائين. وتايو فقير به اتان لنگهيو، جنهن چيو ته، آءٌ خدا جو ماڻهو آهيان، ته ان کي ٻانهن کان وٺي بيگر ۾ وهايائين. انهيءَ تي فقير صاحب چيو ته: خدا سائين! تون ته ڏسين پيو هت تنهنجي ماڻهن جي ڪا عزت ناهي، البت وڏيرن جي تو کان به وڌيڪ هلندي آهي. گويا ڪنهن وزير، وڪيل جو ماڻهو ٿيڻ ۾ وڌيڪ بچاءُ آهي.

فقير صاحب کي سندس والده چيو: ابا! ڪٿان ٽانڊو ڪٽي اچ ته ٻاهر ٻاري ماني پچايون. فقير رُلي رُلي ٿڪو پر ٽانڊو ڪٿان به نه مليس. تڏهن ماڻس ڪڪ تي چيس: وڃي دوزخ مان ڪٽي اچ! فقير منيون ڀيڙي ڀڳو ۽ گهڙيءَ کن بعد موٽي اچي چيائين: امان! ٽانڊو اتي به ڪونهي، هرڪو اوڏانهن وڃڻ وارو هتان پاڻ سان گڏ باهه کنيو ٿو وڃي. اهو سچ آهي ته هر ڪنهن کي پنهنجي اعمال سببان بهشت ۽ دوزخ ملي ٿو. گويا جيڪي ڪرتوُ اٿوَ سو هن دنيا ۾ ڪريو. جي هت باهه جو ٻارڻ ڪنو ڪيائين ته ڪيس دوزخ تائين به باهه ڪانه ڇڏيندي

وتايو فقير ته هڪ مسڪين ماڻهو هو. سو جڏهن سندس ڳوٺ کي اچي باهه لڳي ته فقير هڪ ڳرو هڪ تڏو ۽ به ڇنل رليون ڪٽي ڳوٺ کان ٻاهر رکيون. ماڻهو جي سرند هئا، ڍڳا، مال، هنڊ، ٽپڙ، پئسا سامان ڪيترو ڪيڏي ڪيترو ڪڍن. سو ڳپل مال ۽ گهر سڙي ويا ۽ ڪين وڏو نقصان پهتو. تڏهن وتائي فقير هڪل ڪري چيو: "ادا! ڪڏهن ڪڏهن سُجائي به ڪم اچيو ٿي وڃي."

مان وڌيڪ وقت وٺڻ نٿو چاهيان، جو فقير صاحب جا اڪيچار مثال

موجود آهن. هن کي مسخرو يا مزاحيات جو ماهر سمجھڻ غلطي آهي. هو سلوڪ و جذب جو مالڪ هو. ضرورت آهي تہ هن بابت ڳولها ڦولها ڪري، سندس صحيح احوال ۽ قول هٿ ڪجن.

شابس آهي منگي صاحب کي، جنهن هن مست جي يادگيري ڪئي. اڄ پرماريت جي دور ۾ وتائي جا سچا قول وڏي اهميت رکن ٿا. منگي صاحب جو اگر هي شوق سلامت رهيو تہ هن سيمينار جي ڪارروائي قلمبند ٿي سگهي ٿي.

خبر نہ آهي تہ منگي صاحب کي پروموشن ملندو يا نہ. پر آءٌ دعا ڪندس تہ پاڻ شل ڊي. سي. ٿي ٿرپارڪر ۾ اچي تہ سنڌ جي سڪ ۽ ساٽيھ جي حب الوطني جي پيڪر مائي مارئيءَ جو ميلو ملهائجي، جو چند سال اسان ملهايو پر هاڻ بند ٿي ويو آهي.

# وتائي فقير جا همعصر بزرگ

اسد جمال پلي

## تعارف

مرزا باقي بيگ (متوفي 993هه) جي ڏينهن ۾ شيخ عبدالمعالي المعروف وتايو فقير جي ولادت باسعادت ٿي. پاڻ ابتدا ۾ ڪجهه وقت مخدوم محمد اسماعيل سومروؒ (متوفي 998هه) ۽ ميون ونهيون چانهيو قدسره (متوفي 1001هه) وٽ تعليم حاصل ڪيائون. مختلف ڪتابن، جهڙوڪ: "تحفة الڪرام"۔ قانع، "لنواريءَ جا لال"۔ گربخشاڻي، ۽ "لطائف لطيف"۔ سانگيءَ جي مستند حوالن موجب سندس وفات جو سال اٽڪل 1125 هه ۽ 1130 هه جي وچ ڌاري آهي. پاڻ مختلف وقتن تي نصرپور، تاج پور، عمرڪوٽ، اگهم ڪوٽ ۽ ٺٽي ۾ پنهنجي زندگيءَ جا ايام گذاريندا رهيا آهن.

جيئن ته سندس جامع ۽ مفصل سوانح تي بحث منهنجي عنوان کان ٻاهر آهي، تنهن ڪري آءٌ هن مختصر تعارف تي اڪتفا ڪري، سندس وقت ۾ سنڌ جي تاريخ جو مختصر پس منظر، ڪانئن اڳ جي بزرگن جي تفصيل، سندس ولادت وقت موجود بزرگن جو احوال، سندس دور جا بزرگ ۽ انهن بزرگن جو مختصر ذڪر ڪندس، جن سندس آخري ايام ڏٺا.

## الف: تاريخي پس منظر

وتايو فقير جنهن صديءَ ۾ (ڏهين صدي عيسوي) ۾ پيدا ٿيو اها صدي سنڌ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت جي حامل آهي. اجا ٽلٽيءَ ۾ (420 هه ڌاري) مخدوم بلاول شهيدؒ جو خون سڪو ئي ڪونه هو ته هوڏانهن ڄام ننڊي جو دادلو دولهه دريا خان پنهنجي ديس ڪارڻ خون جا آخري قطرا وهائي ڄام

فيروز ۽ سندس ماءُ جي سازش جو (927هه ۾) نشان ٿي ويو. اهڙي طرح سنڌ ۾ ڏارين کان دفاع جي آخري ديوار بہ ڪري پئي. ان کان پوءِ سنڌ ۾ عام ڪوس هلندو رهيو جنهن ۾ ڌرتيءَ ڌڻين کي فسادي ۽ نافرمان ڪوٺي، ڏاريا حاڪم پنهنجي تشدد جي راند کيڏندا رهيا. خون جي هوليءَ جو شڪار ٿيندڙن ۾ نومڙيا، چانڊيا، ساريا، سميجا، انڙ، ماڇي، نوحاڻي، ڏيپارجا، سهتا ۽ راهو پوٽا خاص هئا. باوجود ظلم ۽ تشدد جي مقامي ماڻهو پنهنجي سماجي وجود جي بقاءَ تي بضد رهيا. لطيف سائين ان جو فڪر هن طرح ٿو ڪري:

سورهيہ مرين سوپ کي، تہ دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا، وڙهہ ڀاڪرين، آڏي ڍال ڍار،
مٿان تيغ ترار، مار تہ متارو ٿئين.

ترخانن جي ئي دور حڪومت ۾ پورچوگيزن (فرنگين) سامونڊي ڌاڙيلن جي حيثيت سان ٺٽي شهر کي اچي ڦريو لٽيو. چون ٿا تہ اها ايشيا جي وڏي ۾ وڏي ڦر هئي ۽ آخر ۾ شهر کي باهہ ڏني هئائون. (سُر سريراڳ جو مطالعو- ميمڻ عبدالمجيد جو مقالو). جنهن طرف اشارو ڪندي لطيف سائين فرمايو آهي:

ملاح تنهنجي مڪڙيہ اچي چور چڙهيا،
جتي ڍينگ ڍريا، تتي تاري تنهنجي.

هنن تاريخي سانحن ۽ حالات جي باوجود بہ سنڌ ۾ علم و ادب سان گڏ فيض ۽ رشد جون ڏياٽيون ٻرنديون رهيون. جيتوڻيڪ عصر يزيد انهن کي مختلف غلط شڪليون ڏنيون، صفحہ عام تان هٽائڻ جي تاحد ڪوشش ڪئي، مگر تاريخدانن کان اهو سچ ڪڏهن ڏنگين ۾ تہ ڪڏهن حاشين تي لکجي ويو. تہ ٻئي طرف سنڌ جا سجاڻ انهيءَ سچ کي سينہ بسينہ منتقل ڪندا آيا. جو الحمد لله اسين هينئر پنهنجي ماضيءَ کان ڪافي حد تائين آگاهہ آهيون. تاهم تحقيق جا در اڃا بہ کليل آهن.

سنڌ جي تاريخ ۾ جيڪي ماڳ علم ۽ ادب جي لحاظ کان وڏي اهميت جا حامل رهيا آهن. انهن ۾ اُچ، ماٿيلو ملتان، (ان وقت) سيدپور، سکر، اروڙ بکر، بدين، ٺٽو، ميرانپور، اگهم ڪوٽ، متياري، عمرڪوٽ، نصرپور، سيوهڻ، پاٽ ۽ جوڻاڻ وغيره کي ڪافي حد تائين خصوصيت

حاصل آهي. جتي علم جي هنن مرڪزن سنڌ جي تاريخ کي روشن ۽ حيات رکيو آهي. اتي انهن مرڪزن جي فارغ التحصيل علماءَ کان سواءِ بزرگن، ولين ۽ درويشن جو بہ هن ڌرتيءَ جي شادابيءَ ۽ شان ۾ وڏو هٿ رهيو آهي. هنن جي انهيءَ شان ۽ عظمت کي دنيا تسليم ڪري چڪي آهي. هن سلسلي ۾ جن بزرگن جو ذڪر اچي ٿو انهن ۾ حضرت قلندر لعل مرونديؒ، غوث بهاؤالهق ملتانيؒ، شيخ صدر الدينؒ، مخدوم نوحؒ، شيخ رڪن الدينؒ، شيخ حماد جمالي، پير پٺو مشائخ هوتي ۽ شيخ جيئي جا نالا سرفهرست اچن ٿا.

وتائي فقير جي ولادت وقت سنڌ ۾ اوليائن ۽ بزرگن جو دؤر اوج تي هو. اهڙا درويش پڻ موجود هئا (شاهہ گرديز) جيڪي قبر مان هٿ ڏيندا هئا. درويش ذڪريا جي احوال ۾ اچي ٿو تہ پاڻ استنجا لاءِ پٿر کنيائون تہ سونو ٿي پيو. تنهن تي پاڻ فرمايائون: "يا الله اهي پٿر تہ چا، پر سڄو جڳ زر و جواهر ٿي پوي تہ بہ تنهنجو دامن نہ ڇڏيان."

وتائي فقير جي جوانيءَ وقت شاهہ جهان (1037هہ) هندستان جو بادشاهہ بنيو ۽ سنڌ جون واڳون مرزا عيسيٰ ترخان (1037هہ) جي حوالي ٿيون. 'تاريخ مظهر شاهجهاني' (1037هہ) يوسف ميرڪ مڪمل ڪئي. هن تاريخ جو مطالعو سنڌ جي وڏيڪ حالات متعلق تفصيلي مواد مهيا ڪري ٿو.

## ب: وتائي فقير جي ولادت وقت حيات بزرگ

هتي اندازا انهن بزرگن جا نالا پيش ڪجن ٿا، جيڪي وتائي فقير جي ولادت کان بہ چار سال اڳ يا پوءِ گذاري ويا. انهن بزرگن ۾ مخدوم محمد اسماعيل سومرو اگهم ڪوٽي ۽ مبين ونهين قدسره جو اڳ ۾ ذڪر ٿي چڪو آهي. انهن کان علاوه سيد عبدالڪريم بلڙيءَ وارو قاضي قادن، مخدوم نوح صديقيؒ (متوفي 998هہ)، مخدوم ساهڙ لنجار (980هہ متوفي) درويش رڪن الدين (متوفي 988هہ)، شيخ پرڪيو ڪاتيار (متوفي 998هہ)، درس پلي (متوفي 3 صفر 955هہ)، مير معصوم بکري (متوفي 991هہ) ۽ درويش حاجي (متوفي 980هہ) (هيءَ اهو درويش آهي، جنهن جي پيشنگوئيءَ سان مرزا باقيءَ جو پاڻ ۾ ناهہ ٿيو هو پاڻ راٽي پور لڳ رهندو هو.) انهيءَ دؤر جي رهبرن ۾ شمار ٿين ٿا.

## ج: وتائي فقير جا ويجها همعصر

هن عنوان تحت انهن بزرگن جو ذڪر ڪبو جيڪي وتائي فقر جي جوانيءَ جي ڏينهن تائين حيات هئا ۽ وتايو فقير انهن جي بزرگيءَ جا جوهر ڏسندو رهيو ۽ فيض حاصل ڪندو رهيو.

### مخدوم جلالؒ

مخدوم نوح رحمہ الله عليہ جو فرزند هو. بزرگيءَ ۽ شائستگيءَ ۾ ڪمال جون خوبيون حاصل ڪيائين. سندس پاءُ ميان ابراهيم رحہ پڻ وقت جو بزرگ ۽ فقيرن جي جماعت جو مرشد هو.

### پير محمد لڪوي

سنڌيءَ ۾ هڪ طويل نظم سندس نالي منسوب آهي. علم جو بحر ۽ فضيلت وارن جي جماعت مان ليکيو ويجي ٿو.

### ميان مير فاروقي

ولادت 957هہ ميان مير ولد قاضي سائين ڏنو فاروقي (سيوهاڻي) جواني ڏاري سنڌ ڇڏي وڃي هاشمپور (لاهور) ۾ رهيو. داراشڪوه سندس خاص مريدن مان هو. لاهور ۾ 70 ورهين جي ڄمار ۾ 1045هہ ۾ وفات ڪيائين.

### شاهہ خيرالدين

شاهہ صاحب 911هہ ۾ بغداد ۾ ڄائو. 14 ورهين جي ڄمار ۾ سنڌ ۾ آيو. مخدوم نوح کان فيض ۽ رشد حاصل ڪيائين. 1027 هہ ۾ (سکر ۾) وفات ڪيائين. فقير صدر ۽ فقير جمال الدين سندن خاص خذمتي هئا.

### بيبي نور پري

بيبي صاحبہ جي مزار نصرپور شهر ۾ آهي. وتائيؒ جي جوانيءَ تائين حياتي رهي. وڏيءَ ڪرامت واري ۽ سخنور هئي.

### درويش بابو سنڌي

برهانپور سان وابستہ رهيو. ڪمال جي درجي جو بزرگ هو. شيخ لشڪر محمد عارف برهانپوريءَ کان رشد ۽ هدايت حاصل ڪيائين.

سڄي ڄمار هڪ ڪليل ۾ ويران حجري ۾ گذاريندو رهيو. 1015هه ۾ وفات ڪيائين.

## وتائي جا هم عمر بزرگ

### مخدوم ابوالحسن

(ولادت 985هه) مخدوم صاحب جي شخصيت کان سنڌي ادب جو هر هڪ شائق واقف آهي. پاڻ سنڌي "الف-بي" جي شروعاتي صورتخطي ٺاهيائون، جيڪا انگريزن جي دور ۾ موجوده شڪل ۾ آئي. پاڻ سنڌي زبان ۾ ڪبت واري نظم جا پڻ مؤجد ليکيا وڃن ٿا. سندن ڪتاب 'مقدمه صلواه' ڪيترو عرصو درسي ڪتاب (Text Book) جي حيثيت سان سنڌ جي تمام مدرسن ۾ ديني درسگاهن ۾ پڙهايو ويندو هو. پاڻ اعليٰ سيرت جا مالڪ ۽ نهايت ئي بزرگ هستي هئا. سندن هڪ شعر اهلِ ذوق لاءِ پيش ڪجي ٿو جنهن مان سندن اعليٰ ظرفي ۽ بزرگ جو تعين ڪري سگهجي ٿو:

اُوجهن اُوجهيون، سڄاڻ سنيون ڪن،
ڏِلا ڀُٽِ ڀلن جي، رِڙهي راه ڀَوِنِ

### سيد حاجي نور محمد شاه

شاه حيدر جي اولاد مان سهڻين صفتن وارو درويش هو. سندن اولاد مان سيد عبدالڪريم ۽ مير جان الله رضوي پڻ صاحب ڪشف ٿي گذريا آهن.

### مخدوم عبدالرحمان شهيد

مخدوم صاحب ڪهڙا جو هو. سندن مذهبي صلاحيت (درجي) ۽ شريعت تي استقامت جا ڪيئي واقعا "تذڪره مخاديم ڪهڙا" ۾ درج ٿيل آهن. پاڻ هڪ هدايت واريءَ جماعت سان مسجد اندر نماز پڙهنديءَ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي لشڪر جي هٿان 1145ع ۾ شهيد ٿي ويو.

### حاجي فقير الله بن عبدالرحمان علوي

جلال آباد لڳ هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. بعد ۾ شڪارپور ۾ اچي رهيو. اهل الله ۽ عالم هجڻ سان گڏ قادر الڪلام شاعر پڻ هو. ڪافي تصنيفات پڻ ڇڏيون اٿس.

## مخدوم محمد امين

وتائي فقير جو هم عمر هو. وڏو موحد ۽ ڪامل بزرگ ليکجڻ ۾ اچي ٿو. دشت باران جي سر زمين تي ڏاسوڙي جي ڳوٺ ۾ ٿي گذريو.

## مخدوم عمر

مخدوم عبدالحميد جو پٽ ۽ وتائيؒ جو همعصر هو. ڏاڍو هدايت وارو، پنهنجي وقت جو نامور ۽ معرفت جي رستي جو مالڪ ٿي گذريو آهي. سندس ڪرامتون شمار ڪان ٻاهر آهن. سندس ٽن پٽن مان مخدوم عبدالرؤف (متوفي 1166هه) مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي.

## سيد حبيب شاهه

سيد حبيب شاهه شاهه عبداللطيف جو والد هو ۽ وجد ۽ حال جو صاحب هو. مير عبدالحسين خان سانگيءَ جي لکت موجب شاهه صاحب کي اولاد ڪونه ٿيندو هو مگر وتائي فقير جي دعا سان کين لطيف سائين مليو ۽ هڪ دفعي جيئن ئي پاڻ سنڌوءَ جي ڪناري لطيف سائينءَ کي راند ڪرائي رهيا هئا ته وتايو فقير آيو ۽ ڪافي دير لطيف سائينءَ کي کڻي جهنگ ۾ هليو ويو. ڪجهه ڪلاڪن بعد حبيب شاهه جي بي صبري محسوس ڪندي کين واپس کڻي آيو ۽ چيائين: ايجا حضرت خضر کي ڪجهه سبق (لطيف سائين کي) پڙهائڻو هو ته اوهان بي صبري اختيار ڪئي ۽ آئٌ واپس کڻي آيس. ڪن روايت ۾ جهنگ بدران درياءَ اندر وڃڻ جو ذڪر اچي ٿو. ڪجهه مؤرخن جي لکڻيءَ موجب پاڻ سنڌي شاعري به ڪئي اٿن.

هڪ دفعي شاهه حبيب جي واتان هيءُ شعر پڻ نروار ٿيو:

"لڳي لڳي واءُ، ويس انگڙا ڏڪجي."

هن کي شاهه عبداللطيف هن طرح مڪمل ڪيو:

"پيئي کڻي پساهه، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي."

## ملا محمد جهانگيري

هيءُ پڻ وتائي فقير جو نوازيل هو ۽ ڪيس ڏين ڪان وڌيڪ دنيا جي عز و جاهه جو شوق هو سو فقير صاحب جي دعا سان وڃي جهانگير جي دربار

۾ اعليٰ عهدو ماڻيائين ۽ نورجهان بيگم جو استاد پڻ ٿيو. سندس قبر ٺٽي (مڪلي) ۾ آهي.

## چاندو شاهه

هيءَ درويش خانوٽ جو هو ۽ وتائي فقير جي همعصرن مان هو. پاڻ نهال شاهه مداريءَ جو معتقد ۽ خليفو هو. اصل ۾ مٽياري شريف جو هو وڏو ڪامل بزرگ هو.

## خليفو ڪرم الله (متوفي 1140هه)

سنڌي غزل جي مؤجدن ۾ سندس نالو ڪنيو ويو آهي. پاڻ نهايت ئي نيڪ سيرت ۽ شرع جو پابند ۽ وقت جي وڏن عالمن مان هو.

## نور محمد خسته

سندن متعلق ايترو معلوم ٿيو آهي ته 1130 هه تائين حيات هو. ڪيس پڻ خليفي ڪرم الله سان گڏ غزل جي اوائلي شاعرن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. هن ئي دؤر ۾ غالبا اويس شڪارپوري پڻ سنڌي غزل تي طبع آزمائي ڪئي آهي، تنهن ڪري چئي سگهبو ته سنڌي موزون (عروضي) شاعري پڻ وتائي فقير جي دؤر کان شروع ٿي چڪي هئي.

## مخدوم عنايت الله: (متوفي 1114هه)

وڏو عالم ۽ بزرگ شخص هو. سندس شاگردن مان مخدوم ضياءُ الدين مشهور ٿيو.

## مير محمد ذڪريا

مير معصوم بکريءَ جو پوٽو هو. ظاهري توڙي باطني زندگي بزرگيءَ سان گذاريائين. شاهه خير الدين سان عقيدتمندي هوندي هئس.

## سيد باقر

سيد باقر بن سيد عثمان، شيخ پنيري قادريءَ جي اولاد مان هو. اُچ جو بزرگ هو. "رسالاه باقر الانوار" تصنيف ڪيائين. ان ڪان سواءِ 25 رمضان المبارڪ 1070هه ۾ "جواهر الاولياءُ" پڻ لکيائين. سندس پٺيان ۾ سيد محمد مراد ۽ سيد ورايو پڻ صاحب علم ۽ حلم جا صاحب ٿي گذريا آهن.

## مخدوم ابوالقاسم نقشبندي ٺٽوي (متوفي 7 شعبان 1138ھ)

ڪجهہ وقت سرهند ۾ شاهہ سيف الدين جي صحبت ۾ رهي. سنڌ (ٺٽي) ۾ موٽي آيو. شاهہ سيف الدين حڪم ڪيس تہ وڃي سنڌ ۾ نقشبندي طريقي کي رواج ڏيار. پاڻ عرض ڪيائون تہ، آءٌ غريب آهيان، مون کي ڪير ٻڌندو؟ تنهن تي شاهہ صاحب چيس تہ، سامهون واري پٿر تي نظر وجهہ. سندس نظر وجهڻ سان پٿر ٽڪر ٽڪر ٿي ويو. تڏهن شاهہ صاحب فرمايو: جنهن ۾ هيڏي روحانيت (طاقت) هجي، ان کي ڪير نہ ٻڌندو؟ حقيقت ۾ کين پنهنجي منزل جي صحيح خبر نہ هئي، جنهن جو تعين شاهہ بڪري ڏنو. پوءِ پاڻ اچي سنڌ ۾ نقشبندي طريقي کي عروج ڏياريائون. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ علامہ محمد معين ٺٽوي سندن مريد ۽ خليفا ٿيا.

شاهہ عنايد شهيد (جهوڪ ميرانپور)

برو هو ينيور، اڇي آرياڻيءَ اجاريو،  
چوريون ڇُرڻ سکيون، پنهون ڪيائون پور،  
اڇي لاٿو لوڪ تان، هاڙي ڏٺيءَ هور،  
آرياڻي آتور، جنهن ڏکيون ڏک وهاريون.

(شاهہ لطيفؒ)

طوالت جي سبب سندن تفصيلي ذڪر کان قاصر آهيان. سنڌ جون متعدد تاريخون، تذڪرا، ناول توڙي شعري مجموعا ۽ جريدا سندن احوال سان ڀريا پيا آهن. البتہ ايترو ذڪر ڪندو هلان تہ سندن شهادت اسان کي ٻڌائي ٿي تہ وتائي فقير جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ تصوف (همہ اوست ۽ وحده الوجود) جو ڇا عالم هئو ۽ ان جا هن بزرگ (وتائي فقير) تي ڪهڙا اثر پيا هوندا. اهڙيءَ طرح سندن حياتيءَ جي رنگ متعلق هڪ اهم نُڪتو اسان کي هٿ اچي ويندو.

شاهہ عنايت رحمہ الله عليہ جي شهادت 1130ھ ۾ ٿي. سندن شجرو مخدوم صدو لانگاهہ (خدا آگاهہ) تائين هن طرح آهي:

شاهہ عنايت ولد فضل الله ولد مُلا يوسف ولد شهاب الدين ولد مُلا آجب ولد مخدوم صدو لانگاهہ.

## سيد حمزه

آمريءَ جي بزرگن مان وڏيءَ منزل وارو بزرگ هو ۽ وتائي فقير کان پوءِ بہ زندھ رهيو.

## سيد محمد هاشم

سيد محمد بن سيد عبدالقادر فارسيءَ جو يگانو عالم ۽ شاعر هو. سندن هڪ تصنيف" حديقہ الاولياءُ" موجود آهي. جيڪا ڪين اهل علم وارن ۾ مڻاهون درجو ڏياري ٿي. پاڻ اهو ڪتاب 1016ھ ۾ مرتب ڪيائون. البتہ سندن هن ڪتاب ۾ وتائي فقير متعلق احوال موجود ڪونہ آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ان وقت ٻئي موصوف هڪ ٻئي سان متعارف نہ هجن. ڇاڪاڻ تہ اهو وقت اڃا وتائي فقير جي طالب علميءَ جو آهي. هڪ سال پوءِ 1017ھ (1608ع) ۾ اداراڪي بيگلاري جي تصنيف "بيگلارنامو" آهي، جنهن ۾ پڻ فقير صاحب متعلق ڪو اشارو ڪونهي.

## شاھ لطف الله قادري: (1611ع ـ 1681ع)

شاھ صاحب ڪان پن سنڌي ادب جو هرڪو پارکو خواھ طالب علم واقف آهي. پاڻ بدين شهر ۾ آرامي آهن ۽ سندن مقبرو هر ڪنهن اڃايل لاءِ عام زيارت گاھ آهي. سندن سوانح تي سنڌي ادب ۾ تمام گهڻو ڪم ٿي چڪو آهي. سندن هڪ رسالو اسان وٽ (سنڌي ادب ۾) امانت طور موجود آهي. پاڻ بيت (ڏوهيڙي يا دوهي) جي اوائلي شاعرن ۾ ممتاز حيثيت جا مالڪ آهن. شاھ ڪريم ۽ قاضي قادن وانگيان سندن شخصيت ۽ ڪلام جو لطيف سائينءَ تي گهرو اثر آهي.

مذڪوره بزرگن ڪان سواءِ ٻين جن بزرگن ڪيڀارهين صدي هجريءَ جي ذڪر ۾ آٽي سگهجي ٿو انهن مان ڪن بزرگن جا نالا هيٺ درج ڪرڻ جي جسارت ڪندس.

مفتي عبدالواحد ڪبير پاتائي (متوفي 1123ھ)، ميون تماچي اوريئڙي وارو، مير اسد الله ولد مير علي شير (سکر)، مخدوم روح الله، بي بي جمال خاتون ( متوفي 1057ھ ميان مير فاروقيءَ جي همشيره)، ميان احمد عطائي (نصرپوري)، قاضي مسعود قريشي (نصرپوري)، درويش لڏو مولانا عباس، شيخ منڊرو نوهڙيہ (شاھ خير الدين جو خليفو)، درويش دائود، ميان همون،

مخدوم هارون، سيد عبدالله (بدين)، شيخ عالم شاهہ سيد مگيلڏو بلڙائي، مير زين الدين ٺٽوي، سيد جلال ثاني (ٺٽو)، سيد مير محمد (ٺٽو)، شيخ محمود ثاني (متوفي 1120هہ)، ميرڪ محمد وارث 1159هہ متوفي، ۽ مخدوم حمزو واعظ (ٺٽوي)

**(هہ) اهي بزرگ جن وتائي فقير جا آخري ايام ڏٺا ۽ پاڻ اجا طالب علم هئا**

هتي آءٌ صرف انهن چند بزرگن جا نالا ڪڍندس، جيڪي فقير صاحب جي حياتيءَ جي آخري ڏينهن ۾ اجا پروان چڙهيا پئي ۽ پوءِ اڳتي هلي علم ۽ فيض جا درياءَ بڻيا، البتہ انهن مان ڪن بزرگن جو فقير صاحب جي سوانح حيات سان پڻ سڌيءَ يا اڻسڌيءَ طرح واسطو آهي. اهي بزرگ هي آهن:

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، عبداللطيف قيصر، شيخ محمد حيات سنڌي متوفي 1163هہ، حاجي فقير الله علوي متوفي 1190هہ، حافظ عالي (سنڌي غزل جو شاعر)، ميون مبين (چوٽاريون)، آبن فقير پلي (وِهرو) ۽ ميان صاحبڏنو فاروقي.

هو پڻ ڪونهي، هِن ريءَ، هي نہ هُنهان ڌار،
الانسان سري و انا سره پروڙج پچار،
ڪندا وٺا تنوار، عالم عارف اهڙي
(شاهہ لطيف)

**ضروري وضاحتون**

1. سڀ کان اول مون انتهائي اختصار کان ڪم ورتو آهي، چاڪاڻ تہ عنوان موجب مقالو نہ پر ڪتاب ئي لکجي سگهجي ٿو تنهن ڪري اهو ٿو سمجهان تہ منهنجو هي مقالو اُن ڪتاب جي فهرست جي حيثيت رکندو.
2. جتي اوليائن ۽ بزرگن جو ذڪر هجي ۽ اتي سندن ڪرامتن جو بيان نہ هجي، اهو انصاف تہ ناهي، پر وري بہ ساڳي طوالت۔ البتہ ايترو چوندس تہ مذڪوره بزرگن مان ڪن بزرگن جون ڪرامتون ئي هڪ جامع ڪتاب جي طلب ڪن ٿيون، تنهن ڪري معذرت سان فقط سندن اسم مبارڪ ئي درج ڪيا ويا آهن.

3. مون پنهنجي سر اها ڪوشش ڪئي آهي تہ هڪ جُملي کي مڪمل ڪرڻ لاءِ ٽن چئن ڪتابن تان استفادو ڪيو اٿم. تنهن ڪري هر هڪ جملي تي حوالو پيش ڪرڻ کان گريز ڪئي اٿم. جن مؤرخن جي ڪتابن تان استفادو ڪيو اٿم. انهن جي لسٽ (سندن شڪريہ ادائي ڪندي) هيٺ ڏجي ٿي:
4. آخر ۾ عرض تہ منهنجي هن ناقص معلومات ۾ اگر ڪو صاحب علم تصحيح يا اضافو ڪندو تہ آءٌ سندس تہ دل سان شڪر گذار رهندس.

## امددي ڪتاب


(1) تحفة الڪرام (قانع) مترجم: مخدوم امير احمد. 1958ع- سنڌي ادبي بورڊ.

(2) ڪڇين جا قول- شيخ محمد سومار. سنڌي ادبي بورڊ.

(3) سنڌي ادب جي مختصر تاريخ. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو 1983ع- سرهہ ڪتاب گهر. حيدرآباد.

(4) الوحيد (سنڌ آزاد نمبر- بمبئي کان). محمد ابراهيم جويو. 1979ع. سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت. حيدرآباد.

(5) تاريخ سنڌ (جلد-3). عبدالله عبدالغني. 1984ع- انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي.

(6) لواريءَ جا لال. ڊاڪٽر هہ. م. گربخشاڻي. 1934ع. ايڊيوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني. ڪراچي.

(7) تذڪره شعراءِ تکڙ. اسدالله "اسد" تکرائي. 1959ع. سنڌي ادبي بورڊ.

(8) بيگلار نامو اداراڪي بيگلاري. مترجم: محمد صديق ميمڻ. 1983ع.

(9) تاريخ مظهر شاهہ جهاني. يوسف ميرڪ. مترجم: نياز همايون. 1979ع سنڌي ادبي بورڊ.

(10) لطائف لطيفي. مير عبدالحسين خان سانگي. 1967ع. ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز.

(11) بدين ضلعي جو مطالعو شيخ محمد سومار. لاڙ ادبي سوسائٽي بدين.

(12) تذڪره لطفي (جلد اول). لطف الله بدوي. 1963ع. آر. ايچ احمد اينڊ برادرس. حيدرآباد.

(13) سُر سريراڳ جو مطالعو مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1983ع، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز.

(14) سنڌي غزل جي ارتقا، عبدالغفور سومرو، 1983ع، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي.

(15) سنڌيون، عبدالجبار جوڻيجو 1970ع، (اداره سنڌيات) انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي.

(16) حديقہ الاوليا (فارسي)، سيد عبدالقادر بتصحيح سيد حسام الدين راشديہ 1967ع، سنڌي ادبي بورڊ.

(17) تذڪره صوفياءِ سنڌ (اردو)، اعجاز الحق قدوسي، 1959ع، اردو اڪيڊمي ڪراچي.

# وتائي فقير سان گڏجاڻي

علي احمد بروهي

رات، وتائي سان وري ملاقات ٿي. گڏجاڻي بہ هوبهو ساڳي ريت ٿي جيئن اڳ پئي ٿيندي رهي آهي. البت هن پيري مرڻ ۾ ڪجھ دقت ضرور ٿي. پهريون تہ مونجھ ٿي ۽ دم گهٽجڻ لڳو هٿ پير هڻڻ ۽ ڦٿڪڻ لڳس. سمجهي ويس تہ آخري گهڙي اچي سهڙي هئي. پوءِ تہ هڪ ئي هڏڪيءَ ۾ پکيئڙو پرواز ڪري ويو جڻ ڪا ڏيئي ڪي ڦوڪ آئي. مرڻ وارو مامرو بہ ڏند ڪيڙائڻ جي تجربو جيان آهي. اجان ماٺهو ڏهڪاءَ ۾ ئي پيو ڪنبندو تہ ڏند اڳيئي نڪري چڪو هوندو. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ موت جو ڏر، نانگ جيان، سندس ڏنگ کان گهڻو وڌيڪ دل ڏاريندڙ آهي.

هونئن بہ مون کي تہ مرڻ جو نہ اچي ايذاءُ ۽ نہ ٿي ڪو احساس. شايد هر رات، موت جي وائي وات، هئڻ ڪري مون لاءِ مرڻ بہ هڪ عادت ٿي چڪي هئي. ساھ جي لڏپلاڻ بہ اهڙي تہ سانيتڪي نموني ٿي عمل ۾ آئي، جو حيات ۽ موت واري ڇڪتاڻ جي ڪڙڪ ئي نہ ٿي پيئي تہ دم جسم جي اندر هيو يا ٻاهر. البت جسم جي ساٿ نہ هئڻ ڪري، روح کي الڪو ضرور ٿي رهيو جڻ تہ ڪا شيءِ پنتي وساري آيو هيو. روح جو جسم سان ڪيترو نہ رشتو ۽ ناتو هيو جو زمين تي رهڻ کي پنهنجي عادت ٿي سمجهيائين! توڻين جو روح جي اصلي فطرت "اڏام" هئي ۽ نہ ڌرتيءَ تي وکون يا ٻارانگون پرڻ!

اڪ کولڻ شرط پاڻ کي درياھ جي ڪپر تي ڏٺم، جت پتڻ پار ڪري روحن کي باقي گهٽن گهيرن کان گذرڻو هيو. عجب اهو جو نہ ٻيڙي هئي نہ پاتڻي! وتايو شايد ڪنهي ڪٽي کين پار پهچائڻ ويو هيو. آءٌ سندس اوسيئڙي ۾ پلٽي ماري ويهي رهيس هن درياھ جي ماٺ ميٺ تہ دستوري هئي، پر ڀوائتي بہ ٿي لڳي. شايد گونگو پاڻي تي ڏٺو. ٿي سگهي ٿو تہ زندگي ۽ موت واري ماحول جو فرق ئي فقط "شور غل ۽ خاموشيءَ" جو هجي!

اجا سوا گهڙي به مس گذري هوندي ته پري کان ٻيڙيءَ کي پتڻ ڏانهن ايندو ڏٺم. وتائي ونجهه چڙهي ٻيڙيءَ کي لهوارو آٽي ڪناري رسايو. مون کي ڏسي مرڪيو چي، "ڀائو ڪڏهن تو لڏي پلاٽي اچين؟روز "ميائو" ڪري موٽي ماڳ ٿو هليو وڃين. هڪ هنڌ ٽڪاءُ توکي به ڪونه ٿو اچي. سمجهان ٿو ته ڏرتيءَ وارن تنهنجو اتي رهڻ به زهر ڪيو هوندو. توکي به ٻين تي "ڪلڻ" جي عادت آهي. هاڻ ته هو خفي ٿي تنهن جي اڪلائڻ ڪيو پيا هوندا. ماٺهو خون بخشي ٿا سگهن. پر پاڻ تي ڪلڻ هرگز نه. روز جو هتي ڀڄو بيٺو آهين، ضرور ڪا ته توسان به ات ويڌن هوندي؟"

مون وتائي کي احوال اوريو ته برابر آءٌ پاڻ هت اچڻ لاءِ آتو هيس، منهنجي ڏيئي وارو تيل ته ڪڏهوڪو لاڪر ٻري چڪو هيو. هاڻ فقط وٽ واري تيل سهاري ٽڳندو ۽ ٽمڪندو ٿي رهيس. پر ڇا ڪيان؟ عمر جو موت سان واسطو ٿورڙي هيو. هر ڪو پنهنجي واري ڦيري سان ٿورڙي ٿي هت آيو. هت ناحق ته اهو هيو جو "مرڪندا ماري ۽ جڏا جياري" وتائي چيو ته تنهن جي مرضي. پر جي توکي بنان ڪنهن ڊپ ڊاءَ يا خوف خطري جي ٿهڪ ڏيڻ جو شوق هجي ته پوءِ سيگهه ڪري هت هليو آءُ، هت مزو ته اچي ڏس. خاص طور انهن وڏ پيٽين سيٺين ۽ وڏيرن جو. اهڙو ته هتي نوڙت نياز ۽ عاجزيءَ سان ڳوڙها ڳاڙيندا ٿا رهن جڻ ته هي جائي کان يتيم لاوارث ۽ اپيپاه هئا. اهي فرعون جن جي ڪنڌ ۾ ڪلي هئي! يا جي زمين تي دڙها هڻي ٿي هليا! تن جون هتي آزيون نيازيون ۽ اوڇنگارون ڏيڻ ته ڏس! ٻرهيلا ته سيٺين جا هئا. جي هتي به هر هڪ کي رشوتون آڇي رهيا هئا. ڪن مهلت ٿي گهري ته سندن بنگلن جي اڏاوت اڌ ۾ رهيل هئي، ڪن کي وري بئنڪن کان پئسا ڪيا ٽا هئا. ٻوڪڙ ته اهي ٿا ڪن جن جو ڏن يا دولت ڪٽي ڏراوت رکيل هئي. هي سون روپي جا ڍڳ ڇڏي هت آيا هئا. انهن احمقن کان ته ڪو پڇي، ته جڏهن توهان کي سڪٽين هٿين ڪفن اوڙهي هت اچڻو هيو ته باقي مال املاڪ ڇا لاءِ ٿي ڪٺو ڪيائون؟ مزو اهو جو مرڻ کان پوءِ به سندن روح، چور جيان پنيان پراپرتيءَ ۾ ڍهٽيل ٿي رهيا!"

وتائي وارو بيان اجا جاري هيو ته مسافر روحن جي هڪ ٽولي پتڻ اوڏڙو اچي سهڙي. هن ڪيپ ۾ آيل روح ڏاڍي مونجهاري ۾ ٿي ڏٺا. ڪين پنهنجي نالي نشان جي ياد به پوري ساري هئي. ڪين هي ڄاڻ ته هرگز ڪانه هئي ته هو ڪو مري چڪا هئا. شايد ڪنهن اوچتي ڌماڪي ۾ هجي وڃڻ ڪري ڪين

پنهنجي فوت ٿيڻ جو احساس ڪونه هيو. هو ڳوٺاڻن ٻارڙن جيان واڙڙا ۽ ويڳاڻا ٿي ڏٺا. هو اڇن ڪارن اهڃاڻن کان به بلڪل آجا ٿي ڏٺا. جن نشانين لاءِ وتائي ٻڌايو هيم ته روحن مٿان رنگين پٽا گناهه ثواب جي علامت هئا. اڇا ليڪا سندن نيڪيون هيون ۽ ڪارا پٽا گناهه البت ڪن تي ڪارنهن جا داغ ڪافي هئا ۽ ڪن تي وري نيڪين جي اڇاڻ ڪنوڻ جيان تجلا ڏيئي رهي هئي. ظاهر آهي ته هي روح ڪن ڪمي ڪاسبي ۽ پورهيتن جا هئا. جي ڪنهن حادثي جو شڪار ٿي، هت سهڙيا هئا. ۽ سندن هنر ۽ حرفت سان ڪو وهنوار ئي ڪونه هيو.

هڪ ٽولي اهڙي به اچي سهڙي جنهن ۾ مسافر کي زوريءَ ڌڪا ڏيئي زبردستيءَ ٻيڙيءَ اندر داخل ٿي ڪيو ويو ورنه هنن پڇڻ جي ٽيڪئي. سندن چهرن تي ڦٽڪار ۽ ڪارنهن جو جڻ ته "ليپو" ڏنل هيو. نه فقط سندن وايون ولهڙيون هيون. پر سندن ڪل به ڪا ٽڙيل ٿي ڏٺي. هو سودائين جيان يا ته آنگريون ڳٽي رهيا هئا يا وري پنهنجي پرمٿن ۽ پلاٽن کي ياد ڪري ڳوڙها ٿي ڳاڙيائون. وتائي کان پڇيم ته يار هي کهڙي ملڪ جون سوکڙيون هيون؟ وتائي وراڻي ڏني ته. هي تنهنجي منهنجي ملڪ جا مهانڊا هئا توڻي جو هو هتان جا رهاڪو نه هئا. هيءَ اها مخلوق هئي جي پناهه وٺڻ لاءِ اچي وارد ٿيا هئا چاڪاڻ ته ڪين پنهنجي عقيدي مطابق عبادت ڪرڻ جي آزادي حاصل نه هئي. ڪين شڪ جو فائدو ڏيئي هت جيءَ ۾ جايون ڏنيون ويون. پر هنن همراهن اچڻ شرط "مال غنيمت" ۾ هٿ ڳنڍي ۽ "ڦرلٽ" ۾ جنبي ويا. جن جي چهرن تي ڪوڙه وارا چٽا ۽ پٽا ٿو ڏسين هي عدل انصاف جا صاحب آهن. جن ڪورٽن ۾ قانون جو منهن ڪارو ڪيو ۽ گڏ پنهنجو پڻ. پراپرٽيءَ جي چاليهه پيرا قانوني تشرح فقط هن ڪارڻ بدلائي ويئي ته جيئن ڪوڙن ڪليمن کي هڙپ ڪرڻ ۽ ڦٻائڻ ۾ سهولت ٿئي. هر هڪ ڪوڙا قسم ناما پرائي. پرائي مال تي پنهنجي ٽوپي نراڙ تي ٿي ڪئي. جن جو هڏ گڏ پڳل تو ڏسين انهن پراين جاين جڳهين ۽ زمينن تي قبضا ڪيا ۽ لڳاتار "ونواه" ٿي ڪاڏا. ڪين چاڻ ئي نه هئي ته جن "زمين" سان ڪوڙ ۽ دوکو ٿي ڪيو تن سان ڏرتي کهڙو حشر ڪندي جڏهن هو سندس ٻک ۽ ٻيڪڙ ۾ ايندا.

اوهان واري دنيا جي سچاڻ ئي هيءَ هئي. جو سڀ ڪجهه هوندي به ماڻهو "خوش" نه هئا. نه وري ڪين هيءَ چاڻ ئي هئي ته ڪين "خوشي" کهڙي ڪارڻ حاصل نه هئي. توڻي جو وٽن الله جو ڏنو ۽ پنهنجي ميڙا چوندي

ڪافي هئي. هنن ڪڏهن انهيءَ اسرار سمجهڻ لاءِ سوچويچار ئي ڪونہ ٿي ڪيو. ڇاڪاڻ تہ هو رڳو پنهنجي وجود لاءِ، "خود پسند ۽ پاڻ" لاءِ زنده هئا. سندن هر حرڪت ۽ حڪمت عملي پنهنجي شخصي ۽ ذاتي مطلب ۽ مقصد رخ ۾ هئي. پوءِ سندن اندر وارو "آءُ ۽ ميان" مانگر مڇ هر خوشيءَ کي ڳڙڪائي سندن زندگي زهر ڪري رهيو هيو. هنن ٻين کي ڏنو ۽ سئو ئي نہ ٿي. خوشي تہ هئي پنهنجو پاڻ مٿائي ٻين لاءِ جيئڻ ۾. ٻين لاءِ پاڻ پتوڙڻ، ونڊي ورهائي کائڻ ۾. هڪوار ٻين لاءِ پنهنجي جياپي جي سيڙپ ڪري تہ ڏسو! اوهان جي دنيا ئي بدلجي ويندي"

وتائي کي ليکي چوکي کان واندو ڏسي کيس ٻڌايم تہ "وتايا، توکي خبر آهي الاءِ جي نہ؟ تہ توکي ملڪ ۾ عام ماڻهو ڏاڍو ياد ڪندا ٿا رهن. خاص طور تنهنجا ٻول ۽ قول." "هائو" وتائي مرڪندي چيو. "پر جيئري تہ مون کي "وتو چريو" ٿي سڏيائون. وري بہ شڪر جو مئي پڇاڻان ڪين ڪو "قدر" تہ پيو. ادا امڙ بہ مون کي ائين چوندي هئي. مون کي ياد آهي تہ ننڍپڻ ۾ هڪ ڀيري، برسات پوڻ ڪري، آءُ پنهنجا ميڙيل چنڊيل "ٻج" جهول ڀري ٻنيءَ ڏانهن، پوکڻ لاءِ ڊوڙندو ٿي ويس، تہ واٽ تي ٿاٻو اچڻ ڪارڻ ڪري پيس. ٻج هارجي ويتجي ويا، لٽا گپ ۾ پرجي پيا. ڏک بہ ڏاڍو آيم. ماڻهو بہ سڀ روئنشي ڪوڏيا! مون تي کلڻ ۽ ٽوڪون ڪرڻ لڳا. پر هڪ ٻہ امڙا بہ هڏ ڏوکي هئا. ٻن هٿ ڏيئي اٿاريو ۽ آٿت ڏئي گهر روانو ڪيو. آءُ منڊڪائيندو ۽ سڏڪا ڀريندو گهر آيس.

پوءِ منهنجي امڙ مون کي ڳراٽڙي پائي مون کي پرچائڻ جي ڪئي. وهنجاري سهنجاري اڇو اجرو ڪري، پوءِ واڌائي ڏنائين تہ تون جي ٻج پوکڻ ڪٺي ويو هئين، سي سيپئي سجايا ۽ سڪارتا ٿيا هئا، ۽ زمين ۾ ڪرڻ ۽ مٿان مينهن پوڻ ڪري پوکجي ويا هئا. هاڻ چاڻ سندن "سلا ساوا" ٿيا. پوءِ جڏهن بهار جي مند ۾ وڻ ٻوٽا ٻور جهليندا تہ اسين سيني ڳوٺ وارن کي ڪانئي ڏيندا سين. پوءِ انهن سيڃي کي بہ جن تو مٿان چٽرون ٿي ڪيون يا جن توکي سهارو ڏيئي اٿاريو هو سيني کي سڏو ڏيئي، ڪين انهيءَ ٻيجاري جو ڦل ۽ ميوا کارائيندا سون جي تو پوکيا هئا. شايد تون انهيءَ "پوک" جي ڳالهہ ٿو ڪرين. منهنجي امڙ ڪيڏي نہ سياڻي هئي. سچ ٿي چيائين تہ ابا تون پوک ڪندو رهہ. ڪير ٿو سنگ لڻي ۽ ڪير ٿو آپون ڪائي. تنهن سان تنهنجو ڪهڙو واسطو؟ تون تہ پنهنجي توڙنيانا شل منهنجي ديسين کي الله اهڙي سانجاهہ ڏئي.

# وتائي جو فلسفو وتائي واتان

## فضل احمد بچاڻي

(وتائي فقير جي ٽوٽڪن ۾ رڳو بازاري ٽوٽڪا ئي پوڳ نہ آهن، بلڪ حڪمت جون ڳالهيون آهن. اسين انهن مان ڪيئن جو ڪيئن تا معنائون ۽ مطلب ڪيون. مون هن سان ملاقات ڪري هن جي ڳالهين جي حڪمت هن کان ئي معلوم ڪري هتي لکي آهي.)

فقير صاحب کان سڀ کان پهريون سوال سندس خدا سان حجت ۽ بي تڪلفيءَ واري پاليسيءَ بابت ڪيم.

هن وضاحت ڪندي چيو:

"بابا، خلقڻ وارو بہ هو ڪرڻ ڪرائڻ وارو بہ پاڻ، تہ ڏيڻ وٺڻ وارو بہ پاڻ. جيڪي ڪجهہ آهي، سو هن جي طرفان آهي. هو چوي ٿو تہ، عزت ذلت وٽائنس ئي آهي. جيڪا چڱائي هن مقرر ڪئي آهي سا بہ بندي تائين پهچي رهندي ۽ جيڪي پوڳنائون ڪنهن بندي لاءِ مقرر ڪيون اٿس، سي بہ هن تائين اوس پهچنديون. سو ڏک ڏولائي جي شڪايت ۽ ميار بہ هن کي نہ ڏيندس تہ ٻيو ڪنهن کي ڏيندس. ڏک ڪِي سک جي ڪنهن ٻئي کان پانيان تہ جيڪر مشرڪ ٿيان، ان ذري پرزي جي مهٽي ميار لاءِ بہ ساڻس ئي پوڳ ڪندو آهيان. جي ڪنهن بندي وٽان سک مليم تہ شڪر بہ انهيءَ حق حقيقي هيڪڙي جو ڪريان، جي ڪنهن مان ڏک پرايان تہ بہ حجت بازي ساڻس ئي ڪريان. مون کي تہ ائين ڪندي نڪو ڀئو ٿئي نڪو پولو پاڻ گهٽي دلجاءِ ۾ آڻت پايان. بندا ويچارا سڀ مجبور ۽ بي معياريہ سندس قدرت جون ڪٺ پتليون. انهن کي چو دڙڪا دهمان ۽ ڪُر ڪُر ڪجي. ٻيو تہ هن سان رابطو ڳنڍڻ بہ اصل کن پل جي ڳالهہ، رڳو هٿ ڪڻڻ جي دير يا اپ ڏانهن منهن ڪرڻ جي. هن کي ٻڌڻ ٻڌائڻ بہ سڀ ان مو ٻڌي بہ ٿو سهي بہ ٿو. نڪو تنهن تان ڪاوڙ ڪري، جيڪي چئو سو ڦيو وڃي، بس!

"وڏو Fatalist آهين فقير؟"

"ڇا آهيان؟"

"وڏو تقدير پسند آهين."

"تقدير جي معنيٰ آهي الله جي مرضي، هاڻي ٻڌايو ته الله جي مرضيءَ کي ڪنهن ٻئي جي مرضي ڪيئن پانيان يا ميڃان. يا الله کي ٿي نه ميڃان ته پوءِ ڳالهه ٻي آهي، پر هن کي جو قالوابليٰ جو قول ڏئي ويٺو آهيان، ته توڙ نڀائڻو اٿم. اڳتي فيصلا هن تي آهن."

"سچ پچ الله موجود آهي؟"

"آءٌ موجود آهيان، تون موجود آهن. اهو سمجهون ۽ ميڃون ٿا ته پوءِ الله جو هئڻ ڪيئن نه ميڃينداسين. پلا انهيءَ سچ کان ڪيئن انڪاري ٿيان ته ساهه کڻان پيو، ڏسان پسان پيو، ڏسجان پسجان پيو، تن ۽ من ۾ جي اڪيچار ڪيفيتون آهن، هي ظاهر ۾ جي ٻي شمار شيون آهن. جي نه تو خلقيون آهن، نه مون، نه ڪنهن ٻئي اهڙي دعويٰ ڪئي، سڀ شيون پنهنجي قاعدي تي پيون هلن، لونءَ لونءَ، رڳ رڳ ۾ نس نس پئي هن جي هئڻ جي دعويٰ ڪري، ته ٻيلي مون کان ته انڪار نه ٿو پڄي. هن کان سواءِ سري ٻه نه ٿي. بندن ۾ ڪو ٻيو اهڙو آهي، جو اُپائي ڏي، بلائون ٽاري ۽ ٻيا منهنجا انگل ۽ حجتون سهي؟ جهڙيون هن سان وات مستيون ڪيون اٿم. ڪنهن بندي سان ڪريان هات ته يا عمر ڪاٺ ۾ گذاريان ها."

"فرعون، شداد ۽ ٻين دعويٰ ڪئي ته هو خدا آهن."

"اي بابا..... ڇا جي دعويٰ ڇا جي خدائي، هنن وٽ حڪومت هئي، ڏنڊو هو موچڙو هو تنهن جي زور تي ٻيا ماڻهن ويچارن کان پاڻ تي ڪلمو پڙهائيندا هئا. عام لوڪ ويچارو سهي جي ڪل آچار، پادرن جي ڊپ کان پيو هنن جي آڏو سيس نوائيندو هو. ٻيو بندو ٻي ايمان لوپ ۾ اڇيو وڃي. اڄ ڏس ته ايمان وارا ٻه مايا جي موهه ۾ سچي خدا کي ڇڏيو ويهن. فرعون وارن ته سچي خدا کي ٻڌو ڏٺو ٻه ڪونه هو جيسين حضرت موسيٰؑ فرعون کي اچي پورو ڪيو. اهي ماڻهو نويڪلا ٿيندا هئا ته انهن ئي زبردستيءَ جي ڪوڙن خدائن تي هڪڙي لعنت چاڙهيندا هئا، ٻي لاهيندا هئا. هي پاڻ وارو مُجيري پاڻ لڪايو پنهنجي صحابت نبين جي وسيلي پاڻ کي سچو مالڪ مڃايو وڃي. وري ڪو آهي اهڙو جو چوي ته، اهو هو ڪونهي آءٌ آهيان."

"ڪي ماڻهو تنهنجي نالي جي هجي بدلايو ويٺا آهن ۽ ان مان طرح طرح جون معنائون پيدا ڪين ٿا. تنهنجو نالو تنهنجي ڪردار ۽ منصب جي لحاظ کان 'وطايو' رکيو ويو آهي. ڪي وري تنهنجي هندوءَ مان مسلمان ٿيڻ تي ڪاوڙيل آهن ۽ لکن ٿا ته، تون مورڳو هئين ئي ڪونه. ڪنهن ليکڪ جو فرضي ڪردار هئين."

"چئبو ته مئي پڄاڻان به پچر نٿا ڇڏينم؟ يلا جي بابو مرهيات جيئرو هجي ها ته پڇانس ها ته منهنجي جمڻ تي ڪهڙا عربي ۽ فارسي ڪتاب ۽ فرهنگ ۽ لغتون کولي ڏٺيون هُيئي ۽ منهنجي وڏي هوندي جي افعالن جو به اڳواٽ اندازو ڪري نالو چونڊي رکيئي؟ هاڻي هو ته ٿيو پئي جهان ۾. انهن قلم جي صاحبن جي مرضي. گڏهه کي گهوڙو ۽ گهوڙي کي گڏهه ثابت ڪرڻ، انهن جو ئي ڪمال آهي. تڏهن به مون قلم ڪاغذ سان اصل وهنوار رکيو ئي ڪونه. رهيا اهي جن جو ڏرم ڇڏي مسلمان ٿيس، سي جي چون ٿا ته آءُ هئس ئي ڪونه، سي اڃا به چڱو ٿا ڪن. اُهي انهن کان ته چڱائي ٿيا، جيڪي منهنجو هئڻ مڃي پانت پانت جا بهتان ٿا رکنم. گهوڙي مان گدڙ ٿا بنائين. ڳالهه جو ڳاٽو هي ته، سيني کي شابس جي."

"هندو هئڻ ۽ مسلمان هئڻ ۾ ڪو فرق ڏٺئي فقير صاحب؟"

"اڙي بابا گس جدا جدا آهن. باقي ماڳ مڙيو ئي هڪڙو آهي. هو رام چون. هو رحمان کي پڪارين. سڏ ٻنهي جو انهيءَ هڪڙي کي آهي. باقي اَنڌي هاٿيءَ وارو مامرو آهي. هو به ويٺو تماشو ڏسي. آخر ۾ هر ڪا ٻڪري پنهنجي پائي ٽنگبي."

"يلا ڏيڳي ۽ گڏهه واري ڳالهه ڪيئن ٿي؟"

"بس يار..... ڳالهه ئي نه پڇ! ڏاڍو ارڏو آهي پاڻ وارو ڏاتار! ازل جون آسون تاتي اها هڪڙي گابڙي سندس نالي تي ملي هئم. تنهن کي تاتي وڏو ڪيم. پيٽ کي پٽيون ٻڌي هن کي کارايم. راتيون اوجاڳا ڪڍي هن جي سار لڌم. اڃا لڳي به ڪانه هئي. پر ڏيڳي سڌجڻ جهڙي اڃي ٿي هئي. جو اهو نانگو نپٽو گڏهه اچي سندس گاهه تي هريو. سؤنٽا هٽي پڇايانس. آڪيڙا ڏيانس. ڪُکِن ۾ لتون هڻيو ڪيانس. پر آخر گڏهه گڏهه جو پٽ هو نه. نيٺ هڪ ڏينهن موليٰ ۾ حجت ساري پاراتو ڏنومانس ته. خدا ڪندو ته صبح جو اٿندس ته تنهنجو لاش اتي ئي پنهنجي در وٽ ڏسندس. پوءِ ڏٺئي ٻڌئي ته ڇا ٿيو. جيئن هو مون سان سدائين ڪندو آهي. صبح جو اُٿي ڇا ڏسان ته

اها ئي منهنجي دادلي سڪيلڏي ڏڳي تنگون تيڙيون پئي آهي ۽ اهو ٻڌل ٻڍاڙو ڳڏهه لئه سان بيٺو سندس ڳاهه چري ۽ پوڪرون هڻي. اندر سڙي ويم. اتان ئي هڪڙو انڌو پينار اچي لنگهيو. تنهن کي سڏ ڪري چيم ته. فقير هن زناور کي هٿ لائي ٻڌاءِ ته کهڙي بلا آهي؟ هن هٿڙا ڦيري ٻڌايو ته. ڏڳي آهي. تڏهن رهي نه سگهيس ۽ منهن مٿي ڪري ميار ڏني مانس ته هن انڌي جيتري به سڄاڻ ڪانه اٿئي ڇا؟ يا تو جو ملائڪ موڪليو سو مون سان ڳِدي ڪري ويو؟

بس بابا. سور تو ٿئي ته اندر مان اهڙي دانهن نڪريو وڃي. شل معاف ڪري. آءٌ ڀانيان ٿو ته هن کي انهيءَ تان ڏمر ٿيو ته مون سندس خلقيل هڪڙي ساهه واري کي پاراتو ڇو ڏنو. اڇا به خير ٿيو جو اهو عزرائيل ڏڳيءَ تي ئي گذارو ڪري ويو. جي منهنجي مٿان اچي بيهي ها ته ڀلا آءٌ هن بي نياز بادشاهه کي ڇا ڪريان ها؟ يا هن ڏنو ته فقير مٺو وڃي مال جي موهه ۾ ڦاٿو آهي، سو اها سيڪت ڏئي تي مون کي آجو ڪيائين. پنهنجون مصلحتون هو پاڻ ڄاڻي."

"هڪڙي ٻڪڙي جي ڳالهه آهي بابا! هتي ته ماٺو وڪ وڪ تي انهن جي آوي ۾ اچيو وڃن. خدا شل انهن جي پناري نه وجهي. خير ڳالهه آهي وري به ٻاجهه واري جي ٻاجهه جي. جو مون سواري گهري ۽ هن سواريءَ جي ڦر کي مون تي سوار ڪري ڇڏيو. اهي اٿئي هن قادر جا ڪم. ڀلا ڪير ڪڇي ڪير پڇي. جهڙس ڀيو ڪو هجي ته ان کي دانهن ڏجي. سندس عدالت کان ڪا مٿي عدالت هجي ته اتي پڪارجي!.

آءٌ وس پڄاڻي ته هن کان ڪجهه گهرڻ جو ست ئي ڪونه ساريان جو خبر اٿم ته ڇوندس هڪڙي ته ڪندو ٻي! پر وري به گهرڻو ته هن کان ئي آهي. بندو حجت ساريه آس رکي ڪجهه گهريو وٺي، پوءِ هن جي مرضي چاهي ته پوليس.جي پناري وجهي، چاهي ڪنهن ٻئي ڪاموري جي. اهي سپاهي به سندس ئي مقرر ٿيل آهن. آخر ڪن سان ته دوزخ به ڀرڻو اٿس. هنن مونکان بيگرون ورتيون. ڏلها ڪٺايا. ٻکون ڪيرايون. پر مون کان اها نه ٿي جو ڪنهن گبر جو ماٺو سڏائي جند ڇڏائي وڃان. 'ڀلي ٻک ڀرم جي ڦال نه وڃي شان.' بندي جويندو سڏائڻ ۽ ان تي ٻانور ڪرڻ واري تي حيف آهي. تن کان اهي بيگرون ڀليون."

"فقير سائين! اوهان هڪ ڀيري مينهن وسائي ڏنو هو؟"

"اڙي بابا! بندي کي کهڙي طاقت جو هڪ ڦڙي بہ وسائي. اها ڳالهہ ٿي
بہ هئي. ماڻهو مون وٽ پيهي آيا تہ فقير صاحب هيل مينهن ڪونہ پيو
آهي. ڏرتي اجايل آهي، سوڪهڙي جو اُڏڪو آهي، تون دعا ڪر تہ مولي
مينهن وسائي. مون چيو مان تہ يار اسين پاڻ ۾ ٿهون ڪونہ. ڏڳي ۽ سواريءَ
جهڙا آزمودا پرائي وينو آهيان، اصل ماٺ پلي! جي آءٌ مينهن لاءِ دعا
گهرندس تہ جيڪو پوٽو هوندو سو بہ ڪونہ پوندو. ماٺ ڪري ويجي ڪنهن
مولوي صاحب کي چئون تہ نماز پڙهائي، پر هو پڙ ڪيڏي بيهي رهيا تہ. وتايا،
مولي ڪان برسات وني ڏي. ويچارا ويساهہ وسوڙل ماڻهو سمجهايومان پر نہ
مڙيا. نيٺ چيم تہ چڱو هاڻي ڏسو تماشو تہ سائين ڇا ٿو ڪري؟
ڇا ڪيم جو پنهنجي گوڏ لاهي، پاڻيءَ ۾ سڄي پسائي. بنا نپوڙڻ جي
ڪٺي هڪڙي ڪنڊيءَ تي پکيڙيم ۽ ايلاز ڪيم تہ مولي سڄ کي نہ
ڏڪجانءِ. اجا ٿي اُس کي ٿورو تکو ڪجان تہ گوڏ جلد سڪي پوي نہ تہ
اجهو اگهاڙو ٿيو بيٺو آهيان. هيترن ماڻهن وچ ۾. بس بابا! ڪن پل ۾ ڪڪر
مڙي آيا. سڄ تہ ڍڪجي ويو پر برسات بہ اهڙي پئي جو چوي تہ اج نہ وسان
تہ ڪڏهن وسان. گوڏ سڪڻ جو سوال ئي نہ هو. ماڻهو گد گد ٿيندا گهر
موٽي ويا. دل ۾ چيم اهڙيون ڪڳيون بہ نہ هٽو چيومانوَ ڪونہ تہ هو منهنجي
گهرئي جي ابتڙ ڪندو. مون گوڏ سُڪن لاءِ وڌي تہ هو ان کي سڪڻ چوٿو
ڏئي. هيڏو مينهن وسائي ڇڏيائين تہ وتائي جي گوڏ نہ سڪي. مون سان جاڙ
ٿي، پر اوهان جو پلو ٿيو. سو ادا هو دانا بينا آهي تہ اسين سندس فقير بہ
سندس دانائيءَ مان ذرو ماڻيون ٿا. اهڙا چڪر ڏيو بہ هن مان ڪم ڪڍيو
وڃون، هيو پلا ڪنهن کي چئون؟"
"فقير سائين. پلا اها هڪ ريٿي، ڪبڙ ۽ ان جا لاه نڪرڻ واري ڳالهہ
ڪئين ٿي؟"
"اهو بہ هڪ سبق هو جو پرايم ۽ بصيرت بيان ڪرڻ وارن لاءِ لکائي
ڇڏيم. ماحول ۾ ڌن دولت وارن جو حشر نشر ڏسي آءٌ اها بلا پالڻ کان
هميشه ٿي پاسو ڪندو هوس. هو هڪ ريبو بہ ميڙيو ڪونہ هئم. امڙ ڪن
ڏينهن کان ٿاريو ويٺي هئي، سو سفر تي نڪتس تہ ور ۾ پڌي ڏنائين تہ ڪنهن
وچ ڪم ايندئي. آءٌ فقير ماڻهو انهيءَ هڪ ريٿي کي بہ پاڻ تي جبل جيڏو
بار پيو سمجهيم. پيا وسوسا تہ متان ڪو ڦورو اچي انهيءَ ڍينگلي مان ڳڏ
سي بہ لاهي وڃيم يا ڪپڙا ڦري وڃيم. سو جهنگ مان لنگهندي، ان کي

هڪڙي ڪپڙ جي پاڙ ۾ اچلي ڇڏيم ۽ بي اونو ٿي اڳتي هليو ويس. ٻئي ڏينهن اتان ئي لنگهيس ته ڏٺم ته ڪنهن همراهه ڪپڙ جي هيٺان خزاني جو انومان ڪري ان جون پاڙون به ڪڍي ٻاهر ڪيون آهن. تڏهن اندر مان دانهن نڪتي ته ابوءِ! لالچ ۾ ماڻهو ڇا نٿو ڪري؟ جي اهو روپيو هو مون وٽ ڏسن ها ته سمجهن ها ته اجا به ڪا دولت اتم ۽ انهيءَ پٽ ڪوهه ۾ منهنجا به ڪپڙ وانگر لاهه ڪڍي ڇڏين ها."

تون ڏس ته دنيا ۾ ائين به ٿئي پيو ڪِ ي نه؟ ڪي معصوم ٻارن جي ڪنن مان ڪيوٽيون لاهيندي، معصومن جا ڪن به ڇنندي دير ڪونه ڪن، ڪي ڪنهن جي ڳچيءَ مان هار لاهڻ ڪاڻ، هن جي مسي به ڪپيو رکن. ڏاڙن هڻڻ وارا ڏاڙا به هڻن ۽ قتلام به ڪن. الائي ڪهڙا ڪهڙا ڪلور ٿا ٿين ڏن خاطر. اهڙي شيءِ ئي ڇو ڏارجي؟ ۽ جيڪي مال ٿا ميڙين، تن ڪي وري ڪهڙا سک آهن. رڳو ڏسڻ جو ڍؤ آهي، باقي نه ننڊ نصيب اٿن نه آرام، سمجهه جو ڦير اٿئي، متان سمجهين ته پئسي وارا فڪرن کان آجا آهن. طرح طرح جا طعام ته ڪتا به ڪائين ٿا، پانت پانت جا لباس ته ويسا ڏاري به اوڍين ٿا. جڏهن سڀ ڪجهه هتي ڇڏي وڃڻو آهي ته اهڙو گند ميڙجي ئي ڇو. جو اڳتي ڪم نه اچي. پوءِ ڏٺئي ته هڪڙي پيري پاڙي ۾ ٻاهه لڳي ته مالوندن جو ڪهڙو حشرت ٿيو. اصل چرين ديوانن وانگر رڙيون ڪندا ڊوڙندا ويا. ڪنهن کي زيورن جو فڪر، ته ڪنهن کي ڪپڙن جو ڪنهن کي ٻڪريءَ نڪريءَ جو، ته ڪنهن کي هنڌ ڪتولن جو. ڪهڙا نه هاءِ دوس ۾ پئجي ويا. هيڏانهن آءٌ پنهنجيون به رليون ۽ ٻه تڏيون ڪڇي، امڙ کي ٻانهن کان وٺي، ڏاڍيءَ دلجاءِ سان پنهنجي پونگيءَ مان نڪري آيس، دل کي ذرو لوڏو به ڪونه آيم. دل دماغ جي ڪيڏي عذاب کان بچي ويس ڪي نه؟"

"اها ڪنگهڻ واري ڳالهه.....؟"

"اها به هن جي هڪ رمز آهي، نه ڪنگهان ها ته به ڏئي ها. جيسين ساهه تيسين گراهه. هن جي ذميواري آهي. پر ايترو آهي جو سڀ ڪنهن جي پنهنجي منزل آهي، پنهنجو مرتبو آهي، اسان جهڙي کي ٿورو ڪنگهائي پوءِ تو ڏئي، نه ته ڪير رابعه بصريءَ يا جنيد بغداديءَ جهڙو ٿئي ته ان کي ته گهر ويٺي ڳجهه ڳوهه ۾ ٿو ڏئي. آءٌ هيس ڪمزور ايمان وارو، سو تڪڙ ڪري ڪنگهي ويٺس ته متان اهو به هٿ مان نه نڪري وڃي! توڪل وارو ٿيڻ لاءِ وڏو جگر کپي بابا! مون به ماڻهن کي اهو سبق ٿي ڏنو ته بابا داتو هر پکيءَ جو

مقرر آهي، پر اهو هن کي آکيري ۾ اچلجي ڪونه ٿو ملي. هن کي آکيري مان نڪري ڇڳڻو ٿو پوي.

"هڪ پيري جو ڪاغذ قلم ڪٺي وچي مسجد جي ممبر تي ويٺا هئو؟"

"اهو هن کي ٻڌايم تي ته مون کي پڪ آهي. تنهنجن خزانن ۾ ڪوٽ ڪانه پئي آهي. نه ته پلا ڪاغذ تي صحي ڪر. سو هو ڪري ها ڇا؟ هو به مون سان جاڙون ڪريو وچي! ڪڏهن فاقا ڪيرائي، ڪڏهن انگ اگهاڙو هلائي. مون سان ته هن کي اصل خاص حجت آهي. سو پوڳ به مون سان ڪري ۽ ستائي به مون کي. ڪڏهن مون کي بخيلي وٺيو وچي. تڏهن لاچار وڃيو اهڙيون حجتون ڪريانس. پوءِ ڏنئي ته پيئل آٽي جي ڳوڻ ڏياري موڪليائين. هو مون کي چيڙي آءُ هن سان بحث تڪرار ڪريان. اهو اسان جو ازل ڪان پاڻ ۾ وهنوار آهي. جيئن هر بندي جو پنهنجي خدا سان الڳ الڳ وهنوار آهي.

هڪڙي ڏينهن جو گهر جا ٿانوَ نڪر ئي ڪو شاهينگ ڪٺي ويو ته ڏنئي ته مون به وچي سندس گهر مان ٽپڙ ڪنيا. سو اهو تي ڏيڪاريومانس ته ڏين به تون ڦرين به تون. ته آءُ به توکان ئي پنهنجو نقصان پورو ڪندس. ماٺهو تنهنجي گهر ۾ طرح طرح جو سامان رکيو وجن ثواب ڪمائڻ لاءِ ۽ منهنجي گهر مان دلو به ڪٺيو وجن ۽ تون ويٺو ڏسين. مون سچو وهنوار به ساٽس رکيو آهي ته منهنجي حجت به هن تي، ته ميار به هن تي."

"وقت جي قانون جو در کڙڪائين ها."

"رهيا کُهيا ٽپڙ به وڃنم ها. اتلو پاڻ ٻڌو ويٺو هجان ها. قانون آهي ابتو موچڙو. منهجي خدا کان سواءِ نه پٽ نه ڏِٺِ. پيو ته قيامت ۾ پڇيم ها ته مون کي دانهن ڏيڻ بدران منهنجن بندن کي ڇو صدا ڏنيئي. بابا هو ڏاڍو آهي. حضرت يعقوبؑ سان ٻڌئي ته ڪهڙي ڪار ڪيائين؟ هن حضرت يوسفؑ جي ٻانهن سندس وڏي ڀاءُ جي حوالي ڪندي، هن کي پارت ڪئي هئي ته خيال رکجانس. آءُ يوسفؑ جي ٻانهن توکان وٺندس. تنهن تي ڏس ته هڪڙي نبيءَ کي ڏولائي جا ڏک ڏنائين. ته پيو پٽ جي فرق ۾ نيڻن جي نرت وڃائي ويٺو. بابا زاري آهي هن جي اڳيان."

"چور کي هٿ ڪرڻ لاءِ جو تون مقام ۾ وئين. تنهن ۾ به شايد تنهنجي اها ئي سوچ هئي؟"

"پيو وري ڇا. مون اهو تي ڏيڪاريو ته هر ڪنهن کي نيٺ به مري قبر پيڙو ٿيڻو آهي. ڍلو هجي کي پلو. ڇڱو هجي کي مدو. نيٺ اتي ته

اڇٽو اٿس ۽ پوءِ پنهنجي افعالن جو حساب ڪتاب ڏيٽو اٿس. آءٌ ڪو مورک ڪونہ هئس. ڇاتہ ٿي تہ چور ڪو اڄ ئي ڪونہ مرندو. نڪو هن جو مڙهہ انهيءَ مقام ۾ لازمي ايندو. پيو هن جي جنازي کي گرفتار ڪري ڇا ڪريان ها. پر اهو عقل وارن کي اشارو ٿي ڏنم تہ بابا ڪير ڪهڙو بہ عمل ڪري. نيٺ مري جواب ڏيندو ۽ سزا جزا پرائيندو. تو کي تہ خبر آهي تہ ماڻهو چور کي جهلي ٿا وجهن تہ پوءِ هن سان ڪهڙي ٿا ڪارِ ڪن. ماري ڪُٽي، بي عزتو ڪري، بڇڙو ڪري، پوءِ بہ سپاهين جي حوالي ٿا ڪنس. هن کي ڏوهہ کان گهٽي وڌيڪ سزا اچيو وڃي. مون کي اها تہ ڳالهہ ڪانہ وڻي....

"فقير سائين، تنهنجو چوڻ آهي تہ دوزخ ۾ اڳ تيار ڪيل ڪا باهہ نہ هوندي. هي ماڻهن جا بدعمل سندن باهہ آهي جا هو پاڻ سان کنيو ٿا دوزخ ۾ وڃن. اها ڳالهہ ڪولي سمجهايو."

"ڀلا ائين ڪونہ بہ آهي ڇا؟ اها بہ مون هڪ سمجهاڻي ٿي ڏني. جيئن قرآن حديث ۾ چيل آهي تہ قيامت ۾ عضوا شاهدي ڏيندا. پيو قدرتي شيون ڳالهائينديون ۽ شاهدي ڏينديون. وڌيڪ ڏس تہ بدعمل بدڪار ماڻهو جتي گهڻائيءَ ۾ هوندا، اها جاءِ نسورو نرڳ ٿي ويندي آهي. اهي هنن جا ڪرتوت ٿا وايو منڊل کي دوزخ جهڙو ڪن. جتي چڱا ماڻهو گهڻا هوندا، اها جاءِ بهشت ٿي پئي هوندي آهي. خير هتي تہ چئن چڱن جي محابي نرڳ بہ سرڳ ٿيو وڃي. پر متي تہ دوزخ واري ويڙهي ۾ هوندا ئي رڳو بدڪارتہ اهو ويڙهو ڇا هوندو؟ دوزخ بهشت انسان جي اندر ۾ آهي بابا! هو ڪنهن شاعر ڪين چيو آهي تہ "مون پنهنجي روح کي آسمانن ۾ موڪليو تہ وڃي دوزخ ۽ بهشت جي حقيقت معلوم ڪري اچ. منهنجي روح موٽي اچي مون کي ٻڌايو تہ آءٌ (روح) جو تنهنجي اندر ۾ آهيان، آءٌ ئي بهشت آهيان ۽ آءٌ ئي دوزخ! سو مون اها ڳالهہ ان طرح ٿي سمجهائي. پوءِ سمجهو ڪي سمجهن.

"اهو شاعر عمر خيام هو."

"جيڪو بہ هو، ويچارو ڪو سٺو ماڻهو هو."

"فقير صاحب! توکي پير ۾ ڪنڊو لڳو تہ تو ڏاڍي هاءِ گهوڙا مچائي، انهيءَ جي وضاحت ڪريو؟"

"ڀهرين هيءَ ڳالهہ ٻڌي چڊ ٻڇڙا، تہ جيڪي ماڻهو پاڻ کي حوصلي ۽ همت جا صاحب سڏيندا آهن. سي ڏکيائين کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳواٽ تيار

رهندا آهن ۽ چوندا آهن تہ اسين مصيبتن کان ڊڄڻ وارا نہ آهيون. تن تي مصيبتون اچن بہ گھٽيون ٿيون ۽ جيڪي اچي ٿي پيا ڏيل ۾ ڏرندا آهن ۽ دعائون گھرندا آهن تہ يا خدا! اسان ۾ سهڻ ڪونهي. ڪنهن آزمائش ۾ نہ وجهجان تن وٽ آزمائشون اچن بہ خير ڪو. يا هيئن سمجھ تہ. جيڏا اٺ تيڏا لوڏا. جن وٽ مصيبتن کي منهن ڏيڻ لاءِ سڀ سامان موجود هوندا آهن. تن وٽ اهي ذري ذري اچيو مهمان ٿين ۽ اڻ هوند وارن جا ڪيترا ڪم قدرتي ٿيو وڃن.

آءٌ آهيان ڪجھ جڏيءَ دل ۽ ڪمزور ايمان وارو. سمجهيم تہ جي اڄ ڪنڊي لڳڻ تي صبر ڪيم تہ سڀاڻي ڀالو هٽندو پوءِ ڏڪو يا ترار. اهي آزمائشيون نباهين نبي سڳورا يا قلندر. مون کي بہ ٿي انهن جهڙو ڪيائين. سوچيم تہ اهڙو هيسي ڇڏيانس جو اڳتي مون کي ڪنهن آزمودي ۾ نہ وجهي. ان ڪري ايڏي واويلا ڪيم تہ سائين آءٌ حضرت ايوبؑ ڪونہ آهيان. وتايو آهيان. هيٺون ۽ اڏيٺو. مون کان تہ ڪنڊي جي چهنب بہ ڪانہ سٺي ٿيندي. ڪو هيو قلندر تاڙ هن تہ مون سان ڀال ڪري مون کي قلندر ٿي ڪيو پر بابا. پاڻ کان اهي خندقون ڪٽ ٿيون ڪنيون ٿين. سو جڻ جواب ڏئي ڇڏيومانس. هن بہ وري مون کي ڪونہ ڇيڙيو. سمجهي ويو تہ هن همراهہ ۾ سهڻ ڪونهي.

سو اها حقيقت سمجهي ڇڏ تہ بندو جيترو صبر ڪندو. ايترو هن کي وڌندو ۽ هو هن کي وڌيڪ آزمائڻ ۽ پڪو ڪرڻ لاءِ اجا ڏکيائيون ڏيکاريندو پوءِ جيڪو سندس صعوبتون سهندو ويندو اوترو لال ٿيندو. سچ پڇين تہ بندو بي ايمان نعمتن جو ڏوَ تي خدا کان ڦريو وڃي. سورن ۽ اڻ هوند تي هن ڏانهن گهٽو مائل ٿئي. تنهن ڪري هو جنهن کي پنهنجو ڪندو آهي. تنهن کي سختيون سهائيندو آهي. جنهن مان هٿ ڪيڏو هوندو اٿس. تنهن کي ڏڱ سُکن جا ڏئي روانو ڪندو آهي. اها هن جي حڪمت آهي تہ عجيب. پر هاڻي ڪير وڃي هن کان پڇا ڪري تہ سائين هي ڪهڙو دستور؟

خير آءٌ ڀيلي ڀنهي قاعدن کان ڪنڌ ڪڍائي وچون رستو وٺي هليس. ڏکن ۽ سکن جي وچ ۾ هڪڙو فقيراڻو آشرم ٺاهي ويهي رهيس. نہ قلندر واريون سختيون سٺم. نہ وري گمراهيءَ وارو گس وٺي دنيا جا عيش ماڻيم."

"ڪيترا ماٺهو تو کي چريو ٿا سمجهن فقير صاحب. تنهنجو پنهنجي باري ۾ ڇا خيال آهي؟

"انهن کي چئو ته چريو ٿيڻ به ڪا جهڙي تهڙي جي وس جي ڳالهه ڪانهي، جيڪي چون ٿا تن مان ڪو ٿي ڏيکاري. ڀلا جي گهڻا ماڻهو ٿا چون ته آءٌ به ڪٿي ميان ٿو، ڇو ته اهڙو چريو به ڪونه آهيان، جو هيترن ماڻهن جي راءِ کي رد ڪري ڇڏيان. هو ڀل پنهنجي دل خوش ڪن. باقي اهو به ياد رکجانءِ ته هيءَ دنيا اڌي ۾ هلائي به چرين آهي. سنون سدائين وسندين جون وسنديون پوئتا ڪري ڇڏيون آهن."

"هاڻي ته وڏا وڏا اسڪالر توتي تحقيقون ڪرڻ لڳا آهن."

"ڀيو ڪو ڪم ڪونه اٿن ڇا؟"

"اهو به وڏو ڪم ته سمجهيو وڃي ٿو، هن دور ۾."

"پيلي وڏو ڪم ته آهي چڱي جي ڳالهه تي ڌيان ڏيڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ. باقي ٻيا سڀ ڪم ته خساري وارا آهن. وري به سندن مرضي."

"نيٺ به تنهنجي صحيح لوڪيشن هٿ ڪري وٺندا."

"تنهن مان هنن کي ڇا ملندو؟"

"اها خبر هنن کي، آءٌ اهڙي ڪاپاري ۾ پوان ئي ڪونه."

"تون به مون جهڙو آهين ڇا؟"

"نه ته تو سان رابطو قائم ڇو ڪريان؟"

"ته بس تو به هن جهڙو ئي ڪم ڪيو ٿيو."

"آخر ٿنهنجون حقيقتون به هٿ ڪرڻيون آهن نه."

"جيڪو وٽيوَ سو هٿ ڪريو پر ياد رکجو ته آءٌ هميشه هر دور ۾ هر هنڌ موجود آهيان. خدا پنهنجن بندن کي گس ڏسڻ لاءِ مون جهڙا ديوانا سدائين پيدا ڪندو آهي. ماڻهو وري اسان جي گفتن تي غور ڪرڻ بدران اسان کي ئي پوڄڻ لڳيون وڃن."

"ماڻهن سدائين ائين ڪيو آهي. پيغمبرن کان وٺي توجهڙن فقيرن تائين."

"تڏهن ته پٽڪندا وتن نه. خير! ڪٿين ڀاڳ."

"ڪجهه ڏينهن اڳ تنهنجي نالي تي تنديءِ الهيار ۾ وڏو ميڙ ڪيو ويو هو وڏيون ڳالهيون ٿيون تو بابت."

"تنهن مان مون کي ڇا مليو؟"

"تو کي ڪجهه مليو ڪي نه پر اسين تنهنجون ڳالهيون ڳائيندا رهنداسين."

"باقي ان تي عمل ڪونه ڪندا!"

"هن وقت اسين ڳالهيون ڳائڻ جي دور ۾ آهيون، عمل جو وقت جڏهن اچي."

"اوهان جي مرضي، جهڙي نيت تهڙي مراد."

"تنهنجي قبرتي وياسين تہ اتي مقام ۾ "پلي ڪري آيا." جو بينر لڳو پيو هو. اهو ڪن ماڻهن کي عجيب لڳو. تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟"

"انهيءَ ۾ ڪهڙو اهم. ڪهڙو عيب؟ اهو گفتو اصل مماتيءَ طرفان هو. آخر آئي کي آڌر تہ ڏيڻو آهي. ائين تہ نہ چئون ها تہ هاءِ افسوس جو هتي آيا. آخر هر ڪنهن کي نيٺ هتي ئي اچڻو آهي. ڪير انهيءَ کي عيب يا نياڳ نحوست جي ڳالهہ ٿو سمجهي تہ پليل آهي. اهو تہ حياتيءَ جو آخري سنڌو آهي، تنهن وٽ پهچڻ حق آهي. هونئن بہ اهلِ حيات کي حڪم آهي تہ مقام ۾ وڃو تہ 'اسلام عليڪم اي قبرن وارؤ' چئو تہ اهل مماتيءَ کي بہ حڪم آهي تہ جيئرن کي آئي پليڪار ڪن تہ بابا هينئر ڪٿي پنهنجي پيرين آيو آهين، پوءِ چئن ڄڻن جي ڪلهي چڙهي ايندين. باقي اول کي آخر اچڻو هتي اٿئي. سو جي اها پليڪار لکي ڇڏيائون تہ مڙئي خير آهي. هونئن ماڻهن کي دانائيءَ ۾ ناداني ۽ ناداني ۾ دانائي ڏسڻ ۾ ايندي آهي، ظلم ۽ ناحق وارن ڪمن تي ڏند ڪيڏي ڪلندا آهن ۽ ڪلڻ وارين ڳالهين تي ڏاڍا ڳنڀير ٿي ويندا آهن. موتيءَ فوتيءَ جي معاملي کي ڏسندا تہ ڀهہ ڀهہ ٿيندا. جڏهن سچي پچي نجات جو ڪم آهي. مرگهٽ مقام کي ڏسندا تہ ٺهندا ۽ پاسو ڪندا. جتي آخر اچڻو اٿن، ۽ پنهنجن ٽاڪن تي ڪانيون ڀڏيو ٽڏو مانجهاندو ڪيو ويٺا هوندا، جڏهن هميشہ ئي اتي رهڻو اٿن. ٺصوئي ابتو آهي، انسان جو."

"هاڻي تہ تنهنجي قبر تي چوڪنڊي ٺهندي، رستو ٺهندو فقير سائين!"

"اهو ڪيس بہ مون تي رکيائون، چوندا تہ وتائي فقير هيترو خرچ ڪرائي ڇڏيو. چئي ڇڏجون تہ آءٌ ڀڌل ڪونہ آهيان. ڏس تہ سهي جيئري اٽيو گراهہ بہ ڪونہ ڏنائون، مئي پڄاڻا ڪهڙيون نہ پيا پاڪرون پارائينم. خير حساب ڪتاب پاڻ ڏيندا. آءٌ ڀڌل ڪونہ آهيان. اهي خاص لوڪ هاڻي مون کي پنهنجن ايوانن ۾ ڇڪي ويا آهن. تہ پلي پنهنجو شاهاڻو شوق پورو ڪن. باقي منهنجو جيئڻ بہ عام لوڪ مان تہ مرڻ بہ انهن ئي سان، جن منهنجو ذڪر فڪر ڪونہ پلايو."

"فقير صاحب! هينئر هن وقت ڏاڍو ڏکيو وقت اٿئون!"

"بس بابا! جيڪي پوکبو سو تہ لڻبو. اهو ڪير جو ڪري ۽ نہ پري، پر اهو بہ آزمودو اٿئون ناامید نہ ٿجو. نيٺ سڻائو واءُ بہ ورندو رکو موليٰ تي! ڪتڻ

جي ڪِرت نہ ڇڏجو نہ غفلت جي گرداب ۾ غرق ٿجو. آخر بہ ڏوهن جو ڪفارو ڏئي لاهيندؤ ۽ سرخرو ٿيندؤ. اهو وقت ضرور ايندو. ڏسجو ويٺا، اڄ جا ڏولاوا آزمودو آهن. جي اڳتي ڪم ايندوَ.“

”موجوده پيڙهيءَ لاءِ ڪو پيغام ڏيڻ پسند ڪندؤ؟“

”پيغام اهو آهي تہ اڪ ڪلي رڪوع علي سائينءَ وارو اهو قول ياد رکجو تہ.

”دنياداريءَ جا ڪم ايئن ڪريو جڻ هميشہ ئي هتي رهڻو اٿوَ ۽
آخرت لاءِ فڪر ائين ڪريو جڻ اڄ ئي هتان ڪوچ ڪرڻو اٿوَ.“

ائين هم وزنيءَ سان ساهميءَ جي پڙن کي برابر رکي، اعتدال سان وچون رستو هلندؤ تہ اول خير خطا نہ کائيندؤ. سڄڻ دشمن کي سڃاڻڻ سکو جوشيلن قولن تي پنپلجي بہ نہ هلجو.

# وتائي فقير سان ملاقات

**ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو**

گذريل 13 نومبر تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اوچتو وتايو فقير ملي ويو. مون کيس سڃاتو پر پاڻ مون کي سڃاڻي نہ سگهيو. شايد زماني جي گردش منهنجي رنگ روپ ۽ حسن و جمال کي ڪاراٽي چڙهيو هو. هوڏانهن فقير صاحب بلڪل ساڳيو گلاب جو گل هو جهڙو ڦوهہ جوانيءَ ۾ هوندو هو.

اسان جي گفتگو شروع ٿي. مون عرض ڪيو: فقير صاحب! ڪيئن گس ڀلجي پيا؟ وڏا ڀاڳ اسان جا!

عجب مان چيائين: اهي اوهين وڏن ڀاڳن وارا ڪير آهيو؟ حليم بروهي تہ نہ آهيو؟ چيم تہ: حليم بروهيءَ جو پاڙيسري آهيان. ڳالهہ تہ ساڳي ٿي. ائين چئي وڏو ٽهڪ ڏنائين. مون گهڻي نهٺائيءَ سان کيس دعوت ڏني. قبول ڪري مون سان گڏجي اوطاق تي آيو. فقير صاحب کي ويهاريم ۽ چانهہ جي ڪوپ تي اسان جي ڪچهري شروع ٿي. مون کي ڊپ هو تہ گهڻن سوالن تي هو ناراض ٿيندو، پر تہ بہ ادب ۽ نهٺائي سان سوال پڇندو ويس:

سوال: فقير صاحب! اوهان شادي ڇو نہ ڪئي؟

جواب: امان کي گهڻو شوق هو ۽ مون کي بہ خيال تہ هو پر هوءَ هڪڙي ئي سروٽي سان سهڏارجي ويئي. شادي ڪنهن سان ڪريان!

سوال: فقير صاحب! اوهان جو ادب بابت ڪهڙو خيال آهي؟

جواب: ادب چڱو آهي، اگر امان منهنجو ڪري

سوال: اُهو ادب نہ

جواب: ٻيو وري ڪهڙو؟

سوال: اُهو جيڪو ’شاهہ جو رسالو‘، ’زينت‘ ’درد جي خوشبوءِ‘، ’درد جو صحرا‘، ’دل جي دنيا‘، ’روح رهاڻ‘، ’مهراڻ‘ ۽ ’نئين زندگي‘ وغيره.

جواب: مطلب تہ ڪيئي ڪتاب؟

سوال: ها!

جواب: انهن ۾ ڪتاب "وتايو فقير" ترتيب ڏيندڙ محمد اسماعيل عرساڻي بهترين آهي. (وري ڪلي چوڻ لڳو) انهيءَ ڪي اوهين ادب چوندا آهيو؟

سوال: ها! سائين پلا اوهان جي ڪتاب ۾ اوهان جو سمورو ادب اچي ويو آهي؟

جواب: نہ! ڪجهہ رهجي ويو آهي. ان ڪري مون ڪان پوءِ ڏاڪو ماڻهو آيا. جيئن رڻا پوري ڪن. انهن ۾ جيڪي جهونا هئا. تن ڪي تصوف جي بہ ڪجهہ تڪليف هئي. جيئن مدن پڳت. هڪ پيرو شاهہ صاحب ڪي چڙي تندو الهيار اچي ها تہ بنا پئسي پيڙا پار ٽينس ها.

سوال: ڪڏهن ايئن ٿيو تہ اوهان ڪي بہ پيڙياتي نہ ڪنگهيو هجي؟

جواب: آءٌ تہ ايئن دريا پار ڪندو رهيو آهيان. اچ تہ تو ڪي بہ ڪن مان جهلي دريا پار ڪرايان.

سوال: نہ آءٌ تہ پل تان ويندو آهيان.

جواب: پل چا ڦڙ! دريا تي ڦڙ!

سوال: اي سائين! پل تان ريل بہ وڃي ٿي.

جواب: ريل! هوءَ صديق فقير واري ريل. آبوه! نيٺ فقير جي لڳي. (ڪجهہ سوچي) ها پوءِ موهن فقير آيو تنهن فرمايو:

> ريل بہ آهي ريل، پر رمز تکي آهہِ ريل ڪان،
> هو پهچائي پهرن تي، هيءَ رسي سرس سويل،
> ميلن مٿي ميل، موهن محبوبن جا.

سوال: فقير صاحب! شمس الدين بلبل، نور محمد نظاماڻي، محمد هاشم مخلص، چڱي، تڪلو رشيد پٽي، ڪروڙ پتي، علي احمد بروهي، حليم بروهي، غلام رسول ڪلهوڙو ۽ ڪرڙ خان پابوڙيءَ ڪي سڃاڻو؟

جواب: ڇا اهي ساڳئي ڏڳي جا چور آهن؟ منهنجي ڏڳي مري ويئي هئي، ان ۾ هنن جو تہ ڪو ڏوهہ ڪونہ هو. (ٿورو ترسي چيائين) آءٌ ڳوٺ سائينڏنو ملاح وڃڻ ٿو چاهيان.

سوال: اڄ نہ وڃو؟

جواب: ڇو!

سوال: اڄ اتي ونگار آهي، خواه مخواه وچي ڦاسندا. منهنجو ايترو چوڻ ۽ فقير صاحب جو ڪيسي مان خط ڪڍڻ. ان ۾ لکيل هو ته، "فقير صاحب! اوهان کي ڳوٺ سڏار سنگت پاران ڳوٺ سائينڏنو ملاح ۾ سونو پلوڏنو ويندو. لکندڙ خان محمد پنهور."

آءٌ قصو سمجهي ويس. فقير صاحب پڇيو، "اهو خان محمد پنهور ڏاڍو ڪو چڱو ماڻهو آهي؟" مون جواب ڏنو ته، ايترو ئي شوق اٿوَ ته ڪوڏر ۽ کهي هتان مون کان ڪٽي وچي 'ونگار ميڊل' وٺي اچو.

اسين وري پنهنجي اصلي گفتگو تي موٽياسين. چانهه جي ٻي ڪٽلي اچا هلي رهي هئي.

سوال: سائين فئشن ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: منهنجي اجرڪ.

سوال: ثقافت!

جواب: منهنجي اجرڪ.

سوال: جدت؟

جواب: منهنجي اجرڪ.

سوال: تاريخ؟

جواب: منهنجي اجرڪ.

سوال: اهليت؟

جواب: منهنجي اجرڪ.

سوال: تعليم؟

جواب: منهنجي اجرڪ.

سوال: سائين اوهين ماڻهن سان ڪيڪار ڪيئن ڪندا آهيو؟

جواب: وڏن ماڻهن سان هٿ ملائيندو آهيان، ننڍن سان ڪنڌ لوڏ مس.

جڏهن ٻي ڪٽلي به ختم ٿي ته، فقير صاحب پڙڪو ڪائي اُٿيو ۽ مون کيس منٿ ڪري ويهاريو. چوڻ لڳو. "تون ڪير آهين ۽ اهو گدڙ خان پاٻوڙي ڪير آهي؟

مون جواب ڏنو: آءٌ فقير عبدالجبار، اوهان جو چيلو آهيان ۽ ماضيءَ ۾ منهنجو استاد اهو فقير گدڙ خان پاٻوڙي عرف دلبر خان ڪوسو عرف مخدوم محمد صالح پٽي هالائي هو. دين، ادب ۽ تاريخ تي هن جا ڪتاب آهن. هن جو ڪتاب 'واندڪائيءَ جي وندر' مان ماڻهو

هڪ ڪهاڻي وقت بوقت چوري ڪندا رهندا هئا. مون کي سان شڪايت ڪندو هو. ڀلا اوهان به ادبي چوري ڪندا آهيو؟

جواب: دماغ صحيح اٿئي! آءٌ ڇا چوري ڪريان؟ منهنجي دوزخ جي باهه واري ڪهاڻي وڏا وڏا شاعر چوري ڪري ويا. هونئن مون واري ڪاتي ۾ جيڪي چوريون ٿين پيون، تن جي مون کي خبر آهي. پيا ڊوڙ پائين، ڇا ڪجي!

وتايو فقير مون کي ايئن پئي لڳو ته منهنجن سوالن مان بيزار ٿي پيو هو ته به همت ڪري مون فقير صاحب کان باقي سوال پڇي ورتا.

سوال: اوهين پنهنجي فرصت جي وقت ۾ ڇا ڪندا آهيو؟

جواب: هونئن اڪثر آءٌ فرصت جي وقت ۾ 'فٽاز' ۾ ويٺو هوندو آهيان، پر تازو مون نجم عباسيءَ جا به ناول پڙهيا آهن. مون کي خوشي ٿي ته سندس "پيار ڪهاڻي" ۾ منهنجي سروٽي ڪهاڻيءَ سان گهڻي مشابهت آهي.

سوال: فقير صاحب! اوهان ڪي تازا شعر پڙهيا آهن؟

جواب: ها! اهي پڙهي وري اهڙا شعر لکيا به اٿم. ٻڌ ته ٻڌايانءِ

انب وڏا آهن،
ٻير ننڍا آهن،
دنيا ۾ سڪ به آهن،
پر ڏنپ وڏا آهن.

ٻوڙ ضرور هجي امان،
ٻوءِ ماني پچائين يا پٽ،
چٽڻي ضرور هجي امان.

ڪيڏو ٿهر ڪيائون،
مٺي سهسائي ويا،
مون ڪي نه ڏنائون.

اهڙي هجي عيد،
ماٺهو رڏين سيون سڀ مرن،
آءٌ ۽ امان ڪٽي اچون،
آءٌ ڪائي ڪريان عيد.

اوچتو فقير صاحب اُٿيو ۽ هيٺيون ڪلام جهونگاريندو هليو ويو.

حسن وارا سپرين. تو ظلم ڪيو ڇو
جي اٿئي لالچ لب جي، تہ اسين سعيو ڪريون سو
پڇين ها پيرائي ڪان. جي پروگرام هيئي ڪو
جي ملڻ اچي پيو ٻيو تہ اسين منهن وٺي موٽي وڃون.

# وتايو فقير ۽ آءٌ

عابد لغاري

وتايو جيڪو شيخ طاهر بنيو پر وتايو فقير جي نالي سان ئي مشهور رهيو. اهو ته منهنجو جگري يار هو ۽ ڳوٺائي به. منهنجي ته هن کان سواءِ هڪ پل به نه سرندي هئي. ائين هر وقت هر جڳهه تي، سفر توڙي حضر ۾، گهڻو ڪري گڏ هوندا هئاسين. سندس پياريءَ صحبت جي ڪري منهنجي زندگي پڻ ڏاڍي سڦلي ٿي پئي. چاڪاڻ ته فقير جون ڳالهيون ۽ مقولا، جيڪي ظاهر ۾ ته ماڻهن کي بي معنيٰ ۽ بي مقصد پيا لڳندا هئا، وقت پڄاڻان توريل تڪيل، معنيٰ دار، ڦل دار ۽ اڻ ميا موتي پيا لڳندا هئا ۽ هر هنڌ ڪچهرين ۾ انهن کي ورجائي، نه صرف وندر وروڻهن جو لطف ورتو ويندو هو پر قدم قدم تي انهن مان رهبري ۽ رهنمائي ورتي ويندي هئي.

هو ته هئو لاطمع انسان، نه ڪنهن جي آئي ۾ نه وئي ۾، نه ڪنهن کي ڏئي نه ڏکوئي ۽ نه وري ڪنهن کان وٺي ۽ ويچاري. هو هڪ فرشته صفت انسان هو جنهن آدم جي روپ ۾ پنهنجين چوٽين، قولن ۽ بروقت مشاهداتي راين سان، دنيا جهان کي جيئڻ ڏنو پرکيو، پرجهيو، ڇاتو ۽ سڃاتو ته اهڙوئي اظهار ڪيو. اهو ئي سندس نه صرف ڪمال هو بلڪ اها ئي ڪيس قدرت طرفان ڏات مليل هئي.

هو صوفي هو درويش هو اهل الله هو. منهنجي به ساڻس ايتري محبت ڪانه هئي، جيتري ڪيس الله سان هئي. اهڙا عارف بالله انسان ڪڏهن ڪڏهن پيدا ٿيندا آهن. سندس زندگيءَ جا واقعاتي املهه موتي هونءَ ته هزارين آهن، پر نموني طور هتي چند پيش ڪندس.

هڪڙي ڳئون هوندي هئس، جنهن جو ڪير ماءُ پٽ پيا پيئندا هئا. پاڻ فقير تن، هتان هان گاهه مٺ مس آڻيندو هو ته اهو به هڪ نٺر گڏهه وري وري هڪلڻ جي باوجود اچي کئي ويندو هو ۽ ڳئون ويچاري ڏينهون ڏينهن

وئي پئي ڪمزور ٿيندي ۽ ڪير سڪائيندي. مجبور تي وتو بابا جي زبان مان نڪري ويو.

"اي الله هن گڏهه کي مار."

قدرت جا رنگ نرالا آهن. اتفاق سان پئي. ڏينهن گڏهه جي بجاءِ سندس ٻڪرون مئي پئي هئي. فقير بنا دير جي وڃي نبو نابين کي وٺي آيو ۽ ٻڪرون وٽ بيهاري پڇيائينس:

"ٻڌاءِ، هي ڇا آهي؟"

نبوءَ مئل ٻڪرون کي سڱن کان وٺي پڇ تائين هٿ ڦيري امالڪ چيو: "هيءَ ته ٻڪرون آهي."

"بس بس" فقير پنهنجي ليکي ڳالهه جي ته تائين پهچندي ۽ پوءِ آسمان ڏانهن نهاريندي چيو:

"ٻڌين ٿو پر سمجهين ڪونه ٿو."

"جي!" نبو ڪجهه پريشان ٿيندي ۽ پاڻ ڏانهن سمجهندي فقير ڏانهن متوجهه ٿيو.

"چاچا توکي ڪونه آهيان." فقير ڪيس پٽن تي ٺڪڪي ڏيندي چيو ۽ پوءِ مخاطب ٿيو.

"ڏس نه پائو اسان جي يار جا ڪم". اهو انتهائي سنجيده هو. "مون چيو مانس ته گڏهه مار، پر ماريائين منهنجي ٻڪرون! ڇا نبوءَ جيتري به ساڃهه ڪانهيس؟"

منهنجي ته ڪجهڻ جي به پيٽي ڪانه هئي، پر ڏنم ته يار جلد ئي مطمئن پئي لڳو. شايد ان ڪري ته، نه هوندو بانس، نه وڄندي بانسري پئي لاءِ به ڇو سوچجي ۽ سو به گڏهه جي لاءِ. جنهن چند ڏينهن اڳ ڏڪو ڏنس ته چيلهه تي هٿ رکي ۽ چنگهندي چيو هٽائينس، "تون گڏهه ته اڳي ئي آهين. وڏيڪ توکي ڇا ڇوان!"

هڪ پيري صفر المظفر جو مهينو ڏنو ته فقير سائي سومار تي تيار ٿيو. فقير جي لاءِ مون وٽ انڪار ته هوندو ئي ڪونه هو. فقير کي هو شوق ته ڪو ڏاند وٺي. پلا هڪڙي ڏاند مان ڇا هڙ حاصل. بس خيال ٿي پيس ته پوءِ ان کي پورو ڪرڻ سندس لاءِ تمام ضروري هوندو هو.

جڏهن موٽياسين ته هڪڙو پلوڙ سائوڙي ڏاند سندس هٿ ۾ هو. شوق به اهڙو جو رسو ... نه پيو ڏئي ته آءٌ ڪاهي اڇڻ جي خدمت سرانجام ڏيان. ڳوٺ

کي جيئن ويجها ٿياسين. تيئن جيڪو پيو گڏجي سو پيو ڏاند لاءِ پڇي ته ڪٿان ورتو اٿوَ گهڻي ويهين مليو. الله بخش ٽالپر مليو. طالب ڪيريو مليو. نور محمد سولنگي يا لطف الله هر ڪنهن جو ساڳيو ئي سوال. الله بخش ٽالپر ٻه ٽڙس پوڳائي. هن جو ايئن چوڻ ته فقير صاحب ڏاند ته پلوڙ ورتو اٿئي. گهڻي ويهين ڏيندين؟ ته فقير مرڪي ئي ڪاوڙجي پيو. ٿورو گهڻو جيڪو شوق مان پئي ٻڌايائين سو انداز ئي الٽو اختيار ڪيائين. پوءِ ته ڪنهن کي آڏو ابتو جواب ڏئي پيو ته ڪنهن کي گهوري پيو نهاري.

جيئن ئي ڳوٺ جي ٻاهران پهتاسين ته فقير صاحب پهريون پيرو ڏاند جو رسو مون کي جهلڻ لاءِ ڏنو. آءٌ اجا انهيءَ حيرت ۾ ئي هئس ته فقير بابا هڪ ڊگهي ٻڙ جي وڻ تي چڙهي ويو. وڻ تي چڙهڻ ته فقير کان ڪير سکي. ويرم ئي ڪانه گذري ته پاڻ چوٽيءَ تي ويٺو هو. هڪلون ۽ سڏ ڪري رهيو هو.

او پائو حسين شاهه هو هو!

او پائو علي احمد بروهي هو هو!!

او ادا محمد سومار هوءِ!

او معمور پلي، معمور پلي ووءِ!!

ٻه ٽي منٽ مس گذريا ته ڳوٺ جا ننڍا وڏا معزز، دڪاندار، مزدور، سڀ ئي پنهنجي ڪم ڪار ڇڏي وڻ جي چوڌاري پهچي ويا ۽ هڪ ٻئي کان فقير جي سڏڻ جي ماجرا پيا پڇن. فقير صاحب اجا لٿو ئي ڪونه هو ته سڀ مون کي ورائي ويا. پر مون کي پتو هجي ته آءٌ ٻڌايان. عبدالقادر منگي، ولي محمد رونجهو ۽ عبدالرحيم ڏيٿو ته جند ئي نه ڇڏين، چي: "تو کي ضرور خبر هوندي، تون ئي ٻڌاءِ ته فقير جو سڏيو آهي ته اسين وڃي ڪم سان لڳون." ايتري ۾ حسين شاهه ۽ عزيز جعفراڻي وتائي فقير کي، جيڪو ٻڙ تان لهي چڪو هو، گهيري ۾ ڪيو ماڻهن جي وچ ۾ آندو ۽ ڪلندي پڇيائونس:

"فقير! ڏاند ته ڪُهڻ جهڙو آهي، پر عيد کان پوءِ ڪپڙا کهڙا!" شاهه صاحب جو اشارو عيد قربانيءَ ڏانهن هو. سڀ ٽهڪن ۾ پئجي ويا. ولي محمد رونجهي ته حد ڪري ڇڏي، چي:

"فقير سائينءَ لاءِ ته ٻارهون ئي عيد آهي، جڏهن چاهي تڏهن قرباني ڪري." سڀني جي چهرن تي اجا به رونق اچي وئي، پر فقير ڪنهن جي به سوال جو جواب ڪونه ڏنو. مون کان ڏاند جو رسو وٺندي آيلن کي چيائين:

”هي ڏاند سائي سومار تان آندو اٿم ۽ هيتري ويهين مليو آهي. بس.“ ائين چئي فقير صاحب ڏاند ڪاهي گهر ڏانهن هلڻ لڳو. پٺيان رڙو رڙ لڳي وئي: هيءَ ڪهڙي ڳالهه ٿي! فقير صاحب!! رڳو انهيءَ ڳالهه لاءِ سيني کي پريشان ڪيو اٿوَ! پر وتائي فقير ڪنهن جي ڪانه ٻڌي. آءٌ به پنهنجي جان بچائي تڪڙو تڪڙو سندس پويان لڳس. منهنجي ويجهو پهچڻ تي چيائين:

”چئي پئي جان، وري ته ڪير پڇندو ڪونه.“

هڪ ڀيري پر واري ڳوٺ تاجپور ۾ نوابن جو خيراتي پٽ هو ۽ اسان کي به دعوت هئي. پهريون ڀيرو فقير کي وٺي ويس. رستي هلندي احساس ٿيس ته سندس ڪيسي ۾ هڪ رپيو پيو آهي. ڏاڍو جذباتي ٿي ويو. ”اسان فقير ماڻهو پئسي سان اسان جو ڇا!“ ائين چئي پڌي جي پر ۾ هڪ ڪرڙ جي پاڙ ۾ ڪٽي ان کي اڇليائين.

دعوت جو انتظام هڪڙي وڏي اوتاقي ۾ رکيل هو جيڪو ڏڳهن ۽ گهاٽن وڻن سان گلستان لڳو پيو هو. پري پري جا ڪيترائي معزز ماڻهو پڻ شريڪ هئا ۽ سڄو اوتارو ماڻهن سان ڀريو پيو هو. ماني به هلي پئي. ميلي جو سمان هو. هڪڙا آيا پئي ۽ ٻيا ماني کائي نِڪتا پئي. مون کي ڏسي ميزبانن مان ڪيترائي اٿي بيٺا ۽ ”اچو اچو سائين، اچو هيڏانهن اچي ويهو.“ چوندي وٺي اچي ٻين دوستن جي پاسي ۾ ويهارياءُون.

اسلم رضوي، سائين قاسمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جن اڳي ئي اتي موجود هئا. جان نظر ڪيان وتايو فقير اسان ۾ آهي ئي ڪونه. نظرون ڊوڙايم ته ان کي وزير حسين پري هڪ ڪنڊ ۾ ويهاري رهيو هو چي: ”پوڙها تون اتي ويهه، تو کي ماني ملي ٿي.“ مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو. وزير حسين ڪٿي ڪيڏو به ڪل پوڳ ۽ طنز و مزاح جي زبان ۾ ڪچهريءَ جو مور هوندو آهي، پر ان فقير کي يا ته سڃاتو ڪونه يا ڪا ٻي ڳالهه هئي.

ويرم ئي نه گذري ته اسان جي اڳيان ماني رکي وئي ۽ آس پاس جا سيئي مهمان دستر خوانن کي چوطرف ڦري بيٺا. جان ڪٿي نظر ڪيان ته فقير آهي ئي ڪونه. چوڌاري نظرون ڦيرايم پر هو نظر نه آيو. ڪنهن کان پڇي به نه پيو سگهان. سائين قاسمي صاحب ۽ ڊاڪٽر صاحب توڙي چند ميزبانن سان معذرت ڪندي آءٌ اٿيس ته اوتاري کان ٻاهر اچي آسان ته وتايو فقير منهنجو انتظار پيو ڪري. منهنجي پهچڻ کان اڳ ئي چيائين:

"هل تہ ڳوٺان ٿي اچون."

"ٺيڪ آهي." ورائيم.

جڏهن انهيءَ دڙي وٽان لنگهياسين جنهن جي پر واري ڪرڙ وٽ فقير رپيو اڇليو هو اهو سچو ڪرڙ نہ صرف وڏيو پري پيو هو پر ان جي آسپاس هيڏي ساري ڪڏ پڻ کوٽي پئي هئي. بيحد حيران ٿيس. فقير فقير بلڪل مطمئن نظر آيم. چيائين: "ڏسين ٿو نہ. اگر مون وٽ بہ اهو رپيو هجي ها تہ منهنجا بہ لاهہ ائين نڪتل هجن ها."

فقير جي ان هڪڙي ئي جملي مان الائي ڪيترين دنياوي ڳالهين جا راز مون تي کلي پيا. منهجي زبان مان بي اختيار نڪتو. "سبحان الله."

ڳوٺ پهچي فقير مون وارو ڊبل گهوڙي بوسڪيءَ وارو وڳو بوسڪيءَ وارو پٽڪو ۽ چانديءَ وارو سئنڊل پاتو ۽ ڪلهي تي پيڙي اجرڪ پاتي. جڏهن وري دعوت ۾ پهتو تہ ميزبانن مان ڪيترن ئي اٿي سندس پرجوش آءُ ڀڳت ڪئي ۽ نوجوان خدا بخش خان، ولي محمد ۽ ٻين ڪيترن وڏيءَ عزت سان ڪيس ٻاهرين مهمانن سان ملايو ۽ ويهاريو. الله بخش بروهي، علي احمد ٽالپر ۽ محمد زمان مخدوم. فقير سان خوش خير عافيت ڪئي. جيئن ئي مانيءَ لاءِ وري دستر خوان وڇايو ويو ۽ مهمانن کي طعام تناول ڪرڻ جي درخواست ڪئي وئي تہ فقير زور سان "بسم الله" ڪئي. آسپاس جي سيني مهمانن جو توجهہ ڏانهس ڇڪي ويو ۽ ڪيترا تہ هڪ ٻئي ڏانهن معنيٰ خيز نظرن سان نهاريندي مرڪڻ لڳا. ان هوندي بہ ميزبان بيحد خوش پئي نظر آيا. جڻ فقير وٽن خيرات ۾ شريڪ ٿي سندن عزت افزائي ڪئي آهي.

اوچتو فقير چانورن جي پليٽ کڻي ڪپڙن تي هاري ۽ بوڙ مان ڀريون کڻي ڪپڙن کي هڻندي زو زور سان چوڻ لڳو: "ڪائو ڪائو هيءَ ماني اوهان کي ملي آهي. مون کي ڪانہ ملي آهي. هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو نصيب آهي. ڪائو." سڀ ماٺهو مهمان ميزبان حيرت مان مانيءَ مان هٿ ڪڍي. ان ماجرا کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. سيني جون اکيون حيرت مان ڦاٽي ويون ۽ ڪيترن ئي قسمن جا تاثرات سندن چهرن تي آيا ۽ ويا پئي. غلام شبير ۽ عبدالقادر کي سڄي صورتحال مان اندازو ٿي ويو. هو اٿيا ۽ فقير جي آڏو گوڏن ڀر ويهندي هٿ ٻڌي عرض ڪيائون:

"فقير سائين! معاف ڪجو. هتي ڪيترين ئي سهوون ۽ غلطيون سرزد ٿي ويل آهن. اوهين حق تي آهيو. بس هاڻي معاف ڪريو."

منهنجي لاءِ تہ هيءَ سڄي ماجرا هڪ امتحان کان گهٽ ڪانہ هئي. ڪيترن ئي سوالن جا جواب خود بخود ملي ويا هئم. مون دورنگيءَ دنيا جو جيڪو لقاءُ اڄ ڏٺو ان جي نہ حد هئي ۽ نہ حساب.

تن ڏينهن درياهہ ۾ ڏاڍو زور هو. پاڻيءَ جو زور ۽ سير ۾ تک ڏسي ڪير بہ ان ۾ لهڻ جي همت نہ ساري سگهندو هو. اسان کي بہ ويٺو هجي پرئين پر. فقير هو تہ اپرو ۽ ڏهرو پر توڪل ۾ سندس ثاني ڪو نہ هو. مون کي ٻانهن کان وٺي درياهہ ۾ گهڙيو ۽ چيائين:

"وتايو وتايو ڪندو هلندين تہ ٻڏندين ڪونہ."

مون تي تہ هونءَ ئي سندس فقيراڻي طبيعت جو اثر هو ان ڪري پاڻيءَ ۾ لهڻ سان آءٌ وتايو وتايو ڪندو سندس هٿ مضبوطيءَ سان جهليو ترندو پئي ويس. اوچتو محسوس ڪيم تہ فقير صاحب پاڻ تہ الله ڪندو پيو هلي! مون کي ويچار ٿي پيو تہ جيڪي پاڻ پيو ڪري، مون کان ان جي ابتڙ چو پيو ڪرائي، عمل ۾ ايڏو فرق ڇو! بس اهو سوچيندي ئي الله الله ڪرڻ شروع ڪيم. ويرم ئي ڪانہ گذري، آءٌ غوطا کائڻ لڳس، تڏهن وتائي سائين جو آواز ڪنين پيم. چيائين:

"پهتو وتائي تائين ڪونہ آهين، ڪرين ٿو الله تہ هاڻي کاءُ غوطا. ميان! وتايو وتايو ڪر تہ پار پهچين."

وتايو فقير جنهن طبيعت ۽ شخصيت جو مالڪ هو ان جي تقاضا هئي تہ هو ڪوبہ ڪم نہ ڪري، هن کان پلا ٿئي بہ ڪهڙو ڪم ها! جنهن جو لئون هجي لالڻ سان، تنهن کي دنيا جي ميڙيءَ چونڊيءَ جو تہ اونو ئي نہ هوندو. ٽڪر ڳيو ملي ويو تہ اهو ئي ڪافي هوندو. ڪيس نہ حرص، نہ هَوَس. پر گهر ۾ امڙ جي موجودگيءَ جو احساس ڪندي ڪڏهن ڪڏهن پريشان بہ ٿيندو هو.

هڪ ڀيري جيئن ئي پتو پيم تہ، سندن گهر ۾ اَنَ آهي ئي ڪون، تہ هڪ ٻوري ڪڻڪ جي ڪٽائي سندن گهر ڏانهن روانو ٿيس. اچا ڳوٺ جي چوسول واريءَ مسجد وٽان لنگهيس تہ حيرت زده ٿي بيهي رهيس. ڇا ڏسان تہ وتو بابا مسجد جي گنبذ تي چڙهيو هٿ ۾ ڪنيل ڪاغذ هوا ۾ لهرائيندي چئي رهيو آهي:

"جي ڪُتو هجين تہ صحي ڏي!"

اوچتو ئي منهنجي سڏن تي هيٺ نهاريندي ۽ ٻوريءَ تي نظر پوندي، وري آسمان طرف ڏٺائين ۽ چوڻ لڳو:

"ان موڪلي ڏنئي، پر صحي ڪانہ ڏنئي!"

مون کي سندس انهيءَ حجت تي حيرت وٺي وئي. آءٌ تہ جگري دوست ۽ خادم هومانس، پر ڪڏهن بہ مون سان اهڙي حجت ڪانہ ڪيائين. چيائين تہ ان کي، جيڪو اسان سڀني جو ڏاتار آهي. منهنجي نظر ۾ سندس سادگيءَ جي حقيقت ۽ سچائيءَ جي قدر و قيمت ان وقت اڃا بہ وڌي وئي، جڏهن پاڻ هڪ عظيم بيباڪي جو مظاهرو ڪيو هئائين.

ٿيو هيئن جو هڪ ڀيري رستي هلندي هڪ ميت کي قبرستان ڏانهن نيو پئي ويو. مون ۽ فقير بابا ڏنو تہ اسان بہ ٻوڙي وجي ڪلهو ڏنو ۽ ثواب ۾ شريڪ ٿياسين. اڃا ٿورو اڳيرو مس ٿياسين تہ وتائي فقير هڪ ڪانڌيءَ کان پڇيو.

"مرد ڪِي زائفان؟"

"زائفان" جواب مليس.

"ٻار، بالغ."

"بالغ" وري جواب مليس.

"پرٽيل، اڻ پرٽيل؟"

"اڻ پرٽيل."

ڏٺم تہ انهيءَ جواب فقير بابا کي جولان ڏئي ڇڏيو ۽ پوءِ سندس آواز ڪنن ۾ پنواتيون ڏيندو گذري ويو.

"ميون سهسائين، پر ڏين ڪنهن کي ڪونہ"

ائين چئي فقير رستو ورتو ۽ آءٌ بہ انهيءَ کان اڳ جو منهنجو قيمو بنائين، ڪانڌين مان نڪري وجي فقير سائينءَ سان مليس، جيڪو ڏاڍو جلال ۾ تيز تيز هلي رهيو هو.

هڪ ڀيري فقير سائينءَ کي شوق ٿيو تہ هلي ساهرن مان گهمي اچي. جيتوڻيڪ سندس مڱڻو ٿيل هو پر سڱ ملڻ ۽ شادي ٿيڻ جي اميد بہ مڙو ئي گهٽ هئس.

عمرڪوٽ پهچندي ئي معمور يوسفاڻيءَ کي الائي ڪيئن پتو پئجي ويو تہ فقير سائين ورهن بعد اوچتو ئي اچي پر گهٽ ٿيو آهي، سو هن يڪدم

هڪ ڪچهري سڏائي، جنهن ۾ قلندر شاهہ لڪياري کان اسلم رضوي ۽ گل حسن شاهہ مجذوب کان ولي سروريءَ تائين سڀ ڪٺي ٿيا. گڏ ڪيائين ۽ پوءِ فقير کي ميڙون منٿون ڪري وچي ڪچهريءَ جو مور بنايائين. ويتر جو شهر جي ٻارن کي پتو پئجي ويو تہ فقير سائين اچي ويو آهي، تن ڪچهريءَ جي رنگ ۾ ڀنگ وجهي سڄو لطف ئي ختم ڪري ڇڏيو.

حقيقت ۾ ٻارن جو مقصد بہ اهو ئي هو تہ فقير جذبات ۾ اچي ڪي آڻ ميا موتي ۽ لعل و گوهر اڻہ گفتا ٻڌائي. افسوس جو اهي مون کي ياد نہ رهيا. پر ايتري سا خبر اٿم تہ پاڻ تڪڙو تڪڙو ان هل هنگامي مان ٻاهر نڪتو آءٌ بہ پويان پويان پئي ويومانس. جڏهن شهر جي مٿي ڪوهہ تي پهتاسين تہ اتي ڪيترين نارين پاٽي پئي ڀريو. ڪين کي ٻہ ٻہ دلا مٿن تي ۽ هڪ هڪ دلو ڪڇ ۾ هو.

اتفاق سان سندس مڱ بہ انهن ۾ شامل هئي. سيني الائي ڇا سوچيو سو دلا رکي فقير بابا کي اچي ڪيڪارڻ لڳيون. هو بہ هڙني کي جواب ڏيندو ۽ سندن مٿن تي هٿ رکي "امڙ بسم الله" چوندو ويو پر جڏهن سندس مڱ جو وارو آيو تہ ڪيس ڪيڪر جو جواب ڏنائين، پر مٿي تي هٿ ڪونہ رکيائنس. سيني چوڪرين کي حيرت لڳي. هنن تہ ڄاتو ٿي تہ فقير مجذوب آهي، ان ڪري هو سڃاڻيندو ڪونہ. هنن سندس مڱ ڏانهن اشارو ڪندي پڇيس:

"ڇو فقير، هن کي مٿي تي هٿ ڪونہ رکئي؟"

فقير هڪدم وراڻيو:

"چريا ڪريا آهيون، پر پنهنجن کي سڃاڻون ٿا."

ان ڏينهن وتائي فقير کي مڃي ڇڏيم. ماڻهو تہ الائي ڇا ڇا پيا سمجهندا ۽ چوندا هئا. پر حقيقت ۾ هو هڪ سچو بيباڪ ۽ الله وارو انسان هو. سندس الله سان لئون ۽ حجت آشڪار هئي. ان ڪري سندس وتنائتن گفتن مان خدا جي حقيقت ۽ انسان جي حيثيت يا دنيا جي پروڙ ملندي هئي.

گدرن وارو گهوڙيو گدرا رکيو ويٺو هو. الله جي نالي تي گدرو گهريائين تہ هڪ ڦٽل ۽ ڪنو گدرو مليس. پوءِ ڪيسي مان پئسو ڪڍي ان جو گدرو ورتائين تہ اهو ڏاڍو سنو ۽ وڏو مليس. پوءِ جيڪا ڳالهہ هن الله کي چئي، سا اصل ۾ ماڻهن لاءِ هئي. جو آسمان ڏانهن منهن ڪري چيائين:

"پنهنجي نالي تي مليل گدرو بہ ڏس ۽ پئسي وارو بہ ڏس. تنهنجو قدر تہ پئسي جيترو بہ ڪونهي."

تڏهن مون کي پتو پيو تہ وتايو هڪ علامت آهي، هڪ قدر آهي، معاشري جو سوسائٽي جو تهذيب ۽ ثقافت جو. هو هڪ پرک آهي، ان سچائيءَ جي جيڪا انسانيت ۽ ماڻهپي جي سڃاڻپ آهي. هيءَ اها سچائي آهي، جنهن لاءِ ئي اسان کي اشرف المخلوقات جو لقب مليو.

سندس الله سان حجت جو هيئنيون هڪ انوکو مثال فقير جي سچائيءَ ۽ حقيقت جو دعويدار آهي تہ هڪ ڀيري ماسيءَ سان ضد ڪندي تہ روزي الله ٿو ڏئي، آءٌ ڪنهن کان گهرندس ڪِينہ. ڏس تہ ڪيئن نٿو ڏئي. ائين چئي وڃي جهنگ ۾ هڪ وڻ تي چڙهي ويهي رهيو. بک بہ ڏاڍو تنگ ڪيس، پر هو پنهنجي ارادي تي اٽل رهيو. بس ائين چوندو رهيو: "پاڻهي ڏيندو آءٌ ڪين چو لڳان."

منجهند ٽي تہ اچي هڪ جڃ ان وڻ هيٺان لٿي. ڏاڍو سٺو مانجهندو ڪيائون ۽ ٻوڙ پلاءُ ٺاهيائون. فقير بہ سڀ لقاءُ ويٺي ڏٺو، پر ڪجهيو بلڪل ڪونہ ۽ پنهنجي ارادي تي قائم رهيو.

جڏهن سڄي جڃ کائي پي واندي ٿي ۽ اڳتي رواني ٿيڻ جا سانباها ڪرڻ لڳي، ماني بہ ججهي بچي پيئي ۽ ڪنهن کي ڏيڻ لاءِ واجهائڻ لڳا. انهن جون ڳالهيون ٻڌي فقير کي ٿوري کنگهڪار ڪرڻي پئي. مٿي ڏٺائون تہ فقير تي نظر پوندي ئي کيس هيٺ لهڻ لاءِ چيائون ۽ پوءِ سڀ بچتو ماني کيس ڏنائون. ان بعد فقير جو اهو قول عام ٿي ويو تہ:

"ڏئي ٿو، پر کنگهائي."

هڪ ڀيري وتائي سائينءَ کان سندس زندگيءَ جو اهم واقعو پڇيم، جنهن ۾ کيس واقعي ڪا تڪليف ۽ اهنج رسيو هجي.

"منڙا! کھڙيون ٿو ڳالهيون پڇين!" ائين چئي ذهن تي زور ڏيندي هڪ واقعو ٻڌائڻ شروع ڪيائين:

"اڪيلو ئي ڪيڏانهن پنڌ پئي ويس. ٿڪجي پيس تہ رب کي سوال ڪيم تہ ڪا سواري ڏيار. پنهنجي تہ ياري آهي انهيءَ سان. سو ٻئي ڪنهن کي تہ چئبو ئي ڪونہ. پر هو سائين بہ آهي بادشاهہ. ڪڏهن ڪڏهن تہ يارن کي بہ اهڙو ٿو آزمائي جو وڃي ٿين خير. منهنجو سواريءَ لاءِ سوال ڪرڻ تہ الٽو سوار ملي ويم.

"وتايا سائين! سو وري ڪيئن، الٽو اوهان تي سوار؟"

"ها بابا! ڪو پوڳ تہ نٿو ڪيان! هڪ سپاهيءَ جي گهوڙي ڪا تازي ويائي هجي. ڪمزور ڦر هلي نہ پيو سگهي. مون تي نظر پوندي ئي امالڪ ٻہ ٽي ڇهبڪ هڻي ڪڍيائين تہ ان ڦر کي ڪڇ ۾ کڻي هلان. پلا مفت جو ڪيس ملي ويس. بس يار، منهنجي واتان نڪري ويو: "چيومانءِ تہ سواري ڏيار تہ ڏنئي سوار. پڌين ٿو پر سمجهين نٿو." بس ادا، اهو ڦر سو ڪنيم پر پتو ڪونہ پيم تہ اهو منهنجي هٿ ۾ بہ آهي يا نہ."

هڪڙي ٻي ڳالهہ بہ ياد اٿم. ڳوٺ کي اچي لڳي باهہ. ماڻهن ۾ رڙو رڙ پئجي وئي. هر ڪنهن جي هاءِ گهوڙا هجي تہ فلاڻو سامان سڙي ويو. پر وتايو سائين هڪڙي رلي کڻي، ماسيءَ کي ساڻ ڪري، وڃي بند تي ويٺو. مون کي پري کان ايندو ڏسي چيائين:

"ڏس نہ پائو! ڪڏهن کڏهن تہ سچائي بہ ڪم اچيو وڃي."

بس ان ڏينهن کان مون هي پڪو پهہ ڪيو تہ هن آئيڊيل ڪردار کي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ مثالي ڪري پيش ڪندس ۽ ادب جي ان صنف کي جلا وٺائيندس، جنهن جو تعلق طنز و مزاح سان آهي. جهڙيءَ ريت ديو مالائي قصا ڪهاڻيون واقعاتي دورن ۾ داخل ٿيندا، تخليقي ادب جو روپ اختيار ڪندا آهن، تهڙيءَ ريت وتائي سائين، گامون سچار، ملان لٽر، ۽ ملان دوپيازي وغيره جي ڪردار کي بنياد بنائي، طنز و مزاح جي سنڌي ادب جي اها ڪوٺ پوري ڪندس ۽ معاشرتي ڪمزورين جي نشاندهيءَ لاءِ هي بہ هڪ رستو ۽ بهترين ذريعو آهي. منهنجو ارادو آهي تہ وتائي سائين کي تلڪ چاڙهي گهمايان، پوءِ ڪيڏو نہ مزو ايندو.

## مئي سهاينءِ پر ڏنن ڪنهن کي ڪانہ

هڪ ڀيري وتايو فقير ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. واٽ تي ڏٺائين تہ ڪي ماڻهو لاش ڪنيو پيا اچن. ويجهو وڃي ڪانڌن پڇيائين: "ادا ميت ٻار جو آ يا وڏي جو". ڪنهن ڪانڌيءَ ورانيو: "وڏي جو." فقير پڇيس "ادا ڀلا ميت عورت جو آ يا مرد جو". ڪانڌيءَ ورانيو: "عورت جو".

وتائي پڇيو: "ڪنواري آهي يا پرڻيل؟" ساڳي همراهہ ورانيو: "ڪنواري هئي." ان تي هڪدم چيائين: "مئي سهايائون، پر ڏنن ڪنهن کي ڪانہ!"

***

## چورن جو اڳ جهلڻ

هڪ دفعي وتائي جي ڳوٺ مان چوري ٿي ويئي. ڳوٺاڻا چورن جا پير کڻي نڪتا. پر وتايو هڪدم ڊوڙي وڃي قبرستان جو در وٺي ويهي رهيو. ماڻهن پڇيس: "فقير ڪر خبر! هتي ڇا ويٺو ڪرين؟" چيائين: "ادا، چورن جو اڳ ورتو اٿم! نيٺ هتي ئي ايندا!"

انهيءَ ڏينهن کان پوءِ سنڌيءَ ۾ اها چوڻي عام ٿي تہ "واهہ جو وتائي فقير وارو اڳ جهليو اٿئي!"

***

## تنهنجي نالي تي.....

وتائي فقير گدرن جي موسم ۾ هڪ گهوراڙوءَ کي گدرا وڪڻندي ڏٺو تہ سندس ساهہ ست ڪاڍي، سو ڪيس چيائين: "ٻيلي خدا جي نالي گدرو تہ کاراءِ!" ان تي هن اول تہ مُنهن سجايو پر پوءِ ڪنو منهن ڪري هڪ ڦتل گدرو کڻي فقير کي ڏنائين. فقير کي هن جي اهڙي روش تي مٺيان لڳي، جو هن رب پاڪ جي نانءَ تي بڇڙو منهن ڪري چونڊي خراب گدرو ڏنو، سو هن يڪدم کيسي مان ٽڪو ڪڍي هن کي ڏنو ۽ کيس چيائين: "هن جو بہ گدرو ڏي" گدرا وڪڻندڙ چونڊي هڪ سٺو گدرو ڪڍي ڏنس. اهو وٺي

آسمان ڏي نهاري چيائين: "تنهنجي نالي تي جيڪو مليو اٿم سو بہ ڏس ۽ جيڪو ٽڪي ۾ ورتو اٿم سو بہ ڏس. مان ڇا چوانءِ! پاڻ ڄاڻين ٿو تہ ماڻهن وٽ تنهنجي نانءَ جو ملهہ ڇا وڃي رهيو آهي!"

***

## عشق

هڪ ڏينهن وتايو فقير پنهنجي هڪ دوست سان اوپاريون لهواريون ڪري رهيو هو تہ ڳالهين ڪنديءَ اچي عشق جي ڳالهہ نڪتي.

فقير پڇيس: "عشق ڇا آهي؟"

دوست چيس: "فقير عشق دل جي وندر ۽ روح جي راحت آهي. جنهن جي اندر ۾ عشق ناهي، اهو انسان ڄڻ ڄائو ئي ڪونهي."

ان تي فقير ورائيو: "ڀلا اهو عشق ڪنهن سان ڪبو آهي ۽ ڪيئن ڪبو آهي؟"

دوست چيس: "فقير مرد جو عشق هميشه عورت سان ٿيندو آهي ۽ ان کي متوجهہ ڪرڻ جا ڪيترائي طريقا آهن. پر هڪڙو تہ صفا سولو آهي، ان کي پهرين سنهو پٿر ڪٽي هڻبو آهي ۽ پوءِ جيئن ئي مڙي مُرڪي نهاري تہ سمجهہ ٺهي وئي!" اهي خبرون چارون ڪري ٻئي موڪلائي پنهنجو پنهنجو گس وٺي راهي ٿيا.

ڪنهن ڏينهن فقير گس وٺيو پئي ويو تہ ڏٺائين تہ هڪ عورت اڪيلي پئي وڃي، هن کي دوست جي عشق واري ڳالهہ ياد اچي وئي، سو هن ان رمز کي آزمائڻ لاءِ ڇا ڪيو جو ڪو چڱو موچارو پٿر ڪٽي ٺڪاءُ ڪرايائين مائيءَ سڳوريءَ کي، جو وڃي ڪيس لوئنڊڙيءَ ۾ لڳو. ويچاريءَ وڃي پٽ تي ڦهڪو ڪيو ۽ ڏندڙجي ويئي.

فقير ويجهو ويس ۽ ان ڏي نهاري چوڻ لڳو: "مون تو کي پٿر هنيو عشق ڪرڻ لاءِ تہ اشارو سمجهي مرڪين، تون وري ڏند پئي شيڪين."

***

## دعا

هڪ ڏينهن وتايو ڳوٺ جي گهٽيءَ مان پئي گذريو تہ هڪڙيءَ مائيءَ وتائي فقير جو اڳ ڪٽي جهليو. چوڻ لڳس: "فقير ڇوڪر ڏاڍو ٿو رئي، سو دعا ڪر تہ منهنجو ڇوڪرو روئڻ ڇڏي!"

فقير جواب ڏنس: "مائي جيڪي هوندا سي روئندا ۽ جي نه هوندا، ته سندن پويان روئيندا."

***

## وڏو در

هڪ ڏينهن وتايو فقير مسجد وٽان لنگهيو ته ڏٺائين ته ڪا مائي مسجد جي در تي بيٺي دعا گهري ۽ ٻاڏائي پئي چوي: "وڏا در الله جا! پاند پناهه جو ڏجانءِ!" اهو ٻڌي وتائي هڪدم چيس: "مائي سڳوري، وڏا در ته اوهان جا آهن، جن پيغمبر، پير ۽ فقير پيدا ڪيا، جن اچي هي مسجدون آباد ڪيون."

***

## سونارو ۽ وتايو

هڪ ڏينهن هڪ سونارو واپار جي نيت سان سفر لاءِ نڪتو ته واٽ تي وتايو به ملي ويس، ٻنهي جي منزل ساڳي هئي. سوناري به سمجهيو ته سفر ۾ هڪ ڪان به گڏ چڱا، سو سونارو ۽ وتايو فقير مسافريءَ تي رلجي پيا. پنڌ ڪندي ڪندي ڪين سج لهي ويو. رات جو فقير رستي تي ئي ليٽي پيو، پر سوناري وٽ هڪ سؤ رپيا هئا، سو پاسو وٺي وڃي سمهي رهيو. لڙيءَ رات ڪي چور اچي اُتان لانگهائو ٿيا. ڪين ڪو شڪار ڪونه لڳو هو، ويتر جو هن فقير کي فقيراڻي حال ۾ رستي تي ستل ڏٺن ته هڪ همراهه ڪاوڙ مان ٺڏو هڻندي چيو: "سڄان سڄان وچ رستي تي ستا پيا آهن."

فقير اکيون مهٽي اُٿيو ۽ چوڻ لڳس: "سنڀالي ڳالهايو! سڄان جو آهيون، منهنجو ته خير آهي، باقي پريان جيڪو منهنجو ساٿي سونارو ستل آهي، ان جي هڙ ۾ روڪڙا سؤ رپيا آهن!" اهو ٻڌي چور سوناري کي ڦري ويا. سوناري کان پيسا کسڻ لڳا ته سونارو به جان ڇڏائڻ لاءِ چنبڙي پين، تنهن تي ٻه ٽي ٺڦ به کاڌائين. نيٺ چور پئسا ڦري راهي ٿيا. جڏهن اهي هليا ويا ته سوناري وتائي کي چيو: "واهه يار واهه! تون چڱو سفري جو ساٿ نڀايو هٿ وٺي مون کي چورن کان ڦرايئي." وتائي چيو: "يار تنهنجا سئو روپيا ويا ته ٿيو خير، پر هوندي سوندي هر ڀيرو سڄائيءَ جو طعنو ڪرڻ سهبو."

***

## مان ايوب صابر ڪونہ آهيان

هڪ ڀيري وتايو فقير پنهنجو گس وٺي وڃي رهيو هو تہ اوچتو پير ۾ ڪنڊو لڳس. تہ وٺي اُپ ڏاريندڙ دانهون ڪيائين. سندس دانهن تي ڳوٺ جا ماڻهو اچي مڙيا ۽ ڪانئس پڇيائون: "فقير ڇا ٿيو؟" فقير وراڻيو: "ادا ڏسو ڪونہ ٿا. پير ۾ ڪنڊو چڀيو پيو آهي." هڪ همراهہ چيو: "فقير هيڏڙي ڪنڊي لڳڻ ساڻ هيڏي هاءِ گهوڙا. ڪٿي سڄو ڳوٺ مٿي تي ڪنيو اٿئي. اسان سمجهو فقير سا ڪا وڏي ويڌن آهي." فقير وراڻيو: "الله سائين جي اٽڪل جي توهان کي ڪهڙي خبر. آءٌ ڪو ايوب صابر ڪونہ آهيان. هي يار هري هري ڪري مون کي سهسائي ٿو. هينئر ڪنڊو هنيو اٿس. سڀاڻي ڀالو هڻندو! سو هاءِ گهوڙا ڪري ٻڌايانس پيو تہ يار ڀاڻ ۾ ايترو سهڻ ڪونهي."

❊❊❊

## ڏاڏي کان پري پلو

وتايو فقير پنهنجي روش موجب ڪنهن مسافريءَ تي پري نڪري ويو ۽ ڪيس ڪيترائي ڏينهن گذري ويا. واپس ڪونہ وريو. سندس ماءُ ڇا ڪيو جو گهر جا ٿپڙ ڪٺي وڃي سيدن جي پاڙي ۾ ويٺي ۽ ڪيس وتائي جي پرڪارن جي پروڙ هئي تہ الاءِ جي ڪڏهن واپس وري. اڪيلي پٽي پٽي گهر پيو کائيس. سو سوچيائين سيد آهن ٻنهي جهانن جو اپر آسرو ان جي پر وٺي تي ويهان. رولاڪيءَ کان واندو ٿي جڏهن وتايو مسافريءَ تان موٽي آيو تہ اچي ماڻهن کان پڇيائين:"ڏيو خبر. امان ڪيڏانهن ويئي؟"

ڪنهن ٻڌايس: فقير تنهنجي ماءُ تہ وڃي سيدن جي پاڙي ۾ گهر اڏيو آهي."

وتايو تڪڙو تڪڙو وڃي ماءُ کي مليو. چيائينس: "امان! تون هتي ڇو اچي ويٺي آهين؟" ماڻس چيو: "ابا هتي ٻنهي جهانن جا وسيلا آهن. تڏهن اچي سندن پاڙي ۾ پئي آهيان." وتائي چيو: "امڙ ڦهر ڪري ڇڏيئي. ڏاڏي کان جيترو پري اوترو پلو! هاڻي جي سيد ڪاوڙجي. تہ بہ وتايو مُئو ۽ جي وتايو ڪاوڙجي تہ بہ وتايو مُئو!!"

❊❊❊

## هڪ ڏيان نہ...

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪنهن شاديءَ جي دعوت ۾ ويو جڏهن ڇاجين پٽ ڪائي بس ڪيو تہ اٿندا، پاهت ڏيندا ۽ پنهنجا پنهنجا نالا لکائيندا ٿي ويا. وتايو فقير بہ پاهت لکندڙ جي پر ۾ اچي بيٺو ۽ کيس چيائين: "لک وتايو فقير ڏهہ روپيا!" لکڻ واري چيس: "فقير پئسا ڏي تہ نالو لکان نہ." وراڻيائين: "هڪڙو تہ ڏيان نہ، ٻيو نالو بہ نہ لکايان ڇا!"

***

## هو بہ خوش ۽ آءٌ بہ خوش

هڪ ڏينهن وتائي فقير وٽ ڪي مهمان اچي نڪتا. هن مسڪين وٽ هڙ ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ هو جو ڪين ڪجهہ وٺي ڪارائي. اوچتو هڪ ڇوڪر اچي ڇٽڻ جو هوڪو ڏنو. وتائي فقير کيس سڏ ڪيو ۽ سڀ ڇٽا ٻولائي ڪٽي مهمانن جي اڳيان رکيائين. جڏهن ڇوڪر پئسن جي گهر ڪئي تہ اٿنديئي ٻہ ٺقڙ هٽي ڪڍيائينس. ڇوڪرو ويهي روئڻ لڳو. گهڙي گذري تہ هڪ شخص آيو ۽ اچي وتائي کي ڏهہ رپيا ڏنائين ۽ چيائين فقير دعا ڪجانءِ! فقير هڪدم اٿيو ۽ ڇوڪري کي پئسا ڏئي روانو ڪري ڇڏيائين. مهمانن پڇيس: "فقير تو اهو ڇا ڪيو؟" جواب ڏنائين: "مون وٽ هڙ ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ هو ڏنم تہ خدا کي سوال ڪندس تہ اهڙو تڪڙو اصل ڪونہ ٻڌندو سو ڇوڪري کي وٺي ٺقڙ هنيم. هن ڪيون دانهون تہ ڏسو ڪيئن نہ ٻڌي ورتائين ۽ پئسا بہ اچي مليا. هو بہ خوش ۽ آءٌ بہ خوش."

***

## بيماري

هڪ سال وتائي فقير جي ڳوٺ ۾ اچي وڏيءَ بيماريءَ منهن ڪڍيو. ويچارا ماڻهو ڊوڙي فقير وٽ پهتا چيائونس: "فقير سائين! خدا کان دُعا گهر تہ بيماري ٽري وڃي!" فقير جواب ڏنو: "ابا ڇڏيو ويچاريءَ کي تہ ٻتي ڏينهن موجون ماڻي وٺي. ماڻهو مري ويا تہ (مٽي اشارو ڪندي) پوءِ ڪو سندس نالو وٺڻ وارو ئي ڪونہ بچندو پوءِ پاڻ ئي احساس ٿيندس تہ بيماري ۽ هيءَ مارا ماري ختم ٿي ويندي!"

***

## چار تائين ٻپ اٺوَ

هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ڪنهن رپيو ڏنو سو پٽڪي ۾ ٻڌي ڇڏيائين. رات جو ڪيس اچي ڪٽڪو ٿيس ته ڪو پئسا پٽڪي مان ڇوڙي نه وڃي، سو ننڊ نه آيس. نيٺ منهن انڌاري مهل گهران نڪتو ۽ گس ۾ هڪ چار (ڪبڙ) ڏسي، رپيو ان جي پاڙ ۾ پوري ڇڏيائين. گهر ڏانهن پئي موٽيو ته ڪجهه ماڻهو مليس. انهن مان هڪ پڇيس: "فقير وات تي ڪو ٻپ ڊاءُ ته ڪونهي؟" وتائي فقير جواب ڏنو: "انهيءَ چار تائين ٻپ اٺوَ باقي اڳتي ڪل خير آهي!"

❊❊❊

## پائيواري

هڪ ڀيري وتائي فقير کي ڪنهن صلاح ڏني ته فقير ڪنهن سان پائيواريءَ ۾ ڪو ٻنيءَ ٽڪر پوکيءَ لاءِ جهل ته پيٽ قوت لاءِ ان داڻا تي پوندي، صلاح دل سان لڳس، سو هڪ شخص سان پائيواري ڪيائين.

هڪ ڏينهن ٻئي ڄڻا گڏجي زمين جي سنوت لاءِ ويا ته انهيءَ شخص جهنگ وڍڻ شروع ڪيو ۽ وتائي فقير کي چيائين: "فقير، تون وڃي ٽانڊو ڪٺي اچ ته هيءَ جهنگ ساڙيون." وتايو فقير ٽانڊي ڪڻڻ لاءِ اتان روانو ٿيو. هو ويچارو نهاريندو رهيو ته اجهو ٿو فقير ٽانڊو ڪٺي اچي، پر سج لهڻ تائين وتائي جي ڪا ڪل نه خبر. نيٺ هو بيزار ٿي گهر موٽيو پئي ڏينهن اڪيلو ٻنيءَ تي هليو ويو. اهڙيءَ طرح هو پنهنجي سر ٻنيءَ تي ويندو رهيو. ٻني ٻه پوکجي راس ٿي ۽ پچي ويئي، لاب لبي ويو ان صاف ٿيو ۽ بٺئي شروع ٿي.

وتائي فقير کي خبر پئي ته اڄ فلاڻيءَ هاريءَ جي بٺئي آهي، سو ٽانڊو ڪٺي ٻوڙندو آيو ۽ جيئن ئي ڪري (ٻار) کي ويجهو پهتو ته تڪڙو تڪڙو هلڻ شروع ڪيائين ته ٽيڙ ڪائي ۽ وڃي ڪريو. ان تي ٻار وٽ ويٺل همراهه چيو: "مار! فقير ايڏي تڪڙ! ٽانڊو ئي ڪيرائي وڌئي." ان تي وتائي فقير وراڻيو: "ادا، ماريو ته تنهنجي جي انهيءَ تڪڙ نه! نه ايترو تڪڙو ڏانڊي ڪٺي اچڻ لاءِ چوين ها، نه ٿابو ڪاوان ها!"

❊❊❊

## اڳهہ سين ڪي ٻڌائي ڇڏجو

هڪ ڀيري وتائي فقير ڏڳي خريد ڪئي ۽ اها ڪاهي ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو تہ واٽ تي هڪ شخص مليس، جنهن پڇيس: "فقير ڏڳي گهڻي ورتئي؟ جواب ڏنائين: "ڇئن رپين ۾." وري اڳتي هليو تہ، ٻيو شخص مليس، ان پڇيس: "فقير، ڏڳي گهڻي مليئہ؟" ان کي بہ جواب ڏنائين تہ، "ڇئن رپئين ۾." اهڙيءَ طرح ڳوٺ جي پر ۾ پهچندي پهچندي ڪيترن ئي ماڻهن ڪانئس ڏڳيءَ جي قيمت پڇي. جڏهن ڳوٺ کي ويجهو پهتو تہ دل ۾ خيال ڪيائين تہ جيڪڏهن ڏڳي ڳوٺ ڪاهي ويندس تہ سڀ ڪو ڏار ڏار اچي ساڳي ساڳي ڳالهہ ورجائي پڇندو ان ڪري ڪا اهڙي ٽل ڪجي جو هڪ ئي ڀيري سڄي ڳوٺ کي خبر پئجي وڃي. اهو سوچي هڪ وڻ تي چڙهيو ۽ وڻي دانهون ۽ واڪا ڪرڻ لڳو. ماڻهن جو سندس رڙيون ٻڌيون تہ سيئي ڊوڙي اچي گڏ ٿيا. هنن ڪانئس پڇيو: "فقير رڙيون ڇو پيو ڪرين؟"

جواب ڏنائين: "مون هيءَ ڏڳي فلاڻي ماڻهوءَ کان ڇئن رپين ۾ ورتي آهي. سڀ ڏسي ۽ ٻڌي ڇڏيو ۽ جيڪو هتي نہ آيو هجي، ان کي بہ ٻڌائي ڇڏجو."

❊❊❊

## دوزخ ۾ ٽانڊو ڪاٿي

هڪ دفعي وتائي فقير کي پنهنجي ماءُ چيو: "ابا ڪٿان ٽانڊو ڪٺي اچ تہ ماني پچايان."

فقير ٻئن گهرن ۾ ويو پر ڪيس ٽانڊو ڪونہ مليو موٽي اچي ماءُ کي چيائين: "امڙ، ٽانڊو ڪٿان ڪونہ مليو."

ماڻس کي لڳي ڪاوڙ سو ڪيس چيائينس: "وڃي دوزخ مان ٽانڊو ڪٺي اچ." فقير ور ڪنجي نڪتو ٻاهر. چڱي دير بعد موٽي اچي ماءُ کي چيائين: "امان! دوزخ ۾ ٽانڊو آهي ئي ڪونہ!" ماڻس حيران ٿي پڇيس: "ابا هي جو ماڻهو چوندا آهن تہ گنهگارن کي دوزخ جي باھ ۾ ساڙيو ويندو سو ڪيئن؟" چيائين: "اِهو ٽانڊو هر ڪو هتان ئي ساڻ کڻي ويندو آهي."

❊❊❊

## ڇيڙ

هڪ ڀيري ڪنهن واهه جو بند ڀڄي پيو. اتان جي زميندار پنهنجي ڪمدار کي حڪم ڏنو ته. "ڇيڙ (ونگار) وٺي وڃ ۽ بند ٻڌائي اچ!" ڪمدار ڇيڙ وٺي وڃي ڪم شروع ڪيو. گهارو تمام زبردست ڀيل هو ۽ ماڻهو گهٽ هئا. سو بند ٻڌجي ئي ڪونه پيو. ڪمدار ماڻهن تي گهڻو ڪاوڙيو. پر هنن ويچارن جو پاڻيءَ سان ڪهڙو وس! سو وڏيءَ ڪوشش جي باوجود بند ٻڌي نه سگهيا. انهيءَ بند جي پرسان عام گس هو. ڪمدار خيال ڪيو ته هاڻي جيڪو به ماڻهو اتان لنگهي، تنهن کي ڪم تي لڳائيندو وڃجي. جي شام تائين بند نه ٻڌو ته زميندار مڙجي پوندو. اتفاق سان انهيءَ مهل وتايو فقير ۽ ٻيا ماڻهو اتان اچي لنگهيا. ڪمدار کين هڪل ڪئي: "اڙي ويندڙ هيڏي اچو؟". جڏهن واتهڙو وٽس پهتا ته کين ڇيڙ وهڻ لاءِ حڪم ڪيائين. هر ڪنهن پنهنجي جان آجي ڪرائڻ لاءِ هٿ پير هنيو. ڪنهن چيو: "مان فلاڻي وڏيري جو ماڻهو آهيان". ڪنهن چيو: "مان ڦلاڻي رئيس جو خاص ماڻهو آهيان ۽ ان جي ڪم سان پيو وڃان، ٻيو سڀ خير!" ائين ڇٽي واري واري تي ويا هلندا. نيٺ فقير جو وارو آيو. ڪمدار جيڪو ماڻهن جي هٿان نڪري وڃڻ ڪري ڪاوڙ ۾ ڀريل هو تنهن فقير کان پڇيو: "ڏي خبر، تون وري ڪنهن جو ماڻهو آهين؟" وتائي چيو: "خدا جو." ان تي ڪمدار چيس: "هل ڙي تون خدا جو ماڻهو آهين ۽ ٻيا چورن جا آهن. هل هلي ڪم ڪراءِ!" اهو ٻڌي وتائي فقير آسمان ڏانهن ڏنو ۽ چيائين. واهه يار واهه! تنهنجو ماڻهو سڏائڻ جو اڄهو هي صلو مليو اٿم.



## صحي

هڪ ڏينهن وتائي فقير جي گهر ۾ اَن ڪجهه ڪين هو. ماڻس ٻڌايس: "ابا! اڄ گهر ۾ اَن خير ڪو آهي." فقير هڪدم اٿيو ۽ سڌو مسجد ۾ گهڙي ويو ۽ پنو قلم کڻي رب پاڪ سان مخاطب ٿيندي چيائين: "جي ڪٽو آهين ته هتي صحيح ڏي!" اوچتو انهيءَ مهل مسجد جي در ٻاهران فقير

کي سڏ ڏيو. فقير اک کڻي جو ڏسي ته هڪ شخص گڏهه تي اٽي جي ڳوڻ رکيو بيٺو آهي. فقير پڇيس ڏي خبر ڇو پيو سڏين! اُن شخص چيس: "فقير هيءُ اٽي جي ڳوڻ تنهنجي لاءِ آندي اٿم!" وتائي کلي ڏنو ۽ مٿي منهن ڪري چيائين: "صحيح نيٽ ڪانه ڏنئي. باقي اَنُ موڪلي ڏنئي، سو به پينهائي!"

***

## سُجائي

هڪ ڀيري سانوڻ جي موسم ۾ درياءَ اٿلڻ سبب اچي ٻوڏ پئي. سڄي شهر کي ٻوڏ جو خطرو ٿي پيو. ماڻهن کي اچي ساهه جي لڳي ۽ هر ڪو ماڻهو ٽپڙ ڊوڙڻ ۾ لڳي ويو. وتايو فقير به ٿي رليون ۽ مختصر سامان کڻي، ماءُ سميت شهر کان ٻاهر نڪتو. ماڻهن جي اها حالت ڏسي ماءُ کي چيائين: "امڙ! سدائين سجائيءَ تي پئي ارهي ٿيندي آهين. هاڻ ڏس وقت تي سجائي به ڪم ٿي اچي."

***

## خدائي ورڇ

هڪ ڀيري ڳوٺ واريءَ مسجد ۾ ڪنهن جماعتيءَ نمازين ۾ ورهائڻ لاءِ مٺائي آندي. وتايو فقير به اتي موجود هو. سيني جماعتين يڪ راءِ فقير کي چيو: "فقير، تون اٿي مٺائي ورهاءِ!" ان تي فقير چيو: "پر ٻڌايو ته، الله واري ورڇ ڪريان يا ماڻهن واري؟" سيني چيس: "فقير، خدائي ورڇ ڪر، ٻيو ماڻهن واري ورڇ ڪهڙي؟" هن ڇا ڪيو جو ڪنهن کي ٻُڪ ڀري ڏنائين ۽ ڪنهن کي چپٽي ته ڪنهن کي لپ، ڪنهن کي ورڇ ذري به نه ڏنائين، ته ڪنهن کي وري ٽڪا ڏيئي پري ڪيائين. جڏهن سموري مٺائي ورهائي ڇڏيائين ته ماڻهن چيس: "واهه فقير واهه! هي ڪهڙي ورهاست ڪيئي؟"

جواب ڏنائين: "الله واري ورڇ ته ايئن ٿيندي آهي، جو ڪنهن کي ٻُڪ ته ڪنهن کي ڊڍ ڪنهن کي ٿورو ته ڪنهن کي گهڻو ڪنهن کي ٽڪا ته ڪنهن کي ٿاٻا!!"

***

## ڏڪا تہ نہ ڏي!

هڪ ڏينهن وتايو فقير خدا تعاليٰ کان دعا گهري رهيو هو ۽ هٿ مٿي کٽي، سوال ڪندو پوئتي هٽندو پئي ويو. پٺيان وڏو بنڊ پيل هو جنهن جي ڪيس خبر ئي ڪانہ هئي، سو هو پوئتي هٽندي هٽندي اوچتو وڃي انهيءَ بنڊ سان لڳي ٽاڀڙجي ڪريو يڪدم اُٿي مٿي نهاري چيائين: "کٽي دعا نہ ہڏ، پر ڏڪا تہ نہ ڏي"

***

## وتايو ۽ حلوائي

هڪ ڀيري وتايو فقير هڪ حلوائيءَ جي دڪان پرسان اچي لنگهيو. ڏٺائين تہ قسمين قسمين مٺاين جا ٿالهہ پريا پيا آهن، پر حلوائي ماٺ ڪريو ويٺو منائيءَ مٿان مکيون تڙي، هن چا ڪيو جو آگر وڏائي حلوائيءَ جي اکين ۾ هڻڻ لڳو. حلوائيءَ چيس: "فقير اهو چا ٿو ڪرين؟"

فقير ذري گهٽ حيران ٿيندي پڇيس: "سڄو آهين چا؟"

دڪاندار چيو: "تہ چا توکي انڌو پيو ڏسڻ ۾ اچان؟!"

ان تي وتائي چيو: "پلا جي سڄو آهين تہ پوءِ هيترا مال ڏسيو ماٺ ڪيو ڪيئن ويٺو آهين؟"

دڪاندار جواب ڏنس: "جيڪڏهن اهي ويٺو ڪانوان تہ گهر تباهہ ٿي وڃيم!"

ان تي وتائي فقير هڪدم وراڻيس: "چڱو تون اٿي، آءٌ ٿو ڪانوان، پوءِ پلي منهنجو گهر تباهہ ٿئي!

***

## سومهٽيءَ نماز

ڳوٺ ۾ ڪچهري متل هئي، وتايو سيني کي وندرايو ويٺو هو. ايتري ۾ هڪ همراهہ آيو اچڻ شرط فقير کي چيائين: فقير پاڻ واري يار آچر. اڄهو هينئر هينئر دم ڏٽيءَ حوالي ڪيو آهي. پر، چا تہ نيڪ نمازي مڙس هو. ادا بس اڳتي بہ اهڙن ماڻهن جي گهرج آهي.

فقير ڪچهريءَ واري ترنگ ۾ هو سو کلي چيائين: ادا، آچر فقير

واقعي هيو مڙس مومن. پر گوڏن جي سور جي ڪري سدائين سومهڻيءَ جي نماز جي پيو دانهن ڪندو هو سو چڱو جو سج لٿي بعد سُتَتُ دم پرواز تيس. ڇُٽي پيو سومهڻيءَ جي نماز کان."

❊❊❊

## ڏٺيءَ جي ياد

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪيڏانهن وڃي رهيو هو ۽ وات سان "لا الہ الا الله"جو ذڪر ڪندي پئي ويو. پريان ڪجھ ماڻهو پئي آيا. سي فقير جي ويجهو پهتا تہ هنن سندس ذڪر ٻڌي سمجهيو تہ هي ڪو درويش آهي، ان ڪري انهن مان هڪ شخص کيسي مان روپيو ڪڍي فقير کي ڏنو. فقير رپيو وٺي اڳتي هليو. کيس دل ۾ اچي خيال ٿيو تہ هن رپئي جو انُ وٺان يا ماءُ لاءِ جُتي ۽ ڪپڙا! انهيءَ خيال ۾ ڪانئس ذڪر وسري ويو ۽ اچي ڳڻتيءَ ورايس. اوچتو دل ۾ خيال آيس، تہ هن رپئي تہ مون کان الله جو نالو ئي وساررائي ڇڏيو سو رپيو کيسي مان ڪڍي اجلي ڇڏيائين ۽ چوڻ لڳو: "هن هڪ رپئي مون کي هيڏن وسوسن ۾ وڌو تہ پوءِ جن وٽ اڻ مئي دولت آهي. سي ڪيئن ڪندا هوندا!"

❊❊❊

## سڃاڻپ

هڪ ڀيري وتايو فقير هڪ اهڙي شهر ۾ وڃي نڪتو جتي سندس ڪابہ ڄاڻ سڃاڻ نہ هئي. رات جو مسافرخاني ۾ وڃي ٽڪيو. اتفاق سان بيمار ٿي پيو ۽ مسافرخاني جي ڪنڊ ۾ پئجي رهيو. سندس بيماري وڌندي ويئي. ايتري تائين جو مٿس غشي طاري ٿي ويئي. ماڻهن کيس انهيءَ حالت ۾ ڏٺو تہ تبصرا ڪري هڪٻئي کي چوڻ لڳا: "ويچارو مرڻ ڪنڌيءَ تي آهي. هتي شايد ڪو مِٽُ مائٽ ڪونہ اٿس. تڏهن تہ مسافر خاني ۾ پيو آهي ۽ اها خبر ناهي تہ هندو آهي يا مسلمان. جي مري تہ کڻِ پر ڪجي!" وتائي فقير جڏهن ماڻهن جي واتان اهو ٻڌو تہ هڪدم ٽپ ڏيئي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ چيائين: "هتي مرڻ مناسب ناهي! مرنداسون اتي جتي ڪو سڃاڻندو تہ هجي."

❊❊❊

## گڏھہ ۽ ڍڳي

وتائي فقير وٽ هڪ ڍڳي هوندي هئي. هو پاڙي مان پٽي سٽي ڪيس روز گاھہ آڻي وجهندو هو. اتفاق سان هڪ گڏھہ اچي هريو ۽ روزانو ڍڳيءَ جو گاھہ کائي ٿي ويو. فقير ان کي هڪلي هڪلي بيزار ٿي پيو. هڪ ڏينهن گهڻو بيزار ٿيو تہ رب پاڪ کي سوال ڪيائين: "ڏٽي منهنجا! هن گڏھہ کي مار! روز منهنجي ڳئونءَ جو گاھہ کايو ٿو وڃي." صبح جو اٿي ڏسي تہ سندس ڍڳي مئي پئي آهي. هي يڪدم گهران نڪتو ۽ وڃي، هڪ انڌي کي وٽي آيو. ان کي چيائين: "سڄاڻ تہ هي جانور ڪهڙو آهي." انڌي هٿ لائي چيو: "هيءَ ڍڳي آهي." ان تي ڪنڌ مٿي ڪري چيائين: "انڌو بہ سمجهي ٿو تہ هي گڏھہ نہ ڍڳي آهي. وڏيڪ توکي ڇا چوان."

***

## ڪهڙي ٿهار جو نالو ورتو اٿئي

هڪ ڀيري وتايو فقير درياءَ جي ٻئي پر وڃڻ لاءِ ٻيڙيءَ تي اچي ويٺو. جڏهن ٻيڙي پرجي ويئي تہ مهاڻي الله جو نالو وٺي ٻيڙي ڇوڙي. وتايو ٽپ ڏيئي لهي پيو ۽ چيائين: "ڪهڙي ٿهار جو نالو ورتو اٿئي!" انهيءَ تي ٻيڙيءَ ۾ ويٺلن مان ٻہ ڄڻا ٻيا بہ لهي پيا. ٻيڙي اڳتي هلي، جڏهن وچ سير تي پهتي تہ خدا جي قهر سان اوچتوئي اوچتو اونڌي ٿي پئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ٻيڙي ٻڏي ويئي.

***

## پهتا وتائي تائين مس آهيو

هڪ ڀيري وتائي کي درياءَ پار وڃڻو هو اچي پتڻ تي پهتو پر ٻيڙي ڪجهہ وقت اڳ روانو ٿي چڪي هئي. ڪا گهڙي ٿي تہ ٻہ ٻيا همراھہ بہ اچي پهتا. وتائي کي چوڻ لڳا: فقير ٻيڙي روانو ٿي چڪي، ڪا واهر ڪر." وتائي فقير هڪ هٿ هڪڙي جي ڪن ۾ ۽ ٻيو هٿ ٻئي جي ڪن ۾ وڌو ۽ چيائين: "توهين "وتايو وتايو" چوندا هلو!" هو ساڻس گڏ "وتايو تايو" چوندا هليا. جڏهن وچ سير ۾ پهتا تہ هنن سوچيو تہ اسين گهڙي کن ماٺ ڪري ٻڏون تہ فقير پاڻ ڇا پيو چوي، اهو سوچي هنن ڪٽي ماٺ ڪئي ۽ ٻڏائون تہ

فقير "الله الله" ڪندو پيو هلي. هنن سوچيو تہ اسين ڇو وتايو وتايو ڪريون، الله الله ڇو نہ چئون. اهو سوچي هو بہ الله الله ڪرڻ لڳا. سو اڃي ٻڌڻ لڳا.
وتائي فقير ٻنهي کي هڪ چماٽ پري هڻندي چيائين: "پهتا اڃا وتائي تائين ئي مس آهيو تڪڙو الله کي ٿا رسو."

***

## امان جي وس

• هڪ ڀيري گهٽي زور پرڻ تي وتايو فقير ڳوٺ جي سنگتين سان گڏ ڪنهن مولويءَ جو واعظ ٻڌڻ ويو. مولوي چئي رهيو هو تہ هر هڪ ڪم الله جي وس آهي، ان جي حڪم کان سواءِ ڪک بہ نٿو چري. ان تي وتائي فقير کلي ڏنو. سنگتين پڇيس: "فقير ڇو ٿو کلين؟" چيائين: "اهو سڀ سچ آهي، تہ هر ڪا ڳالهہ رب جي وس آهي، پر بہ ڳالهيون امان جي وس بہ آهن!" سنگتين حيران ٿي پڇيس: "اهي ڪهڙيون؟
چيائين: "وٽيس تہ پيٽ رڌي ۽ وٽيس تہ ماني پچائي!"

***

## ڏئي ٿو پر ڪنگهائي

ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ ڏينهن فقير کي اچي خيال ويٺو تہ ماڻهو چون ٿا تہ خدا رازق آهي، سو آئون بہ آزمودو وٺان تہ واقعي اها ڳالهہ سچي بہ آهي!
اهو خيال ڪري ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو ۽ هڪ واهہ جي ڪناري تي هڪ وڻ تي چڙهي وڃي ويٺو. انهيءَ حالت ۾ ڪيس بہ ڏينهن گذري ويا. پر ڪٿان ڪو بہ مانيءَ ڳيو ڪونہ مليس. تنئين ڏينهن ڪو رئيس شڪار لاءِ نڪتو هو سو ان وڻ جي ڇانوَ ۾ اچي منزل انداز ٿيو جنهن تي وتايو ويٺو هو. رئيس جا ماڻهو رڌ پچاءَ ڪي لڳي ويا. جڏهن ماني رڌجي تيار ٿي تہ رئيس نوڪرن کي حڪم ڏنو تہ "پهرين ٿالهي ڪنهن کي خدا ڪارڻ کارائي اچو."
وتائي فقير ڏنو تہ هاڻي جيڪڏهن ماٺ ٿو ڪريان تہ بک ٿو مران، ان ڪري وٺي زور سان ڪنگهيائين. رئيس جو وڻ تان ڪنگهڪار ٻڌي، سو مٿي ڪنڌ ڪڍي ڏٺائين تہ ڪو همراهہ وڻ تي ويٺو آهي، ان کي ڏسي چيائين: "ادا هيٺ لهي آءُ ۽ اچي هي پلاءُ کاءِ! فقير وڻ تان لهي آيو ۽ پيٽ ڪائي ڳوٺ موٽيو. ڳوٺ پهچڻ تي ماڻهن پڇيس: "فقير ڏي خبر، بہ ٽي ڏينهن ڪيڏانهن ويو هئين؟"

چيائين تہ ٻڌو هئم تہ خدا رازق آهي، سو ان جو آزمودہ وٺڻ لاءِ ويو هوس.“ ماڻهن حيران ٿي پڇيس: ”پوءِ ڇا ٿيو؟“ جواب ڏنائين: ”ها، ڏٺي ڏئي ٿو پر کنگهائي پوءِ ٿو ڏئي.“

***

## آءُ ڪتي ڪانوان!

هڪ دفعي وتائي فقير کي پنهنجي پوڪائڻ جو خيال ٿيو. ڪجهہ همراهن کي ونگار وٺڻ لاءِ چيائين. جيڪي جوڙا (ڏاند) وٺي آيا ۽ فقير کي سموري زمين کيڙي ڏنائون. جڏهن انهن پنهنجي کيڙي بس ڪئي تہ چيائونس: ”فقير هاڻي پٽ ڪاراءِ!“

اهو ٻڌي وتايو فقير اچي روئڻ لڳو. ونگار وارن پڇيس: ”فقير روئين ڇو ٿو؟“ چيائين: ”ادا روئان ان ڪري ٿو تہ اوهين تہ وڃي پنهنجي پنهنجي گهر ڪائيندؤ آئون ڪتي ڪائيندس.“

***

## منهنجا بہ لاهہ نڪري وڃن ها

هڪ دفعي وتايو فقير ڪيڏانهن وڃي رهيو هو تہ واٽ تي سج لهي ويس. وٽس ڪيسي ۾ هڪ رپيو پيو هو ان ڪري ڊپ اچي ٿيس تہ متان ڦورو ڦري وڃن ۽ جي پئسا ساڻ هوندا تہ جان جو بہ ڊپ آهي، ان ڪري اهڙي شيءِ ساڻ نہ هجي تہ چڱو. اهو سوچي رپيو ڪيسي مان ڪڍي هڪ ڪرڙ جي پاڙ ۾ اچلائي ڇڏيائين ۽ پاڻ اڳتي هليو ويو. صبح جو ڪو ڏنار مال ڪاهي اچي اتان لنگهيو تہ ان جي نظر وڃي رپئي تي پئي. ڪرڙ ۾ روپيو ڏسي سمجهيائين تہ پڪ هتي ڪو خزانو لڪل هوندو سو ڪهاڙي کڻي سڄو ڪرڙ وڍي ڇڏيائين، بلڪ ڊوڙندو گهران ڪوڏر کڻي آيو ۽ ان جون پاڙون بہ ڪڍي ڇڏيائين.

وتايو فقير ٻئي ڏينهن ڪان پوءِ ڳوٺ ڏانهن موٽيو تہ سوچيائين: ڏسان تہ ڪرڙ وٽ رپيو پيو آهي. جڏهن اتي پهتو تہ رڙ نڪري ويس. چيائين: ”وڄ! ڪرڙ جو وڻ تہ ڪونهي. پر اتي تہ مورڳو کڏ لڳي پئي آهي. ڪنهن ڪرڙ جون پاڙون بہ ڪڍي ڇڏيون آهن.“ حيران ٿي چيائين: ”چڱو ٿيو جو رپيو اڇلائي ڇڏيم. نہ تہ منهنجا بہ ان ڪرڙ وانگر لاهہ نڪري وڃن ها!!“

***

## وڏيڪ ڇا ڇوانءِ!

هڪ ڀيري وتائي فقير کي ڪيڏانهن ڏور سفر تي وڃڻ جو خيال ٿيو. سوچيائين تہ ايترو پنڌ ڪري ڪونہ سگهندس. ان ڪري سواريءَ لاءِ ڪا سواري هٿ ڪريان تہ ان تي چڙهي سفر سولو ڪريان. اهو سوچي سڄي ڳوٺ ۾ ماڻهن کي سوال ڪيائين. پر ڪنهن بہ ويچاري کي چڙهيءَ لاءِ وهٽ نہ ڏنو. نيٺ مايوس ٿي گهر ڏانهن موٽيو. اتفاق سان گس ۾ هڪ ماڻهو گڏيس جيڪو گڏهہ تي وڃي رهيو هو. ان کي سوال ڪيائين تہ. "ٻيلي مونکي ضروري ڪم سان وڃڻو آهي. پنڌ گهڻو پري آهي ۽ پيادل هلڻ جي همت ڪانہ اٿم. ان ڪري مهرباني ڪري هڪ ٻن ڏينهن لاءِ گڏهہ ڏينم تہ ڪم لاهي اچان." ان شخص کي روح ۾ رحم پيو سو کيس چيائين: "فقير مون وٽ جيڪي آهي، سو حاضر آهي، تون ڀلي ڪاهي وڃ."

وتايو فقير ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڪانئس گڏهہ وٺي ان تي چڙهيو ۽ جڏهن ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو تہ سوچيائين تہ لڪڻ هڻانس تہ جيئن تڪڙو پهچان. اهو سوچي گڏهہ کي لڪڻ هنيائين تہ هن وٺي فقير کي ڪُڏايو ۽ فقير ويچاري اچي پٽ تي ڦهڪو ڪيو. ڪپڙا ڇنڊي اُٿيو ۽ گڏهہ کي چوڻ لڳو: "جيڪي چوڻو هو سو تون اڳ ئي آهين. وڏيڪ ٻيو ڇا ڇوانءِ؟"

***

## ملان تنهنجي مهرباني

هڪ سال وتائي فقير رمضان شريف ۾ جمعي جو روزو رکيو. شام ٽي، نماز پڙهڻ ۽ روزي کولڻ لاءِ مسجد ۾ آيو. جڏهن روزي کولڻ جو وقت ٿيو تہ ملان فقير اڳيان دال جو ٻوڙ ۽ جوئر جي ماني آڻي رکي ۽ جيڪي آسودا نظر آيس، تن جي اڳيان ٻوڙ پلاءَ آڻي رکيائين. اتفاق سان ٻن ڄڻن جو گوشت جي ٻوڙ تان جهيڙو ٿي پيو.

هڪ چيو: "تو گهران پٽاٽا آندا آهن، اهي ڇو نٿو کائين؟" ٻئي چيو "جي گوشت کاڌم تہ ڇا ٿيو؟ تنهنجو نفس گوشت کائڻ لاءِ چوي ٿو ۽ منهنجو نہ؟" ٻنهي ۾ جهيڙو وڌي ويو ۽ هڪٻئي کي ڏاڍو گهٽ وڌ ڳالهايائون. نيٺ ماڻهن وچ ۾ پئي جهيڙي کي ٽاريو. فقير جو اها حالت ڏٺي.

سو اٿي ملان وٽ ويو ۽ ان کي چيائين: ”توکي شابس هجي جو مون کي گوشت جو ٻوڙ نہ ڏنئي. نہ تہ منهنجو نفس بہ هري پوي ها ۽ آءُ روز پيو اچان ها ۽ اهڙا جهيڙا پيو ڏسان ها.“

❋❋❋

## تمام تکو گهوڙو

هڪ دفعي ڳوٺ جي هڪڙي زميندار گهوڙو خريد ڪيو. ان کي ڏسڻ جي لاءِ ڪيترائي ماڻهو زميندار جي گهر پهتا. انهن ۾ وتايو فقير بہ موجود هو. زميندار چيو: ”مون هيءُ گهوڙو هڪ سؤ رپين ۾ خريد ڪيو آهي. ڀلي نسل جو آهي ۽ ڏاڍو تکو آهي.“ ماڻهن چيس: ”اوهان هن تي سواري ڪريو تہ اسين ڏسون.“ زميندار جواب ڏنو: ”اڄ هن کي آرام ڪرڻ ڏيو سڀاڻي صبح جو سوير آئون هن تي سواري ڪندس. اوهان اچي ڏسجو!“

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير ڳوٺ جا ڪيترائي ماڻهو ۽ وتايو فقير زميندار جي اوطاق تي پهچي ويا. زميندار کي جڏهن ماڻهن جي اچڻ جي خبر پئي تہ ٻاهر نڪري آيو. ان وقت سندس اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا. هن گنڀير آواز ۾ چيو: ”منهنجو ڀلو گهوڙو رات مري ويو.“

وتائي فقير چيو ”وڏيرا مري ويو نہ چئہ. چئہ تہ هو تمام تکو هو. جو هڪ ئي رات ۾ هن جهان کان هن جهان تائين وڃي پهتو.“

❋❋❋

## گڏهہ جي تصوير

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڪنهن تلاءَ ۾ وهنجي رهيو هوا. هن جا ڪپڙا تلاءَ جي ڪپ تي رکيل هئا. هڪڙي حرڪتيءَ ٻا ڪيو جو فقير کي چيڙائڻ لاءِ هن جي قميص تي ڪوئلي سان گڏهہ جي تصوير ٺاهي ڇڏيائين. فقير جڏهن وهنجي ٻاهر نڪتو تہ. ڪپڙا پاتائين ۽ ڪيس قميص تي اڳيان گڏهہ جي تصوير نظر آئي. ويجهڙائي ۾ ڪيترائي ماڻهو ويٺل هئا. وتائي فقير وڏي واڪي چيو: ”اڙي، کهڙي گڏهہ منهنجي قميص سان منهن اُگهيو آهي.“ مڙن کِڙ ماٺ ڪئي.

❋❋❋

## چيومانءِ تہ سواري ڪراءِ

وتايو فقير ڪنهن سفر تي نڪتو پنڌ جي تڪليف ڪان الله سائينءَ کي سوال ڪيائين: "اي منهنجا مولي! اڄ تہ ڪا سواري ڏيار تہ چڙهانس." اڳتي هليو تہ هڪ پوليس واري جي گهوڙي گس ۾ ويامي پئي هئي، سو انهيءَ تاڙ ۾ هو تہ ڪو ماڻهو اچي تہ ڦر ڪڻايانس. تنهن جو فقير کي ايندي ڏٺو تہ سڏي چيائينس: "اڙي هيڏي اچ! هيءَ ڦر ڪڻ!" فقير ويچارو ماٺ ڪري ڦر ڪڻي اٿي هليو. تان جو ٿاڻي تي آڻي ڦر کي لاٿائين. جڏهن ٿاڻي، ڪان ٻاهر نڪتو تڏهن ڪلي خدا پاڪ کي چيائين: "سٽين ٿو پر سمجهين ڪونہ ٿو. مون تو کي چيو تہ، گهوڙو ڏيار تہ آءٌ چڙهانس يا مون تي گهوڙيءِ کي سوار ڪر!"

***

## چئو تہ لچن کي پاڻ تو لڪائي

هڪ دفعي وتائي فقير جو دلو ڪو کڻي ويو. فقير ڇا ڪيو جو مسجد ۾ ويو ۽ ٺاهوڪو دلو ڏسي وڃي کنيائين. ملي چيس: "فقير هي ڇا ٿو ڪرين؟" فقير چيو: دلو ڪيپر سوڀئي هنڌان ڪڻندس تہ هنن کي خبر پئجي ويندي، چور ڪري کڻي ٻڌندم، تنهن ڪري هتان کنيو ٿو وڃان، جو هن کي خبر نڪا چار، ٻي اونو هليو ويندس! ملان چيو: "نہ فقير نہ، تون ڀليو آهين، هو تہ عالم الغيب آهي. سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو." وتائي چيو: "هان، سڀ خبر پويس ٿي؟ تڏهن چئبو تہ لچن کي پناهہ پاڻ ٿو ڏئي، ۽ هٽ وٺي اسان جي ٻيڙي ٿو ٻوڙائي."

***

## ڏڪار

هڪ دفعي ملڪ ۾ اچي ڏڪار پيو ماڻهو مڙي وتائي فقير وٽ آيا. چيائونس: فقير دعا گهر تہ هيءَ مصيبت ٽري! جواب ڏنائين: ابا اوهان کي کهڙي ڪس، خرچ تہ آخر سندس ئي وڃيو.

***

## سوئيون

ڳالهه ڪندا آهن تہ وتائي فقير کي سيوئيون گهڻيون وڻنديون هيون. هڪ ڏينهن خدا کي سوال ڪيائين: ڏاڍي منهنجا! اڄ منهنجو هڪڙو ننڍڙو سوال تہ اگهاءِ، رمضان جي عيد اچي، ماڻهو سويون رڌين. جڏهن رڌي بس ڪن تہ سڀ مري وڃن. آءٌ ۽ امان ويجون وڃي سڀ سويون ميڙي گهر کڻي اچون. جڏهن سڀ سويون گهر ۾ اچي وڃن. تڏهن امان بہ مري وڃي، بس مان هجان ۽ سوئيون هجن. پيو مڙئي خير!

***

## اپرو!

هڪ دفعي وتايو فقير ڪنهن اپري گهوڙي تي چڙهيو پئي ويو. اڳيان هڪ شخص پڇيس: "فقير تنهنجي گهوڙي کي ڇا ٿيو آهي؟ جو تمام اپرو ٿي ويو آهي؟ داڻو پاڻي ڪونہ ٿو مليس ڇا؟" وتائي فقير ورندي ڏنس: "داڻو تہ مون وٽ آهي ئي ڪونہ. اهو تہ آهي الله وٽ، سو ننڍو ڏيئس. گاهہ ڪرڻ جي وسعت وري مون ۾ بہ ڪانهي. ويتر منهنجو گهوڙو بہ آهي خار باز، سو پاڻي پيئڻ پاڻ بہ ڇڏي ڏنو اٿائين. سو اهڙا حال تڏهن ٿيا اٿس."

***

## شاديءَ جو ڪاج

وتائي فقير جي ڳوٺ جي پر واري ڳوٺ ۾ ڪا شادي هئي. دهلن دمامن جون ڌمون ۽ آلاپن جون الولايون لڳيون پيون هيون. فقير بہ پنهنجي غريباڻيءَ پوشاڪ ۾ سڏو ڇني ۾ هليو ويو. هيڏانهن هوڏانهن گهڻو ئي نهاريائين. پر ڪنهن رُکي صلاح بہ ڪانہ ڪيس. پيا جيڪي ڪپڙي لٽي ۾ سرس هئا. تن کي ڪامڙين وٺي عزت سان پئي ويهاريو ۽ کين ڍؤ تي ماني تکي پئي ڪارائي. فقير ويهي ويهي نيٺ اُٿيو ۽ هڪ ڪتيءَ وٽ آيو. ان کان مسواڙ تي ڪپڙا وٺي پائي، ڏاڍي ٺاٺ سان اچي ڇني ۾ گهڙيو. ماڻهو ڊوڙي آيا ۽ وٺي آڻي باعزت ويهاريائونس. يڪدم پوڙ پلاءَ اچي ويا ۽ فقير جي اڳيان رکجي ويا. فقير ڪپڙن ۾ هٿ وجهي، انهن کي پيو چوي: "ڪائوڪائو!" ماڻهن چيس: "ادا، چريو آهين ڇا؟" جواب ڏنائين: "سوير غريباڻن ڪپڙن ۾ اچي ويٺس تہ ڪنهن ڪنگهيو بہ ڪونہ. هينئر جڏهن هي نوان

ڪپڙا پائي آيو آهيان، تڏهن سڀ ڪا خوشامد پئي ٿئي. هي مانُ ۽ عزت ڪپڙن کي مليو آهي، مون کي نہ. مون کي ماني ملي ها تہ اڳ ۾ ئي ملي ها. انهيءَ ڪري هنن کي پيو چوان تہ توهان جي ڪري مانُ ۽ ماني ملي آهي، سو توهان ئي کائو!!"

❊❊❊

## هاڻ وينا تورين

هڪ ڏينهن ڪنهن ملان وعظ پئي ڪيو تہ، هميشه وڏو پٿر ڪٽي ان سان وٽ ڇيڻجي. ڇو تہ اهي وَٽَ وارا پٿر ملائڪ توريندا ۽ انهيءَ وزن جو ثواب ملندو. وتايو فقير اها ڳالهہ ٻڌي اٿي هليو. هلندي هلندي وڃي هڪ جبل تي چڙهيو ۽ اتي پيشاب ڪري جبل سان وَٽَ ڇيڻي چيائين: "هاڻ پلِ تہ ملائڪ پيا سڄو جبل تورين."

❊❊❊

## مردو

هڪ ڏينهن وتايو فقير گهران ماءُ سان ڪاوڙجي نڪتو. چيائين: "بس آءٌ هاڻ مري ٿو وڃان." پوءِ اتان نڪري اڃي مقام ۾ ويهي رهيو. اوچتو هڪ ڏاند گاڏي اچي اتان لنگهي. اڳيان گپ هئي، تنهن ڪري ان ۾ ڦاسي پئي. گاڏيءَ واري ويچاري گهڻا ئي حيلا ڪيا، پر گاڏي نڪري نہ سگهي. هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين تہ وتائي فقير کي پريان مقام ۾ ليٽيل ڏٺائين. سڏ ڪري چيائينس: درويش مون کي گاڏي ڪڍائڻ ۾ تہ اچي مدد ڪر! فقير سُتي ئي چيس: "ادا آءٌ پاڻ مئو پيو آهيان. نہ تہ جيڪر تنهنجي واهر ڪريان ها!"

❊❊❊

## زال/ ماءُ

هڪ دفعي وتائي فقير جي ماءُ سخت بيمار ٿي پيئي. سڀ سندس پرسان ويهي روئڻ لڳو. هڪ ئي پاڙي واري ڪراڙي آئي ۽ چوڻ لڳي: "اهو موت سڀ ڪنهن جي مٿان اچڻو آهي، ڪوبہ ڪائنس بچندو ڪونہ. بس، الله جو حڪم آهي، سو هر ڪنهن تي موت برحق آهي." فقير رئندي چيو: "امڙ ئي منهنجو سڀ ڪجهہ هئي. هاڻ آءٌ ڪيئن ڪندس." تڏي تي ويٺل مائين وراڻي ڏني: "اسين جو ويٺيون آهيون." هڪ چيو: "ابا مون کي پنهنجي ماءُ سمجهہ!"

وتائي فقير چيو: "جڏهن پاڙي واري خميسي جي زال هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. تڏهن ائين ڪنهن ڪونه چيس ته. "خميسا! ڇو ٿو روئين؟ مون کي مٿل واريءَ جي جاءِ تي سمجهه! ڪيتريون مڙسن سوا موجود آهن ۽ وانڍيون ويٺيون آهن."

***

## ناٽو

هڪ ڏينهن وتايو فقير پنڌ ڪندي ڪندي وڃي درياءَ جي ڪپ تي پهتو. رستي ۾ ڪا به آبادي ڪانه ڏٺائين. پري ڪان درياءَ ۾ هڪ ٻيڙي ڏٺائين، سو مهاڻي کي خدا جا نالا وڏائين. وڏي واڪي سڏ ڪيائينس. پر مهاڻي فقير ڏانهن نهاريو به ڪونه. جڏهن سمجهيائين ته خيراتي ڪونه ڪٺندو. تڏهن ڪيسي مان رپيو ڪڍي ڏيکاريائينس. ميربحر ٻيڙي موٽائي ڪناري تي آيو ۽ فقير کي ٻيڙيءَ ۾ ڪنيائين. فقير رپئي ڏيڻ مهل چيس ته رپئي ۾ ڪيڏي حڪمت رکيل آهي، تڏهن ته چوندا آهن ته. "ناڻو نَر نوائي ٿو ڇڏي."

***

## گلڻ وادو

وتايو فقير پاڙي واري وادي ڏانهن پيو پيرا ڪندو هو ۽ عاجزيءَ سان عرض ڪندو هيس: "يار گلڻ! مون کي ڪٽ نهرائڻي آهي، سو هل هلي ڪٽ ناهي ڏي." گلڻ وادو هر ڀيري فقير کي چوندو هو: "هن وقت آءٌ واندو ڪو نه آهيان، ڏسين ڪونه ٿو ته ڪيترا ماڻهو اجان ويٺا آهن. پهرين هنن جو ڪم ٿئي، پوءِ تنهنجو."

الله جي قدرت ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ اهو وادو گلڻ گذاري ويو. ڪانڌي سندس جنازو کنيو قبرستان ڏانهن پئي ويا ته وتائي جي به نظر انهن ماڻهن تي پئجي وئي ۽ ڊوڙي ڪانڌن پڇيائين "ادا ڏيو خبر ڪير گذاري ويو آهي؟" ماڻهن چيس: پاڻ وارو گلڻ وادو گذاري ويو." وتائي فقير ڪانڌين کي چيو: "ڪٽ کي ته ڪا گهڙي پٽ تي رکو ته آخري ديدار ڪيانس. ڪفن جو ڪپڙو هٽائي آهستي چيائين: "ادا گلڻ! اڄ ته واندو آهين، هلي منهنجي ڪٽ ناهه."

***

## گڏهه نيٺ گڏهه نڪتو

وتائي فقير پئسن جي تنگيءَ ڪري سوچيو تہ گڏهہ جو ڏارو ۽ گاهہ هوريان هوريان گهٽ ڪريان. اهو سوچي هن انهيءَ ڏينهن کان گڏهہ جي ڏاري ۽ گاهہ ۾ ڪمي ڪرڻ شروع ڪئي. پوءِ گڏهہ کي ٻڌل ڇڏي فقير ڪيڏانهن نڪري ويو. پوئيان گڏهہ ويچاري کي نہ گاهہ مليو ۽ نہ ڏارو!

ڪو همراهہ اتان اچي اُتان لنگهيو. هن ڏٺو تہ گڏهہ مئو پيو آهي. سو ان کي مئل ڏسي وتائي کي ڳولي هٿ ڪيائين ۽ چيائينس: "فقير تنهنجو گڏهہ تہ مري ويو. تون وتين ٿو بي اُلڪو ڦرندو." وتائي وراڻيس: "ادا، گڏهہ نيٺ گڏهہ نڪتو ۽ ان وقت مئو آهي، جڏهن هو بک جو عادي بڻجي چڪو هو!"

***

## سلوڪ

هڪ دفعي وتايو فقير ڪنهن ڳوٺ ۾ پهتو ۽ اتان جي ماڻهن کي سڏي چيائين: "مون لاءِ هڪدم مانيءَ جو بندوبست ڪريو نہ تہ اوهان سان اهو ئي سلوڪ ڪندس، جيڪو اڳئين ڳوٺ وارن سان ڪيو اٿم!"

وتائي جي اهڙي ڌمڪي ٻڌي ماڻهن ڊپ کان فقير لاءِ عمدا کاڌا تيار ڪرايا. جڏهن کائي خوش ٿيو تہ ڳوٺ وارن پڇيس: "فقير سائين، اوهان اڳئين ڳوٺ وارن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو هو؟" وتائي فقير وراڻيو: "مون انهن کان ماني گهري، پر هنن نہ ڏني ۽ آءٌ ماٺ ڪري هليو آيس. جيڪڏهن اوهين بہ ماني نہ کارايو ها تہ آءٌ هتان بہ چپ چاپ ٿي پاسي نڪري وڃان ها!

***

## گڏهہ جي ڳالهہ تي اعتبار ڪيئي منهنجي تي نہ!

ڳالهہ ڪندا آهن تہ، ڪو همراهہ وتائي کان گڏهہ وٺڻ آئيو. سندس لوڙهي ٻاهران بيهي فقير کي سڏ ڪيائين. فقير گهران نڪري اچي ساڻس مليو. هن فقير کان ڪنهن ضرورت تحت گڏهہ جي گهر ڪئي. فقير چيس: "ادا، گڏهہ تہ ڪو ٻيو سوالي ڪاهي ويو."

ايتري ۾ فقير جي لوڙهي سان لڳو لڳ ٻئي گهران گڏهه هينگ ڪئي. تنهن تي همراهه چيس: "فقير، گڏهه هينگ ڪري پيو ٻڌائي، ته مان گهر ٻڌو پيو آهيان."

وتائي وراڻيو: "ادا گڏهه تي اعتبار ڪيئي، مون تي نه.

***

## چوي سڀ ڪو ٿو، ڏئي ڪو ڪونه ٿو

هڪ ڏينهن وتايو فقير ڳوٺ کان سنبري سفر لاءِ نڪتو. جڏهن ڳوٺ جي هڪ اوطاق کان مٿيو ته، اوطاق ۾ متل ڪچهريءَ وارن ڪيس ڏئو سو سڏي ڪٽي وچ ۾ وهاريائونس.

ٻن همراهن مٿس زور پريو ته، فقير اڄ ته توکان سچي ڪرائبي ته آخر شادي چو نه ٿو ڪرين. جڏهن ٿا ڪٽي پڇئون ته ورندي ساڳي ٿو ڏين ته، ادا نيٺ ڪبي! اڄ ڪٽي سچ ٻڌاءِ ته شادي ڪڏهن ڪندين!

وتائي وراڻيو: "ادا ڇڏيو ان ڳالهه کي." پر مڙس مڙڻ جا ڪتي.

چيائون: "فقير اڄ ڳالهه پڌري ڪر."

وتائي وراڻيو: "ادا دل ۾ نه ڪجو. پر ير ڳالهه اها آهي ته، چئي ته هر ڪو ٿو ته فقير شادي چو نه ٿو ڪرين؟ پر ڏئي ڪو ڪونه ٿو."

***

## ملن جون ٻانگون ۽ امان جون ليٽون

ستاويهن رمضان جي پلاري ڏهاڙي جي موقعي تي وتائي فقير ماءُ کي چيو: "امڙ اڄ روزو رکبو جو پلاري مهيني جو پلارو ڏينهن آهي. پر روزو شام جو مسجد ۾ ٻين مسلمان ڀائرن سان گڏ وڃي کولبو. جيئن ججهو ثواب به ملي ته سيون به جام ملن." فقير ويچارو سئين جو ڏاڍو شوقين هوندو هو سو ماءُ چيس: "ابا اٿين مسجد ۾ هٿين خالي وڃڻ سهي ناهي. روزي کلڻ وقت مان به تو کي سيون پچائي ڏينديس ته وڃي ٻين سان گڏجي کائجانءِ."

وتائي وراڻيو: "امڙ جيئن ڪا تنهنجي مرضي".

پوءِ جڏهن روزي کلڻ جو وقت ويجهو آيو ته ماءُ کي تڪڙ لائي ڏنائين ته امڙ جلد سيون تيار ڪري ڏي، ته وڃي مسجد ۾ پڄان. ماڻس به گهڻي ٻئي تڪڙ ڪئي، پاڻي ابرڻ لڳو ته ماڻس سيون وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اوچتو ڪنهن مسجد مان ٻانگ جو آواز آيو. ماڻس [illegible] روڪي دعا لاءِ

هٿ جهليو. ان ملان ٻانگ ڏئي مس بس ڪئي تہ ڪنهن ٻيءَ مسجد مان ٻانگ اچڻ شروع ٿي. ائين ڪي گهڙيون الڳ الڳ مسجدن مان ٻانگ مٿان ٻانگ پئي آئي ۽ ماڻس بہ پئي هر ٻانگ تي دعا لاءِ هٿ کنيا. نيٺ وتائي ڪاوڙ مان ماءُ کي چيو: "ملن بہ ڪا پاڻ ۾ ٺڏي ڪئي آهي تہ توکي دعائن ۾ رنيائي سڀ سيون پاڻ کائن. پر مان ڪتي تو ڇڏيانِ." ماڻس ٺڏو اڻ ٺڏو ڪندي دعا لاءِ هٿ کڻندي رهي ۽ وتايو وٺي مسجد ڏانهن ڊوڙيو ۽ اچي ڏسي تہ سڀ ماڻهو روزي کولڻ ۾ لڳا پيا آهن. هن بہ هم نہ ڪئي تم سين جو ٿالهہ ڏسي اُتي روزو کولڻ لاءِ ويهي رهيو. ڪنهن ويئل روزائت پڇيس: "وتايا دير ڪيئي." چيائين: "ماٺ تَوَيلي. بس آخر پنهنجي مڙسي ڪم آئي، نہ تہ ملن جي ٻانگن ۽ امان جي دعائن جي ڊيگهہ تي لڳان ها تہ هي ٻہ گرهہ بہ نصيب ڪونہ ٿين ٿا."

***

## ڳنڊڻ تہ ڪونہ ڏنئي، ويتر رکي بہ ڦري ورتئي

وتايو ڪٿان هڪيو تڪيو اچي گهر پهتو. ماءُ کي چيائين: "امڙ ڏاڍي بک لڳي اٿم. اڄ تہ ڍؤ ڪراءِ" ماءُ چيس: "ابا! رکي ماني آهي، ڳنڊڻ ڪونهي." وتائي چيو: "امان رکي ماني کهڙي وٽندي ٻيو نہ تہ لسيءَ لپ ئي ڏيم." ماڻس چيو: "ابا اها بہ ڪانهي. باقي هيءَ ماني وٺ ۽ ڏٽيءَ ڪان دعا گهر تہ من پاڙي مان ڪجهہ ملي پوي" وتائي ماءُ کان ماني ورتي. جيئن ماڻس ڳنڊڻ لاءِ پاڙي ۾ وئي تہ هن ماني ڪٽ تي رکي ۽ ماءُ جي چوڻ موجب دعا لاءِ هٿ کنيائين تہ ايتري ۾ ڪتي، جنهن مانيءَ کي پئي تاڙيو سو لوهہ ڏئي ماني کڻي وٺي ڀڳو. وتائي دعا گهرندي ورانيو: واهہ ڙي مولي تنهنجو انصاف! ڳنڊڻ تہ ڪونہ ڏنئي، التو رُکي بہ کسي ورتئي."

***

## ڏيٺو هوندس تہ پاڻ ڏيندو

هڪڙي ڏينهن وتايو پاڙي ۾ هڪ گهر ٻاهران ڏڏ وٺڻ ويو تہ گهر اندران آواز ايندو ٻڌائين: زال مڙس کي چئي رهي هئي. عرصي کان اولاد لاءِ پيا سڪون. هل تہ ڪنهن اولياءَ تي هلي ٻاس ٻاسيون تہ من ڪا جهولي ڀرجي.

ايتري ۾ وتايو بہ وجي سندن اڳڻ تي پهتو ۽ مائيءَ کي چيائين: "پيڻ هوءَ جيڪا تنهنجي ڪڪڙ ولر ۾ چڻن سان پئي چڳي، ان ڪهڙي پير تي دعا پني يا باس باسي هئي. جو هيڏو ولر ۾ چڻن جو پويان اٿس. مائيءَ وراڻيو: "فقير ڪڪڙيون بہ ڪا باس باسينديون آهن ڇا؟" تہ منهنجي پيڻ پوءِ تون ڇو پئي پاڻ ۽ مڙس کي هائيءَ ۾ هٽين. ماٺ ڪري پئي الله ڪر. هو ڪنهن وڏيري وانگي پرمتڙيو ڪونهي. جو ڪنهن ۾ ئي جي سفارش تي ڏن يا اولاد ڏئي. ڏيڻو هوندس تہ پاڻ ئي ڏيند ئي.

***

## ويلي وار ڪَسي ويندو

وتائي جي ڳوٺ ۾ ڪنهن جوڙي کي شادي ڪئي عرصو لنگهي ويو ڪين اولاد ڪونہ ٿي ٿيو. سو هفتو ڪن مشهور بزرگ جي مزار تي وڃي ترسيا، جنهن لاءِ مشهور هو تہ هو "ڦنڊين کي ڦر ٿو ڏئي." سو زال مڙس هفتو راتن جو ان بزرگ جي مزار تي اوجاڳو ڪندي، پٽ لاءِ دعائون پنندا رهيا ۽ روايت موجب ڪنهن نشاني ملڻ جي انتظار ۾ هئا. جو مشهور هو تہ اولاد ٿيڻ لاءِ پير در تي آيل سوالين ڏانهن ڪا نہ ڪا نشاني موڪلي ٿو نہ چاڻ تہ اها نشاني پير کان وڌيڪ درگاهہ کي گذر جو وسيلو بنائيندڙ خليفن جي ڪارستاني هئي. سو نيٺ آخري رات، زال مڙسن کي جڏهن ننڊ جا ڪيپ چڙهيا تہ ڪو خليفو سندن ويهاٽي هيٺان، ڪنهن ٻار جي لٽل جهنڊ جا وار رکي ويو. صبح ٿيندي ئي جڏهن مائيءَ سڳوريءَ ويهاٽي هيٺان وار نشانيءَ طور ڏٺا تہ وٺي نچي ڪڏي ۽ پوءِ ٻئي زال مڙس نچندي ڪڏندي ڳوٺ ڏانهن واپس آيا. اتفاق سان وات تي زال مڙس جي ملاقات وتائي فقير سان ٿي.

مرد ڪجهہ ڪچي ان کان اڳ مائيءَ وات پري وتائي سان ڳالهہ ڪئي: "فقير سائين! اسان کي مرشد وٽان پٽ ڄمڻ جي نشاني ملي آهي." وتائي پڇيس: "مائي سڳوري! اهو وري ڪيئن؟" مائيءَ وراڻيو: "فقير هي ڏس رات مرشد سائينءَ. نشانيءَ طور وار موڪليا آهن ۽ خليفي چيو تہ 'مرشد سائين جي ڏنل نشانيءَ مان مراد آهي تہ اوهان کي پٽ ڄمندو ۽ ان جي جهنڊ هتي لاهجو." وتائي فقير وراڻيو: "امڙ! خليفو پليو آهي، مرشد

نشاني موڪلي ڇڏايو ٿوَ تہ 'مون وٽ وڃڻي وڃڻي وارَ ڪسي وينديو پر ورنديو ڪجھ بہ ڪونہ."

٭٭٭

## ڪتّ ڪٽي نہ ڏيو

وتائي وٽ ماماڻن وٽان ڪي مهمان آيا تہ ماءُ چيس: "وتايا! ڪا پاڙي مان ڪتّ تہ وٺي اچ." فقير ماءُ جو چيو اکين تي رکي پاڙي مان ڪتّ وٺڻ ويو.

ڪنهن پاڙي واري جي در تي پهچي وڃي سڏ ڪيائين: "او فلاڻا! ٻاهر تہ نڪرجانءِ." همراهہ پاڻ تہ ڪونہ نڪتو، سندس پٽ اچي پهتو.

فقير چيس: "ابا! مهمان آيا آهن، سو ڪتّ ٿي کپي".

همراهہ وراڻيو: "فقير! ڪتّ جي تہ ڪا ڳالھ ڪانهي، پر اسان وٽ رڳو ٻہ ڪتون آهن. هڪ تي مان ۽ بابو ٿا سمهون تہ ٻيءَ تي امڙ ۽ منهنجي گهر واري ٿيون سمهن.

فقير چيس: "ابا! ڪتّ ڪٽي نہ ڏيو پر سمهو تہ سُر سان." هڪ تي تون ۽ تنهنجي جوءِ سمهي، ٻيءَ تي پٽهين ۽ تنهنجي ماءُ سمهي، وڌيڪ توهان جي مرضي".

٭٭٭

## اوهان کي بہ خبر پوي

ڳالھ ٿا ڪن تہ وتايو فقير هڪ ڏينهن پنهنجو گڏھ ڪاهي پڙيءَ تي ويو. پڙيءَ تي پهتل خريدارن مان جڏهن ڪو گڏھ کي ڏسڻ لاءِ اڳيان ٿي آيو تہ، گڏھ کيس چڪ ٿي هنيو ۽ جڏهن خريدار پويان ڦري سندس جائزو ٿي ورتو تہ، گڏھ ان کي لت وهائي ٿي ڪڍي. ائين واري واري ٻن ٽن واپارين سان گڏھ اهڙي ڪار ڪئي. نيٺ ڪاوڙ مان هڪ خريدار وتائي کي چيو: فقير ههڙو ڪتر گڏھ آخر توکان وٺندو ڪير؟

فقير وراڻيو: ادا، آءُ بہ گڏھ کو وڪري لاءِ ڪونہ ڪاهي آيو آهيان. آندو رڳو ان لاءِ اٿم تہ، ٻين کي خبر پوي تہ مون سان ڪهڙي وهٽن آهي.

٭٭٭

## دعا جو در ئي ساڙي ڇڏيئي

ڳالهہ ڪندا آهن تہ وتايو فقير ڪنهن پراهين پنڌ تان موٽندي تڪڙو تڪڙو ڳوٺ جي گهٽيءَ ۾ پهتو تہ ڪا مائي سڳوري پنهنجي گهر جي ڳليءَ تي مليس. تنهن جي ڪيڪارڻ تي فقير وراڻيس: مائي الله ڀلو ڪرئي هينئر هينئر مسافريءَ کان موٽيو آهيان. سو بک بہ ڏاڍي لڳي اٿم. ٻڌاءِ ڪو اٽئي ٽڪر ڳيو.

مائيءَ وراڻيو: فقير تازو ڀت رڌو اٿم. اڄ تہ توکي ڪوسو ڪوسو ڀت ٿي کارايان. فقير دل ئي دل ۾ سوچيو: واهہ ڀلا ڀاڳ منهنجا! ۽ مائيءَ کي چيائين، ڀيڻ جلدي آڻي ڏيم. اصل بک کان ساهہ پيو وڃي!

مائي تڙ تڪڙ ۾ گرم ڀت جي ٿالهي ڀري اچي وتائي اڳيان رکي ۽ چوڻ لڳس: فقير ڪوسو ڪوسو ڀت ڏاڍو مزيدار ٿيندو اٿئي. بس وجهہ وات ۾ ۽ وڃ ڳيتون ڏيندو اصل دير نہ ڪر. فقير اڳ ئي هو بک جو تپايل. ويتر جو مائيءَ تڪڙ ڪائڻ لاءِ همٿ ٻڌايس. سو ويو ڪوسو ڀت ڳهندو.

نيٺ ڀت ڪائي ڪيائين دنگ، جڏهن هلڻ هارو ٿيو تہ مائيءَ چيس: فقير ويندي ويندي ڪا دعا تہ ڏيندو وڃيم.

فقير وراڻيو: مائي دعا جو در ئي ساڙي ڇڏيئي. هاڻ تو لاءِ ڪهڙي دعا نڪرندي.

***

## سچاٽون سڀ ڪنهن کي ٽا

هڪ ڀيري وتايو فقير گهمندي گهمندي عمرڪوٽ اچي نڪتو. اتان جون عورتون تڙ تي پاڻي ڀري رهيون هيون. جيڪي ڪيس سچاٽيندڙيون هيون. انهيءَ وقت انهن عورتن ۾ سندس مڱيندي بہ موجود هئي. ان تي عورتن سندس مڱينديءَ کي چيو: آئي تون وتائي کي ڪيڪار. ڏسون تہ ڇا ٿو چوي؟

جڏهن سندس منگ ڪيس ڪيڪاريو تہ وتائي هڪدم وراڻيو: "ڇريا ڪريا آهيون، پر سچاٽون سڀ ڪنهن کي ٽا".

***

## هيچ ڪان بچڻ

هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ماڻس چيو: "ابا! روڪڙ ڪٽي پئي آهي، هاڻ تہ الله سائين کي سوال ڪر تہ ڪجھ ڏياري".

فقير گهر ۾ بيٺل ٻير تي چڙهي، ان کي ڌوٽيو تہ منجهانئس روپين جو مينهن وسي پيو. ان مان هڪڙو روپيو ڪٽي اچي ماءُ کي ڏنائين.

ماءُ چيس: "ابا! هيترن روپين مان فقط هڪڙو روپيو ڪٽي آيو آهين؟

فقير چيو: "ماٺ ڪر، هيچ نہ ڪر، الله سائينءَ کي ريچڪ آيئي تہ اهو بہ ڪسي ونندءِ!"

***

## ڪاوڙجي ڏوڏ نہ ونئي

وتائي فقير وٽ هڪ ڍڳي هئي. ماڻس جو ان سان تمام گهڻو پيار هوندو هو. خدا جي قدرت سان هڪ سال اچي مال ۾ ساڻو پيو ۽ پاڳين جا پاڻ خالي ٿي ويا. غريب غربي جي دانهن مچي وئي. ڪنهن وٽ ڪو هڪ ٻہ وهٽ هئا، سي اهي بہ مري ويا. وتايو فقير بہ انهيءَ ڏک کان بچي نہ سگهيو. جيڪا ڍڳي هيس سا بہ مري ويس. ماڻس کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ اچي روئڻ ۾ چٽڪي. سو بس ئي نہ ڪري. وٺي دانهون ڪري چوي: الله کي بہ اچي اسان جي ڍڳي سُجهي. اسان جي مسڪينيءَ تي ڪهل ڪانہ آيس. اها بہ ڪسي ورتئين. تڏهن وتائي فقير چيس: "امان ماٺ ڪر، مورڳو الله سائين ڪاوڙجي ڏوڏ نہ ونئي".

***

## ڀٽمين جو گهر هيءُ آهي

هڪ ڏينهن وتايو فقير پنهنجي گهر آيو. ڏٺائين تہ دروازي جي ڀرسان هڪ ڇوڪرو ويٺو ٿورو ڪري. کانئس پڇيائين: ڇوڪرا ڪنهن جو پٽ آهين؟

ڇوڪر جواب [illegible]: "الله جو".

تڏهن يڪدم ڪيس پانهن ۾ هٿ وجهي، وٺي وڃي مسجد جي در وٽ ويٺو ۽ چيائينس: "ابا پراوا گهر نہ وڃاءِ. پنهنجو گهر هيءُ اٿئي".

***

## جيڪا مڙني جي مرضي

چون ٿا تہ هڪ ڀيري جڏهن وتايو سفر سانگي ڳوٺ کان ٻاهر نڪتو تہ سندس پالتو ڪتو بہ هن جي پويان پويان هلڻ لڳو. فقير گهڻو ئي تڙيس، پر ڪتو ڪٿي ٿو مڙي.

بهرحال ڪتو فقير پويان پويان هلندو رهيو. جڏهن فقير ڪنهن ڳوٺ پرسان لانگاهو ٿيو تہ ان ڳوٺ جا ڪتا فقير واري ڪتي ڪي ڦري آيا. ڀهريائين تہ هڪ ٻئي کي يشون ڏنائون. پر نيٺ ڪتن جي ولر ڪٽي فقيرجي ڪتي کي دسيو. ايتري ۾ فقير بہ ٻئي سوٽيون پنهنجي ڪتي کي ڦهڪائي ڪيائون.

ڪنهن ڳوٺ واري پريان بيٺي اهو لقاءُ ڏٺو تنهن چيو: "فقيرا اهو چا ٿو ڪرين. هي سڀ ڪتا بہ تنهنجي ڪتي کي پيا مارين ۽ تون بہ پنهنجي ڪتي کي پيو لٺيون هڻين".

فقير وراڻيو: "ادا! جڏهن مڙني جي مرضي اها آهي تہ پوءِ مان ڇو مڙان"!

***

## روزي کولڻ جو ثواب

رمضان مهيني ۾ مسجد ۾ روزي کولڻ وقت روزي کولڻ لاءِ ٻين روزائتن سان گڏ وتايو فقير بہ پهتو ڪنهن رڙ ڪري چيس: "فقير منجهند جو تہ ماني پئي کاڌئي، روزو وري ڪيڏي مهل رکئي".

وتائي وراڻيو: "ابا! جي نہ رکيم تہ ٿيو خير. پر کولڻ جو ثواب تہ نہ وڃاءِ!"

***

## الزام نہ ڪڻ

ڪنهن ماڻهوءَ وتائي تي وار ڪرڻ لاءِ مٿس لٺ اولاري. وتائي واڙو ٿي پڇيو: ايڏي ڪاوڙ ڪهڙي تصور ڪري؟ لنباز وراڻيو: تون پاڻ چوندو آهين تہ هٽي هٽائي پاڻ الله ٿو پوءِ مون کي بہ اهڙو حڪم ڪيو

هوندائين." وتائي ٺهڪ ڏيئي چيس: "الله. ڪي واٽيو مارٽو هوندو تہ هر حال ۾ ماريندو مورڪ! تون پاڻ تي اجايو الزام ڇا لاءِ ٿو ڪٽين!"

❊❊❊

## وتايوءِ پاٽٽي

وتائي کي ماءُ هڪ پاٽٽيءَ حوالي ڪندي چيو: "ابا! ڇورو ڇنو آهي، پاڻ سان ڪم تي لائينس." پاٽٽيءَ فقير کي ماڻهن کي پٽڻ اڪارڻ واري ڪم تي لاتو ۽ پاڻ ڪٽ تي چڙهيو اوطاق ۾ ويٺو رهيو. سانجهيءَ ٽائي، وتايو بہ سڄي ڏينهن جي ڪمائيءَ مان اڌ مسڪينن ۾ ونڊي ورهائي، باقي بچت سميت پاٽٽيءَ وٽ پهتو. پاٽٽيءَ روزاني ڪمائيءَ ۾ ڪمي ڏسي کانئس پڇيو: "پئسا پورا ڪينهن؟" وتائي ٻڌايس: "اڌ ٽڪا تنهنجا آندا اٿم، باقي اڌ رقم اڇليم درياهہ بادشاهہ ۾." هن هڪو ٻڪو ٿي چيس: "ڌن درياهہ ۾ ڇاجي ڪاڻ اڇليئي؟" وتائي چيس: "درياهہ ۾ ڇونہ اڇليان! پٽڻ ڪو پٺين جي پنيءَ تي ٿي تريو ڇا! درياهہ کهڙو ڏوهہ ڪيو. هن جو حصو هن کي ڏنم، باقي تنهنجو ڪٽي آيو آهيان".

❊❊❊

## ڪٽي رنب ڪرائينس ها!

هڪڙي ڀيري وتائي ڍڳي پئي ڏڌي، ڪير ڏهندي هن کان ڳابي ڏرائڻ جو خيال لهي ويو. ڳابي ڪير ڏائڻ لاءِ هر هر پئي ٽائيو. ڪنهن گهڙيءَ ڳابي جو رسو ڍرو ٿي ڪلي ويو. سو اوچتو اچي ڳٿونءَ کي چنبڙيو تہ ڳٿونءَ ٽڪاءُ ڪڻ لت ڪٽي تہ وتايو چونريءَ سميت وڃي انڌو ڪريو. سڄو ڏڌل ڪير هارجي ويو. وتايو اُٿيو ۽ ڪنڌ مٿي ڪٽي خدا کي چوڻ لڳو: "يلا جي مون کان ڳابو ڏارائڻ وسري ويو هو تہ توکي تہ ياد هو ڪٽي رنب ڪرائينس ها، رسو تہ نہ ڪڍينس ها. ڳابي کي ڍؤ ڪرايئي، باقي اسان کي لنگهڻ ڪنايئي. واهہ تنهنجو انصاف!

❊❊❊

## متان منهنجي چٺيءَ تي لڳين

هڪڙي ڏينهن بکئي پيٽ وتايو ٻير جي وڻ هيٺان اچي ويٺو. منڍ ٻه ڪا ٻيرن پچڻ جي هئي اوچتو ٻه ٽي ٻيرا اچي وتائي جي پر ۾ ڪريا. سي ڪٽي ڪاڏائين. پر ٻيرن فقير جو پيٽ ڪونه ڀريو سو مٿي نهاري خدا کي چوڻ لڳو: خبر ٻه هيئي ته ٻير ڪائڻ جي شيءِ آهي، ته گهٽ ۾ گهٽ گدري جيترو ته ڪرين ها. ائين ڪندي اوچتو هڪ ٻير اچي وتائي جي مٿي تي لڳو وتائي رڙ ڪئي: جهل جهل! منهنجي چوڻ تي لڳي متان گدري جيڏو ٻير ڪيرين ته ماٺهن جا مٿا ڦاڙي وجهين.

❋❋❋

## فقير دعا گهر ته مولا مينهن وسائي

چون ٿا ته ملڪ ۾ مينهن جي منڊ وئي تي چڙهندي. ماڻهن کي اچي سر جي لڳي ته هيل مينهن نه پيو ته ڏڪار جا ڏينهن اچي ڪڙڪندا. گذر بسر ڏکيو ٿي پوندو. سو صلاح ڪري وتائي فقير وٽ اچي پهتا ۽ کيس چيائون: فقير تون الله جو پيارو آهين. ڪانئس دعا گهر ته مينهن وسائي، ورنه ملڪ ۾ ڏڪر اچي ڪڙڪندو."

فقير چين: ادا، ڳالهه اوهان جي صحيح آهي، پر يار منهنجي دعا جي الٽ ڪم ٿو ڪري، سو توهان وچو مان ڪا ٽل ٽليان ٿو.

ٻئي ڏينهن ڏاڍو اچي مينهن لٿو. ملڪ ملير تي ويو ماڻهو مڙي فقير وٽ آيا. چيائونس: "فقير تنهنجي دعا الله ٻڌي، اصل وارا نيارا ٿي ويا. توهان ڪلهه اهڙي ڪهڙي دعا گهري

فقير وراڻيو: ڪلهه تن تي پاتل ميرا ڪپڙا لاهي، ڌوئي سڪائڻ لاءِ گهر جي لوڙهي تي وڌم ۽ دعا گهريمانس ته هي اڪيلو وڳو اٿم. سواءِ هن بوڇڻ جي جيڪو ٻڌي ڪپڙا ڌوتا اٿم. اُس کي تيز ڪر ته جلد ڪپڙا سڪن جيئن لڳ ڍڪيان. ائين اچي بس ڪيم ته اچي مينهن لٿو.

❋❋❋

**محمد خان مجيدي**

# عقيدت جا گل

(هي نظم 15 مئي 'وتايو گڏجاڻيءَ' جي موقعي تي پڙهيو ويو.)

واه مچي ويو هيڏو ميلو چلڪي چمڪي دڳ درگاه.
تنهنجي محفل مچندي رهندي، ميلا هوندا ماهہ بماهہ.
تون تہ وسارڻ جهڙو ناهين، تو کي ساري ساهہ پساهہ.
منگي صاحب[1] آهہ وڌايو تنهنجو جلوه تنهنجو جاهہ.
واهہ وتايا ديس جا ڇايا، ٻوليان تنهنجو ٻوليون واهہ.

سهڻا تنهنجا گفتا نُڪتا، واهہ نزاڪت واهہ نباهہ.
ڏاها پنهنجي ڏاهپ جا تو واهيا واهڙ، واه، درياهہ.
تون تہ ظرافت ۾ هاڪارو، گفتن، نُڪتن جو تون شاهہ.
ڪيڏي تنهنجي سوچ سگهاري، ڪيڏي تنهنجي تيز نگاهہ.
واهہ وتايا ديس جا ڇايا...

ڇو نہ سڃاڻن تنهنجو درجو ديس جا دلبر ۽ دل خواه.
ديوانن جي روپ ۾ دانا، تنهنجي سر تي تاج ڪُلاهہ.
تون تہ پريَن جو پيارو پانڌي، تو وٽ صاحب جي ساراهہ.
تنهنجي حجت هوت پنهون سان، تنهجي دل ۾ عشق اٿاهہ.
واهہ وتايا ديس جا ڇايا...

---

[1] عبدالقادر منگي، اسسٽنٽ ڪمشنر ٽنڊو الهيار، جنهن جي ڪوشش سان ٻهريون پيرو 'وتايو گڏجاڻي' وتائي فقير جي ماڳ تي ٿي گذري

تنهنجي ڇرچن ۾ دانائي، تو وٽ الف جو اتساهہ.
تو تہ ڇريائي ۾ بخشايا، پنهنجا سارا ڏوهہ گناهہ.
تارڪ بنجي پاڻ ڪيا تو، پنهنجا ترڪا ترڪ تباهہ.
تنهنجي ڏاورائپ تي ڏاتر، تنهنجي اگھائي هرڪا آهہ.
واهہ وتايا ديس جا ڇايا...

ڪالهہ وساريو تو ڪي تنهنجن، ڪن ٿا قرب پريا اڄ ڪاهہ.
تنهنجي در تي آيا آهن، سارا ساٿي ساٿ سپاهہ.
پنهنجي رندي رمزن ڪان هٽين، راڻا خاصو خود آگاهہ.
حال نفير ۾ بہ توکي، پوري سانگين جي ساڃاهہ.
واهہ وتايا ديس جا ڇايا...

تنهنجا گفتا گولا گوليون، تڙ تڙ ٺاڪوڙا ۽ ٺاهہ.
فرمايو تو خالي آيس، دوزخ ۾ پڻ ڪانهي باهہ.
هر ڪو نيندو پاڻ سان پاڻڻ، ٻرندو دوزخ جو آڙاهہ.
موليٰ جا ئي ماڻهو وهندا، ٻند جي ٻيگر ۾ بي واهہ.
واهہ وتايا ديس جا ڇايا...

تنهنجي هر ڪو نُڪتو ڏاهي، چنڊ جا سارا داغ سياهہ.
ڪين مرڻ هي ڏيندا ماڻهو ناهہ حياتي ۾ ڪو چاهہ.
تار تري سي تڙ تي رسندا، جن جو والئ تي ويساهہ.
عرض اگھائي يا نہ اگھائي، آهي ٻاري بي پرواهہ.
واهہ وتايا ديس جا ڇايا...

تنهنجون اهڙيون نازڪ چوٽيون، جهڙو ريشم سٽ ڪپاهہ.
واتون ساريون خطري واريون، پاڻ سان ڪٻو سڪٽو ساهہ.
داتا ۽ ان دانا موليٰ، سوئي ڏيندو گاهہ گراهہ.
ڪنگھائي ٿو رزق رسائي، پالي سڀ ڪي ٿو الله.
واهہ وتايا ديس جا ڇايا...

ماڻهوءَ جو هٿ ماڻُ نہ آهي، ڪپڙي جو ٿو گهرجي ناهہ،
چور جو اڳ جهلي هٿ بيٺس، آهي پوئين منزل گاهہ،
ڪيئن پلا هي گهوڙو مچندو ناهي پاڻي ناهي گاهہ،
گاهہ گڏهہ تي ڪاڏو جنهن جو ڍڳي ٻڪ ڪان ٽي ٽي پاهہ،
واهہ وتايا ديس جا چايا...

هي جي مُلا هن جي پويان، منهنجي عبادت ٽيٽي ناهہ،
منهنجا لاهہ نہ نڪرن ها هن ڪرڙ جا نڪري ويا جٺن لاهہ،
مور نہ سمجهن مُلا پنڊت، الٽي ابٽي منهجي راهہ،
جن بہ ڪٽايو گهوڙي جو ڦر، تن کان ڏئي شل رب پناهہ،
واهہ وتايا ديس جا چايا، ٻوليان تنهنجون ٻوليون واهہ

❊

# وتايو فقير سيمينار (رپورٽ)

## ڈٽي بخش بروهي

پهريون وتايو فقير سيمينار 15 مئي 1985ع تي ٽنڊوالهيار شهر ۾ ڪوٺايو ويو

صبح جو ائين وڳي ٽنڊي الهيار کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي "ڳوٺ وتايو فقير" ۾ وتائي فقير جي مزار تي، محترم غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي اوچتي بيمار ٿيڻ ڪري، محترم شفيق الرحمان پراچہ صاحب ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد جي رهنمائيءَ ۾ انتظامي ڪميٽيءَ جي ميمبرن گلن جي چادر چاڙهي.

صبح جو 9 بجي پهرين ادبي نشست جي شروعات ٿي. هن نشست جي صدارت وتائي ثاني محترم علي احمد بروهي صاحب ڪئي، جڏهن تہ خاص مهمان ٽنڊي الهيار جو جهونو اديب ۽ سنڌي ادبي بورڊ جو ڪارڪن محترم ولي محمد طاهر زادو صاحب هو. اسٽيج تي سيمينار ڪميٽيءَ جو سرپرست اعليٰ محترم شفيق الرحمان پراچہ صاحب، ڪنوينر محترم عبدالقادر منگي صاحب ۽ ميونسپل ڪميٽي ٽنڊو الهيار جو چيئرمين محترم عبدالغني قائم خاني بہ ويٺل هئا. جڏهن تہ اسٽيج سيڪريٽريءَ جا فرائض محترم حافظ ارشد انڍڙ صاحب بجا آندا.

ڪارروائي مولوي محمد عيسيٰ خاراڻي صاحب جي تلاوت ڪلام پاڪ سان ٿي. ڪميٽيءَ پاران استقبالي تقرير جناب محمد حسين ڪاشف ڪئي. ان کان پوءِ آيل عالمن ۽ اديبن پنهنجا مقالا پڙهيا. مقالن پڙهندڙن ۽ تقريرن ڪندڙن ۾ الحاج رحيم بخش قمر صاحب، سيد يار محمد شاهہ لڪياري صاحب، محترم مريم مجيدي صاحب، الهڏنو سومرو صاحب، ابراهيم خشڪ صاحب، محترم عابد لغاري صاحب، عبدالواحد عاصي هڪڙو صاحب، عبدالله ورياه صاحب، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

صاحب، ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب ۽ شفيق الرحمان پراچہ صاحب جن شامل آهن. محترم محمد خان مجيديءَ پنهنجو نظم:

'واه وتايا ديس جا ڇايا!'

پيش ڪري داد حاصل ڪيو.

خاص مهمان محترم ولي محمد طاهرزادي صاحب تقرير ڪندي چيو تہ اڄ هتي وتائي فقير جا خريدار اچي گڏ ٿيا آهيون. وتائي جو دنيا سان نئين سر تعارف ڪيو پيو وڃي.

سيمينار جي موقعي تي شايع ٿيندڙ ڪتاب 'وتايو فقير' جي رونمائي محترم علي احمد بروهي صاحب جن ڪئي. ان کان پوءِ پنهنجي صدارتي تقرير بروهي صاحب روايتي انداز ۾ ڪئي. بروهي صاحب وتائي فقير کي سمجهڻ تي زور ڏنو ۽ چيو تہ ٺنڊي الهيار جو نالو ٺنڊو وتايو رکيو وڃي، جتي وتائي جهڙو سچار رهي ٿو. ان شهر کي هائيڊ پارڪ وانگر سچ جو شهر بڻايو تہ جيئن هرڪو هتي اچي دل جو بخار ڪڍي.

پهرين بيٺڪ جي پڄاڻيءَ تي سيمينار جي ڪنوينر محترم عبدالقادر منگي آيل مهمانن اديبن، پريس ۽ صحافين ۽ پنهنجن ساٿين جو ٿورو مڃيو.

ٻي ۽ آخري نشست جي صدارت سنڌ يونيورسٽيءَ جي استاد ۽ معروف اديب محترم ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي صاحب ڪئي ۽ خاص مهمان محترم ڊاڪٽر قمر واحد صاحب هئي، جنهن جو پڻ هن تعلقي ۽ وتائي جي ماڳ نصرپور سان تعلق آهي.

مقالا پڙهندڙن ۽ تقرير ڪندڙن ۾ محترم محمد خان سميجو، محترم حافظ ارشد انڊڙ، محترم افروز صديقي صاحب، قلندر لڪياري صاحب، محترم فقير محمد لاشاري، معمور يوسفاڻي، محمد اسماعيل شيخ صاحب، محمد سومار شيخ صاحب، محمد حسين ڪاشف، محمد پناه ڦرڙو، اسد جمال پلي، احمد خان ڪيريو، نور محمد ڪنيار ۽ محمد ابراهيم ٻلائي شامل آهن.

ڊاڪٽر قمر واحد صاحب پنهنجي تقرير ۾ چيو تہ وتايو سچ ۽ سياڻپ جي علامت آهي. نصرپور شهر ۾ اچا تائين سمجهداريءَ جي ڳالهہ ڪندڙ کي وتائي سان تشبيهہ ڏني ويندي آهي. مهمان خاص محترم ڊاڪٽر قمر واحد کان پوءِ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي.

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي تقدير هلڪي ڦلڪي انداز ۾ ڪئي ۽ اميد ڏيکاري تہ وتائي فقير تي هر سال ميلو لڳايو ويندو. سيمينار جي ادبي نشستن جي خاتمي تي ميزبان عبدالقادر منگي هڪ پيرو وري آيلن جا ٿورا مڃيا ۽ اميد ڏيکاري تہ ٽنڊي الهيار جا واسي هر سال هھڙا منڊل مچائيندا.

رات جو ثقافتي محفل متي، جنهن جو خاص مهمان حيدرآباد ڊويزن جو ڪمشنر صاحب جناب علي محمد شيخ صاحب هو. سيد علي نواز شاهہ رضويءَ ڪميٽيءَ جي پاران استقبالي تقرير ڪئي ۽ سيمينار ڪميٽيءَ جي اغراض ۽ مقاصد تي روشني وجهندي چيو تہ سيمينار ڪوٺائڻ جو مقصد وتائي فقير کي عام ماڻهن سان نئين ۽ بهتر نموني سان روشناس ڪرائڻ هو. ان کان علاوه فقير جي مزار تي چوڪنڊي جوڙائڻ، مزار ڏانهن ويندڙ رستو پڪو ڪرائڻ، وتائي فقير جي نالي تي لائبرري قائم ڪرڻ ۽ وتائي فقير تي تحقيقي ڪتاب ڇپائڻ لاءِ اپاءَ وٺڻ شامل آهن.

علي محمد شيخ صاحب پنهنجي طرفان پوري پوري مدد جو يقين ڏياريو. منگي صاحب جي شڪر اداڻي کان محفل موسيقي شروع ٿي، جنهن ۾ ناميارن فنڪارن، انور حسين وسطڙي، سليمان شاهہ، انجم آرا، ٽينا حيدري، قمر سومري، موهن پڳت ۽ پارٽي، فقير عبدالغفور، حسين بخش خادم، عبدالواحد جمالي، پانڌي فقير، ڊول فقير، محمد قاسم اوٺي، محمد عرس، قادر بخش مٺو ۽ غلام شبير شاهاڻيءَ پنهجي فن جو مظاهرو ڪيو.

وتايو فقير سيمينار جي موقعي تي خاص مهرباني ڪندي، سنڌ جي وڏي وزير محترم سيد غوث علي شاهہ صاحب جن سيمينار ڪميٽيءَ کي 'پيغام' موڪليندي، همت افزائي ڪئي، جنهن لاءِ ڪميٽي سندن ٿورائتي آهي.



سنڌ هر دور ۾ ڪنهن نہ ڪنهن وتائي فقير، اُچر فقير ۽ حليم بروهي کي جنم ڏنو آهي. مزاح ۽ ظرافت جي رومال ۾ ويڙهي گهڻيون تلخ حقيقتون بيان ڪري ويندا آهن. لڪيل سچ ڳالهائي ويندا آهن ۽ ماڻهن لاءِ هدايتن جي روپ ۾ ڪيترائي مثال ڇڏي ويندا آهن.

مون کي لڳندو آهي تہ سائين عبدالقادر منگي ڪنهن وچڙيل فقير جو پاڇو آهي. هو جديد سنڌ جو پيرِي آهي، جيڪو ساڳيا گس وٺندو، هلندو ٿو وڃي، وڏندو ٿو وڃي، اوڏاهن جتان ڪن جوڳين جا قافلا متيا يا جنهن گس تان ڪي فقير گذريا.

بيهڻ ۽ بس ڪرڻ سائين منگي صاحب جي منشور ۾ ئي ناهي. هو بدستور پنهنجي پنڌ ۾ مگن آهي. ٽنڊو الهيار ۾ جيترو وقت رهيو تہ هو وتائي فقير جي روح سان رهاڻ رچائي ويٺو. وتائي جي ٽوٽڪن کي مرتب ڪرڻ لڳو ۽ کيس ڪنهن معمولي مست ملنگ ۽ مسخري جي ڪول مان ڪڍي، ڏاهن جي ڏيهہ جو واسي بڻائي ڇڏيائين. هي ڪتاب سندس ان ڪوشش جو نتيجو آهي.

هن وقت سائين ڪراچي جا وڻ وسايا آهن. پرجو ڳيءِ جو ڪوئي ديس ناهي هوندو. سو سائين بہ ويڳاڻپ محسوس ڪندو تہ وڏن ماڻهن جيان لنڊن يا دوبئي بدران سهڻيءَ سنڌ جو رخ ڪندو. پوءِ ڪڏهن ٺٽو تہ ڪڏهن درازا شريف يا حيدرآباد جي هوائن جو مزو وٺندو. اسان دعاگو آهيون تہ کيس خضري عمر عطا ٿئي. جيئن هو سنڌي ادب جي گهج تي نوان گل ٽاڪي ۽ اسان لاءِ چپر ڇانوَ بڻيو رهي.

**امتياز منگي**

ڪشمور

Rs 650:00



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس گجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

